# اپريل- جون 2012ع

ايڊيٽر

دين محمد ڪلهوڙو

## سنڌي ادبي بورڊ

## ڄامشورو

# فهرست



## مقالا



## تاثرات

## مرڻ مند نه آهي، تائب ٿيو تڪڙا (تاثرات)

## مقالات

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جو اولين علمي ۽ ادبي پي ايچ ڊي مقالو؛ گل محمد عمراڻي

19. ڊاڪٽر بلوچ جي شاهه لطيف جي رسالي تي ڪيل تحقيق جو مختصر جائزو؛ ڊاڪٽر نواز علي شوق

20. هنجهون هاريان تُنهنجي ڪري؛ ڊاڪٽر بلوچ جون ساروڻيون؛ ڊاڪٽر نواب عابد لغاري

21. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ۽ فارسي علم و ادب: غلام محمد لاکو

22. لوڪ ادب اسڪيم آڏو آيل رڪاوٽون ۽ انهن کي دور ڪرڻ لاءِ ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي تاريخي جدوجهد: محمد علي ڏيپلائي

23. ڊاڪٽر بلوچ: سنڌي ادب جي عظيم هستي: پرفيسر ڊاڪٽر نور افروز خواجه

24. سائين ڊاڪٽر بلوچ؛ عظيم استاد: سندن خط ۽ پهرين ملاقات جو احوال: ڊاڪٽر عبدالرسول قادري

25. هڪ گهڻ رخو ودوان: ڊاڪٽر غلام علي الانا: ڊاڪٽر غلام علي الانا

26. سنڌ سان محبت ڪندڙ انسان: ڊاڪٽر بلوچ: بابر منير قاضي

27. سنڌي ٻوليءَ جو عظيم اتهاسڪار: امداد حسيني

28. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ: سنڌ جو ليجنڊ: پروفيسر سليم ميمڻ

29. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ سان لاڳاپيل ڪي يادون: ڊاڪٽر در محمد پٺاڻ

42. ڊاڪٽر بلوچ سان گڏ ٽر تان پيرو: مخدوم سليم الله صديقي
43. سنڌي اساسي شاعري ۽ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ: ڊاڪٽر ناهيد پروين
44. يتيم تي رب جي خصوصي رحمت: ڊاڪٽر بلوچ جي ياد ۾: نفيس احمد شيخ
45. ڪنهن ڏاڍي ڪيف ڪڪوريا: (ڊاڪٽر بلوچ جي ياد ۾) عبدالحفيظ قريشي
46. شاهه جي رسالي جا ڏهه جلد: ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي فڪري ۽ عالمانه تحقيق جا شاهڪار: اُستاد لغاري
47. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي ڪتاب ”ڊاڪٽر بلوچ هڪ مثالي عالم“ (پاڳو ٽيون) جو مختصر جائزو: ڊاڪٽر بشير احمد شاد
48. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ڪيڊيٽ ڪاليج پيٽارو ۾: پروفيسر سليم ميمڻ
49. ڊاڪٽر بلوچ جي سچل سرمست جي شخصيت ۽ فڪر تي تحقيق؛ مختصر جائزو: ڊاڪٽر مخمور بخاري
50. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ سان منهنجي ملاقات: ڊاڪٽر محمد ابراهيم سنڌي
51. ڊاڪٽر بلوچ : ڪي ساروٽيون: ڊاڪٽر عبدالحي ابڙو
52. ڊاڪٽر بلوچ : سنڌي ادب جو املهه ماڻڪ: نذير شاڪر بروهي
53. ڊاڪٽر بلوچ : محقق، دانشور، ۽ لطيف شناس: مرزا ڪاظم رضا بيگ

## • انٽرويو

- اسان سخت غربت ۽ مشڪلاتن ۾ پڑهياسين — انٽرويو - مراد علي مرزا
- تاريخ، لوڪ ادب، ٻولي، موسيقي ۽ لغت جي ماهر ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جو تاريخي انٽرويو — ظفر جوڻيجو
- ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ- هڪ اهم انٽرويو — سنڌيڪار: براهوئي عبداللطيف ”عبد“ دينپوري

## • شاعري

- وفات حسرت آيات عالم و فاضل اديب ڪامل دکتر نبي بخش بلوچ — ڊاڪٽر محمد ادريس السندي
- ماده تاريخ- ارتحال ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ — جوهر بروهي
- ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي ياد ۾

تماهي "مهراڻ" 1-1969/2ع

# 20 صديءَ جو باڪمال عالم

"...اسان جي سنڌي اسڪالرن سان اها ناانصافي آهي جو انهن کي پنهنجي اصل مڃتا نه ملي آهي، جن جا هو صحيح معنيٰ ۾ حقدار آهن. سنڌ جي تاريخ تي ڪم ڪندڙن ۾ جهڙيءَ ريت پير حسام الدين راشديءَ جو نالو نمايان ۽ معتبر آهي تيئن ادب، ٻولي، لوڪ ادب ۽ خاص طور تي لطيفيات ۾ وري ڊاڪٽر بلوچ صاحب جو نالو وڏيڪ اهميت جو حامل آهي. علامه آءِ.آءِ قاضي کان پوءِ سنڌ ۾ ڊاڪٽر بلوچ صاحب جن ئي واحد استاد ۽ اسڪالر هئا، جن گهڻي کان گهڻا سنڌ ۽ سنڌ کان ٻاهر پرڏيهه ۾ به پنهنجا قابل ۽ سٺا شاگرد/استاد پيدا ڪيا..."

مخدوم جميل الزمان

# ڊاڪٽر بلوچ ۽ مرزا قليچ بيگ

"... ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، مرزا قليچ بيگ وانگر انهن اسڪالرن مان آهي، جن هڪ صدي (ع) ۾ لکڻ شروع ڪيو ۽ ٻي صديءَ ۾ پهتا. عام ڳڻپ ڪجي ته مرزا قليچ بيگ 80-1879ع کان لکڻ شروع ڪيو ۽ 1929ع تائين مصروف عمل

رهيو. ڊاڪٽر بلوچ صاحب اندازاً 1945ع کان لکڻ شروع ڪيو ۽ 2011ع تائين لکندو رهيو. ڊاڪٽر صاحب 2 مارچ 2011ع واري خط ۾ مون کان بدين ۽ ڪڇ جي جيلاني پيرن بابت معلومات گهري. اُن مان معلوم ٿئي ٿو ته گهٽ ۾ گهٽ ان تاريخ تائين هڪ ڪم ۾ هٿ هوس...“

ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو

# بين الاقوامي دانشور

”...ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جو تعارف ڪيئن ڪرائجي ۽ ڪهڙن لفظن سان ڪرائجي. اهو تمام مشڪل آهي. اسان جو هيءُ بزرگ، علم التعليم، ادبيات، لسانيات، علم اللغات، سنڌي ادب، سنڌ جي ثقافت، آثار شناسيءَ، لطيف شناسيءَ، لوڪ ادب ۽ سنڌ شناسيءَ تي وڏي دسترس رکندڙ، بين الاقوامي دانشور هجڻ جي حيثيت رکندڙ سنڌ جو اهو فرزند هو، جنهن تي سنڌ وارا جيترو فخر ڪن، اهو ٿورو آهي...“

ڊاڪٽر غلام علي الانا

پيغام مخدوم جميل الزمان

چيئرمن، سنڌي ادبي بورڊ



# پيغام

سنڌي ادبي بورڊ ۾ چيئرمن جي منصب سنڀالڻ کان پوءِ دل ۾ خيال آيو ته ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي رهيل ڪم کي اڳتي وڌائجي، آءٌ اڃان ان ئي سوچ ويچار ۾ هئس ته جناب قائم علي شاھ وزيراعليٰ سنڌ جن ڊاڪٽر اين.اي.بلوچ انسٽيٽيوٽ آف هيريٽيج ۽ ريسرچ جي چيئرمن شپ سنڀالڻ جي آڇ ڪئي، جا مون خوشيءَ سان قبولي ورتي ۽ ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي ڪيل تحقيقي ڪم جي نگراني ڪرڻ جو بهترين موقعو مليو آهي.

سنڌي ادبي بورڊ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي علمي ڪارنامن جو نه رڳو معترف رهيو آهي بلڪ بورڊ ڊاڪٽر صاحب جي لوڪ ادب ۽ لغت اسڪيمن سان لاڳاپيل ڪتاب ۽ لغات عاليشان نموني ڇاپي پڌرا ڪيا ۽ گڏوگڏ سنڌن سهيڙيل سنڌي ٻوليءَ جي ڪلاسيڪل شاعرن جو ڪلام پڻ بورڊ

چاپي پڌرو ڪيو. ڊاڪٽر بلوچ صاحب جن جي لطيف شناسي ۽ تاريخ شناسي پڻ هڪ وڏو علمي پهلو آهي، جنهن تي هڪ ڌار نشست برپا ڪري سگهجي ٿي. پاڻ لطيف جا وڏا شارح ۽ پارکو هئا، سندن تحقيق ۽ تدوين جو مقام عالمي معيار جو آهي. اسان جي سنڌي اسڪالرن سان اها ناانصافي آهي جو انهن کي پنهنجي اصل مڃتا نه ملي آهي، جن جا هو صحيح معنيٰ ۾ حقدار آهن. سنڌ جي تاريخ تي ڪم ڪندڙن ۾ جهڙيءَ ريت پير حسام الدين راشديءَ جو نالو نمايان ۽ معتبر آهي تيئن ادب، ٻولي، لوڪ ادب ۽ خاص طور تي لطيفيات ۾ وري ڊاڪٽر بلوچ صاحب جو نالو وڏيڪ اهميت جو حامل آهي. علامه آءِ.آءِ قاضي ڪان پوءِ سنڌ ۾ ڊاڪٽر بلوچ صاحب جن ئي واحد استاد ۽ اسڪالر هئا، جن گهڻي ڪان گهڻا سنڌ ۽ سنڌ ڪان ٻاهر پرڏيهه ۾ به پنهنجا قابل ۽ سٺا شاگرد/استاد پيدا ڪيا.

”مهراڻ، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ“ ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي ڪيل علمي، ادبي ۽ تحقيقي خدمتن سميت سندن گران قدر شخصيت کي خراج تحسين پيش ڪرڻ لاءِ سندن پهرين ورسيءَ جي مناسبت سان هڪ خصوصي اشاعت ۽ اهتمام هيٺ بورڊ طرفان چاپي پڌرو ڪيو ويو آهي. هن نمبر ۾ ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي مڙني علمي، ادبي ۽ تحقيقي پهلوئن تي گهڻ طرفي روشني وڌي وئي آهي. سنڌ جي انهن نامور اسڪالرن جا مضمون، مقالا ۽ تاثر هڪ وڏي اسڪالر ۽ عالم جي

شخصيت کي سمجهڻ ۾ وڏي مدد فراهم ڪن ٿا. هن نمبر جي مواد گڏ ڪرڻ ۽ ايڊٽ ڪري ڇپائيءَ جي مرحلي تائين رسائڻ ۾ محترم دين محمد ڪلهوڙو ايڊيٽر ٽماهي ”مهراڻ“ وڏي جفاڪشي، تندهيءَ ۽ دلي لڳاءَ سان ڪم ڪيو آهي ۽ گڏوگڏ بورڊ جي سيڪريٽري محترم الهڏنو وگهيو صاحب جي اڻٿڪ ڪوشش سان هيءُ نمبر وقت تي ڇپجي پڌرو ٿيو آهي. هي ٻئي فرد بيشڪ مبارڪن جا مستحق آهن.

اسان مستقبل ۾ سنڌ جي انهن سداحيات نامور اديبن، عالمن ۽ شاعرن تي ”مهراڻ خاص نمبر“ شايع ڪرڻ جو نيڪ ارادو رکون ٿا، جن سنڌي ٻولي، ادب، تاريخ ۽ شاعريءَ ۾ نمايان خدمتون سرانجام ڏنيون. بورڊ انهن نامور ذات ڏٽين جو هميشه ٿورائتو آهي. انهيءَ سلسلي ۾ اسان مانوارن اديبن، ليکڪن ۽ شاعرن سان رابطي ۾ آهيون.

مخدوم جميل الزمان

چيئرمن، سنڌي ادبي بورڊ

ڄام شورو

# پيغام



ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ سنڌ جو اهو نامور اسڪالر هو، جنهن تي سنڌ جيترو ناز ڪري اهو گهٽ آهي، سندن خدمتن جو دائرو وسيع آهي. ڊاڪٽر صاحب جو تعلق سنڌي ادبي بورڊ سان به رهيو، سندن اهو تعلق ڪو عام رواجي تعلق نه هو بلڪه اهو هڪ محبت ۽ پيار وارو تعلق هو. پاڻ بورڊ جي شروعاتي ميمبرن مان هو ۽ گڏوگڏ لوڪ ادب ۽ لغت اسڪيم جو پڻ ڊائريڪٽر هو. هنن ٻنهي اسڪيمن دراصل بورڊ کي ڏيه توڙي پرڏيه ۾ روشناس ڪرائڻ ۾ وڏو ڪردار ادا ڪيو. ان ناتي بورڊ ڊاڪٽر بلوچ صاحب جو قرضدار آهي. ڊاڪٽر بلوچ جي اهڙين علمي ۽ تحقيقي خدمتن کي ڀيٽا ڏيڻ سنڌي ادبي بورڊ جي ترجيحات ۾ شامل آهي. ڊاڪٽر صاحب جن جي لاڏاڻي کان پوءِ بورڊ جي لائق چيئرمن جناب مخدوم جميل الزمان صاحب جن ڊاڪٽر بلوچ صاحب جن جي مڙني علمي، ادبي ۽ تحقيقي خدمتن کي ڀيٽا ڏيڻ لاءِ ”مهراڻ خاص نمبر“ جو اعلان ڪيو.

چيئرمن صاحب جن جي اهڙي حڪم ۽ هدايتن جي پيش نظر اسان مهراڻ جو هيءُ ”خاص نمبر“ سندن بي انتها خدمتن کي

خراج تحسين پيش ڪرڻ لاءِ سندن پهرين ورسيءَ جي موقعي تي خاص اشاعت هيٺ پڌرو ڪري رهيا آهيون. آءٌ بورڊ جي هردلعزيز چيئرمن جناب قبله مخدوم جميل الزمان صاحب جن جو نهايت ئي ٿورائتو آهيان جن ڊاڪٽر بلوچ صاحب جهڙي عالمي اسڪالر جي خدمتن کي مڃتا ڏيڻ لاءِ هن خاص نمبر پڌري ڪرڻ جا نه رڳو احڪام ڏنا پر وقتاً بوقتاً پنهنجي مفيد مشورن کان پڻ نوازيندا رهيا. هيءُ نمبر مواد جي حوالي سان تاريخي حيثيت رکي ٿو، ڇو ته هن نمبر ۾ ڊاڪٽر صاحب جي همعصر عالمن ۽ اديبن سميت سندن لائق شاگردن، عزيزن ۽ گهر وارن جو مواد شامل آهي ۽ گهڻو ڪري ڊاڪٽر صاحب جي مڙني پهلوئن کي اجاگر ڪري ٿو.

هن خصوصي نمبر جي تڪڙي اجراء لاءِ آءٌ بورڊ جي سموري ٽيم جو ٿورائتو آهيان، جنهن ۾ ايڊيٽر مسٽر دين محمد ڪلهوڙي، سميت پبليڪيشن آفيسر مسٽر سڪندر علي شاهه، ڪمپيوٽر ليب انچارج مسٽر سليم اختر پيرزادي، سينئر آپريٽر عبدالصمد ٻبر ۽ ٻيا ورڪر شامل آهن. هنن دوستن جي ڀرپور تعاون ۽ محنت سان هيءُ تاريخي رٿا پايئه تڪميل تي پهتي آهي. اسين اميد ڪريون ٿا ته لائق پڙهندڙن کي اسان جو ڪيل هيءُ پورهيو قبول پوندو.

الهڏنو وگهيو

# گذارش

## صديءَ جو وڏو ماڻھو

## دين محمد ڪلھوڙو

## ايڊيٽر، مھراڻ

تاريخ ۾ تاريخ ۾ جنم وٺندڙ ڪردارَ، ھڪبئي جي سڃاڻپ ۾ ڏَڍُ ھوندا آھن. اھي سدوريون صديون ھونديون آھن، جن ۾ اھڙا اَمر ڪردارَ جنم وٺندا آھن، جن تي صديون فخر ڪنديون آھن. 20 صديءَ کي به فخر حاصل آھي، ڇو ته سندس جھول ۾ به ڪافي اھڙن اَمر ڪردارن جنم ورتو، جن جي ڪري 20 صدي تاريخ ۾ وڏيڪ نشانبر ۾ اھميت واري بڻي. شھيد ذوالفقار علي ڀُٽو، شھيد محترمه بينظير ڀٽو، شھيد محمد فاضل راھو، جي.ايم.سيد، علامه آءِ.آءِ.قاضي، مرزا قليچ بيگ، ڊاڪٽر عمر بن محمد دائودپوٽو، پير حسام الدين راشدي، ايم.ايڇ.پنھور، شيخ اياز، محمد ابراھيم جويو ۾ اھڙا ڀيا نالا 20 صديءَ جا وڏا ماڻھو آھن، جن جي خدمتن جو ذڪر ڪندي ماڻھو ٿڪجيو پون پر پڙندڙن جي تشنگي رھجيو وڃي. سنڌ جي ھڪ سدابھار

ضلعي سانگهڙ جي ڳوٺ جعفر خان لغاريءَ ۾ به ويهين صديءَ جي هڪ اهڙي ئي ملوڪ ۽ يگاني ڪردار جنم ورتو، جنهن لاءِ 20 صدي بيقرار هئي ۽ اهو هو- ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ.

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، انهن شخصيتن مان هو، جن جي ضرورت پنهنجي ملڪ، قوم، ٻولي، ادب ۽ تاريخ سميت پوري ڪلچر کي هوندي آهي. سنڌ کي ڊاڪٽر بلوچ جهڙي ڪاهوڙي اسڪالر جي گهڻي عرصي کان ضرورت هئي. هو سنڌ جي جيئري جاڳندي انسائيڪلوپيڊيا هو. ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي سموري حياتي هڪ عام ماڻهو وانگر بي ترتيبيءَ ۾ نه گذري، پر اهڙي ته ترتيب ۽ بامقصد ڍنگ سان گذري جو مثالي بڻجي وئي، جنهن کي بنياد بڻائي هلون ته سنڌ به اسان تي فخر ڪري سگهندي چو ته ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ سموري حياتي سنڌ، سنڌي ٻولي، ادب ۽ ثقافت کي اجاگر ڪرڻ ۾ هڪ لمحو به پوئتي نه رهيو بلڪ زندگيءَ جي آخرين گهڙين تائين سنڌ ۽ سنڌي ٻولي، ادب ۽ ثقافت جي ترقيءَ ۽ استحڪام لاءِ پاڻ پتوڙيندو رهيو.

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، ساري حياتي هڪ اهڙي مجذوب ماڻهوءَ وانگر گذاري، جيڪو پنهنجي ڌُن ۾ ڏينهن رات ايترو ته مگن ۽ محوَ رهيو جو ڪيس دنيا وارن جي اُها ڪل ئي نه پئي، ته ڪير آيو، ڪير ويو يا سندس باري ۾ ماڻهن ڇا سوچيو.

مٿن آڱريون کڃيون، سندس باري ۾ طرح طرح جون ڳالهيون به ٿينديون رهيون، مخالفتون به ٿيون، پر هن فقيرتن ماڻهوءَ پنهنجو پاڻ کي ڪم ۾ ايترو ته مدغم ڪري ڇڏيو هو جو انهن مخالفتن جو جواب ڏيڻ به وقت جو زيان سمجهيائين، تان جو هو سموري حياتي انهيءَ زرين اصول تي گذاري وڃي مالڪ حقيقيءَ سان مليو. سنڌ کي اهڙن مجذوب ۽ فقيرتن ماڻهن جي گهڻي ضرورت آهي جيڪي زندگيءَ سان لاڳاپيل مختلف شعبن ۾ اهڙيءَ ريت ڪم ۾ جنبيل رهن، جن کي انهيءَ ڪم کان سواءِ ٻيو ڪجھ نظرئي نه اچي. ڪاش! رب پاڪ جي بارگاهه ۾ اها دعا مقبوليت ماڻي، ڪاش! ائين ٿِي پوي.

مان هڪ لحاظ کان پنهنجو پاڻ کي خوش نصيب سمجهان ٿو چو ته اهڙي وڏي انسان سان منسوب هيءُ خصوصي نمبر ايڊٽ ڪري تيار ڪرڻ جو ڳرو ڪم منهنجي ڪُڙي پيو. اهو منهنجي لاءِ هڪ حوالي سان چئلينج وارو ڪم ته آهي، پر ٻئي طرف ان کي مان پنهنجي لاءِ سعادتمندي پڻ سمجهان ٿو. سعادتمندي ان ڪري به سمجهان ٿو جو ڊاڪٽر صاحب سان منهنجون به ڪجھ يادگيريون سلهاڙيل آهن، جن جو هتي مختصراً ذڪر ڪرڻ ضروري پانيان ٿو.

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ سان منهنجي پهرين ملاقات سال 2001ع ۾ پريس ڪلب حيدرآباد ۾ ٿي هئي، جتي منعقد ٿيل هڪ تقريب جي صدارت ڪئي هئائون. پروگرام جي

خاتمي کان پوءِ جيئن ئي ڏاڪڻ تان هيٺ لهڻ لڳا ته مون کين وڏي وجي سلام ڪيو، پاڻ پهل ڪندي نالو ۽ منهنجي خاندان ۽ وڏن بابت پڇيائون. منهنجي ٻڌائڻ تي پاڻ وري چيائون ته: ”ڇا ٿا ڪريو؟“ مون کين عرض ڪيو ته: ’سائين آءٌ سنڌي ٻوليءَ جي بااختيار اداري ۾ ”انسائيڪلوپيڊيا سيل“ ۾ ”ريسرچر“ آهيان.‘ چيائون ته: ”پنهنجي خاندان بابت مضمون لکي، هنن کي ڏيو ته انسائيڪلوپيڊيا ۾ درج ڪن ڇو ته اوهان جو خاندان علمي خاندان آهي، اهو مواد اچڻ گهرجي.“ ۽ وڌيڪ چيائون ته: ”اوهان پنهنجي ڳوٺ ۽ پرپاسي جي تاريخي آثارن ۽ ماڻهن مڪانن جي باري ۾ وڏڙن کان معلومات حاصل ڪندا رهو ۽ اها ڊائريءَ ۾ نوٽ ڪندا رهو ۽ انهن جا وقت سر فوٽا به هٿ ڪندا رهو، اهو مواد اڳتي هلي ڪم ايندو.“ مون کين وڌيڪ ٻڌايو ته: ’مان هن وقت ”ڪلهوڙن ۽ عباسين جي نسلي هڪجهڙائي“ جي موضوع تي ڪم ڪري رهيو آهيان. مون کان پڇيائون ته: ”پوءِ اوهان ڪهڙي راءِ تي پهتا آهيو؟“ مون کين عرض ڪيو ته: ’قبلا! آءٌ هن راءِ تي پهتو آهيان ته سنڌ ۾ رهندڙ ڪلهوڙا، سنڌ جا اصلوڪا رهواسي آهن. هنن جو ڪنهن به عرب قبيلي سان تعلق نه آهي پر عباسي الڳ قبيلو آهي، جنهن جو تعلق عربن سان آهي ۽ هتي جيڪي اڪثر عباسي سڏائيندڙ ماڻهو رهن ٿا،

انهن جا مورث اعليٰ ۽ انهن جا تاريخي آثار سنڌ ۾ ڏسجن ٿا، تنهنڪري اهي عباسي نه پر مقامي ڪلهوڙا آهن،“ منهنجي ڳالهه غور سان ٻڌي چيائون ته: ”اوهان جي تحقيق ۾ بيشڪ وزن آهي، پر اجا تحقيق جاري رکو، عباسي ۽ ڪلهوڙن جا شجرا هٿ ڪريو ۽ گڏوگڏ انهن جي تاريخي ماڳن ۽ مڪانن بابت به معلومات گڏ ڪريو جا اڳتي هلي اوهان کي مقالي لکڻ ۾ وڏي مدد ڪندي.“

ڊاڪٽر بلوچ صاحب سان منهنجي ٻي ملاقات سال 2009ع ۾ اسسٽنٽ ايڊيٽر ”مهراڻ“ جي حيثيت ۾، سندن نياڻي عرض محمد بلوچ جي رهائشگاهه قاسم آباد، حيدرآباد ۾ ٿي، جتي آءٌ سندن هڪ مضمون، جيڪو مرحوم رئيس ضياءالدين ’بلبل‘ جي شاعريءَ تي لکيل هو، جا پروف ڪڍي پهتس. پاڻ مليا، بورڊ جا حال احوال ورتائون. آخر ۾ منهنجي خاندان بابت پڇيائون ته انهن تي ڪو تحقيقي مقالو وغيره تيار ڪيو اٿوَ؟ مون کين ٻڌايو ته خطاطي ۽ ڪتابت جي حوالي سان معلومات گڏ ڪئي آهي، ته پاڻ هڪدم چيائون ته پوءِ ان جو عنوان رکو- ”خطاطيءَ ۽ ڪتابت جي فن ۾ پاوندا لاکا جي ڪلهوڙا گهراڻي جون خدمتون“. مون ان تي هائوڪار ڪئي ۽ رخصت گهُري. ان ٻي ملاقات کان پوءِ مون ان عنوان تي مقالو تيار ڪيو، جيڪو ٽماهي ”مهراڻ“ جي شماري 2010/1ع ۾ ڇپيو. پرچو ڊاڪٽر صاحب ڏانهن ڏياري موڪليو، پڙهي خوش ٿيا ۽ طارق عالم

کي فون ڪري شاباس ڏياري مُڪائون ۽ فون تي طارق عالم کي منهنجي پارت به ڪيائون.
هر سال اپريل ۾ سنڌي ٻوليءَ جي ٻي هڪ پارکو ڊاڪٽر محبت ٻرڙي جي ورسي ٿيندي آهي. ورسيءَ جو اهتمام ڊاڪٽر محبت اڪيڊمي قنبر ڪندي آهي. مون سوچيو ته اڪيڊميءَ جي دوستن کي چئجي ته ڇو نه هن سال ڊاڪٽر محبت ٻرڙي جي ورسي تقريب ۾ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ کي مدعو ڪجي. اهڙو خيال ڊاڪٽر محبت اڪيڊميءَ جي دوستن سان ظاهر ڪيو ته هنن به هائوڪار ڪئي ۽ پوءِ هنن ڊاڪٽر محبت جي لکيل ڪتابن جو سيٽ به ڊاڪٽر صاحب لاءِ سوکڙي طور ڏنو. مون ڊاڪٽر بلوچ صاحب سان رابطو ڪرڻ چاهيو پر پاڻ ڪٿي ٻاهر ويل هئا، ڪتاب رهائشگاه تي ڏنا. پاڻ ٻي ڏينهن بورڊ جي فون تي شڪريو مڃيائون ۽ وڌيڪ چيائون ته: ”اهڙو شڪريي جو خط مون اڄ اوهان ڏانهن پوسٽ ڪرائي ڇڏيو آهي.“ مون موقعو سمجهي ڊاڪٽر محبت جي ورسيءَ ۾ شرڪت ڪرڻ لاءِ کين گذارش ڪئي، جنهن تي پاڻ چيائون ته: ”ميان صاحب! دل ته ڏاڍي گهُري ٿي، ته ايڏانهن هلجي پر هاڻي منهنجا سائين، طبعيت ٺيڪ نه ٿي رهي ۽ پيرسن به ٿي ويو آهيان، ڊگهو سفر نه ٿو ڪري سگهان، اوهان جيڪڏهن ڊاڪٽر محبت ٻرڙي جي علمي ڪارنامن تي هڪ تفصيلي دراڦٽ

تيار ڪري ڏيو، ته مان ان ۾ ضروري واڌارا سڌارا ڪري ڏيان، پوءِ اهو دوستن کي ڏيو.“ وڌيڪ چيائون ته: ”ميان صاحب! مون کي جيستائين ياد پوي ٿو ته ڊاڪٽر ٻرڙي صاحب جا ڪجھ مضمون ’جامع سنڌي لغات‘ جي حوالي سان ڪنهن سنڌي اخبار ۾ ڇپيا هئا، ڏاڍا ڪارائتا مضمون هئا پر يار منهنجي هڪ طبعيت رهي آهي ته آءٌ ڪنهن به تنقيدي مضمون جو ڪوشش ڪري جواب نه ڏيندو آهيان. بهرحال مون کي ڊاڪٽر ٻرڙي صاحب سان ملڻ جي اونِ ضرور هئي پر ساڻس ملاقات نه ٿي. سندس لکڻين مان معلوم ٿيو هو ته هو وڏو پاڙهو ماڻهو هو ۽ هن جو سنڌي ٻوليءَ سان ڪو ازلي عشق هو.“ انهيءَ ٽيليفونڪ ڳالھ ٻولھ کان پوءِ ڊاڪٽر صاحب سان وري ملاقات نه ٿي سگهي، ۽ منهنجون آفيشلي ذميواريون ۽ مصروفيتون به وڌي ويون جو آءٌ وقت سر ڊاڪٽر محبت تي اهڙو ڪو موزون ڊرافٽ تيار ڪري نه سگهيو ۽ ڊاڪٽر بلوچ صاحب 6- اپريل 2011ع ۾ اسان کان جدا ٿي ويو. اپريل مهيني هڪ ٻيو محبوب ماڻهو اسان کان کسي ورتو. ڊاڪٽر محبت ٻرڙي جي وفات 9- اپريل 1997ع تي ٿي هئي.

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جو نالو جڏهن ونجي ٿو ته پوءِ ان لاءِ تعارف جي ضرورت ئي نه ٿي رهي، چو ته تعارف ان گمنام ماڻهوءَ جو ڪرايو ويندو آهي، جنهن کي ڪوبه نه

سچائي، پر ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ته پنهنجي سچائپ پاڻ هو. سندن لاءِ تعارف جو لفظ تمام ننيڙو لڳي ٿو، پر رسمي طور هتي سندن ڪيل علمي، ادبي، تحقيقي ۽ تعليمي ڪارنامن جو ذڪر ان ڪري به ڪجي ٿو ته جيئن هڪ طرف ڊاڪٽر صاحب کي پيٽا ڏئي سگهجي ۽ ٻي طرف انهيءَ سفر تي هلندڙ اسڪالرن، اديبن، محققن، استادن ۽ شاگردن کي اهو اُتساهه به ڏئي سگهجي، ته هڪ ماڻهو ئي وڏي ڳالهه آهي، جيڪڏهن اهو ڊاڪٽر بلوچ صاحب وانگر ڪم ڪرڻ چاهي، ته گهڻو ڪجهه ڪري سگهجي ٿو.

ڊاڪٽر بلوچ لطيفيات جو ماهر هو:

ڊاڪٽر بلوچ صاحب، شاهه عبداللطيف ڀٽائيؒ جو پڪو عاشق هو. هن جو شاهه جي سوانح ۽ شاهه جي ڪلام سان عشق هو. سندن خدمتون هونئن ته وسيع آهن، پر پاڻ جنهن موضوع تي زندگيءَ جو گهڻو حصو دلجمعي ۽ تندهيءَ سان ڪم ڪيو، اهو لطيفيات جو موضوع آهي. ان ڳالهه جو ذڪر بلوچ صاحب پنهنجين مختلف لکڻين ۾ ته ڪيو آهي، پر خصوصاً ”شاهه جو رسالو“ جي معياري متن جي مهاڳ ۾ واضح لکيو اٿن ته:

”ٽيهن سالن (1996ع- 1966ع) جي مسلسل محنت ۽ مطالعي سان ”شاهه جي رسالي“ جو مستند معياري متن تيار ڪيو ويو ۽ شاهه عبداللطيف ڀٽائيؒ جي سوانح، ڪلام ۽ فڪر بابت تحقيق کي توڙ تائين پهچايو ويو.“ (ص-گ)

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي انهيءَ تحقيقي ڪارنامي تي سندن نگرانيءَ ۾ پي ايچ.ڊي ڪندڙ اسڪالر ۽ ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي لائق شاگرد ڊاڪٽر عبدالغفار سومري صاحب مستند معياري متن جي ”تعارف“ ۾ لکيو آهي ته:

”شاهه جي رسالي بابت ذري گهٽ هڪ صديءَ تي ڦهليل تحقيق جو آغاز ويهين صديءَ جي شروع ۾ ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ ڪيو. اها تحقيق، ويهين صديءَ جي آخر ۾ ڊاڪٽر بلوچ جي هٿان ٻٽيهن سالن جي مسلسل محنت سان رسالي جي ڏهن جلدن ۾ پايئه تڪميل تي پهتي.“ (ص-ل)

ڊاڪٽر بلوچ سنڌي ٻولي ۽ سنڌي لغات جو به ماهر هو:

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ سنڌي ٻوليءَ جي نامور عالمن ۽ اسڪالرن ۾ سرفهرست آهي. سنڌي ٻوليءَ جي بڻ بنياد بابت سندن نظريو علمي حلقن ۾ نهايت اهميت جو حامل آهي. سندن نظريي مطابق: ’سنڌي ٻولي سڌوسنئون سنسڪرت مان نڪتل نه آهي بلڪه سنسڪرت کان اڳ واري دور جي سنڌوماٿر جي اڳ واري قديم ٻولي آهي. يعني سنڌي هڪ قديم هند- آريائي ٻولي آهي، جنهن جو بنياد سنڌوماٿر جي اڳ واري قديم دور ۾ کُتل نظر اچي ٿو.‘

ڊاڪٽر غلام علي الانا صاحب، بلوچ صاحب جي انهن ٻنهي پهلوئن تي پنهنجي مضمون- ”ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ- هڪ گهڻ رخو ودوان“ ۾ لکيو آهي ته:

”جيڪڏهن سنڌي ٻوليءَ جي بڻ بنياد جي باري ۾ ڪو تحقيقي ڪم ڪبو، ته ان سلسلي ۾ اسان جو هيءُ عالم، هڪ رهبر مثل، بورائو بڻجي اڳيان اڳيان هلي، رهبري ڪندي محسوس ڪجي ٿو. جيڪڏهن سنڌي لغات جي باري ۾ قلم کڻبو ته اسان جو هيءُ بزرگ دانشور، علم اللغات جي جديد فن جي ماهر جي حيثيت ۾ موجود ملندو.“

ڊاڪٽر بلوچ تاريخ جو ماهر عالم ۽ محقق مؤرخ به هو:

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ کي اهو معلوم هو ته اها ئي قوم ڏرتيءَ تي عروج حاصل ڪندي آهي، جنهن وٽ خود اعتمادي ۽ پرعزم ارادن جي قوت هجي. سنڌي قوم جو ماضي به شاندار رهيو آهي. سنڌ جي شاهوڪار تهذيب و تمدن جي گواهي موهن جو دڙو ڏئي رهيو آهي. تهذيب، مسلسل رواج، طور طريقن، اٿڻي ويهڻي، ڳالهائڻ ٻولهائڻ ۽ وڻج واپار وغيره جو نالو آهي. ثقافت ۽ تاريخ به ان جو ئي حصو آهن. هر قوم جي ثقافت هر دفعي ساڳي نه هوندي، پر اها وقت ۽ حالتن مطابق مَٽبي رهبي آهي، پر تاريخ انهن سڀني جو رڪارڊ ۽ آئينو هوندي آهي، جا وقت جا محقق ۽ مؤرخ ئي لکندا آهن. قومن جون تاريخون ايندڙ نسلن لاءِ مثال ۽ عبرت هونديون آهن.

قومن جا سُلجهيل فرد پنهنجي گم ٿيل تاريخ هٿ ڪندا آهن. سنڌ جي تاريخ به گُم ٿيل تاريخ آهي، جنهن کي ڳولهڻ لاءِ پير حسام الدين راشدي ۽ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جهڙا

ماڻهو اسان وٽ پيدا ٿيا، جن سنڌ جي گم ٿيل تاريخ کي ڳولڻ لاءِ وڏيون ڪوششون ورتيون. تاريخ لکڻ به هڪ فن آهي، ڪنهن به شيءِ جي لکڻ کان اڳ ان جا اصول ۽ قاعدا طئي ڪرڻا پوندا آهن. اصول ۽ قاعدا تيار ڪرڻ جو اهو مطلب هوندو آهي ته جيئن منجهيل شين کي سُلجهائي ترتيب ۾ رکيو وڃي. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ به سنڌ جي تاريخ لکڻ لاءِ ڪي قاعدا قانون جوڙيا. نظريئه تاريخ بابت سندن شاگرد ڊاڪٽر عبدالغفار سومرو صاحب پنهنجي مضمون- ”ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ (عالم اديب، محقق مؤرخ ۽ سندس نظريئه تاريخ) ۾ لکيو آهي ته:

”سڀ کان پهرين هڪ تاريخ نويس لاءِ لازمي آهي ته هو پنهنجي آڏو واضح مقصد رکي ۽ ان لحاظ کان پنهنجي رخ جو تعين ڪري. هر تاريخي تحرير جي پويان ڪونه ڪو محرڪ ضرور هوندو آهي ۽ تاريخ نويس لاءِ ان جو هئڻ بري ڳالهه به نه آهي، هن کي گهرجي ته پنهنجي ان مقصد کي بين لاءِ کولي بيان ڪري ته جيئن سندس ان تحرير جي صحيح نموني پرک ٿي سگهي... ان ڪري هڪ مؤرخ سان ڪٿي، ڪير ۽ ڪيئن، جي اضافت هميشه لڳل هوندي آهي... ڪنهن به واقعي بابت وقت، هنڌ ۽ حالتن جي پوري ڄاڻ رکڻ ازحد ضروري آهي.“

ڊاڪٽر بلوچ صاحب، صوفيت جو پرچارڪ به هو:

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب، زندگيءَ ۾ ڪنهن کي ڪونه ڏُکويو، بلڪه هو پکين ۽ جانورن تي به مهربان رهيو. سندن لائق شاگردن مان ڊاڪٽر حبيب الله صديقي صاحب پنهنجي مضمون- ”ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ- علم جو روشن مينار“ ۾ لکيو آهي ته:

”سائينءَ هڪ ذاتي سبق ڏنو، سهپ جو، برداشت جو، صوفي مت جو، مخالفن کي برداشت ڪرڻ ۽ ڪنهن سان ڪينو نه رکڻ جو سبق، مون سائينءَ کان سکيو.“

ڊاڪٽر بلوچ صاحب سنڌ جو عاشق به هو:

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جو عشق نرالو هو، هن عشق سنڌ سان به ڪيو هو. سنڌ جي سونهن ۽ خوبصورتيءَ کي نه رڳو پنهنجين تحريرن ۾ لامحاله نروار ڪيائين پر پرڏيه وڃي اُتي به سنڌ جي حوالي سان ڪئين يادگار قائم ڪيائون. عنايت بلوچ صاحب پنهنجي مضمون- ”آديسي آديس، هتان ڪري هليا...“ ۾ هن طرح لکيو آهي ته:

”1986ع ۾ آءٌ آمريڪا جي گاديءَ جي هنڌ واشنگٽن ڊي.سي ۾ قائم سمٿسونين ميوزيم گُهمڻ ويس، اتي هڪڙي جڳهه تي لکيل هو: "A Sindhi Home" بجليءَ جو ڪرنٽ محسوس ڪيم... اندر گهر ۾ ڇا وڃي ڏسان ته هڪ ٿري عورت سوسيءَ جا ڪپڙا پائي، ڏڌ ولوڙي، ٻي مائي ڇڄ ۾ اَنُ ويٺي ڇَنڊي ۽ ٽين مائي سنڌي رلي پئي سبي... پڇا ڪيم ته ٻڌايو ويو

ته ڪو صاحب پاڪستان ڪان آيو، سندس نالو ڊاڪٽر اين.اي بلوچ هو.“

ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي ڪم جو طريقو:

هر اديب، عالم ۽ محقق جو ڪم جو طريقو پنهنجو پنهنجو هوندو آهي. جيئن مٿي بيان ڪيو ويو آهي ته ڪم لاءِ طئي ڪيل اصول، پيچيدگين کي ختم ڪري آساني پيدا ڪندا آهن. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي تحقيقي ڪم ڪار جو طريقو به بهترين هو. 1955ع ۾ جڏهن سنڌي ادبي بورڊ لوڪ ادب سهيڙڻ جي رٿا منظور ڪئي ته ڊاڪٽر بلوچ صاحب هن اسڪيم جي ڊائريڪٽر جي حيثيت ۾ تعلقي وار ڪارڪن مقرر ڪيا، جن يو.سي وار مواد گڏ ڪري ڊاڪٽر صاحب جن جي حوالي ڪيو. ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو پنهنجي مضمون- ”ڊاڪٽر بلوچ: ڪم جي ابتدا، رٿابندي، تحقيق ۽ ترتيب جو طريقو“ ۾ لکي ٿو ته:

”ڪم جو طريقئه ڪار هيءُ هو ته جيڪو به مواد ايندو هو سو مرڪزي آفيس ۾ موجود هيڊ ڪارڪن شيخ محمد اسماعيل ۽ ٻيا ڪارڪن چنڊڇاڻ ڪندا هئا. ڊاڪٽر صاحب شام جو ڇهين وڳي ايندا هئا، ان مواد کي ڏسندا هئا، ڪارڪنن سان صلاح ڪندا هئا ۽ درستيون ڪندا هئا، مختلف روايتن مان هڪ جي چونڊ ڪندا هئا ۽ اهائي روايت متعلقه جلد ۾

موڪليندڙ تعلقه ڪارڪنن جي نالي سان شامل ٿيندي هئي، جيڪا فوٽ نوٽ ۾ ڏني ويندي هئي.“
ڊاڪٽر بلوچ صاحب عربي، فارسي ۽ انگريزيءَ جو عالم به هو:
ڪنهن به اسڪالر، اديب ۽ تاريخدان لاءِ ضروري آهي ته هو مختلف ٻوليون ڄاڻندڙ هجي. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ به هڪ ئي وقت ڪيترين ئي ٻولين جو ماهر بلڪ عالم هو. ڊاڪٽر غلام محمد لاکو پنهنجي مضمون- ”ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ۽ فارسي علم و ادب“ ۾ لکيو آهي ته:
”ويهين صديءَ جي سنڌ جيڪي به وڏا اديب، شاعر ۽ محقق، تاريخدان ۽ نقاد پيدا ڪيا آهن، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جو نالو انهن سڀني ۾ سرِفهرست ڳڻجي ٿو. ڊاڪٽر صاحب جا لکيل، مرتب ڪيل، ايڊٽ ڪيل ۽ جوڙيل ڪتاب، ٻڪ سان هڪ سؤ کان به مٿي ٿيندا. انهن ڪتابن ۾ بلوچ صاحب نهايت معتبر ۽ مڃانهون اسڪالر ۽ عالم نظر اچي ٿو. ٻولين جي حساب سان مون کي فارسي، عربي، اردو، انگريزي ۽ سنڌي ٻولين ۾ سندن قلمي پورهيو سُجهي ٿو.“
ڊاڪٽر بلوچ صاحب شاهه لطيفؒ جو وڏو شارح به هو:
ڊاڪٽر نواز علي شوق پنهنجي مضمون- ”ڊاڪٽر بلوچ جِي شاهه لطيفؒ جي رسالي تي ڪيل تحقيق جو مختصر جائزو“ ۾ لکي ٿو ته:

”ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ پهريون عالم آهي، جنهن سنڌ ڪي اهي سڀ شيون ڏنيون، جن جي سنڌي قوم کي ضرورت هئي، مثال طور: سنڌي ڪلاسيڪي شاعري، خاص طور شاهه جي رسالي جو مستند متن، لوڪ ادب، لغات، سنڌي موسيقي جي تاريخ، سنڌي ٻولي ۽ ادب جي جامع ۽ مستند تاريخ وغيره. ڊاڪٽر صاحب جو هونئن ته هيءُ تحقيقي ڪم لاجواب آهي پر بلوچ صاحب ’شاهه جي رسالي‘ تي جيڪا محنت ۽ جاکوڙ ڪئي، سا مثالي آهي.“

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ اهڙي گهڻ رُخي ۽ عظيم هستي هو، جنهن جا ڪئين پهلو آهن ۽ هرهڪ پهلو پنهنجي پاڻ ۾ هڪ تاريخ رکي ٿو، پوءِ اها تاريخ سنڌي ادب جي هجي، لوڪ ادب جي هجي، علم لغات جي هجي، علم موسيقيءَ جي هجي يا ڪٿي علم لسان جي هجي، هر پهلو ۽ نشست ۾ هو يڪتا هو. ڊاڪٽر نور افروز خواجه پنهنجي مقالي- ” ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ: سنڌي ادب جي عظيم هستي“ ۾ لکي ٿي ته:

”ڊاڪٽر صاحب جن جي شخصيت، علميت، ڪمالات، ادبي چال ۽ علمي مرتبو پوريءَ دنيا ۾ ڄاتو سڃاتو وڃي ٿو.“ ڊاڪٽر صاحبه، ڊاڪٽر غلام علي الانا جو حوالو ڏيندي پنهنجي مقالي ۾ وڌيڪ لکي ٿي ته:

”ڊاڪٽر بلوچ صاحب علم التعليم، ادبيات، لسانيات، علم اللغات، سنڌي ادب، سنڌ جي ثقافت، آثارِ شناسي، لطيف شناسي، لوڪ

ادب ۽ سنڌ شناسي تي وڏو دسترس رکندڙ سنڌ جو اهو فرزند آهي، جنهن تي سنڌ وارا جيترو فخر ڪن، اهو ٿورو آهي.“
سنڌي صورتخطيءَ تي به ڊاڪٽر بلوچ صاحب جن جو نهايت ڪارائتو ۽ بنيادي ڪم ٿيل آهي.سنڌي صورتخطيءَ جي حوالي سان ڊاڪٽر صاحب جي ورتل ڪوشش تي الطاف حسين جوکيي صاحب عالمانه انداز ۾ مقالو لکي ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي عالمانه خدمتن کي خوب ساراهيو آهي. هو صاحب پنهنجي مقالي- ”سنڌي صورتخطيءَ جي سڌاري ۾ ڊاڪٽر بلوچ جو ڪردار“ ۾ هن طرح رقم طراز آهي ته:
”ان چوڻ ۾ ڪو به وڌاءُ نه ٿيندو ته سنڌي صورتخطيءَ جي تاريخ ۾ ان جي بهتريءَ لاءِ جيڪو ڪم ڊاڪٽر بلوچ صاحب ڪيو يا انهيءَ ڪم لاءِ جيڪو هن ميدان مهيا ڪيو، تنهن ڏانهن لسانيات جي ماهرن جي بيشڪ نظر رهي آهي. صورتخطيءَ تي ٻين عالمن جي خيالن کان سندن رايا ڪافي مضبوط رهيا آهن.“
ڊاڪٽر گربخشاڻي ۽ ڊاڪٽر دائودپوٽي کان پوءِ سنڌ ۾ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ٽيون فرد هو، جنهن ولايت مان پي ايچ.ڊي جهڙي اعليٰ ڊگري نمايان حيثيت ۾ حاصل ڪئي، اها ان دور ۾ تمام وڏي ڳالهه هئي. گل محمد عمراڻي پنهنجي مضمون- "A National System of Education & Education of

"Teachers -ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جو اولين علمي ۽ پي ايچ.ڊي مقالو“ ۾ لکي ٿو ته:

”ڊاڪٽر بلوچ صاحب سال 1943ع ۾ ايم.اي عربي فرسٽ ڊويزن فرسٽ پوزيشن علي ڳڙهه مسلم يونيورسٽيءَ مان حاصل ڪرڻ کان پوءِ ڊاڪٽريٽ لاءِ ٽن سالن تائين ڪم ڪندو رهيو ۽ ڪين وظيفو ملڻ شروع ٿيو. ڊاڪٽر صاحب جي تحقيق جو موضوع ”السند تحت سيطرة العرب“ "Sind Under the Arab Admiustration" هو. هن تحقيق ۾ سندن نگران ڊاڪٽر عبدالعزيز الميمني، سربراهه ۽ استاد عربي شعبو هو، پر پوءِ اهو مقالو ڪن سببن جي ڪري ڇڏي ڏنو. ان کان پوءِ 1947ع ۾ نيويارڪ جي جڳ مشهور ڪولمبيا يونيورسٽيءَ ۾ ايم.اي ايجوڪيشن ۾ ڪيس داخلا ملي. ايم.اي ڪرڻ کان پوءِ اتان ئي پي ايچ.ڊي جي ڊگري حاصل ڪئي. پي ايچ.ڊي جو عنوان هو: "A National System of Education & Education of Teachers"

ڊاڪٽر بلوچ صاحب جو ننڍپڻ يتيميءَ ۾ گذريو. لک شابسون هجن سندن چاچي ولي محمد بلوچ صاحب کي جنهن صاحب، پنهنجي ڀاءُ علي محمد خان بلوچ سان ڪيل وچن پاڙي ڏيکاريو. ڏسجي ته هن دور ۾ پنهنجو سڳو ڀيءُ به پنهنجي اولاد تي ايترو ڌيان نه ٿو ڏئي، جيڪو ڌيان ڊاڪٽر بلوچ صاحب تي سندن چاچي ولي محمد خان بلوچ ڏنو. اڳيان ماٺهو بيشڪ

حرف رکڻ وارا انسان هئا، اڄ ته اونده لڳي پئي آهي، وقت وقت کي سلام آهي. يتيميءَ واري ڏينهن تي نفيس احمد شيخ پنهنجي مضمون- ”يتيم تي رب جي خصوصي رحمت!“ ۾ لکي ٿو ته:
”آءٌ ڇهن مهينن جو هوس، جو والد وفات ڪئي، وفات وقت وصيت ڪئي هئائين ته منهنجي ڇوڪري کي پڙهائجو. ڇئن سالن جو ٿيس ته امان مون کي قرآن شريف پڙهائڻ شروع ڪيو. چاچي ولي محمد خان پنهنجو فرض ڪري سمجهيو ته پاءُ علي محمد جي وصيت موجب مون کي پڙهائي.“
ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، هڪ اهڙي علمي شخصيت هو، جنهن سان ڪانه ڪا سلهاڙيل نسبت به فخر جو باعث آهي. بلڪه سندن جهڙي معتبر ۽ قدآور شخصيت جو دور ۾ اسان جهڙن اَپرن سَپرن جو هجڻ به فخر جهڙي ڳالهه آهي. ڇو ته صديون ۾ دورَ نامور شخصيتن سان ئي سڃاتا ويندا آهن. ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي دور ۾ مختلف علمي، ادبي، سياسي ۽ سماجي شخصيتن جو ڊاڪٽر بلوچ صاحب سان قرب ۽ نياز نوڙت وارو ناتو رهيو. ڊاڪٽر درمحمد پٺاڻ موجوده دور جو هڪ نمائنده محقق ۽ اديب آهي، جنهن صاحب پنهنجي مقالي- ”ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ سان لاڳاپيل ڪي يادون“ ۾ ڊاڪٽر صاحب سان ڪيل قرب ڪچهريون ۽ ميل ملاقاتن بابت ڪي يادون ساريون آهن، هو لکي ٿو ته:

”ڊاڪٽر بلوچ جڏهن به لاڙڪاڻي ايندو هو ۽ ڪيس وقت هوندو هو ته ”گل حيات انسٽيٽيوٽ“ (ڳوٺ خيرمحمد آريجو، ڏوڪري) ۾ دعا جا پير ضرور ڪڍي ايندو هو. اها ڳالهه مون لاءِ اعزاز برابر آهي، ته اسان جي سينيئر محققن مان ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجي، منهنجي مربي استاد ڊاڪٽر غلام علي الانا ۽ ڊاڪٽر بلوچ ”گل حيات“ ڏٺو ۽ مون کي دعائون ڏئي ويا...“

ڊاڪٽر بلوچ تعليمي ماهر به هو:

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي استاد ۽ نامور فلاسافر علامه آءِ.آءِ.قاضي صاحب کي جڏهن سنڌ يونيورسٽيءَ جو وائيس چانسيلر مقرر ڪيو ويو، تڏهن قاضي صاحب جن تدريسي عمل کي شروع ڪرڻ لاءِ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جو انتخاب ڪيو، جيڪو ان وقت تازو آمريڪا جي ڪولمبيا يونيورسٽيءَ مان "A Programme of Teacher Education: for the new State of Pakistan" جي موضوع تي تحقيقي مقالو لکي پي ايڇ.ڊي جي اعليٰ سَنَد حاصل ڪري وطن موٽيو هو. اهو مذڪور ڊاڪٽر انورفگار هَڪڙي صاحب پنهنجي مضمون- ”هڪ ئي راڻو راڄ ۾ هو، جنهن کي ساري سرت هئي!“ ۾ هن طرح لکيو آهي ته:

”سنڌ يونيورسٽيءَ جو بنياد 9- اپريل 1947ع تي پيو. جڏهن اعليٰ تعليمي ادارو قائم ٿيو ته ان کي متحرڪ ڪرڻ ۽ مثالي بڻائڻ لاءِ جن عالمن ۽ استادن جي ضرورت هئي، تنهن کي

پورو ڪجي، اها ڳالهه ڳڻي مشهور سنڌي فلسفي علامه آءِ.آءِ.قاضيءَ کي ان جو وائيس چانسيلر مقرر ڪيو ويو، جنهن سنڌ جي ۽ پاڪستان جي چوند عالمن ۽ استادن جي مقرري عمل ۾ آڻڻ شروع ڪئي. هن پهريائين ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ کي استاد مقرر ڪيو. ڊاڪٽر صاحب جي مقرري سيپٽمبر 1951ع ۾ ٿي. ڊاڪٽر بلوچ صاحب سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ نوڪري اختيار ڪندي پهريان ايجوڪيشن شعبو قائم ڪيو، جنهن جو هو پاڻ سربراهه ٿيو.“

ڊاڪٽر بلوچ سچل شناس به هو:

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ سنڌ ۾ اهو محقق هو، جنهن جي تحقيق، بنياد جي حيثيت رکي ٿي. خاص طور ڪلاسيڪي ادب، شاعري ۽ موسيقي وغيره جهڙن موضوعن تي لکڻ جي ابتدا سنڌ ۾ ڊاڪٽر بلوچ صاحب ئي ڪئي. ڊاڪٽر صاحب، شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جو وڏي ۾ وڏو عقيدتمند ۽ عاشق هو، جنهن زندگيءَ جا پريا تريا 32 سال ڀٽائي صاحب کي ڏنا. ازان سواءِ پاڻ سچل سرمستؒ جي فڪر تي به ڪم ڪيائون. ان سلسلي ۾ سچل سرمستؒ جي شخصيت ۽ فڪر تي پي ايچ.ڊي ڪندڙ نوجوان اسڪالر ڊاڪٽر سيد مخمور بخاري لکي ٿو ته:

” ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، سچل سرمستؒ بابت ڪن اختلافي نُڪتن بابت جدا جدا پنهنجين تحريرن ۾ ذڪر ڪيو آهي، جي هن طرح آهن: (1) سچل سائين جي ولادت جي

درست تاريخ، (2) چئن زبانن وارو يا هفت زبان شاعر، (3) سچل سائين جي انقلابي شاعري، (4) سچل سائين جي فڪري واڌ. ڊاڪٽر بلوچ صاحب جن سچل سائين تي جدا ڪو ڪتاب ته نه لکيو آهي پر هن جي تحريرن مان اهو اندازو ٿئي ٿو ته ڊاڪٽر صاحب جي ذهن ۾ سچل سرمستؒ بابت ڪو ڪتاب لکڻ جو خاڪو ضرور موجود هو.“

ڊاڪٽر بلوچ منصوره ۾ ميوزيم قائم ڪرڻ جو خواب ڏٺو هو:
ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ اڪثر لکڻين ۾ يا عام ڳالهه ٻولهه ۾ ان ڳالهه جو ذڪر ڪندو هو ته سنڌ جي ثقافت ۽ تاريخ کي زنده رکڻ لاءِ سنڌ جي انهن ماڳن مڪانن تي ميوزيم قائم ڪيا وڃن۽ اتي اهڙن تاريخي ماڳن مان هٿ آيل شين کي محفوظ ڪيو وڃي. ڊاڪٽر بلوچ صاحب تاريخ جو عالم هو، ان کي خبر هئي ته ڪنهن به قوم جي عالمگيري سڃاڻپ، ان جي قدامت تي دارومدار رکي ٿي. سنڌو تهذيب به قدامت جي لحاظ کان تمام آڳاٽي ۽ شاهوڪار رهي آهي. تنهنڪري ڊاڪٽر بلوچ صاحب انهيءَ ڳالهه تي گهڻو زور ڏنو ته سنڌ ۾ اهڙا ميوزيم ۽ ثقافتي مرڪز قائم ڪيا وڃن جتي اهڙن شين کي محفوظ ڪيو وڃي. ڊاڪٽر بلوچ صاحب ڪوششون وٺي عمرڪوٽ، ڀنڀور، حيدرآباد ۽ ٻين تاريخي شهرن ۾ ميوزيم قائم ڪرايا. بلوچ صاحب سنڌ جي اوائلي تختگاهه ’منصوره‘ ۾ به اهڙي ئي ميوزيم قائم ڪرڻ جي ڪوشش ۾ هو، پر سندن اهو خواب

ساپيان نه ٿي سگهيو. ميرزا منظور علي بيگ پنهنجي مضمون- ”منصوره ميوزيم: ڊاڪٽر بلوچ جو خواب“ ۾ لکيو آهي ته:

”سنڌ ۽ سنڌي ٻوليءَ لاءِ ڊاڪٽر صاحب جهڙي گهڻ رُخي شخصيت جي ڪيل خدمتن جو ته ڪاٿو ئي نه ٿو لڳائي سگهجي... پر سنڌ جي تاريخ کي سنوارڻ سان گڏوگڏ سنڌ جي ثقافت کي به محفوظ ڪرڻ لاءِ ميوزيم جي قيام، ترقي ۽ واڌاري لاءِ پاڻ آخري دم تائين جاکوڙيندا رهيا. ان ڏس ۾ پاڻ عمرڪوٽ ميوزيم، ڀنڀور ميوزيم، ۽ حيدرآباد ٽالپر ميوزيم پڻ قائم ڪرايا، جن ۾ سنڌ جي ثقافت سان لاڳاپيل ڪيترائي نوادرات زينت بڻيل آهن. اهڙين خدمتن ۾ منصوره ميوزيم پڻ سندن هڪ خواب هو، جيڪو پورو نه ٿي سگهيو.“

ڊاڪٽر بلوچ هڪ وضع دار انسان به هو:

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ هڪ بااصول ۽ منظم شخصيت هو. سندن طرزِ زندگي هڪ مثالي هئي، جنهن مان هر ماڻهو گهڻو ڪجهه لاڀ حاصل ڪري سگهي ٿو. هو وقت جو پابند هو، ننڍي وڏي سان شوخ ٿي نه ڳالهائيندو هو، بلڪه انهن کي بابا، پٽ، سائين، منهنجا سائين، جهڙن لفظن سان مخاطب ٿيندو هو. عام طور تي تنقيد جو جواب نه ڏيندو هو، بلڪه تنقيد جي جواب ڏيڻ کي وقت جو زيان سمجهندو هو. هن سلسلي ۾ سندن پوٽو محمد ارشد بلوچ پنهنجي مضمون- ”منهنجو پيارو ڏاڏا سائين“ ۾ هڪ هنڌ لکيو آهي ته:

”ڏاڏا سائين جي هر ڳُفتي ۾ هڪ سبق هوندو هو. پاڻ وقت جي پابندي ڪرڻ سڀ کان وڌيڪ ضروري سمجھندا هئا ۽ مون کي وقت جي پابندي ڪرڻ جي هدايت ڪندا هئا. ڪڏهن به ننڍي يا وڏي سان تکي انداز ۾ گفتگو نه ڪيائون ۽ سڀني پنهنجن توڙي پراون سان بابا سائين، پُٽ، منهنجا سائين جي لقب سان مخاطب ٿيندا هئا. هر ڪنهن جي ڳالھ غور سان پيا ٻڌندا هئا.“
ڊاڪٽر بلوچ صاحب جو نثر کان علاوه اساسي شاعريءَ تي تحقيقي ڪم ٿيل آهي. هن کان اڳ ۾ ڪنهن ٻئي عالم جو اهڙو ڪم نظر نه ٿو اچي. سنڌي اساسي شاعريءَ کي ڳولهي ڦولهي چنڊي ڦوڪي عاليشان شرحن ۽ مقدمن سان رسالي جي صورت ۾ ڇپائي منظر عام تي آندو. سنڌي ٻوليءَ ۾ اساسي شاعريءَ جو بنياد قاضي قادن کان شروع ٿئي ٿو. قاضي قادن سنڌي ٻوليءَ جو شروعاتي ۽ بنيادي شاعر هو، جنهن جو ڪلام سنڌ ۾ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ تحقيق ڪري ٿن پاڱن ۾ نروار ڪيو. قاضي قادن جي ڪلام کان علاوه ڊاڪٽر صاحب ٻين اساسي شاعرن: شاھ لطف الله قادري، ميين شاھ عنات، خليفي نبي بخش لغاري، حمل فقير لغاري، شاھ شريف پاڏائي، غلام محمد خانزئي ۽ ٻين جو ڪلام تحقيق ڪري ڇپارايو. ڊاڪٽر ناهيد پروين پنهنجي عالمانه مقالي- ”سنڌي اساسي شاعري ۽ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ“ ۾ لکيو آهي ته:

”ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي ڪوجنا موجب اساسي شاعريءَ جي سلسلي ۽ فڪر جو پهريون باني مباني شاعر قاضي قادن هو... اهڙي املهہ خزاني جي ڳولا ۾ جيڪا جاکوڙ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ڪئي، اها ڪنهن کان به ڳُجهي ڪانهي. ڊاڪٽر صاحب نه رڳو هندستان جو سفر ڪيو بلڪه هند سنڌ جي ڪيترن عالمن ۽ ڏاهن سان ملاقاتون به ڪيون.“

ڊاڪٽر بلوچ، علم موسيقيءَ جو ماهر به هو:

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جو واسطو فقط عالمن ۽ اديبن، تعليمدانن، شاعرن ۽ محققن سان نه هو، پر سنڌن واسطو سنڌ جي هر مڪتبئه فڪر ماڻهوءَ سان هو. سنڌن قرب ڪچهريون سگهڙن، ڏنارن، سالڪن، فقيرن، ڳائڻن، مگڻهارن، مڇيرن، هارين، نارين، مزدورن، مطلب ته هر طبقي جي ماڻهن سان رهيون پر ڊاڪٽر صاحب جو انهن سڀني کان وڌيڪ لڳاءُ موسيقي سان به هو. بيدل مسرور بدوي، ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي علم موسيقي ۽ فن جي مهارت بابت پنهنجي مضمون- ”ادب ساگر- ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ“ ۾ لکيو آهي ته:

”ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جِي سنڌي موسيقيءَ جي تاريخ متعلق ٺيل تحقيق به اهم آهي، جنهن جي اهميت کان ڪوبه انڪار ڪري نه ٿو سگهي.“

حرف آخر:

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ کي پيٽا ڏيڻ بورڊ جي اولين ترجيحات ۾ شامل آهي. هيءُ خصوصي نمبر ڊاڪٽر صاحب جي جملي علمي، ادبي، تعليمي ۽ تحقيقي خدمتن جو گهڻي حد تائين احاطو ڪري ٿو. تنهنڪري هيءُ خصوصي نمبر نه رڳو ”مهراڻ“ جي پڙهندڙن لاءِ معلومات ۽ دلچسپيءَ جو ڪارڻ بڻجي سگهي ٿو پر عالمن، اسڪالرن، استادن ۽ خصوصاً ڊاڪٽر بلوچ صاحب تي پي ايچ.ڊي ڪندڙ شاگرد اسڪالرن لاءِ ”ريفرنس بُڪ“ جي حيثيت رکندو. اِن ڳالهه جو مون کي به هڪ ايڊيٽر جي حيثيت ۾ فخر رهندو، ته اهڙو ريفرنس بُڪ منهنجي ادارت ۾ تيار ٿي ڇپجي مارڪيٽ ۾ آيو آهي.
شڪريه ادائي:
ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي علمي، ادبي، تعليمي ۽ تحقيقي خدمتن کي مڃتا ڏيڻ لاءِ ”مهراڻ“، جو هيءُ خصوصي نمبر، ڊاڪٽر صاحب جي پهرين ورسيءَ جي موقعي تي هڪ خاص اشاعت هيٺ شايع ڪري پڌرو ڪيو ويو آهي. اهڙو اعلان بورڊ جي معزز چيئرمن قبله جناب مخدوم جميل الزمان صاحب جن ڊاڪٽر بلوچ صاحب جن جي لاڏاڻي جي موقعي تي ڪرڻ فرمايو هو. هن ”خاص نمبر“ جي تياريءَ ۾ ۽ وقت سر اجراء ۾ چيئرمن صاحب جون ورتل ڪوششون ساراهه جوڳيون آهن، وقتاً بوقتاً ايڊيٽر کي گڏجاڻين ۾ سڏائڻ ۽ مفيد مشورن

ڪان نوازڻ وارو سندن اهو سلسلو هن خاص نمبر جي ڇپائيءَ جي آخرين مرحلن تائين جاري رهيو. سندن دلچسپي ۽ مستقل مزاجيءَ سان هيءُ اَڻَ ڪاٿيو ڪم مون جهڙي سُست قسم جي ماڻهوءَ کان ٿيو آهي، جا ڳالهه ڪنهن ڪرامت کان گهٽ نه آهي.

ٻي نمبر تي ڳڻ ڳائجن سائين ڊاڪٽر عبدالغفار سومري صاحب جا، جنهن صاحب نه رڳو ڊاڪٽر بلوچ صاحب تي ڀرپور عالمانه مقالو تيار ڪري ڏنو پر مڙني مرحلن تي منهنجي مدد ۽ همت افزائي به ڪندو رهيو.

ٽيون نمبر منهنجو مهربان سائين عنايت بلوچ صاحب آهي، جنهن صاحب به هڪ جاندار مقالو تيار ڪري ڏنو ۽ مفيد صلاحن کان پڻ نوازيو.

چوٿون نمبر منهنجو مهربان دوست ۽ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جو پوٽو محمد ارشد بلوچ آهي، جنهن مواد گڏ ڪرڻ ۽ تصويرن ڏيڻ ۾ منهنجي معاونت ڪئي. هن نوجوان جي بي لوث مدد ۽ مخلصانه رويو مون ۾ آخر تائين اُتساهه جو سبب بڻيو رهيو.

پنجون مهربان، بورڊ جو سيڪريٽري سائين الهڏتو وگهيو صاحب آهي، جنهن صاحب شروع کان وٺي آخر تائين منهنجي ڪم جي نگراني ڪئي ۽ گڏوگڏ مون کان ڪم جي باري ۾ باقاعدگيءَ سان رپورٽ به وٺندو رهيو.

هن ”خاص نمبر“ ۾ جن مهربان عالمن، اسڪالرن ۽ اديبن جون لکڻيون شامل ڪيون ويون آهن، ايڊيٽر سميت ادارو، انهن سمورن مان وارن دوستن جو نهايت ئي ٿورائتو آهي ۽ هيءُ ”خصوصي نمبر“ پڙهو ڪندي نهايت خوشي محسوس ڪري ٿو. مواد جي ڪمپوزنگ جي سلسلي ۾ ڪمپيوٽر ليب جي انچارج مسٽر سليم اختر پيرزادي ۽ سينيئر آپريٽر مسٽر عبدالصمد ٻبر، ڇپائيءَ جي سلسلي ۾ پبليڪيشن آفيسر مسٽر سڪندر علي شاهه ۽ مئنيجر پريس مسٽر محمد رحيم نوحاڻي، مشين مين مسٽر علي رضا شاهه ۽ جنرل مئنيجر مسٽرگل حسن درس سروريءَ سميت بورڊ جي واسطيدار عملي جو سهڪار رهيو. انهن سمورن دوستن جو شڪريو مڃڻ آءٌ ضروري سمجهان ٿو. انسان خطا جو گهر آهي، ضرور هن نمبر ۾ ڪٿي ڪا نظر چُڪ ٿي هوندي، ان جو بروقت ادارو معافي جو طلبگار آهي.

**دين محمد ڪلهوڙو**
ايڊيٽر ”مهراڻ“

ساري راتِ سُبحانُ، جاڳِي جن ياد ڪيو،
اُن جِي عبداللطيفُ چئي، مِٺِيءَ لڌو مانُ،
ڪوڙين ڪَنِ سَلامُ، آڳَ اَچيو اُن جي.

(شاه
عبداللطيف ڀٽائيؒ)

سُر
سريراڳ، 2-2

# شجره نسب *

## خاندان ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ

## (گهٽو خان پٽ بوعالي خان پٽ حمزه خان پٽ فريدم خان: جعفر خان جي پٽ
## علي بخش خان جو اولاد)




* ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي ڪتاب۔ "اسان جو ڳوٺ: جعفر خان لغاري" تان ورتو ويو آهي (ادارو)

## ولادت:

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جو اباڻو ڳوٺ جعفر خان لغاري، تعلقي سنجهوري ضلع سانگهڙ ۾ آهي. هتي ئي 16- ڊسمبر 1917ع تي سندن ولادت ٿي ۽ هن ئي ڳوٺ، دنيا کي هيءُ ساڃاهه وارو سپوت آڇيو. هن ڳوٺ کي سندن ابن ڏاڏن جي مسڪن هجڻ جو شرف حاصل آهي. ڊاڪٽر صاحب جي ڏاڏي جو نالو عرض محمد خان هو، جنهن کي ٻه پٽ ٿيا: علي محمد خان ۽ ولي محمد خان. ڊاڪٽر صاحب علي محمد خان جو فرزند آهي.

## خاندان:

ڊاڪٽر صاحب جا وڏا اصل سنڌ جي سري يعني ديري غازي خان واري علائقي جا رهاڪو هئا. هنن جو تعلق لغاري بلوچ قبيلي سان آهي. اُتان اٽڪل ٽي سئو سال اڳ لڏي اچي موجوده سنجهوري تعلقي ۾ ويٺا. موجوده ڳوٺ جعفر خان لغاري اندازاً 1800ع ڌاري آباد ٿيو. جعفر خان، ٽالپري دؤر جو هڪ داناءُ ماڻهو ۽ همت وارو معزز شخص هو. هُن جي ڏومڻ واهه وٽ حيدرآباد ۾ راڄائتي اوطاق هئي. سنڌ تي انگريزن جي قبضي کان پوءِ ڪيس ٻه ٻين سربرآورده شخصيتن وانگر سرڪيولر پهتو ته چارلس نيپيئر جي دربار ۾ اچي حاضري ڏين، پر جعفر

خان قومي غيرت سببغاصب نصاري جي دربار ۾ وڃڻ کان انڪار ڪيو. ان ڪري سرڪار جو مٿس عتاب رهندو آيو ۽ بعد ۾ هو مالي مشڪلاتن ۾ رهيو. انهيءَ ڪري علي محمد خان وارن جي مالي حالت پوئتي پئجي ويئي.
هو هڪ پيري مختيارڪار سان مليو. ان ڪانئس پڙهيل هجڻ جو پڇيو. علي محمد خان ته پڙهيل ڪونه هو. مختيارڪار کي عجب لڳو ته هڙو اثر وارو، باهمت ۽ نيڪ توڙي وڃا وارو ۽ اڄڪلهه جي اصطلاح موجب سمارٽ ماڻهو پڙهيل ئي ڪونه هو! مختيارڪار کيس 8 ايڪڙ زمين جي آڇ ڪئي، جيڪا پوءِ سٺ رپين جي قسطن تي ويهن سالن ۾ ڪل قسطون پيارڻ جي شرط تي ڏني ويئي.

## والد جي وفات:

علي محمد خان پنجويهن سالن جي عمر ۾ ڦوهه جوانيءَ ۾ وفات ڪئي، جڏهن سندس فرزند نبي بخش پنجن يا ڇهن مهينن جو هو. اسڪول جي رجسٽر ۾ نبي بخش جي ولادت جي تاريخ 16 ڊسمبر 1917ع لکي وئي. ڊاڪٽر صاحب جو پنهنجو چوڻ هو ته سندس چاچي کيس ٻڌايو ته هو چيٽ مهيني (مارچ) ۾ ڄائو هو ۽ چيائين ته ”اسڪول ۾ استاد عمر وڌائي لکي ته جيئن توکي نوڪري اڳ ۾ ملي“. اڳ پندرهن سالن جي عمر کان

اڳ نوڪري نه ملندي هئي. ولادت جو سال گھڻوڪري 1919ع هو.

## تعليم جي ابتدا:

نبي بخش خان جي والد جي وصيت هئي ته ”منهنجي فرزند کي پڙهائجو“. ڳوٺ جو ماحول به سنڌ جي ٻين ڳوٺن وانگر ائين هو، جنهن ۾ تعليم جي ڳالھ ڪرڻ چڻ ته نئين ڳالھ هئي، پر سندس چاچي ولي محمد خان پنهنجي ڀائٽيي کي تعليم جي زيور سان آراسته ڪرڻ جو پڪو پھ ڪري ورتو هو. پر ڪو مڪتب يا سنڌي اسڪول هو ئي ڪونه، ان ڪري ڳوٺ جي واڻئي ڀائي وَسُومل وٽ ڪيس پڙهڻ لاءِ ويهاريائين. ان وٽ هَٽڪا اکر سکيو، جن جي پڻيءَ پٺيان ايندڙ آخري فقرو ڪيس ياد رهيو، اهو هو ”جِيهارو جِند پير ڪي“. (يعني جُهار زندھ پير ڪي)

## پرائمري تعليم:

ان خانگي پڙهائيءَ ۾ اکرن سُڃاڻڻ ڪان پوءِ ڳوٺ پليو خان لغاريءَ ۾ جيڪو اسڪول پيو، ان ۾ 1924ع ۾ پڙهڻ ويٺو. پرائمريءَ ۾ جيڪي استاد آيا، انهن جا نالا هي آهن: 1- محمد يوسف سومرو (هيءُ صاحب ڪڏڙي جو هو) 2- سومر خان لغاري 3- محمد قاسم پٺي (هيءُ صاحب مٺياڻيءَ جو هو) 4-

5- محمد عثمان خشڪ صاحب محبت ديري جتوئيءَ جو قادربخش جتوئي (هيءُ صاحب به محبت ديري جتوئي جو هو) 6- مسٽر چيٺانند نوشهري طرف جو. ڊاڪٽر صاحب جي چوڻ موجب هي استاد حقيقي معنيٰ ۾ روشنيءَ جا منارا هئا ۽ پڙهائڻ سندن زندگيءَ جو مقصد هو.

## رانديون:

چوڪراٽي وهيءَ ۾ نبي بخش جيترو پڙهڻ جو تکو هو، ايترو راندين جو به شوقين هو ۽ دل جان سان راندين ۾ حصو وٺندو هو. ڳوٺن ۾ جيڪي رانديون کيڏيون ويندڙيون هيون، انهن ۾ ونجهوٽي، ڪوڏي ڪوڏي، اٽي ڏڪر ۽ شاه ڏڪر (هاڪي وانگر هڪ راند) ته ٿينديون هيون، پر ڪي رانديون اهڙيون به هيون، جيڪي وڏيڪ ڏيان ۽ رٿابنديءَ سان کيڏيون ويندڙيون هيون. انهن ۾ هڪ راند هئي "سيڙهه" جنهن کي "نانگيل ڦوسيل" به چيو ويندو هو. هن ۾ سرن جو هڪ ننڍو منارو ٺاهيو ويندو هو ۽ جيڪا ڏر ڏڪ هڻي اهو ڪيرائي وجهي، ان کٽيو. ٻي راند "ڪُوئي ڪن مَروڙي" آهي، جنهن ۾ ٻاراٽا ٻول به ڪم اچن ٿا، پنهنجن همراهن کي لڪائبو ۽ پوءِ وٽن ٽٽن جا ٽاٽا ڏس ڏِبا. ٻيءَ ڌُر پڪڙي، تنهن کان اڳ همراهن کي اچي پڙ ۾ پهچائبو ۽ سوڀ پائبي. اهي رانديون لاڙ توڙي ٻين پاسن ڏانهن به هلن ٿيون. هاڻي به جتي ٻي وندر نه آهي،

اتي ڪيڏجن ٿيون. نبي بخش خان بلوچ اهي ۽ پيون ڪيتريون راندبون ڪيڏيون.

## مدرسي نوشهري ۾ داخلا:

ڳوٺ جي حالت جي مد نظر شاگرد نبي بخش جي تعليمي حاصلات هڪ ڪرشمو هو، جيڪو سندس شوق جو ئي ثمر هو. خير سان 1929ع ۾ مشهور نوشهري فيروز مدرسي هاءِ اسڪول ۾ انگريزي تعليم لاءِ داخل ٿيو ۽ بوربنگ هائوس ۾ رهيو. بقول ڊاڪٽر صاحب اتي سندس بهترين ڏينهن گذريا ۽ تعليم تربيت، علم ۽ عمل جو سليقو آيو. ٻين لفظن ۾ ته نوشهري جي تعليم کيس اڳتي جي علمي توڙي عملي زندگيءَ جي جدوجهد لاءِ تيار ڪيو.

## قابل استاد:

بوربنگ هائوس ۾ 120 تائين شاگرد رهندا هئا. بهترين استاد موجود هئا، جناب عثمان علي انصاري پرنسپال هو. مخدوم امير احمد صاحب جهڙي قرآن، فقه، تفسير ۽ عربي فارسيءَ زبان جي ڄاڻو سندس علمي شوق کي وڌيڪ جِلا بخشي. مخدوم صاحب علمي ادبي سرگرمين جو سرواڻ هو ۽ سندس ترغيب سان مدرسي ۾ مشاعرا به ٿيندا هئا. شاگرد نبي بخش ۾ شاعرانه شعور هو ۽ بزم مشاعري جو سيڪريٽري ٿيو ۽

مخدوم امير احمد صاحب جي تربيت سان مشاعرن ۽ ادبي نشستن مان گهڻو پرايائين. آخوند ڪريم بخش صاحب پيش امام هو. مسجد ديني سرگرمين ۽ مولودن جي مجلسن جو مرڪز هئي. راندين جو بهترين انتظام هو ۽ شاگرد ڪرڪيٽ، هاڪي ۽ ٻيون رانديون شوق سان ڪندا هئا. ڊرائنگ ٽيچر استاد گل محمد پٺاڻ ڊرائنگ توڙي راندين ڪيلن، سانگ پُتلين ۽ ناٽڪ جي انداز جي سرگرمين ۾ اڳواڻ هو ۽ شاگردن ڪي همت، حوصلي ۽ اڳواٽيءَ جي تربيت ڏنائين.

نصابي ۽ غيرنصابي سرگرمين ۾ نوشهرو هڪ بهترين ادارو هو. ڪلاس ڀائي، جن ڪي ڊاڪٽر صاحب پاڻ ۾ سان ساريندو هو، تن ۾ هي نالا اهم آهن: شير محمد بلوچ (چيف انجنيئر ٿيو)، قاضي محمد ابراهيم (ايس.ڊي.ايم ٿيو)، محمد ادريس ميمڻ (ڊي.ايس.پي ٿيو)، انور علي پنجابي ۽ بشارت حسين انصاري اهي هوشيار شاگرد هئا. استادن جي محنت جا به ڪيترائي مثال آهن. انهن ۾ مسٽر هگوراڻي سائنس ۽ مئٿميٽڪس جو استاد هو. شاگردن ۾ مقابلي جو لاڙو پيدا ڪيائين. ڏکيا سوال ڏيندو هو. جاميٽريءَ جا ڪي سوال اهڙا ڏيندو هو، جو شاگرد اسڪول مان موٽي به حل جي تلاش ۾ رهندا هئا. ڊاڪٽر صاحب ڪنهن دوست سان ڳالهه ڪئي ته هڪ سوال اهڙو هو، جو سندس ذهن ۾ ٻوڙندو رهيو ۽ ”خواب“ ۾ اچي حل ٿيو.

## جهوناڳڙهه ۽ علي ڳڙهه:

هن ڀرپور زندگيءَ واري تعليم ۽ راندين جي دؤر ۾ نبي بخش خان هڪ هوشيار شاگرد رهيو. نوشهره اسڪول جي پڙهائيءَ جو ڪم ڏينهن جو ئي ڪندو هو، رات جو ڪونه پڙهندو هو. آخر 1936ع ۾ بمبئي يونيورسٽيءَ مان مئٽرڪ پاس ڪيائين. گريجوئيشن لاءِ ڀهريائين ڏي جي سنڌ ڪاليج ڪراچي ۾ ۽ پوءِ بهاءُالدين ڪاليج جهوناڳڙهه ۾ داخلا ورتائين. سندس تعليمي ڪارڪردگي نهايت شاندار رهي. هن سلسلي ۾ سماهي مهراڻ جي سوانح نمبر 1957ع ۾، ابن دريد جي قصيدي ”مقصوره ابن دريد“ جي باري ۾ لکي ٿو ته پاڻ موڪل ۾ وطن وري ان کي مخدوم امير احمد صاحب کان پڙهيو ۽ ان جي معنيٰ ۽ مطلب کي پروڙڻ جي ڪوشش ڪيائين. اهڙي ڀرپور ڪوشش جو اهڙو ئي وڏو نتيجو نڪتو. پاڻ 1941ع ۾ بي.اي آنرس فرسٽ ڪلاس ۾ پاس ڪيائين. ڪاليج ۾ ڀهريون نمبر ۽ بمبئي يونيورسٽيءَ ۾ ٽيون نمبر آيو. وڌيڪ تعليم لاءِ مسلم يونيورسٽي علي ڳڙهه ۾ داخل ٿيو. ايم.اي ۾ به هو هڪ سراسري سطح جي شاگرد وانگر نه هو، پر عمدي ڪارڪردگي ئي سندس نظر ۾ رهي. ڪنهن به معاملي جي تهه تائين پهچڻ ۽ ڪنهن به موضوع جي صحيح معنيٰ حاصل ڪرڻ جي جستجو قائم رکندو آيو.

1943ع ۾ علي ڳڙهه يونيورسٽيءَ مان ايم.اي فرسٽ ڪلاس ۾ فرسٽ پوزيشن سان ڪيائين. ايل.ايل.بي به علي ڳڙه مان فرسٽ ڪلاس ۾ ڪيائين. هي زمانو نندي کنڊ ۾ سياسي اٿل پُٿل ۽ هيجان جو هو. جوان سال شاگرد نبي بخش خان به هڪ هيجاني صورتحال مان لنگهي رهيو هو. علي ڳڙهه ۾ ڊاڪٽريٽ جو مقالو ”سند تحت سطرة العرب“ (سنڌ ۾ عرب حڪمراني) لکي پورو ڪرڻ وارو هو، جو ڪراچيءَ ۾ مسلمان شاگردن لاءِ پهريون ڪاليج يعني سنڌ مسلم ڪاليج کليو، جنهن لاءِ استادن جي ضرورت هئي. پير الاهي بخش صاحب وزير جي تاڪيد تي ڊاڪٽر صاحب اچي هن ڪاليج ۾ ڪجهه وقت لاءِ تدريس جو فرض سرانجام ڏنو.

## ڪولمبيا يونيورسٽي:

قدرت اعليٰ تعليم لاءِ سندس علمي تشنگي کي دُور ڪرڻ لاءِ ٻيو موقعو فراهم ڪيو. ان وقت برٽش گورنمينٽ آف انڊيا مرڪزي اسڪالرشپن جو اعلان ڪيو. ڊاڪٽر صاحب دهليءَ مان آل انڊيا سطح تي اها اسڪالرشپ کٽي ۽ سرڪاري طور تي ڪولمبيا يونيورسٽي (نيويارڪ) ۾ سندس داخلا ٿي ۽ کيس ريسرچ جو موقعو مليو. پاڻ 16- آگسٽ 1946ع تي بمبئيءَ مان ولايت روانو ٿيو. هن سفر ۾ ئي ڪتاب ”ٻيلاين جا ٻول“ جي تاليف جي شرعات ٿي.

ڪولمبيا يونيورسٽيءَ ۾ رهي، نبي بخش خان ’تعليمي نظام ۾ انتظام‘ کي پنهنجو موضوع بنايو ۽ اُتان ايم.ايڊ ۽ ڊاڪٽر آف ايڊيوڪيشن جون ڊگريون حاصل ڪيائين. ڊاڪٽريٽ جي دؤر ۾ کيس تعليم ۽ تحقيق جو بهترين موقعو مليو. ڪولمبيا ۾ تعليم ۽ تربيت لاءِ کيس بهترين استاد مليا. جن پروفيسرن جي رهبريءَ ۾ خاص نصابي ڪم ۽ ٿيسز مڪمل ڪيائين، اهي هي هئا: غير ملڪي شاگردن جي رهبريءَ لاءِ ڊاڪٽر ڪليئرنس لِنٽن مقرر هو، جنهن جي رهنمائي ۽ شفقت کي ڊاڪٽر صاحب ياد ڪندو هو. بين الاقوامي ثقافتن جي ڪورسز ڪرائڻ ۾ ڊاڪٽر ٿيوڪسبري هڪ بهترين استاد مليو. اهڙوئي ٻيو استاد ڊاڪٽر ٿامپسن هو، جيڪو ڪريڪيوليم ڪورسز تي عالمانه ليڪچر ڏيندو هو. اهڙيءَ طرح ٻيو بهترين استاد ڊاڪٽر ڪائونٽس هو. نبي بخش خان جي تحقيقي مقالي جو موضوع هو:

A Program of Teacher Education for the New State of Pakistan

تحقيقي مقالي (ٿيسز) جي تياريءَ لاءِ نبي بخش خان جو عمومي صلاحڪار ڊاڪٽر اي.ايس. ايوينڊن ۽ خاص صلاحڪار ڊاڪٽر ڪارل ڊبليو بِگلو (Dr. Karl W. Bigelow) هو.

## وطن جي حُب:

’ڊاڪٽر آف ايڊيوڪيشن‘ جي ڊگري ملڻ کان پوءِ ڊاڪٽر بلوچ کي اقوام متحده ۾ نوڪريءَ جي آڇ ملي، پر پاڻ وطن جي خدمت جي جذبي ۾ مئي 1949ع ۾ سنڌ واپس موٽيو. هت هن کي جنهن ملازمت جو وعدو هو، سا ڪانه ملي ۽ جيسين ڪا ٻي نوڪري ملي، تيستائين ڊاڪٽر صاحب سفر لاءِ خاڪي ڪپڙن جا ٻه وڳا ٺهرائي، سنڌ کي ڏسڻ پسڻ لاءِ مئي 1949ع کان آگسٽ 1950ع تائين ڪنڊ ڪڙڇ گهميو ۽ علمي ڪچهريون ڪندو رهيو ۽ تاريخي هنڌن کي ڏسندو رهيو.

ڊاڪٽر صاحب کي راڳ جو گهڻو شوق رهيو ۽ سندس ڳوٺ جو الهڏنو فقير ماڇي هن فن ۾ سندس استاد هو. راڳ سان گڏ ملهه جي فن کي مقبول بنائڻ لاءِ به گهڻي ڪوشش ورتائين. پٽ شاهه تي پهريون پيرو ڪرڪيٽ وانگر ملاکڙي جي ڪمينٽري (روان تبصرو) ڪرڻ جو انتظام ڪيائين. ملهه ايسوسيئيشن ٺهرايائين، جنهن جو مير رسول بخش ٽالپر صدر ٿيو. حيدرآباد جي نياز اسٽيڊيم ۾ جيڪا پهرين وڏي راند ٿي، سو ملاکڙو هو. ڊاڪٽر صاحب گهڻو پاڻ پتوڙيو، پر ميهر شاهه جي ميلي تي ٻٽوري ۾ جڏهن نامور ملهه وعدو ڪري نه پهتا ته پاڻ ڏاڍيو مايوس ٿيو ۽ وري هن معاملي ۾ هٿ نه وڌائين. 1949ع ۾ وطن ورڻ بعد هڪ سال کان وڌيڪ عرصي تائين کيس نوڪري ڪانه ملي. سيپٽمبر 1950ع ۾ حڪومت پاڪستان جي

محڪمه انفارميشن براڊڪاسٽنگ ڊويزن ۾ ’آفيسر به ڪار خاص‘ (O.S.D) مقرر ڪيو ويو، ان بعد مرڪزي پبلڪ سروس ڪميشن ڪيس ڪلاس ون ۾ چونڊيو ۽ ڪيس وچ مشرق ۾ تعلقات عامه جي شعبي ۾ دمشق ۾ مقرر ڪيو ويو.

## سنڌ يونيورسٽي:

ڊاڪٽر صاحب جي دل ۾ تعليم ذريعي سنڌ ۾ سجاڳي آڻڻ جو جوش جذبو هو ته ٻئي طرف علامه آءِ.آءِ.قاضيءَ جي ترغيب هئي، سو ان عهدي تان استعيفى ڏيئي اچي سيپٽمبر 1951ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ شعبي تعليم جو پهريون پروفيسر ٿيو. ان بعد سنڌي شعبي کولڻ لاءِ اعزازي پروفيسر ۽ سربراه ٿي محنت ڪيائين. سنڌي شعبي ۾ تحقيق جو بنياد سندس ڪوشش جو مرهون منت آهي. هتي ايم.اي فائينل (سنڌي) لاءِ مڪمل ٿيسز (اصلي يا ترجمو) جو سلسلو هليو ۽ 1953ع کان 1961ع تائين پنجاهه ٿيسز لکيون ويون، جن مان 35 مشهور انگريزي ڪتابن جا نوٽن ۽ حاشين سان ترجما آهن ۽ 15 طبعزاد آهن. هن وقت تائين ايم.اي جي هنن ٿيسز مان فقط چار ڇپجي سگهيون آهن.

ڊاڪٽر صاحب 1958ع تائين سنڌي شعبي جو سربراه رهيو. پوءِ پروفيسر علي نواز جتوئيءَ چارج ورتي. وچ ۾ 16 مارچ 1953ع کان 30 جولاءِ 1954ع تائين پروفيسر محبوب علي

چنه به سنڌي شعبي جو استاد رهيو، پر يونيورسٽي ۾ سنڌي شعبي جي علمي حيثيت ڊاڪٽر صاحب جي محنت ۽ علمي معيار سبب قائم ٿي.

سنڌ يونيورسٽيءَ جي تعليم جو شعبو، جيڪو پهرين هڪ ڊپارٽمينٽ هو، سو پوءِ انسٽيٽيوٽ بڻيو، تنهن ۾ ڊاڪٽر صاحب پروفيسر ۽ پوءِ ڊائريڪٽر رهيو. اهو عرصو 1951ع کان 1976ع تائين هو. تنهن وچ ۾ ڊاڪٽر صاحب ڊسمبر 1973ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ جو وائيس چانسلر مقرر ٿيو، جتي جنوري 1976ع تائين خدمتون سرانجام ڏنائين. 1973ع ۾ ڊاڪٽر صاحب کي نيشنل ميرٽ پروفيسر جو درجو مليو.

## انتظامي خدمتون:

1976ع کان وٺي ڊاڪٽر صاحب جي اسلام آباد ۾ علمي خدمتن جو دؤر شروع ٿئي ٿو. اتي به اوتري ئي تندهيءَ سان ڪم ڪيائين، جيترو سنڌ ۾ پنهنجي جوانيءَ ۾ ڪيائين. ان وقت (1976ع ۾) ڊاڪٽر صاحب جي عمر 60 جي قريب هئي. ڊاڪٽر صاحب کي اسلام آباد ۾ وفاقي وزارت تعليم ۾ سيڪريٽري جي گريڊ ۾ آفيسر بڪار خاص مقرر ڪيو ويو، جتي پاڻ جنوري 1976ع کان آگسٽ 1977ع تائين ڪم ڪيائين. ان عرصي ۾ هو ”فيڊرل پي ڪميشن“ (Federal Pay Commission)جو برجستو ميمبر ٿي رهيو. سيپٽمبر

1977ع کان مارچ 1979ع تائين ٻي وزارت يعني وزارت ثقافت، آثارِ قديمه، رانديون ۽ سياحت ۾ آيو. ان وچ ۾ پاڻ اپريل 1977ع کان جنوري 1979ع تائين وفاقي ريويو بورڊ (Federal Review Board) جو ميمبر ٿي رهيو. 1 جولاءِ کان 10 آڪٽوبر 1979ع تائين قومي ڪميشن تحقيق، تاريخ ۽ ثقافت جو چيئرمين رهيو، جتان ڊاڪٽر صاحب 22 نومبر 1980ع تي اسلاميه يونيورسٽي اسلام آباد جو باني وائيس چانسيلر مقرر ٿيو. هن عهدي تي آگسٽ 1983ع تائين رهيو ۽ هڪ نئين يونيورسٽيءَ جا بنياد پُختا ڪيائين. ڊاڪٽر صاحب تاريخي ۽ ثقافتي تحقيق جي قومي ڪميشن جو چيئرمين به انهيءَ وچ ۾ رهندو آيو. آڪٽوبر 1979ع کان 1982ع تائين هن ڪميشن جي نئين تشڪيل ۾ به ڊائريڪٽر رهيو. سندس ايامڪاريءَ ۾ هن اداري مان گهٽائي اهم ڪتاب شايع ٿيا، جن مان پنجن جو تعلق ’سنڌ‘ جي موضوع سان هو. ڊاڪٽر صاحب 1983ع کان وٺي 1989ع تائين نيشنل هجره ڪائونسل اسلام آباد جو ڊئريڪٽر/ مشير رهيو ۽ بعد ۾ سن 1991ع ۾ سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جو چيئرمين مقرر ٿيو، جتي 1993ع تائين خدمتون بجا آندائين.

## قومي اعزاز ۽ ايوارڊ:

ڊاڪٽر صاحب کي سندس مثالي علمي ڪم تي اعليٰ صدارتي قومي ايوارڊ به مليا، جن ۾ ايوب خان جي حڪومت ۾ تمغه پاڪستان ۽ ستاره قائداعظم اچي وڃن ٿا. 1979ع ۾ کيس صدارتي 'تمغه حسن ڪارڪردگي' مليو. 1991ع ۾ کيس 'اعزاز ڪمال' حاصل ٿيو ۽ اڳتي هلي پرويز مشرف جي حڪومت ۾ (2002ع) ۾ ''ستاره امتياز'' ڏنو ويو، جو ايوان صدر ۾ سندس نياڻيءَ ورتو. وفات کان چند ڏينهن اڳ 23 مارچ تي يوم پاڪستان جي حوالي سان ڊاڪٽر صاحب لاءِ اعلانيل مُلڪ جو اعليٰ ترين سول ايوارڊ ''هلال امتياز'' کيس سندس گهر پُڄايو ويو. پر ڊاڪٽر صاحب جو علمي مرتبو ۽ تحقيقي ڪم انهن تمغن کان گهڻو گهڻو اوچو ۽ اُتاهون آهي. ان جو احساس فقط قدر وارن ۽ سجاڳ دلين کي آهي.

پڙهائيءَ جي سلسلي ۾ اڳ ۾ لکي آيا آهيون ته پاڻ پڙهائيءَ ۾ مصروف رهيو ۽ شاندار تعليمي نتيجا نڪرندا رهيا. تحقيق ۽ لکڻ پڙهڻ جو سمورو دؤر ڊاڪٽر صاحب هڪ مُهم- جُو شخص وانگر گذاريو آهي. جيڪو به مقالو، ڪتاب يا ڪا رٿا هٿ ۾ رهيس ته صبح جو اک کلڻ سان پهرين ان جي ڳڻتي ڪيائين. اگر کيس صبح جي پهر ۾ ڪا مصروفيت نه رهي ته ان ڏينهن منجهند تائين لکڻ پڙهڻ ۾ مصروف رهيو. منجهند جي مانيءَ ۽آرام کان پوءِ به ٻه-ٽي ڪلاڪ ڪم سندس دستوري مشغلو رهيو. سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ قائم ٿيل آفيس ۾

ڊڪشنري يا لوڪ ادب جي ڪتابن تي ڪلاڪن جا ڪلاڪ ڪم ته سندس هڪ معمول رهيو. رات جو 12 بجي ۽ هڪ تائين لکڻ پڙهڻ ۽ تحقيق جو ڪم ڊاڪٽر صاحب ائين جاري رکيو، جيئن سمهڻ وارا سمهڻ کي اوليت ڏين ۽ ڪچهريءَ جا ڪوڏيا ڪچهريءَ ۾ اڌ رات تائين جاڳن. ائين علمي دنيا جي هن پورهيت ۽ ثقافت جي سرواڻ اڻٿڪ انداز ۾ پئي ڪم ڪيو. انسان کي آرام به کپي، صحت کي صحيح رکڻ لاءِ گهمڻ ڦرڻ، ڪجهه تفريح ڪرڻ، دوستن ڏي اچڻ ۽ سير سفر، شڪار ڪرڻ به کپي. ڊاڪٽر صاحب به موڪلن ۾ سير ۽ تفريح جو شوق ڪندو رهيو. انهيءَ بهاني فرصت جي گهڙين جو صحيح استعمال به ڪيائين ۽ مجموعي طرح هڪ صحتمند زندگي بسر ڪيائين.

ڊاڪٽر صاحب جڏهن 1985ع ۾ هڪ علمي دوري جي سلسلي ۾ 5 مئي تي سعودي عرب، ڪويت، شام، تيونس، الجزائر ۽ مراڪش کان ٿيندو لنڊن پهتو ته محنت ۽ سفر سبب طبعيت خراب ٿي پيئي ۽ 10 مئي 1985ع تي سندس دل جو آپريشن ٿيو. الحمد ﷲ! پاڻ صحتمند ٿيو ۽ وطن موٽي پنهنجي ڪم ۾ اچي مصروف ٿيو.

ڊاڪٽر صاحب 6 اپريل 2011ع بمطابق 2 جمادي الاول 1432ھ بروز اربعا صبح صادق مهل هن فاني جهان مان لاڏاڻو ڪري، ڪنهن بهتر جهان ۾ جاگزين ٿيا.

## نوٽ:

ڊاڪٽر صاحب جي پهرين جنازي نماز، سنڌ مسلم هائوسنگ سوسائٽي، قاسم آباد جي پارڪ ۾ شام 30: 5 وڳي شيخ الحديث مفتي محمد رحيم سڪندري (جامعه راشديه پيرجو ڳوٺ) ادا ڪرائي، جنهن ۾ هزارن جي تعداد ۾ زندگيءَ جي هر شعبي سان تعلق رکندڙ ماڻهن عقيدتمندن، اديبن ۽ شاعرن، دانشورن ۽ صحافين، شاگردن ۽ شهر جي معززن شرڪت ڪئي.

ٻي جنازي نماز، تدفين وقت سنڌ يونيورسٽي چام شورو ۾ شام 6:30 وڳي حافظ محمد يوسف پنپرو سڪندري ادا ڪرائي.

ان بعد سندن خاڪي جسد علامه آءِ.آءِ.قاضيءَ جي مزار جي پيرانديءَ ۾ (سندن وصيت مطابق) مٽيءَ ماءُ حوالي ڪيو ويو. الله تعاليٰ ڊاڪٽر صاحب جي بخشش ۽ مغفرت فرمائي.(آمين). پاڻ سوڳوارن ۾ پنج فرزند ۽ ٽي نياڻيون ڇڏيائين.

# سَنڌُنِ قلمي پورهيو

لوڪ ادب:

1. **مداحون ۽ مناجاتون**، 1959ع، سنڌي ادبي بورڊ، ڄام شورو
2. **مناقبا**، 1960ع، سنڌي ادبي بورڊ، ڄام شورو
3. **معجزا**، 1960ع، سنڌي ادبي بورڊ، ڄام شورو
4. **مولود**، 1961ع، سنڌي ادبي بورڊ، ڄام شورو
5. **ٺيھ اکريون** (ڀاڱو پھريون)، 1960ع، سنڌي ادبي بورڊ، ڄام شورو
6. **ٺيھ اکريون** (ڀاڱو ٻيو) 1961ع، سنڌي ادبي بورڊ، ڄام شورو
7. **هفتا، ڏينهن، راتيون ۽ مهينا**، 1961ع، سنڌي ادبي بورڊ، ڄام شورو
8. **جنگناما**، 1984ع، سنڌي ادبي بورڊ، ڄام شورو
9. **واقعاتي بيت**، 1961ع، سنڌي ادبي بورڊ، ڄام شورو
10. **مناظرا**، 1961ع، سنڌي ادبي بورڊ، ڄام شورو
11. **سنڌي سينگار شاعري**، 1986ع، سنڌي ادبي بورڊ، ڄام شورو

12.**پروليون، ڏنون، معمائون ۽ پول**، 1965ع، سنڌي ادبي بورڊ، ڄام شورو
13.**ڳجهارتون**، 1969ع، سنڌي ادبي بورڊ، ڄام شورو
14.**ڏور**، 1970ع، سنڌي ادبي بورڊ، ڄام شورو
15.**ڳيچ** (جلد پهريون ۽ ٻيو گڏ) 1963ع، سنڌي ادبي بورڊ، ڄام شورو
16.**لوڪ گيت**، 1965ع، سنڌي ادبي بورڊ، ڄام شورو
17.**بيت**، 1971ع، سنڌي ادبي بورڊ، ڄام شورو
18.**نثر جا بيت** (ساڻوڻ ۽ سندس ساٿياري)، 1970ع، سنڌي ادبي بورڊ، ڄام شورو
19.**قافيون** (جلد پهريون)، 1985ع، سنڌي ادبي بورڊ، ڄام شورو
20. **قافيون** (جلد ٻيو)، 1987ع، سنڌي ادبي بورڊ، ڄام شورو
21.**قافيون** (جلد ٽيون)، 1990ع، سنڌي ادبي بورڊ، ڄام شورو
22. **سنڌي لوڪ ڪهاڻيون-1** (بادشاهن ۽ راڻين، شهزادن ۽ شهزادين جون ڳالهيون) 1987ع، سنڌي ادبي بورڊ، ڄام شورو

23. **سنڌي لوڪ ڪهاڻيون-2** (بادشاهن، وزيرن ۽ سوداگرن جون ڳالهيون)، 1977ع، سنڌي ادبي بورڊ، ڄام شورو

24. **سنڌي لوڪ ڪهاڻيون-3** (پرين، ديون، جادوگرن، ڏائڻين ۽ نجومين جون ڳالهيون)، 1987ع، سنڌي ادبي بورڊ، ڄام شورو

25.**سنڌي لوڪ ڪهاڻيون-4** (بادشاهن، شاهوڪارن، ڏاهن، ٺڳن ۽ ٻين جون ڳالهيون)، 1961ع، سنڌي ادبي بورڊ، ڄام شورو

26. **سنڌي لوڪ ڪهاڻيون-5** (ٻاراڻيون آکاڻيون)، 1962ع، سنڌي ادبي بورڊ، ڄام شورو

27. **سنڌي لوڪ ڪهاڻيون-6** (جانورن ۽ پکين جون آکاڻيون)، 1964ع، سنڌي ادبي بورڊ، ڄام شورو

28. **سنڌي لوڪ ڪهاڻيون-7** (ڳاهن سان ڳالهيون)، 1964ع، سنڌي ادبي بورڊ، ڄام شورو

29. **مشهور سنڌي قصا:** رزميه داستان -1 دودو چنيسر (جلد پهريون)، 1976ع، سنڌي ادبي بورڊ، ڄام شورو

30. **مشهور سنڌي قصا:** رزميه داستان -2 دودو چنيسر (جلد ٻيو)، 1977ع، سنڌي ادبي بورڊ، ڄام شورو

31.**مشهور سنڌي قصا:** سنڌ جا عشقيه داستان-1، موکي متارا، مري ۽ مگ ٿر، اُيو ڪيهر ۽ هوٿل پري، ڦل وڏوئو ۽ پوري، لاکو ڦلاڻي، 1964ع، سنڌي ادبي بورڊ، ڄام شورو

32. **مشهور سنڌي قصا:** سنڌ جا عشقيه داستان-2، سهڻي ميهار ۽ نوري ڄام تماچي، 1972ع، سنڌي ادبي بورڊ، ڄام شورو

33.**مشهور سنڌي قصا:** سنڌ جا عشقيه داستان-3، ليلان چنيسر، 1971ع، سنڌي ادبي بورڊ، ڄام شورو

34. **مشهور سنڌي قصا:** سنڌ جا عشقيه داستان-4، سسئي پنهون، 1964ع، سنڌي ادبي بورڊ، ڄام شورو

35.**مشهور سنڌي قصا:** سنڌ جا عشقيه داستان-5، مومل راڻو، 1975ع، سنڌي ادبي بورڊ، ڄام شورو

36. **مشهور سنڌي قصا:** سنڌ جا عشقيه داستان-6، سورٺ راءِ ڏياچ ۽ هير رانجهو، 1976ع، سنڌي ادبي بورڊ، ڄام شورو

37. **مشهور سنڌي قصا:** سنڌ جي حب الوطنيءَ جو داستان، عمر مارئي، 1976ع، سنڌي ادبي بورڊ، ڄام شورو

38. **مشهور سنڌي قصا:** سنڌ جا عشقيه داستان-8، ڍول مارو، 1969ع، سنڌي ادبي بورڊ، ڄام شورو

39. **سنڌ جي سورهيائي ۽ هنرمنديءَ جو داستان-** مورڙو ۽ مانگر مڇ، 1967ع، سنڌي ادبي بورڊ، ڄام شورو

40. **مشهور سنڌي قصا:** ٻاهريان قصا ۽ عشقيه داستان - 7، 1964ع، سنڌي ادبي بورڊ، ڄام شورو

41. **رسمون، رواج ۽ سوڻ ساڻ،** 1978ع، سنڌي ادبي بورڊ، ڄام شورو

42. **سنڌي هنر شاعري،** 1991ع، سنڌي ادبي بورڊ، ڄام شورو

اهڙيءَ طرح سنڌي ادبي بورڊ پاران ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب جا ترتيب ڏنل لوڪ ادب سلسلي جا جملي 42 ڪتاب ڇپيل آهن. ان کان سواءِ سندن تاليف ڪيل هيٺيان ٽي ڪتاب پڻ لوڪ ادب سلسلي جي ڪتابن ۾ شمار ٿيڻ گهرجن ۽ ائين اهي جملي 45 ڪتاب ٿين ٿا:

**ٻيلاين جا ٻول:** 1951ع (پهريون ڇاپو): سنڌ يونيورسٽي، حيدرآباد ۽ 1970ع (ٻيو ڇاپو) زيب ادبي مرڪز، حيدرآباد

**لاکو ڦُلاڻي:** 1958ع، سنڌي مجلس، شعبه سنڌي، سنڌ يونيورسٽي، حيدرآباد

**هرڳُنيو:** (مؤلف: آخوند عبدالرحيم وفا عباسي: مقدمو ۽ ايڊيٽنگ: ڊاڪٽر بلوچ) 1993ع، سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو، حيدرآباد

سنڌي اساسي (ڪلاسيڪي) شاعري:

1. قاضي قاضن جو رسالو، 1999ع، انسٽيٽيوٽ آف سنڌ الاجي، ڄام شورو

2. شاهه لطف الله قادريءَ جو ڪلام، 1968، انسٽيٽيوٽ آف سنڌ الاجي، ڄام شورو
3. ميين شاهه عنات جو ڪلام، 1963ع، سنڌي ادبي بورڊ
4. خليفي نبي بخش صاحب جو رسالو، 1966ع، سنڌي ادبي بورڊ
5. شاهه شريف پاڙائيءَ جو رسالو، 1972ع، انسٽيٽيوٽ آف سنڌ الاجي، ڄام شورو
6. راڳنامو: صوفي صادق فقير سومرو، 1981ع، شاهه عبداللطيف، ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز
7.رسالو غلام محمد خانزئيءَ جو، 1985ع، شاهه عبداللطيف، ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز
8. ڪليات حمل، 1953ع، سنڌي ادبي بورڊ
9. ڪلام فقير نواب ولي محمد لغاري، 1968ع، سنڌي ادبي بورڊ
10.ڪليات سانگي، 1969ع، سنڌي ادبي بورڊ
11.سيف الملوڪ عرف سيفلنامو: مولوي لطف عليءَ جي سرائيڪي شاعري، 1960ع، سنڌي ادبي بورڊ
12.خليفي غلام نبي جو رسالو:2011ع - حُر هسٽاريڪل سوسائٽي، سانگهڙ.

**تحقيقي مقدما:**

ان کان سواءِ هيٺين ڪتابن تي ڊاڪٽر بلوچ صاحب جا جامع، تاريخي ۽ تحقيقي مقدما لکيل آهن:

**اصغر سائينءَ جو ڪلام:** پهريون ڇاپو (تحقيق: مولوي عبدالغفور شر سڪندري، مقدمو: ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ) 1980ع، چوٿون ڇاپو- تحقيق: پروفيسر محمد فاضل، پيش لفظ ۽ اڳيون مقدمو شامل: ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ)، 1999، جمعيت علماءِ سڪندريه، پيرجو ڳوٺ

**ديوان مسڪين:** پير حزب الله شاه راشدي 'مسڪين' جو ڪلام (مقدمو: ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ)، جمعيت علماءِ سڪندريه، پير جو ڳوٺ

## لغتون:

1. **جامع سنڌي لغات** (جلد پهريون) 1960ع، سنڌي ادبي بورڊ
2. **جامع سنڌي لغات** (جلد ٻيو) 1981ع، سنڌي ادبي بورڊ
3. **جامع سنڌي لغات** (جلد ٽيون) 1960ع، سنڌي ادبي بورڊ
4. **جامع سنڌي لغات** (جلد چوٿون) 1985ع، سنڌي ادبي بورڊ
5. **جامع سنڌي لغات** (جلد پنجون) 1988ع، سنڌي ادبي بورڊ
6. **سنڌي اردو لغت:** (ڊاڪٽر غلام مصطفيٰ خان سان گڏ) 1959ع، سنڌ يونيورسٽي، حيدرآباد

7. **نئين جامع سنڌي لغات** (جلد پهريون) 2004ع، سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو
8. **نئين جامع سنڌي لغات** (جلد ٻيو) 2005ع، سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو
9. **نئين جامع سنڌي لغات** (جلد ٽيون) 2007ع، سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو
10. **اردو سنڌي لغت:** (ايضاً) 1960ع (پهريون ڇاپو)، سنڌ يونيورسٽي، حيدرآباد، 1989ع، (ٻيو ڇاپو) انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄام شورو
11. **هڪ جلدي سنڌي لغت:** 1998ع سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو، حيدرآباد
12. **جواهر لغات اڪيچار سنڌي:** (مؤلف: آخوند عبدالرحيم وفا عباسي، ايڊيٽنگ: ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ) 1993ع، سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو، حيدرآباد
13. **فرهنگ قوام فاروقي** (مطالعو)
14. **شاهه جي رسالي جي لغت "روشني"** - (2002ع) سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو.

## سنڌ جي تاريخ:

1. **تاريخ معصومي** (فارسي متن جو سنڌي ترجمو: مخدوم امير احمد، تحقيق ۽ وضاحتي نوٽن سان مقدمو: ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ) 1953ع، سنڌي ادبي بورڊ
2. **فتحنامو (چچنامو):** فارسي متن جو سنڌي ترجمو مخدوم امير احمد- مقدمو ۽ حواشي: ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، 1954ع، سنڌي ادبي بورڊ
3. **تحفة الڪرام** (فارسي متن جو سنڌي ترجمو: مخدوم امير احمد، ايڊيٽنگ ۽ مقدمو: ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ)، 1957ع، سنڌي ادبي بورڊ
4. **سومرن جو دور** (دودي چينسر جي ڳالھ ۽ ٻئي روايتي ذخيري جي روشنيءَ ۾)، سيپٽمبر 1980ع، سنڌي ادبي بورڊ، ڄام شورو

سنڌي ٻولي، ادب ۽ موسيقيءَ جون تاريخون:

1. **سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب جي تاريخ:** (1962ع (پھريون ڇاپو، ”سنڌي ٻوليءَ جي مختصر تاريخ“: عنوان سان، سنڌ يونيورسٽي پريس)، 1980 (ٻيو ڇاپو: ”سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب جي مختصر تاريخ“ جي عنوان سان، زيب ادبي مرڪز حيدرآباد)، 1990 ۽ 1999ع (ٽيون ۽ چوٿون، وڌايل ۽ سڌاريل ڇاپو)، پاڪستان اسٽڊي سينٽر، سنڌ يونيورسٽي، ڄام شورو
2. **سنڌي موسيقيءَ جي مختصر تاريخ:** 1978ع، شاھ عبداللطيف ڀٽ شاھ ثقافتي مرڪز، ڀٽ شاھ

3. **سنڌي صورتخطي ۽ خطاطي:** 1992ع، سنڌي ٻوليءَ جو باختيار ادارو، حيدرآباد

4. **سنڌي ٻوليءَ جو آڳاٽو منظوم ذخيرو:** 1993ع، سنڌي ٻوليءَ جو باختيار ادارو، حيدرآباد

5. **علم موسيقي:** شاعر رمضان وايو، 2006ع، سنڌي ادبي بورڊ ڄام شورو

متفرقه موضوع:

1. **سپ رنگ:** 1968ع، مهراڻ آرٽس ڪائونسل، حيدرآباد
2. **سنڌ جي مڇي** (مٺي جي مڇيءَ جو مطالعو)، 1993ع، سنڌي ٻوليءَ جو باختيار ادارو، حيدرآباد
3. **سنڌ جي مڇي** (کاري جي مڇيءَ جو مطالعو)، 1995ع، سنڌي ٻوليءَ جوباختيار ادارو، حيدرآباد
4. **اسان جو ڳوٺ: جعفر خان لغاري،** 1999ع خليل ڪتاب گهر، خيرپورميرس
5. **رهاڻ هيرن ڪاڻ** (جلد پهريون)، 2000ع، خليل ڪتاب گهر، خيرپورميرس
6. **رهاڻ هيرن ڪاڻ** (جلد ٻيو)، 2001ع، نيوفيلڊس پبليڪيشن، حيدرآباد
7. **رهاڻ هيرن ڪاڻ** (جلد ٽيون)، 2002ع، مهراڻ اڪيڊمي، شڪارپور

8. **رهاڻ هيرن ڪاڻ** (جلد چوٿون)، 2003ع، نيوفيلڊس پبليڪيشن، حيدرآباد

9. **رهاڻ هيرن ڪاڻ** (جلد پنجون)، 2003ع، سنڌي ساهت گهر، حيدرآباد

10.**رهاڻ هيرن ڪاڻ** (جلد ڇهون)، 2005ع، مهراڻ اڪيڊمي، شڪارپور

11.**رهاڻ هيرن ڪاڻ** (جلد ستون)، 2007ع، سنڌي ادبي بورڊ، ڄام شورو

12.**رهاڻ هيرن ڪاڻ** (جلد اٺون)، 2008ع، انسٽيٽيوٽ آف سنڌ الاجي، ڄام شورو

13.**رهاڻ هيرن ڪاڻ** (جلد نائون)، 2009ع، ماڻڪ موتي تنظيم، حيدرآباد

14.**رهاڻ هيرن ڪاڻ** (جلد ڏهون)، 2010ع، انسٽيٽيوٽ آف سنڌ الاجي، ڄام شورو

15.گڏه: 1946ع (پهريون ڇاپو، ڪراچي)

## لطيفيات:

**(الف) شاهه جي رسالي جو تحقيقي ايڊيشن:**

1. **شاهه جو رسالو** (جلد پهريون) 1989ع
2. **شاهه جو رسالو** (جلد ٻيو) 1992ع
3. **شاهه جو رسالو** (جلد ٽيون) 1994ع

4. **شاهه جو رسالو** (جلد چوٿون) 1997ع
5. **شاهه جو رسالو** (جلد پنجون) 1997ع
6. **شاهه جو رسالو** (جلد ڇهون) 1995ع
7. **شاهه جو رسالو** (جلد ستون) 1998ع
8. **شاهه جو رسالو** (شاهه جي ڪلام جو مڪمل متن: جلد اٺون ۽ نائون)، 1999ع، علامه قاضي رسالو تحقيقي رٿا اشاعت، حيدرآباد
9. **شاهه جو رسالو** (رسالي جو ڪلام: جلد ڏهون)، 1996ع، علامه قاضي رسالو تحقيقي رٿا اشاعت، حيدرآباد
10. **شاهه جو رسالو** (10 جلد هڪ جلد ۾)، 2009ع، ثقافت ۽ سياحت کاتو، حڪومت سنڌ

**(ب) شاهه جي رسالي بابت وڌيڪ تحقيق:**

1. **شاهه جي رسالي جا سرچشما:** (جلد پهريون) 1972ع، شاهه عبداللطيف ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز، ڀٽ شاهه
2. **شاهه جي رسالي جي ترتيب:** 1974ع، شاهه عبداللطيف ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز، ڀٽ شاهه
3. **شاهه جو رسالو:** (برٽش ميوزيم ۾ محفوظ قلمي نسخي تي آڌاريل) 1969ع، شاهه عبداللطيف ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز، ڀٽ شاهه

4. **شاهہ جو رسالو:** (سر ڪلياڻ سان شروع ٿيندڙ ٽن قلمي نسخن سان ڀيٽي تيار ڪيل) 1974ع، شاهہ عبداللطيف ڀٽ شاهہ ثقافتي مرڪز، ڀٽ شاهہ

5. **شاهہ جو رسالو:** (ڏهن قلمي نسخن تي آڌاريل، سُر سسئيءَ سان شروع ٿيندڙ) 1977ع، شاهہ عبداللطيف ڀٽ شاهہ ثقافتي مرڪز، ڀٽ شاهہ

6. **شاهہ عبداللطيف**رح**:** (سوانح، رسالي ۽ راڳ بابت تحقيقي مضمون)، 1990ع، مهراڻ اڪيڊمي، شڪارپور

7. **لطائف لطيفي:** (فارسي متن، مصنف: مير عبدالحسين سانگي، ايڊيٽنگ ۽ ترتيب: ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ)، 1967ع، شاهہ عبداللطيف ڀٽ شاهہ ثقافتي مرڪز، ڀٽ شاهہ

8. **ڀنج گنج:** (مصنف قادر بخش بيدل: مقدمو: ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ) 1976ع، شاهہ عبداللطيف ڀٽ شاهہ ثقافتي مرڪز، ڀٽ شاهہ

9. **احوال شاهہ عبداللطيف ڀٽائي:** (مصنف مرزا قليچ بيگ، مقدمو ۽ سوڌ سنوارَ: ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ) 1972ع، شاهہ عبداللطيف ڀٽ شاهہ ثقافتي مرڪز، ڀٽ شاهہ

**(ت) باقي لطيفيات:**

(هيٺيان ڪتاب ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي زيرنگراني ۽ رهنمائيءَ هيٺ مرتب ٿيا)

1. **شاھ جي رسالي ۾ اسلامي اقدار:** (ترتيب) 1967ع، شاھ عبداللطيف ڀٽ شاھ ثقافتي مرڪز، ڀٽ شاھ
2. **شاھ عبداللطيف ڀٽائيءَ جي ڪلام ۾ اخلاق ۽ ڪردار جو معيار:** (ترتيب) 1968ع، شاھ عبداللطيف ڀٽ شاھ ثقافتي مرڪز، ڀٽ شاھ
3. **شاھ عبداللطيف ڀٽائي، سنڌي ٻوليءَ جو معمار:** (ترتيب) 1969ع، شاھ عبداللطيف ڀٽ شاھ ثقافتي مرڪز، ڀٽ شاھ
4. **سُر ڪلياڻ جو مطالعو:** (ترتيب) 1970ع، شاھ عبداللطيف ڀٽ شاھ ثقافتي مرڪز، ڀٽ شاھ
5. **سُر جمن جو مطالعو:** (ترتيب) 1971ع، شاھ عبداللطيف ڀٽ شاھ ثقافتي مرڪز، ڀٽ شاھ
6. **سُر کنڀات جو مطالعو:** (ترتيب) 1972ع، شاھ عبداللطيف ڀٽ شاھ ثقافتي مرڪز، ڀٽ شاھ
7. **سُر سريراڳ جو مطالعو:** (ترتيب) 1973ع، شاھ عبداللطيف ڀٽ شاھ ثقافتي مرڪز، ڀٽ شاھ
8. **سُر سامونڊيءَ جو مطالعو:** (ترتيب) 1974ع، شاھ عبداللطيف ڀٽ شاھ ثقافتي مرڪز، ڀٽ شاھ
9. **سُر سھڻيءَ جو مطالعو:** (ترتيب) 1975ع، شاھ عبداللطيف ڀٽ شاھ ثقافتي مرڪز، ڀٽ شاھ
10. **سُر سسئي آبريءَ جو مطالعو:** (ترتيب) 1976ع، شاھ عبداللطيف ڀٽ شاھ ثقافتي مرڪز، ڀٽ شاھ

11. **سُر معذوريءَ جو مطالعو:** (ترتيب) 1977ع، شاهه عبداللطيف ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز، ڀٽ شاهه
12. **لطيف سالگرهه مخزن 1-2:** (ترتيب) 1960ع، شاهه عبداللطيف ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز، ڀٽ شاهه
13. **لطيف سالگرهه مخزن 3:** (ترتيب) 1961ع، شاهه عبداللطيف ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز، ڀٽ شاهه
14. **لطيف سالگرهه مخزن 4-5:** (ترتيب) 1964ع، شاهه عبداللطيف ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز، ڀٽ شاهه

15. **لطيف سالگرهه مخزن 6-7-8:** (ترتيب) 1967ع، شاهه عبداللطيف ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز، ڀٽ شاهه
16. **لطيف سالگرهه مخزن 9:** (ترتيب) 1968ع، شاهه عبداللطيف ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز، ڀٽ شاهه
17. **لطيف سالگرهه مخزن 10:** (ترتيب) 1960ع، شاهه عبداللطيف ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز، ڀٽ شاهه
18. **لطيف سالگرهه مخزن 11-12:** (ترتيب) 1960ع، شاهه عبداللطيف ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز، ڀٽ شاهه
19. **لطيف سالگرهه مخزن 12-13:** (ترتيب) 1960ع، شاهه عبداللطيف ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز، ڀٽ شاهه

20. **لطيف سالگرہ مخزن 14-15:** (ترتيب) 1960ع، شاهه عبداللطيف ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز، ڀٽ شاهه

فارسي ڪتاب

1. **ديوان غلام:** (فارسي) 1959ع، سنڌي ادبي بورڊ، ڄام شورو

2. **لب تاريخ سند:** (فارسي متن: مصنف: خداداد خان، ايڊيٽنگ ۽ حاشيا: ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ) 1959ع، سنڌي ادبي بورڊ، ڄام شورو

3. **تاريخ طاهري:** (فارسي متن: مصنف طاهر محمد نسياني: حاشيا، وضاحتون ۽ مقدمو: ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ) 1964ع، سنڌي ادبي بورڊ، ڄام شورو

4. **حاصل النهج:** (فارسي متن، مصنف: مخدوم محمد جعفر بوبڪائي، ايڊيٽنگ ۽ انگريزي مقدمو: ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ) 1969ع، سنڌ يونيورسٽي

5. **فتح نامه سند:** (اصل فارسي متن، تفصيلي انگريزي مقدمو ۽ 140 صفحن جون تحقيقي وضاحتون: ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ) 1983ع، نيشنل انسٽيٽيوٽ آف هسٽاريڪل اينڊ ڪلچرل ريسرچ، اسلام آباد

6. **باقيات از ڪلهوره:** (فارسي متن: تحقيق، ترتيب ۽ مقدمو: ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ) 1966ع، ڪلهوڙا سيمينار ڪاميٽي، ڪراچي

7. **تاريخ بلوچي:** (فارسي متن، مصنف: عبدالمجيد جوکيو، اردو ترجمو: خضرنوشاهي، مقدمو: ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ) 1996ع، ڪلهوڙا سيمينار ڪاميٽي، ڪراچي

8. **تڪملة التڪمله:** (سنڌي) 2007ع، آرٽس فئڪلٽي، سنڌ يونيورسٽي، ڄام شورو

9. **جامع الڪلام في منافع الانام:** (ٻارهين صدي هجريءَ ۾ ٺٽي جي عالمن جي ٿيل عربي فارسي ۾ خط و ڪتابت) تاليف: الشيخ عبدالله بن محمد السندي. تحقيق ۽ تنقيح: ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ. 2006ع، سنڌي ادبي بورڊ، ڄام شورو

عربي ڪتاب (ايڊيٽنگ ۽ مقدما):

1. **نُتف من شعر ابي عطا:** 1961ع، سنڌي ادبي بورڊ، ڄام شورو

2. **غرة الزيجات:** البيروني (تفصيلي مقدمو ۽ ايڊيٽنگ: ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، 1973ع، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄام شورو

اسلامي تمدن جا هڪ سؤ ڪتاب رٿا:

هن رٿا جو بنيادي خاڪو ڊاڪٽر صاحب تيار ڪيو ۽ پوءِ ان تي پراجيڪٽ ڊائريڪٽر جي حيثيت ۾ ڪم ڪيو، جنهن ۾

ڪتابن جا اصل متن ڳولي لهڻ، انهن جو اشاعتي خاڪو تيار ڪرڻ، جدا جدا عالمن کي ڳولي، کين اهي ڪتاب ترجمي لاءِ ڏيڻ، انهن ڪتابن جا مهاڳ لکڻ ۽ ڇپائڻ جا ڪم شامل هئا. ڪن حالتن ۾ ڊاڪٽر صاحب تحقيقي مقدما لکيا، جنهن جو خاص مثال قيمتي هيرن، جواهرن ۽ پٿرن بابت بيرونيءَ جي ڪتاب ”ڪتاب الجماهر في معرفة الجواهر“ جو مقدمو آهي. ڊاڪٽر صاحب جو چوڻ آهي ته ”اهو ڪم مون خاص طرح جناب حڪيم محمد سعيد صاحب جن جي رضا خاطر ڪيو. پاڻ مهرباني ڪري ڪتاب جي انگريزي ترجمي جو مسودو تيار ڪيائون، جنهن کي سندن صلاح مشوري سان مون تفصيل سان ايڊٽ ڪيو ۽ پڻ اُن تي مقدمو لکيو.“

1. **ڪتاب الجبر والمقابله:** الخوارزمي (انگريزي ترجمو: ڊاڪٽر آيدين سايل، پيش نامو: ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ) 1989ع، نيشنل هجره ڪائونسل، اسلام آباد
2. **ڪتاب الجماهر في معرفةالجواهر:** البيروني (انگريزي ترجمو: حڪيم محمد سعيد، نظرثاني ۽ مقدمو: ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ)، 1988ع، نيشنل هجره ڪائونسل، اسلام آباد
3. **ڪتاب الحِيَل:** بنوموسى (انگريزي ترجمو: ڊاڪٽر ڊونالڊ هِل، پيش نامو: ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ)، 1988ع، نيشنل هجره ڪائونسل، اسلام آباد

4. **الجامع بين العلم والعمل النافع في صناعة الحِيَلِ:** الجزري (انگريزي ترجمو: ڊاڪٽر ڊونالڊ هل، پيش نامو: ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ)، 1989ع، نيشنل هجره ڪائونسل، اسلام آباد

**نوٽ:** ڊاڪٽر صاحب پنجن وڏيڪ ڪتابن کي ايڊٽ ڪيو يا اشاعت لاءِ مڪمل ڪيو.

سنڌ جي عالمن جا ڪتاب:

**مصلح المفتاح:** (يعني دائري وارن جي سنڌي) تصنيف: سيد علي محمد شاه، تحقيق، تصحيح ۽ مقدمو: ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، 1070ع، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، سنڌ يونيورسٽي، ڄام شورو

**خزانة المعرفة:** (ملفوظات پير صبغة الله شاه تجر ڌڻي) تاليف: پير سائين علي گوهر شاه اصغر رح، مقدمو: ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، 1411ھ، جمعيت علماءِ سڪندريه، درگاه شريف پيرجو ڳوٺ

ڊاڪٽر بلوچ جا ڪجھ اهم سنڌي مضمون/ مقالا

1. **هندستان کان آمريڪا تائين سفر:** مهراڻ-1 (آڳاٽو دؤر)، 1946ع
2. **سنڌ جا گمنام دهقاني شاعر:** مهراڻ-3(آڳاٽو دؤر)، 1947ع

3. **ڪبير شاهه ۽ شيخ ابراهيم جي ملاقات ۽ شاعرانه مناظرو:** ماهوار نئين زندگي- آگسٽ 1950ع

4. **سنڌي ٻوليءَ جون سرحدون ۽ اُن جو ڪڇي محاورو(1):** ماهوار نئين زندگي- سيپٽمبر 1951ع

5. **سنڌي ٻوليءَ جون سرحدون ۽ اُن جو ڪڇي محاورو(2):** ماهوار نئين زندگي- آڪٽوبر 1951ع

6. **شاهه جي عام مقبوليت جا سبب:** ماهوار نئين زندگي- جنوري 1951ع

7. **محمد بن قاسم جي فتح کان اڳ سنڌ جي حالت:** ماهوار نئين زندگي- اپريل 1951ع

8. **فتوحات محمد بن قاسم:** ماهوار نئين زندگي- مئي 1951ع

9. **لعل شهباز جي روضي جا تاريخي ڪتبا:** ماهوار نئين زندگي- جون 1951ع

10. **حمل لغاري ۽ سندس همعصر شاعر:** ماهوار نئين زندگي- جولاءِ 1951ع

11. **مقامات سنڌي:** ماهوار نئين زندگي- آگسٽ 1951ع

12. **قومي انقلاب جي تعمير ۾ ادب جو حصو:** ماهوار نئين زندگي- آڪٽوبر 1951ع

13. **سنڌ جو هڪ برگزيدو گهراڻو، پير پاڳاره خاندان:** ماهوار نئين زندگي 1952ع

14. **شاھ صاحب جو مخدوم محمد معين ڏانهن خط ۽ ان جو جواب:** ماهوار نئين زندگي- نومبر 1953ع

15. **سنڌ جا سورهيه (1):** ماهوار نئين زندگي- جون 1954ع

16. **سنڌ جا سورهيه (2):** ماهوار نئين زندگي- جولاءِ 1954ع

17. **سنڌي ۽ هندي شاعريءَ جو لاڳاپو (1):** ٽماهي مهراڻ- 1، 1955ع

18. **سنڌي ۽ هندي شاعريءَ جو لاڳاپو (2):** ٽماهي مهراڻ- 2، 1955ع

19. **سنڌي ۽ هندي شاعريءَ جو لاڳاپو (3):** ٽماهي مهراڻ- 3، 1955ع

20. **چتو فقير سانگي:** ٽماهي مهراڻ-4، 1955ع

21. **درويش راضي شاھ لڪياري:** ٽماهي مهراڻ-1، 1956ع

22. **سنڌي ٻولي، اُن جو ماضي، حال ۽ مستقبل:** ٽماهي مهراڻ-2، 1956ع

23. **ٿر ۽ مهراڻي جا لوڪ گيت:** ٽماهي مهراڻ-2، 1956ع

24. **پارس ڪاڻ:** ٽماهي مهراڻ-3، 1956ع

25. **پير پاڳارو شهيد صبغت الله شاھ ثانيرح:** ٽماهي مهراڻ سوانح نمبر، 1957ع

26. **رئيس المهاجرين مرحوم جان محمد جوڻيجو:** ٽماهي مهراڻ سوانح نمبر، 1957ع
27. **مرحوم مولانا دين محمد وفائي:** ٽماهي مهراڻ سوانح نمبر، 1957ع
28. **فولاد علي فقير شر:** ٽماهي مهراڻ سوانح نمبر، 1957ع
29. **قاضي عبدالرؤف مورائي:** ٽماهي مهراڻ سوانح نمبر، 1957ع
30. **مرحوم علامه محمد قاسم ڳڙهي ياسيني:** ٽماهي مهراڻ سوانح نمبر، 1957ع
31. **ميان نورمحمد شيخ ننگرپارڪري:** ٽماهي مهراڻ سوانح نمبر، 1957ع
32. **مولوي بهاءُ الدين بهائي مرحوم:** ٽماهي مهراڻ سوانح نمبر، 1957ع
33. **مولوي محمد صادق راڻيپوري:** ٽماهي مهراڻ سوانح نمبر، 1957ع
34. **پير احسان الله شاهه راشدي مرحوم:** ٽماهي مهراڻ سوانح نمبر، 1957ع
35. **مخدوم امير محمد:** ٽماهي مهراڻ سوانح نمبر، 1957ع
36. **مولوي عبدالله لغاري:** ٽماهي مهراڻ سوانح نمبر، 1957ع

37. **مرحوم لعل بخش خان لغاري:** ٽماهي مهراڻ سوانح نمبر، 1957ع

38. **حضرت شاه صدر:** ٽماهي مهراڻ-1، 1957ع

39. **خطبہ استقباليه:** 18- ڪل سنڌ ادبي ڪانفرنس، حيدرآباد سنڌ، 31 مئي 1958ع، شايع ڪندڙ مجلس عاملہ، حيدرآباد، 1958ع

40. **بلوچي ٻولي، سندس ادب ۽ اديب:** ماهوار نئين زندگي، آگسٽ 1958ع

41. **رازي فقير جا راز:** ٽماهي مهراڻ 2-3، 1955ع

42. **سنڌي راڳ ڪانفرنس:** ٽماهي مهراڻ -1، 1959ع

43. **حيدرآباد شهر:** ٽماهي مهراڻ -1، 1962ع

44. **مسلم بنگال جي فارسي ادب جي هڪ اهم تصنيف:** ڪتاب ”شرف نامہٴاحمد منيري“: ٽماهي مهراڻ-1، 1967ع

45. **عام سنڌي شاعري:** ٽماهي مهراڻ 3-4، 1969ع

46. **تذڪره مشائخ سيوستان:** ٽماهي مهراڻ -1، 1972ع

47. **شيخ احمد بن محمد صديق السنڌي عرف قاضي احمد دمائي:** تحفه لواري شريف، 1975ع، انتظاميا جماعت لواري، بدين

48. **1857ع ۾ سنڌ طرفان آزاديءَ جي جنگ:** نئين زندگي، آزادي نمبر، آگسٽ- سيپٽمبر 1979ع

49. **سپهه سالار درياخان جو حسب نسب:** ٽماهي مهراڻ 1-2، 1980ع

50. **مولود شريف، سنڌي شاعريءَ جي اهم صنف:** ٽماهي مهراڻ 3-4، 1980ع

51. **پنهور، ديبل جو اصل ماڳ:** پنهور ۽ ديبل، 1983ع

52. **استاد ڳجهارت جو فن زنده رکڻ لاءِ ڪوشش ڪن:** روزانه مهراڻ، 10 مارچ 1984ع

53. **علامه آءِ آءِ قاضي: سنڌ يونيورسٽيءَ جو محسن ۽ معمار:** سووينيئر، پاڪستان اسٽڊي سينٽر، ڄام شورو، 1989ع (پڻ ”مهراڻ“ رسالي ۾ آيل)

54. **مير باگو ۽ سنڌ راڻي:** سنڌ اڪيڊمي، ڪراچي، 1989ع

55. **هنگلاج جو سفر:** لطيفي لاٽ- مرتب: ممتاز مرزا، ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز، 1992ع (پڻ ”مهراڻ“ رسالي ۾ آيل)

56. **پير روضي ڌڻي جي ملفوظات ’مجمع الفيوضات‘ جامعه راشديه جا پنجاهه سال-** جمعيت علماءِ سڪندريه پير جو ڳوٺ، 2003ع

57. **A National System of Education and Education of Teachers**: Ph.D Thesis 1949, Columbia University, New York, Published

by Sind Institute of Policy studies, Larkana (2003).

58. **Bilal:** An Esteemed Child of Liberty (1949).

59. **Arts and Crafts of the Lower Indus Valley:** Mehran Arts Council, Hyderabad (1964).

60. **The Traditional Arts and Crafts of Hyderabad Region:** Mehran Arts Council, Hyderabad, Pakistan (1966).

61. **The Musical Instruments of Sindh**: Mehran Arts Council, Hyderabad, Pakistan (1967).

**62. Spanish Cante Jondo:** Its origin in Sindhi Music By Aziz Baloch; English Translation & one chapter addition by Dr. N.A Baloch (1968).

**63. Kitab Hasil-al-Nahj':** The earliest work on Education in Sub-continent in Persian, Authored by Makhdoom Jaffar-al Bubakani District Dadu. Discovered and

edited with a chapter wise summary in English by Dr. N.A. Baloch, Institute of Education, University of Sindh (1969).

64. **Education in Sindh Before the British Conquest and the Educational policies of the British Government,** Sindh University Press (1971).

65. **The Education Policy:** Implications and implementation (1972).

66. **Development of Music in Sindh:** Sindh University Press, Hyderabad (1973).

67. **The Historical Sindh Era: Monograph**: (1975).

68. **Curriculum And Teachers Education:** The volume on Muslim Education, First World Education Conference, Makka, 1977. Edited by N.A Baloch jointly with M.H Al-Affendi, published by Hodder and Stoughton, King

Abdul-Aziz University, Jiddah, Saudi Arabia (1980).

**69. Seminar on the Documentation of Current History ofPakistan:** Proceedings and Recommendations 1947-80, NIHCR, Islamabad (1980).

**70. Advent of Islam in Indonesia:** NIHCR, Islamabad (1980).

**71. World of Islam Today:** Proceedings, Recommendations and Papers of the National Hijra Council on History and Culture, July 1980, NIHCR, Islamabad (1981).

**72. Pakistan:** A comprehensive Bibliography of Books and Government Publications edited with annotations 1947-80:Institute of History, Culture and Civilization, Islamic University Islamabad (1981).

**73. Knowledge for What?** Edited proceedings and papers of the Hijra Seminar on Islamization of Knowledge, held on 7, 8,

9 Rabi' al Awal 1402 H/ 4-6 Jan:
1982, Institute of Education, Islamic University Islamabad (1982).

74. **Fathnama-i-Sindh**: Persian text with comprehensive introduction in English, Islamabad, Institute of Islamic History, Culture and Civilization (1982).

75.**Beruni's Geodical Experiment on Nandana Fort:** District Jhelum. A Monograph: Islamabad (1983).

**76. Muslim Luminaries:** Leaders of Religious Intellectual and Political Revival in South Asia. (711-1206 A.D.), National Hijra Council, Islamabad, (1988).

**77. Great Books of Islamic Civilization:** National Hijra Council, Islamabad (1989).

78. **Boats in the Indus Delta and on the Coastline of Sindh:**Development In Historical Perspective. Department of

Culture and Tourism, Govt of Sindh, Karachi (1990).

79. **The Educator Speaks:** Thoughts of Allama I.I Kazi, Sindh University Press Hyderabad, Sindh (1989).

80. **I.I Kazi: Reflections on Evolution**; Allama I.I Kazi Memorial Society, Hyderabad, Sindh (1992).

81. **Lands of Pakistan**: (Perspectives, historical and cultural), El. Mashriqi Foundation, Islamabad (1995).

82. **Sindh: Studies in History:** A Preliminary Version, Kalhora Seminar Committee, Karachi, (1996).

83. **Islamabad:** The Capital City of Pakistan.

84. **Allama I.I Kazi:** Unpublished Speeches & Writings, Allama I.I Kazi Chair Publication, University of Sindh (1999).

85. **Education Based on Islamic Values, Imperatives and Implications:** Pakistan

Study Centre, University of Sindh, Jamshoro (2000).

86. **A Programme of Teacher Education for the New State of Pakistan:** Published in parts, and based on his Ph.D.
thesis, University of Sindh Educational Journal (1949).

87. **Sindh Studies: Historical,** Pakistan Study Centre, University of Sindh, Jamshoro (2003).

88. **Sindh Studies: Cultural.** Pakistan Study Centre, University of Sindh, Jamshoro (2005).

89. **World of Work:** Predicament of a scholar Edited by Professor Muhammad Umar Chand, Institute of Sindhology (2007).

90. **North-West Frontiers of Pakistan and other avenues of Historical Writings**: Pakistan Study Centre, University of Sindh, Jamshoro (2009).

91. **Quranic Concept of Book that Guides: Mission unto Light International,** Published by Professor Muhammad Yusuf Shaikh, Larkana (2010).

92. **Life and Thought of Shah Abdul Latif Bhittai: based on commentary of Shah Jo Risalo- Poetic Compendium of Shah Latif's Ten Volumes.** Translated in English by Gul Muhammad Umrani. Published by Culture Department Government of Sindh, (2010).

93. **Searching in to Sophia:** Compiled and edited by Prof. Muhammad Yusuf Shaikh, Mr. Books, Islamabad (2010).

94. **The Concepts and Criteria Underlined in the Holy Quran for the 'Books' that guides and educates:** Allama I.I. Kazi Memorial Society, University of Sindh, Elsa Kazi Campus, Hyderabad (1991).

95. **Votes for Women, Religion and secular Dichotomy, and other unpublished**

**speeches and writings:** Allama I.I. Kazi Memorial Society, University of Sindh, Elsa Kazi Campus, Hyderabad (1999).

96. **Some Aspects of Music Inheritance of Iran, Persian and Turkey:** University of Sindh Press, Hyderabad (1997).

97. **Paper presented at the conference on "Evolution of Political Thought in the Muslim World":** Bahaudin Zakaria University, Multan (1981).

98. **Measurement of Space and Time in the Lower Indus Valley of Sindh:** a paper presented at the Science Conference, Islamabad (1979).

99. **Teacher Education in the Muslim Society:** a paper contributed at the First World Conference on Muslim Education, Makkah, Saudi Arabia (1977).

100. **Folk Literature of Pakistan:** A general survey read at the Pakistan Folklore Seminar, Dacca (1968).

101. **A Survey of Traditional Culture of Pakistan and the Impact of Modern Development on Cultural Tradition:** A field study prepared for UNESCO (1956).

102. **In Search of the Indus Culture Sites in Sind:** The paper read at International Symposium on Moenjodaro, 23-25 Feb, (1973).

103. **Administration of Sindh Under the Caliphate:** Quarterly Journal of the Pakistan Historical Society, July-December, (1998).

104. **Early Advent and Consolidation of Islam in the Lands of Pakistan:** "Aspects of Islamic Studies" International Congress, London 5-15, April (1976).

105. **Historical Writings on Pakistani Tradition and Progress:** A paper presented at the Congress of Pakistan History and Culture, University of Islamabad, April (1973).

106. **Higher Education in Pakistan:** A paper published in Encyclopaedia of Higher Education, USA.

# ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي ياد ۾ ٿيل تعزيتي ريفرنس

1. سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو- 9 اپريل 2011ع (ڊاڪٽر بلوچ هال)
2. ثقافت کاتو، حڪومت سنڌ (سنڌي ادبي سنگت ۽ ٻين ادارن جي سهڪار سان) 10 اپريل 2011ع (سنڌ ميوزيم، حيدرآباد)
3. سنڌي ادبي بورڊ، ڄام شورو- 11 اپريل 2011ع (ڊاڪٽر بلوچ هال، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي)
4. سنڌ يونيورسٽي ٽيچرس ايسوسيئيشن- 12 اپريل 2011ع (شيخ اياز آڊيٽوريم، سنڌ يونيورسٽي، ڄام شورو)
5. بزم روح رهاڻ (حميد سنڌي) حيدرآباد- 17 اپريل 2011ع
6. سامي فائونڊيشن، عمرڪوٽ- 18 اپريل 2011ع
7. سنڌي ادبي سنگت، سانگهڙ- 21 اپريل 2011ع (ضلع ڪائونسل هال، سانگهڙ)
8. ڊاڪٽر اين.اي بلوچ ماڊل اسڪول، حيدرآباد (ايلسا قاضي ڪئمپس، يونيورسٽي آف سنڌ)- 7 مئي 2011ع
9. چيمبر آف ڪامرس، ڪراچي- 8 مئي 2011ع

10.آرٽس ڪائونسل ۾ ڪراچي يونيورسٽي- 8 مئي 2011ع (آرٽس ڪائونسل آڊيٽوريم، ڪراچي)
11. سنڌ گريجوئيٽس ائسوسيئيشن (SGA) 16 مئي 2011ع (ريجنٽ پلازا هوٽل، ڪراچي)
12.اڪيڊمي آف ليٽرس، اسلام آباد- اپريل 2011ع
13.پاڪستان انسٽيٽيوٽ آف نيشنل افيئرس (PINA) لاهور- 15 اپريل 2011ع
14.اسلامڪ انٽرنيشنل يونيورسٽي، اسلام آباد-
15.سانا(SANA) لاس اينجلز (آمريڪا)- 4 جولاءِ 2011ع

# ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ بابت ڇپيل مواد:

1. **ڊاڪٽر بلوچ هڪ مطالعو:** ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو، لاڙ ادبي سوسائٽي بدين، 1998ع

2. **ماهوار نئين زندگي:** ڊاڪٽر بلوچ خاص نمبر، ڊسمبر 1999ع پريس انفارميشن ڊپارٽمينٽ، جي.او.آر ڪالوني حيدرآباد

3. **20th Century Scholar**: Award conferred on Dr. N.A Baloch for his scholarship 1996, Kalhora Seminar Committee, Karachi

4. **ڊاڪٽر بلوچ هڪ مثالي عالم:** (جلد پهريون) مرتب تاج جويو، سنڌ ماٿڪ موتي تنظيم حيدرآباد، 2001ع

5. **ڊاڪٽر بلوچ هڪ مثالي عالم:** (جلد ٻيو) مرتب تاج جويو، سنڌ ماٿڪ موتي تنظيم حيدرآباد، 2002ع

6. **ڊاڪٽر بلوچ هڪ مثالي عالم:** (جلد ٽيون) مرتب- محمد عثمان منگي، سنڌ ماٿڪ موتي تنظيم حيدرآباد، 2004ع

7. **پيارن جا پيغام:** (ڀاڱو پهريون) (ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ڏانهن لکيل خط ۽ ڪن جا جواب) مرتب: عنايت بلوچ، سنڌ ماٿڪ موتي تنظيم، 2004ع

8. **سڄڻن جا سلام:** (ڀاڱو ٻيو) مرتب: محمد عثمان منگي، سنڌ ماٿڪ موتي تنظيم، 2005ع

9. **سچڻ سارينڌي:** ڊاڪٽر بلوچ صاحب جا لکيل خط- انسٽيٽيوٽ آف سنڌ الاجي، ڄام شورو، 2005ع
10. **نقوش:** (ڊاڪٽر بلوچ نمبر) لاهور
11. **ڊاڪٽر بلوچ شخصيت اور فن:** محمد راشد شيخ، اڪادمي ادبيات پاڪستان، 2007ع
12. **ڊاڪٽر بلوچ (تاريخي انٽرويو)** ”نيوز اينڊ اوپينين“ حيدرآباد جولاءِ آگسٽ 2007ع
13. **ڊاڪٽر بلوچ سان قرب پريون ڪچهريون، سگهڙن جا سلام ۽ دعائون:** سينگاريندڙ: سگهڙ عبدالرحمٰن مهيسر، ڇپائيندڙ: ڊاڪٽر محمد شريف بلوچ. 2001ع.
14. **World of Work**: (Predicament of a Scholar), edited with Introduction by Professor Muhammad Umar Chand, Institute of Sindhology, 2007.
15. علم، ادب، تاريخ ۽ ثقافت جو عظيم اسڪالر ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ (تعزيتي تاثرات) مرتب- حافظ محمد يوسف پنپرو، سنڌ ماڻڪ موتي تنظيم حيدرآباد، آگسٽ 2011ع.
16. ”مهراڻ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ خاص نمبر“ سنڌي ادبي بورڊ ڄام شورو (اپريل 2012ع ورسيءَ جي حوالي سان خصوصي اشاعت).



# ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو

26 نومبر 1935 وفات 12 جولاءِ 2011



# ڊاڪٽر بلوچ:
# ڪم جي ابتدا، رٿابندي، تحقيق ۽ ترتيب جو طريقو

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، مرزا قليچ بيگ وانگر انهن اسڪالرن مان آهي، جن هڪ صدي (ع) ۾ لکڻ شروع ڪيو ۽ ٻي صديءَ ۾ پهتا. عام ڳڻپ ڪجي ته مرزا قليچ بيگ 80-1879ع کان لکڻ شروع ڪيو ۽ 1929ع تائين مصروف عمل رهيو. ڊاڪٽر بلوچ صاحب اندازاً 1945ع کان لکڻ شروع ڪيو ۽ 2011ع تائين لکندو رهيو. ڊاڪٽر صاحب 2 مارچ 2011ع واري خط ۾ مون کان بدين ۽ ڪڇ جي جيلاني پيرن بابت معلومات گهري. اُن مان معلوم ٿئي ٿو ته گهٽ ۾ گهٽ ان تاريخ تائين هڪ ڪم ۾ هٿ هوس.
اُهو ڪم هو ”پير غوث محمد جو ڪلام“ هن ڪتاب جي مقدمي جي تياريءَ ۾ مشغول هئا.

مرزا قليچ بيگ کان سواءِ پيرومل، گربخشاڻي، دائودپوٽو، ڏيپلائي، محبوب علي چنه، مولائي شيدائي، تاج صحرائي، ڊاڪٽر سنڌيلو ۽ ٻيا سنڌ جي تاريخ، ثقافت ۽ ادب بابت تحقيق ڪري رهيا هئا.
انهن ۾ مولائي صاحب تاريخ تي ڪتاب ۽ مقالا لکي رهيو هو.
ڏيپلائي ناولن ۽ افسانن جي صورت ۾ اسلام جي عظمت ۽ پير پرستيءَ خلاف لکي رهيو هو.
قليچ جو ڪم وسيع نوعيت جو هو. تعداد جي لحاظ کان اُن جا ڪتاب گهڻا (457) آهن.
پيرومل سنڌ جي تاريخ ۽ شاهه عبداللطيف بابت لکي رهيو هو.
ڊاڪٽر گربخشاڻي فقط ”شاهه جو رسالو“ ايڊٽ ڪيو ۽ ”لواريءَ جا لال“ ڪتاب لکيو.
پيرومل ۽ گربخشاڻيءَ جي اندازِ تحرير ۾ تحقيق جو عنصر نسبتاً وڌيڪ نمايان آهي.
هنن سڀني ليکڪن ۽ محققن جو ڪم معياري ۽ ڳُڻپ ۾ اچي ٿو.
پر ڊاڪٽر بلوچ هڪ ادبي اُتُل آهي، جنهن سنڌ کي ته سيراب ڪيو، پر دنيا ۾ به نالو ڪڍيو. اِن لحاظ سان فقط پير حسام الدين راشدي هو جنهن دنيا ۾ نالو ڪڍيو.
هنن ٻنهي اڪابرن جي علمي ۽ تحقيقي ڪم کي ڏسي ايئن چوڻ ۾ وڌاءُ نه ٿيندو ته ٻئي اڪابر نابغهء روزگار ۽ قومي هيرو آهن.
سنڌن ڪم جي رٿابندي بيمثال آهي.

اچو ته هڪ قومي هيري ڊاڪٽر بلوچ جي بيمثال خدمتن ۽ سندن رٿابنديءَ بابت ٻه اکر نذر عقيدت طور پيش ڪريون:
پهريان ٻه ڪتابڙا مختصر ضخامت جا آهن، پر ڊاڪٽر صاحب جي ابتدائي دور جي فڪر ڏانهن اشارو ڪن ٿا. جن ۾ پهريون آهي ’گڏهه‘ جيڪو 1946ع ۾ ڇپيو. هن جا ٻيا ٻه ڇاپا (1952ع ۽ 1956ع) ڇپيا. ڪتاب ڪل 28 صفحن جو آهي. ڊاڪٽر صاحب اُن تي پنهنجو نالو ايڊيٽر طور لکيو آهي. هيءُ ڪتاب سنڌ جي صاحبِ اقتدار ۽ مسلمان اسيمبلي ميمبرن تي ٺوڪ طور لکيو ويو. هنن ۾ هندو ميمبرن وانگر تعليم جو شعور نه هو ۽ رڳو سنڌ اسيمبليءَ ۾ سيٽن تي ڪنڌ لاڙي ننڊون ڪري رهيا هئا. سر ورق تي سوٽ بوٽ ۽ ٽوپلو پهريل صاحبِ تقرير مائيڪرو فون تي محوِ گفتگو آهي. ڊاڪٽر صاحب لکن ٿا ته هن جانور جا ٻه ڳُڻ ڳُڻ ڪان ٻاهر آهن پر مسلم ميمبر حضرات سنڌ جي عوام جي تعليم لاءِ ٻه اکر به ڳالهائي نٿا سگهن. اصل ۾ هيءَ تعليم لاءِ دردمند دل جي پڪار هئي.
ٻيو مختصر ڪتاب ’لاکو ڦلاڻي‘ آهي. هيءُ ڪتاب تڏهن ڇپيو جڏهن 1958ع ۾ مون سنڌي شعبي سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ داخلا ورتي ۽ اسان جي سنڌي مجلس هيءُ ڪتاب ڇپايو. ڊاڪٽر صاحب شعبهءِ تعليم جا مستقل ڊائريڪٽر ۽ سنڌيءَ جا انچارج هيد هئا. سنڌ جي هن سُورهيه سردار بابت هيءُ ڪتاب ڪل 31 صفحن جو آهي.

اندزاً 50-1949ع ڌاري ڊاڪٽر صاحب جي علمي ڪم جي ابتدا ٿي، جنهن کي ڪم جي رٿابندي چئُون ٿا، البت انهن ڏينهن ۾ ڪي مضمون خليفي نبي بخش، حمل فقير ۽ مفيد شاعريءَ تي سنڌي ادبي (صلاحڪار) بورڊ جي رسالي مهراڻ ۽ عام راءِ ۾ ڇپيا. انهن موضوعن ۽ شاعرن تي اڳتي هلي مڪمل رٿابنديءَ سان ڪم ڪيائون. جن شاعرن جو ڪلام ايڊٽ ڪيائون انهن ۾ حمل فقير، خليفو نبي بخش لغاري، شاهه شريف پاڙائي، لطف الله قادري، نواب ولي محمد لغاري نشانبر آهن.

انهن ڪتابن جا مقدما ڪلام جي ترتيب، تصحيح ۽ تدوين اعليٰ سطح تي ڪيائون.

جيڪڏهن سال وار تحقيقي ڪم جو جائزو وٺون ته هن سلسلي ۾ پهريون ڪتاب ”پيلاين جا پول“ آهي. هن ڪتاب جي مقدمي ۾ ڊاڪٽر صاحب اُهو ٻڌائين ٿا ته ڪتاب ترتيب هيٺ آيو. سنڌن رٿابنديءَ کي ته داد ڏبو پر اُن شگفته بيانيءَ جي تعريف ڪبي جنهن سان رٿابنديءَ جي ڳالهه ڪئي اٿن. پنهنجي لفظن توڙي ڊاڪٽر صاحب جي زباني اُها ڳالهه هيئن ڪبي:

## پهرين رٿا:

علي ڳڙهه مان ايم.اي، ايل.ايل.بي ڪرڻ کان پوءِ پي ايچ.ڊي جي تياريءَ لاءِ عنوان ”سند تحت سيطرت العرب“ مقرر ٿيو ۽

رهبر پروفيسر عبدالعزيز الحسيني ٿيو. پاڻ موڪل تي سنڌ آيا
ته ملڪ جي تقسيم سبب واپس نه وڃي سگهيا ۽ اسڪالر شپ
تي 1946ع ۾ آمريڪا جي نيويارڪ شهر ۾ ڪولمبيا
يونيورسٽيءَ ۾ ڊي. ايڊ (عام معنيٰ ۾ پي ايچ. ڊي) جي پڙهائي ۽
ٿيسز ۾ مشغول ٿيا، 1949ع ۾ ڊاڪٽريٽ مڪمل ڪري وطن
وريا. ڪين بيروزگاريءَ جي نعمت نصيب ٿي. سنڌ گهمڻ ۽ سنڌ
جي ادبي توڙي ثقافتي ورثي جي تلاش، پروڙ توڙي دستيابيءَ
لاءِ ڪوشان رهيا. ”ٻيلاين جي ٻول“ واري رٿا ڪي آمريڪا
ويندي گهٽي پاڳي ساموندي جهاز ۾ مڪمل ڪيائون. باقي ڪم
فرصت ملڻ وقت ڪندا رهيا. هيءُ ڪتاب مڪمل ٿي، 1951ع
۾ ڇپيو. هي لس ٻيلي جي عام شاعريءَ جو مختصر جائزو آهي.
سگهڙن سان ڪچهرين مان بيت قلمبند ڪيائون. خاص طور
سنڌ جي شاعر ڪبير شاهه ۽ لسٻيلي جي شاعر شيخ ابراهيم جي
شعري معرڪي ۽ ٻنهي خاندانن جي شاعرن جو تذڪرو ڪيو
ويو آهي(1). ڪتاب ۾ 12 باب ۽ 295 صفحا آهن جڏهن ته ٻئي
آيل ايڊيشن (زيب ادبي مرڪز حيدرآباد 1970ع) ۾ 21 باب ۽
515 صفحا آهن. هن مان ڊاڪٽر صاحب جي ان طريقهء ڪار
جي خبر پوي ٿي ته پاڻ وڌيڪ مليل مواد ڪتاب ۾ شامل ڪندا
آيا آهن. جيئن هر ايڊيشن اڳ واري بنسبت مڪمل صورت وٺي.
ڊاڪٽر صاحب ”ٻيلاين جا ٻول“ تي پنهنجو نالو سهيڙيندڙ،
سموهيندڙ ۽ سُلجهائيندڙ طور لکيو آهي. هيءُ انداز انهن ٿنهي

پهلوئن جي پوري ترجماني به ڪري ٿو جن ۾ ڪلام جي سهيڙ (ترتيب) سموهه (شموليت) ۽ سلجهائڻ (معنيٰ مطلب جي اُڪيڙ) اچي وڃي ٿي. اڳتي محمد سومار شيخ جي ڪتاب جو مسودو سندن اڳيان آيو ته ان کي ”ڪچين جا قول“ جو نالو ڏئي سنڌي ادبي بورڊ شايع ڪيو.

## ٻي رٿا:

سنڌي زبان لاءِ هيءَ هڪ رٿا هئي، جنهن لاءِ پهرين سنڌي ادب لاءِ صلاحڪار بورڊ 1940ع ۾ تجويز ڏني ۽ عالمن جي هڪ ڪميٽي مقرر ڪئي پر ڪم ابتدائي مرحلي کان اڳ نه وڌيو. سنڌي ادبي بورڊ جي نئين تشڪيل ٿيڻ ته هيءُ اهم ڪم 1951ع ۾ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي حوالي ڪيو ويو. ڊاڪٽر صاحب مڪمل رٿابندي ۽ تندهيءَ سان ڪم جي ابتدا ڪئي. سنڌ يونيورسٽي حيدرآباد ۾ ڊاڪٽر صاحب جي آفيس (ڊائريڪٽر ڊپارٽمينٽ آف ايجوڪيشن) جي پرسان هڪ ڪمرو ڊڪشنري آفيس طور مليو ۽ ڪي ڪارڪن به مقرر ٿيا. ڊاڪٽر صاحب پهريون جلد تيار ڪيو. سڀني جلدن جي تڪميل تائين مختلف مرحلا آيا، ڪي رنڊڪون به وقت به وقت وڌيون ويون، انهن جو ذڪر ڊاڪٽر صاحب ڪيو آهي. پهريون جلد

1960ع ۾ شايع ٿيو ۽ باقي جلدن لاءِ بورڊ کي پيا نالا به ڊاڪٽر صاحب جي نالي سان گڏ شامل ڪيا ۽ نهايت نامناسب رويو اختيار ڪيو ويو. پيو ڪو هجي ها ته ميدان ڇڏي وڃي ها، پر هن پاسي به هڪ عاشق صادق ۽ سچو خادم بيٺل هو. بد دل ته ٿيو پر هٽيو نه(2). هن ڳالهه جو ذڪر ڊاڪٽر صاحب ڏکاري انداز ۾ پر مهذب ۽ شريفانه زبان ۾ جامع سنڌي لغات جي پنجين جلد جي مهاڳ ۾ ڪيو آهي(3). هڙي روش مان اِهو پڌري پٽ معلوم ٿئي ٿو ته اسين پنهنجي عظيم اسڪالرن جو ڪهڙو قدر ڪريون ٿا.

بهرحال لوڏن لمن کان پوءِ جامع سنڌي لغات، سنڌي ادبي بورڊ هيٺين سالن ۾ ڇاپي:

جلد پهريون 1960ع

جلد ٻيو 1981ع

جلد ٽيون 1984ع

جلد چوٿون 1985ع

جلد پنجون 1988ع

صاحبِ لغات جي نظر پوءِ به لغات تي رهي ۽ سڌارا واڌارا شامل ڪندو ويو ۽ نيٺ لغات کي اڃا به بهتر ڪري ڇڪو ته سنڌي ٻوليءَ جي بااختياري اداري جي حوالي ڪيائون ۽ اُها ٽن جلدن ۾ بالترتيب 2004ع، 2005ع ۽ 2007ع ۾ شايع ٿي. اُن کان سواءِ اثارٽيءَ (سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار اداري) ڊاڪٽر

صاحب جون ٻه ٻيون به لغات شايع ڪيون. هڪ ”هڪ جلدي سنڌي لغت“ (1998ع) ۽ ٻي ”روشني“ (شاهه جي رسالي جي لغات 2002ع). اِن کان سواءِ ڊاڪٽر غلام مصطفيٰ خان جي ساڻ سان پاڻ سنڌي- اردو لغت (1959ع) ۽ اردو- سنڌي لغت (1960ع) به تيار ڪيائون جيڪي مرڪزي سرڪار جي مالي مدد سان سنڌ يونيورسٽيءَ شايع ڪيون(4).
اِن لساني ۽ لغاتي جاکوڙ سان گڏ آخوند عبدالرحيم وفا عباسيءَ جي تاليف ”جواهر اللغات سنڌي اڪيچار“ کي به مهاڳ سان سنڌي ٻوليءَ جي بااختيار اداري طرفان شايع ڪيائون. هڙو ڪم هڪ مڪمل عزم ۽ مؤثر رٿابنديءَ کان سواءِ ٿي نٿو سگهي. ڊاڪٽر صاحب مڪمل رٿابنديءَ سان جامع ۽ ٻين لغتن جو اڻ ڪاٿيو ڪم مڪمل ڪيو.

## ٽين رٿا:

هيءَ رٿا سنڌ جي تاريخ جي ماخذن جي تدوين ۽ حاشيه نويسي آهي. هن سلسلي ۾ سنڌ جي تاريخ جي ٽن بنيادي ماخذن جي سنڌي ترجمي جا مسودا ڊاڪٽر صاحب جي حوالي ڪيا ويا. اهي هئا: تاريخ معصومي، چچ نامه ۽ تحفة الڪرام.
ٽنهي تاريخن جو سنڌي ترجمو مخدوم امير احمد صاحب ڪيو. هي بزرگ ڊاڪٽر صاحب جن جو اُستاد به هو. تاريخ معصومي جو ترجمو اُن فارسي متن جو هو جيڪو 1938ع ۾ ڊاڪٽر

عمر بن محمد دائودپوٽي جي تعليقات ۽ فوٽ نوٽس سان ڇپيو هو. ڪن ڳالهين جي وڌيڪ سمجهاڻين جي ضرورت هئي، جن جي پورائي ڊاڪٽر بلوچ صاحب ڪئي. هيءَ تاريخ سنڌي ادبي بورڊ 1953ع ۾ شايع ڪئي. ساڳي طرح ٻيو ماخذ علي ڪوفي جو ڪتاب ”فتح نامه سنڌ عرف چچ نامو“ هو. اصل ڪتاب عربيءَ ۾ هو جو علي ڪوفيءَ فارسيءَ ۾ آندو. فارسي متن تي ڊاڪٽر دائود پوٽي جا تعليقات آهن. ڊاڪٽر بلوچ صاحب اُن تي واڌارا ڪيا ۽ سنڌي ادبي بورڊ هيءُ ڪتاب 1954ع ۾ شايع ڪيو.

هن ئي سلسلي جو ٽيون ڪتاب تحفة الڪرام مير علي شير قانع ٺٽويءَ جو آهي. هن کي به ڊاڪٽر صاحب ايڊٽ ڪيو ۽ سنڌي ادبي بورڊ 1957ع ۾ شايع ڪيو. سنڌي ادبي بورڊ پاران ڇڏيل ڪن فارسي تاريخن کي به ڊاڪٽر صاحب ايڊٽ ڪيو ۽ بورڊ شايع ڪيو. اُهي آهن: تاريخ طاهري (1964ع)، بيگلارنامه (1980ع)، لب تاريخ سنڌ (1959ع). اُن کان سواءِ ڪلهوڙا سيمينار ڪميٽي پاران ڊاڪٽر صاحب جا ايڊٽ ڪيل ڪتاب ڇپيا جيڪي هي آهن: باقيات از احوال ڪلهوره (1996ع) ۽ تاريخ بلوچي از جوکيو (1996ع) هي ٻئي ڪتاب خود ڊاڪٽر صاحب ذاتي جاکوڙ سان لڌا.

ڊاڪٽر صاحب جڏهن اسلام آباد ۾ تاريخ تي تحقيق جي اداري جو سربراه هو تڏهن تاريخ بابت 25 ڪتابن جي رٿا مرتب

ڪيائين. اُن مان ”فتح نامه سنڌ“ انگريزي ۾ تيار ڪيائين ۽ تفصيلي مقدمي توڙي 140 صفحن جي وضاحتن سان 1983ع ۾ شايع ڪيائين. ٻيو به تاريخ ۽ تهذيب بابت ڪم ڪيائين جنهن ۾ يونيسڪو طرفان لکايل ”وچ ايشيائي تهذيبن جي تاريخ“ بابت چوٿين جلد جو خاڪو تيار ڪيائين. 1995ع ۾ سندس ڪتاب ”Lands of Pakistan“ مشرقي فائونڊيشن اسلام آباد طرفان ڇپيو. سنڌ جي تاريخ تي سندن ڪتاب انگريزيءَ ۾ به آهن. اُن کان سواءِ انگريزيءَ ۾ به سندن ڪتاب ڇپيا آهن.

اسلام آباد جي قيام دوران سنڌ ۽ هند جي تاريخ، تهذيب ۽ ثقافت بابت هڪ تفصيلي رٿا به جوڙي پر واپس موٽڻ ڪري اُهو ڪم مڪمل نه ٿيو.

## چوٿين رٿا:

هيءَ لوڪ ادب جي سهيڙڻ جي اُها رٿا آهي. جنهن هڪ طرف سنڌ جي منتشر لوڪ ادب کي محفوظ ڪيو ۽ ٻئي طرف ڊاڪٽر صاحب کي دنيا کان داد تحسين ڏياريو. يونيسڪو کين خاص ڪميٽيءَ ۾ ميمبر طور شامل ڪيو. سنڌي ادبي بورڊ 1955ع ۾ هن رٿا جي منظوري ڏني ۽ هن اسڪيم جو ڊائريڪٽر ڊاڪٽر بلوچ صاحب کي مقرر ڪيو. تعلقي وار ڪارڪن مقرر ڪيا ويا، جن کي مواد موڪلڻ جو ماهيانو معاوضو ڏنو ويندو هو ۽ مرڪزي ڊڪشنري آفيس ۾ ئي لوڪ ادب جو ڪم شروع ٿيو.

اڪثر ڪارڪن اُهي ئي هئا جن سان ڊاڪٽر صاحب جون هنڌ هنڌ ڪچهريون به ٿي چڪيون هيون. ڪي پيا به مددي ڪارڪن حاصل ڪيا ويا هئا.

طريقئه ڪار هيءُ هو ته جيڪو به مواد ايندو هو سو مرڪزي آفيس ۾ موجود هيڊ ڪارڪن شيخ محمد اسماعيل ۽ پيا ڪارڪن چنڊ ڇاڻ ڪندا هئا. ڊاڪٽر صاحب شام جو ڇهين بجي ايندا هئا، اُن مواد کي ڏسندا هئا، ڪارڪنن سان صلاح ڪندا هئا ۽ درستيون ڪندا هئا. مختلف روايتن مان هڪ جي چونڊ ڪندا هئا ۽ اُهائي روايت متعلقه جلد ۾ موڪلينديڙ تعلقه ڪارڪن جي نالي سان شامل ٿيندي هئي، جيڪا فوٽ نوٽ ۾ ڏني ويندي هئي. مون به 1957ع ۾ سانوڻ فقير جا ڪي بيت محمد سومار شيخ جي ذريعي روانا ڪيا. 1962ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ ليڪچرر ٿيس ته ڊڪشنري/ لوڪ ادب آفيس ۾ ويندو هوس. هڪ اهڙي شام جو اُتي ويس ته ڊاڪٽر صاحب آيا. ڪارڪنن سان هٿ ملائڻ کان پوءِ هڪدم مواد ڏسڻ ۽ شيخ محمد اسماعيل کي صلاح ڏيڻ ۾ مشغول هئا ته گهران چانهه اچي وئي. ايلاچيءَ جي خوشبوءِ واري خوش ذائقه چانهه جو ڪوپ مون کي به مليو. چانهه جي هن ڪوپ مان مون کي ڊاڪٽر صاحب جن جي خوش ذوقيءَ جو به اندازو ٿيو. آءٌ موڪلائڻ لڳس ته شيخ محمد اسماعيل کي چيائون ته ميان عبدالجبار کان به مدد وٺندا رهو. اُن همت افزائيءَ واري جملي مون ۾ جذبو پيدا

ڪيو ۽ جڏهن به ڪا شيءِ ملندي هئي اُها ڪارڪنن کي ڏئي ايندو هوس. شيخ محمد اسماعيل ۽ ممتاز مرزا سان ٿوري گهڻي ڳالهه ٻولهه کان پوءِ هليو ويندو هوس، متان ڪارڪنن جو وقت ضايع ٿئي! ڊاڪٽر صاحب جن جو مٿيون جملو منهنجي ڪنن ۾ پيو ٻُرندو هو. انهن ئي ڏينهن بلڪه 1953ع ۾ جڏهن ”تاريخ معصومي“ ۽ ”ٻيلاين جا ٻول“ جو مطالعو ڪيو هوم ته ڊاڪٽر صاحب جن کي پنهنجو اُستاد، رهبر، مثالي محقق ۽ هيرو سمجهڻ لڳو هوس. سندن باقي زندگيءَ جي ڪاهوڙ ۽ جاکوڙ ثابت ڪيو ته منهنجي سندن باري ۾ عقيدت ۽ راءِ صحيح هئي(5).

سنڌي ادبي بورڊ لوڪ ادب جي هيءَ رٿا ڊاڪٽر صاحب جي حوالي ڪئي ۽ 1957ع کان مواد گڏ ٿيڻ شروع ٿيو. پوري رٿا بندي ۽ صنف وار مواد جي تقسيم ڪئي وئي. 42 جلدن جو هيءُ مواد تيار ٿيو. نثر ۾ سنڌي لوڪ ڪهاڻيون، سنڌ جا عشقيه داستان، ٻاهريان عشقيه داستان هڪ طرف هئا ته نظمي مواد ٻئي طرف هو. ڪن صنفن تي هڪ کان وڌيڪ جلد به تيار ٿيا ۽ ڇپيا. ڊاڪٽر صاحب جن هر صنف بابت مفصل مقدما لکيا ۽ موضوع جو ڪوبه پهلو تِشنه نه ڇڏيو. لوڪ ادب جي هنن جلدن جي موضوع وار تقسيم، مواد جي چونڊ، ترتيب ۽ رٿابندي ڏيان ڇڪائي ٿي. لوڪ ادب جي دنيا ۾ هيءَ رٿا منفرد ۽ نشانبر آهي. (6).

## پنجين رڻا:

ڊاڪٽر صاحب جن جي علمي شعور ۽ رٿابنديءَ جو هيءُ چمڪندڙ مثال آهي جو پاڻ سنڌي زبان جي تاريخ ۽ ماهيت لاءِ جوڙيائون. هن سلسلي ۾ پهرين هڪ مقالو ڏهين سنڌي ادبي ڪانفرنس لاڙڪاڻي جي موقعي تي سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ بابت پڙهيائون. هيءَ ڪانفرنس 12-13 آڪٽوبر 1950ع تي منعقد ٿي. هيءُ مقالو پهريائين ”تحفة لاڙڪاڻه“ ۾، ۽ پوءِ سماهي ”مهراڻ“
(1959/1ع) ۾ شايع ٿيو. ڊاڪٽر صاحب جي هن مقالي ۾ جا ٻوليءَ جي بڻ بنياد جي ڳالهه هئي، سا چٽنگ مان پنيٺ جي مثل هئي. هيءَ بنيادي رٿا پهرين ڪتاب جي صورت ۾ 1962ع ۾ ظاهر ٿي ۽ فقط ٻوليءَ بابت هئي. ڊاڪٽر صاحب اُن کي ٻئي ايڊيشن ۾ وڌايو ۽ هاڻي اُها فقط ”سنڌي ٻوليءَ جي مختصر تاريخ“ نه هئي، بلڪه ”سنڌي ٻولي ۽ ادب جي مختصر تاريخ“ (1980ع) هئي. اُن کان پوءِ به مطالعو جاري هو ۽ ٽيون وڌايل ايڊيشن ”سنڌي ٻولي ۽ ادب جي تاريخ“ جي عنوان سان 1990ع ۾ شايع ٿيو. چوٿون ڇاپو 1999ع ۾ نڪتو جيڪو به ساڳيو رهيو. ڪتاب جي اضافن جو وچور هيءُ بيٺو: پهريون ايڊيشن چار باب ۽ 138 صفحا، ٻيو ايڊيشن چار باب ۽ 313 صفحا ٽيون ۽ چوٿون ايڊيشن اٺ باب ۽ 521 صفحا.

ٻوليءَ ۽ ادب جي تاريخ تي هيءَ محققانه تصنيف نه رڳو ابتدائي بابن ۾ ٻوليءَ جي بڻ بنياد بابت ڊاڪٽر صاحب جو موقف ظاهر ڪري ٿي بلڪه وچ وارن بابن ۾ سنڌيءَ ۾ لکيل گذريل چار سؤ سالن ۾ اسلاميات ۽ ادبيات جي قلمي ڪتابن جي به نشاندهي ڪري ٿي. آخري بابن ۾ سنڌي ادب جي تاريخ کيساميءَ تائين آڻي ٿي.

سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ ۽ بڻ بنياد بابت راءِ ڀيرومل کان مختلف رهي ۽ پاڻ سنڌيءَ کي سامي سٽ جي زبان سڏيائون. هن موضوع تي ٻين اسڪالرن به پنهنجا رايا ڏنا. اجا به ايئن سمجهڻ کپي ته سنڌيءَ جي بڻ بنياد وارو معاملو اڻ نبريل آهن. مون پنهنجي ڪتاب ”سنڌي زبان جي ماهيت“ (2007ع) ۾ سنسڪرت سان لاڳاپي واري ڳالهه بابت سوچڻ جي گذارش ڪئي آهي. عجيب اتفاق آهي ته ڊاڪٽر صاحب جو KTN جو هڪ انٽرويو (6 مارچ 2011ع تي ٽيليڪاسٽ ٿيو. مهينو ٻه اڳ ورتل هو) آيو، جنهن ۾ هڪ سوال جي جواب ۾ سنسڪرت سکڻ جي خواهش جو اظهار ڪيائون. بهرحال هڪ عالم جي سکڻ ۽ پروڙڻ جو سلسلو جاري رهي ٿو.

## ڇهين رتا:

شاهه جي رسالي جي نئين ايڊيشن تيار ڪرڻ جو ڪم ته ڊاڪٽر صاحب جن کي پوءِ مليو، پر شاهه جي رسالي جي پرک ۽ پروڙ

جو سلسلو گهڻو اڳ شروع ڪيائون. اُن سلسلي ۾ ”شاهه جي رسالي جا سرچشما“
(1972ع) ۽ ”شاهه جي رسالي جي ترتيب“ (1974ع) نالي ڪتاب شايع ڪيائون. تنهن سان گڏ شاهه جي رسالي جو برٽش ميوزيم وارو نسخو 1969ع ۾، ٽن قلمي نسخن جي پيٽ سان شاهه جو رسالو 1974ع ۽ ڏهن قلمي نسخن جي پيٽ سان رسالي جو هڪ ڇاپو 1977ع ۾ شايع ڪيائون. مير عبدالحسين سانگي ۽ مرزا قليچ بيگ جا ڪتاب شايع ڪيا ويا. ان کان پوءِ ڊاڪٽر صاحب رسالي جي رٿا ۾ هٿ وڌو ۽ رسالي کي ڏهن جلدن ۾ ترتيب ڏيڻ جي رٿا تيار ڪيائون ۽ ڪم شروع ڪيائون. پهرئين جلد ۾ 300 صفحن جو تفصيلي مقدمو لکيائون. ڏهون جلد اُن ڪلام لاءِ مخصوص رکيائون جنهن کي اڳ ڌاريو ڪلام چيو پئي ويو. ڊاڪٽر صاحب ڌاريو ڪلام بدران رسالي جو ڪلام جو نئون ۽ مناسب اصطلاح ڪم آندو. ايئن جنوري 1980ع کان ڪم شروع ڪيائون. هيءُ وڏو محنت طلب ۽ صبر آزما ڪم هو. اهڙو هڪ مثال ڊاڪٽر هوتچند گربخشاڻيءَ جو ٽن جلدن ۾ ڪيل هو جنهن ۾ 18 سُر اچي سگهيا.
ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي جوڙيل هن رٿا جي جلدن جي ترتيب ۽ اشاعت هن ريت ٿي:
* شاهه جو رسالو، شاهه جو ڪلام، جلد پهريون 1989ع
* شاهه جو رسالو، شاهه جو ڪلام، جلد ٻيو 1992ع

* شاهه جو رسالو، شاهه جو ڪلام، جلد ٽيون 1994ع
* شاهه جو رسالو، شاهه جو ڪلام، جلد چوٿون 1997ع
* شاهه جو رسالو، شاهه جو ڪلام، جلد پنجون 1997ع
* شاهه جو رسالو، شاهه جو ڪلام، جلد ڇهون 1995ع
* شاهه جو رسالو، شاهه جو ڪلام، جلد ستون 1998ع
* شاهه جو رسالو، شاهه جو ڪلام، جلد اٺون ۽ نائون 1999ع
* شاهه جو رسالو، رسالي جو ڪلام، جلد ڏهون 1996ع.

(پهرين ستن جلدن ۾ آيل سمورو ڪلام سربستو جلد 8 ۽ 9 ۾ وري آيو).

هيءَ سچي جاکوڙ 1950ع کان مقالن لکڻ سان شروع ٿي هئي جا انهيءَ حساب سان پنجاهه سال هلي سا پنجاهه قلمي نسخن ۾ ڇاپي رسالن جي پيٽا پيٽيءَ سان مڪمل ٿي. خود رسالي جي هن ڏهه جلدي رٿا جي تڪميل ۾ ويهه سال لڳا. لوڪ ادب رٿا وانگر هيءَ رٿا به سنڌي زبان ۾ هڪ منفرد رٿا آهي. هيءُ سچو ڪم رٿا بنديءَ سان ٿيو. اسلام آباد جي ادارن جي سربراهيءَ دوران به ڪم رٿابنديءَ سان ڪيائون. اُهو به بيمثال آهي. سندن انگريزي ڪتاب به مڪمل رٿابنديءَ سان لکيل آهن. اُنهن ۾ هي به ڪتاب نمايان آهن:

1. Sindh: Studies Cultural
2. Sindh: Studies Historical

سندن ڏانهن لکيل خطن جو مجموعو ۽ ٻيو مواد به انگريزيءَ ۾ محمد عمر چنڊ ايڊٽ ڪيو آهي. ڪتاب جو عنوان آهي- ‘World of Work’ اهڙي طرح ادب ۽ موسيقيءَ توڙي ٻين موضوعن تي به ڊاڪٽر صاحب جن جا مقالا ۽ ڪتاب شايع ٿيا جيڪي سندن همه گير عالمانه معيار جا شاهد آهن.

## خاتمه ڪلام- هڪ مثالي رٿا:

هيءَ رٿا سندن هجره ڪائونسل ۾ هجڻ واري دور جي حوالي سان آهي. پاڪستان جي ادارن ۾ اهڙو ٻيو مثال ڪونهي. مون جيڪو ڪتاب ڊاڪٽر صاحب بابت لکيو پئي، تنهن جي تياريءَ دوران هڪ شام حاضر ٿيس ته اسلام آباد واري دڦر ۾ ڪيل ڪم جو ٻڌايائون. آءٌ نوٽس وٺندو ويس. موڪلائڻ وقت ٻه ڪتاب عنايت ڪيائون. اُهي هي هئا:

1. Great books of Islam Civilization
2. 100 books of Islamic thought, Culture and Civilization.

مون گهر اچي اُهي پڙهيا ۽ پنهنجي ڪتاب جو باب تيار ڪيم. اُن ۾ هجره ڪائونسل جي هيءَ رٿا هن ريت درج ڪيم. (7).

”هن اداري ۾ 1983ع ۾ بحيثيت صلاحڪار جي اچڻ سان ڊاڪٽر صاحب پنهنجي ڪم جي دائري کي وڌايو. هجره ڪائونسل طرفان ڪانفرنسون، سيمينار ۽ اشاعت جو ڪيترو

ئي ڪم ٿيو. ڊاڪٽر صاحب هڪ وڏي رٿا تيار ڪئي، جنهن جو مقصد هو ته محض اسلام جي نعري بدران اسلامي دؤر ۾ جيڪا تعليمي ۽ علمي تحقيق ۽ سائنسي ڪوجنا ٿي، اُن کي دنيا جي سامهون آندو وڃي ته جيئن مسلمانن ۾ شعور پيدا ٿئي ۽ دنيا ۾ عزت به ٿئي. اُن سلسلي ۾ مسلمان محققن جي لکيل هڪ سؤ چونڊ ڪتابن کي شايع ڪرڻ جي رٿا: ‘The Great Books project’ جي نالي سان تيار ڪيائون. ڊاڪٽر صاحب هن رٿا جو باني ۽ نگران هو. اُها ڊاڪٽر صاحب جي همت هئي جو سوچيائون ته هڪ سؤ ڪتابن جي هن منصوبي کي ڪامياب به ڪندا. اسلامي دنيا جي وڏن پروفيسرن ۽ محققن توڙي يورپ ۽ آمريڪا جي ڪن پروفيسرن سان بين الاقوامي سطح تي مشورا ڪري هڪ سؤ چونڊ ڪتابن، ڪٿي وڌيڪ ۽ متبادل ڪتابن جون فهرستون تيار ٿينديون رهيون ۽ ڪم هلندو رهيو. آخرين انين فهرست سميت رٿا جو رهنما مسودو (Document VIII/A) 1989ع ۾ شايع ٿيو.

هن چونڊ موجب اصل ڪتابن جا نسخا جيڪي عربي يا فارسيءَ ۾ هئا، تن جا انگريزيءَ ۾ ترجما ڪرائي اُنهن تي تحقيقي مقدما لکڻا هئا. ڊاڪٽر صاحب انهن ڪتابن جو انگريزيءَ ۾ تعارف تيار ڪيو ۽ هڪ سؤ مان چاهتر ڪتابن جو تعارف 1989ع ۾ هجره ڪائونسل شايع ڪيو. هن جلد جو عنوان آهي: “Great books of Islamic Civilization”

هن رٿا ۾ شامل ڪتابن جو تعلق سيرت، تاريخ، تهذيب، حديث، فقه، سياسيات، معاشيات، سماج، سوانح عمري، ثقافت، طبعي علوم، علم هيئت، نباتات، رياضي، حيوانات، طب، زراعت ۽ ادب وغيره سان آهي. دنياءِ اسلام جي وڏن محققن، سائنسدانن، طبيبن ۽ رياضي دانن جي ڪاوشن تي مشتمل هن رٿا مان ڊاڪٽر صاحب جي محنت جي پروڙ پوي ٿي. هن رٿا ۾ خوارزمي، فارابي، البيروني، ابن سينا، ابن نديم، الڪندي، ابن نفيس، ابن رشد، المقدسي، الاصطخري، عمر خيام، الرازي ۽ شاهه ولي الله جا ڪتاب شامل ڪيا ويا.

1983ع ۾ ڊاڪٽر صاحب هن رٿا جي شروعات ڪئي. رٿا کي منظور ڪرائڻ ۾ ٻه سال لڳا. ڊاڪٽر صاحب ڏينهن رات محنت ڪري جدا جدا ملڪن جي محققن ۽ مصنفن جو تعاون حاصل ڪيو. 1989ع تائين چار ڪتاب ڇپائي پڌرا ڪيائون. ڇهن ٻين جي ڇپائي مڪمل ڪيائون ته حڪومت جي تبديليءَ سان 1989ع ۾ ئي کين هجره ڪائونسل جي صلاحڪار جي منصب تان سبڪدوش ڪيو ويو ۽ رٿا وچ ۾ رهجي ويئي. جيڪي ڪتاب شايع ڪيائون، انهن جو وچور هي آهي:

1. الخوارزميءَ جو نائين صدي عيسوي ۾ لکيل ڪتاب آلجبرا (Algebra)، جنهن جي تصنيف سان آلجبرا جو علم آب و تاب سان وجود ۾ آيو. هيءُ ڪتاب 1989ع ۾ شايع ٿيو. ڪتاب تي ڊاڪٽر صاحب جو پيش نامو (Preface) 29 مئي 1989ع جو

لکيل آهي. خوارزميءَ جو اصل عربي متن، ان جو انگريزي ترجمو ۽ وضاحتون شامل آهن. ڪتابن جو مقدمو ڊاڪٽر صاحب جي دوست ۽ اتاترڪ ڪلچر سينٽر انقره جي صدر ڊاڪٽر آبدين سايل جو لکيل آهي. ترڪ عالم ملڪ دوسي وضاحتون لکيون.

2. بنو موسيٰ جو نائين صدي عيسويءَ ۾ لکيل ”ڪتاب الحِيل“ (خود ڪار مڪينيڪي حرفتون) جنهن جو انگريزيءَ ۾ ترجمو هڪ عرب پروفيسر ۽ انگريز انجنيئر ڊاڪٽر ڊونالڊ هِل گڏجي ڪيو هو. هن ڪتاب تي ڊاڪٽر صاحب جو پيش نامو 1988ع جو لکيل آهي.

3. ٽيڪنالاجيءَ جي ماهر الجزري جو ٻارهين صدي عيسويءَ ۾ لکيل ڪتاب هئڊرالڪ انجنيئرنگ بابت هو، جنهن جو عربيءَ مان انگريزي ترجمو ڊاڪٽر ڊونالڊ هِل ڪيو ۽ شهرت ماڻي. هيءُ ڪتاب ڊاڪٽر صاحب ڊاڪٽر هِل سان لنڊن ۾ ذاتي رابطو رکي تيار ڪرايو. هن ۾ هڪ باب هُرلي بابت به آهي. ڪتاب 1989ع ۾ شايع ٿيو.

4. البيرونيءَ جو يارهين صدي عيسويءَ ۾ جواهرات ۽ قيمتي پٿرن بابت لکيل ”ڪتاب الجماهر في معرفته الجواهر“ 1988ع ۾ شايع ٿيو. انگريزي ترجمي جو مسودو حڪيم محمد سعيد تيار ڪيو. ڊاڪٽر صاحب ان کي سنواريو، ايڊٽ ڪيو ۽ اعليٰ معيار جو مقدمو لکيو جنهن کي بين الاقوامي شهرت ملي. ڪي ٻيا

ڪتاب ڇپائي به ڇڏيا ۽ مهاڳ به لکيائون پر ادارو ڇڏي آيو ته مهاڳن تي ٻئي عملدار کان صحيحون ونئي ڪتاب شايع ڪيا ويا. اُهي هي آهن:

5. ابن ماجه جو نفسياتي فلسفي تي لکيل ”ڪتاب النفس“.

* شمس الدين العتاقي جو Anatomy تي لکيل ڪتاب ”تشريح الابدان“ 1990ع ۾ شايع ٿيو.

* ابو عبيد جو ”ڪتاب الاموال“ (Book of Finance) 1991ع ۾ شايع ٿيو.

* ابن جُماعته جو تعليمي طريقه ڪار تي لکيل ڪتاب 1991ع ۾ شايع ٿيو.

* احمد قزويني جو ”ڪتاب السرد“، جنهن مان حديث جي اوائلي تدوين جي خبر پوي ٿي سو 1989ع ۾ شايع ٿيو.

* الاجدابي جو موسمن جي مٽ سٽ ۽ آب و هوا بابت لکيل ”ڪتاب الازمنه و الانواء“ 1989ع ۾ شايع ٿيو.

ڊاڪٽر صاحب پنهنجي حوصلي سان ۽ دنيا جي شهرت يافته اسڪالرن جي تعاون ۽ شموليت سان اٽڪل ٻين به ڏهن ڪتابن تي ڪم شروع ڪيو هو پر عهدو ڇڏڻ کان پوءِ ڪم اڌ ۾ رهجي ويو.

سئو ڪتابن مان 76 جا تفصيلي خاڪا (Abstracts) هن ڳالهه جو ثبوت آهن ته ڊاڪٽر صاحب جن جو عزم ۽ جوان همتيءَ، ڪم جي رٿابنديءَ واري صلاحيت ۾ ڪڏهن به ڪمي نه آئي.

زورِ قلم وڌندو ئي ويو، 76 اسلامي ورثي جا ڪتاب، 4 ڪتاب هڪ سال جي حساب سان ڳڻجن ته اسلام آباد مان آئي ڊاڪٽر صاحب کي 22 سال ٿيا. 88=22x4 (ڪتاب). 76 بجاءِ پاڻ 88 ڪتاب شايع ڪري چڪا هجن ها. 76 ڪتابن جا اختصار (Abstracts) اختصار نه رهن ها! ڪتابي جامو پهري چڪا هجن ها. ڪوهه پيما لاءِ هماليه کهڙي چيز هو! پيلو به وکون هو!!

**حوالا**

1. بلوچ، نبي بخش خان، ”پيلاين جا پول“، منڍ صفحا، الف ب ج د.
2. تفصيل لاءِ ڏسو راقم جو ڪتاب- ’ڊاڪٽر بلوچ: هڪ مطالعو‘ 1998ع ص ص 48، 49 ۽ 50.
3. بلوچ، نبي بخش خان (ڊاڪٽر) جامع سنڌي لغات، سنڌي ادبي بورڊ (ج-5) 1988ع مهاڳ.
4. ڊاڪٽر بلوچ: هڪ مطالعو، ص 53.
5. ايضاً- عرض حال صفحا، 1-2-3 ۽ 4.
6 ڏسو لوڪ ادب رٽا جو ڪتاب ”مداحون ۽ مناجاتون“ (مهاڳ)
7. ڊاڪٽر بلوچ: هڪ مطالعو، ص ص 33، 44.

مددي ڪتاب

1. ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو، ڊاڪٽر بلوچ: هڪ مطالعو، لاڙ ادبي سوسائٽي بدين، 1998ع
2. ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو، سنڌي ادب جي تاريخ (جلد ٽيون) سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو حيدرآباد، 2006ع.
3. ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو، زنبيل، سنڌي ادبي بورڊ، 2010ع.
4. تاج جويو (مرتب) مثالي عالم (جلد پهريون) ماڻڪ موتي تنظيم حيدرآباد 2001ع.
5. محمد عثمان منگي (مرتب) مثالي عالم (جلد ٻيو) ماڻڪ موتي تنظيم حيدرآباد 2002ع.
6. نئين زندگي، ڊاڪٽر بلوچ نمبر.

# بلوچئون پليڪار

آءُ سڄڻ آءُ.
وريو دل سندو داءُ.
لڳو هير گنبذ واءُ.

چڍ تک تڪڙ تاءُ.
جنهن ۾ لاءُ نڪو ساءُ.

نڪي سير، نڪي پاءُ.

مٿو سک سندو ساءُ.
مٿي آ امڙ ماءُ.
پلو آھ پيڙو پاءُ.
لهي سور ۾ سماءُ.

ي

اول ’الف‘، پوءِ ’بي‘

پڙهن ٻار الف- بي.

سهڻو سڏ ’ادا اي‘

ٻاڙو ٻول ’ڙي‘ ’اڙي‘

ٻولي ٻڪري جي ’ٻي‘

رڙي رڍ، ڪري ’مي‘

ڳائن ’يار‘، ’ميان‘، ’وي‘.

چوين رِيءَ توڙ رِي

سوا، بِگر، بنا، بي.

اتئون، تان توڙي تي؛

چٹو حرف جر ’ڪي‘.

’جهانء‘ مِنهِن سندي ’جهي‘.

سنڌي ’وٺ‘، هندي ’لي‘

ڪٽي وچ، نيئي، نــي.

ڪي وٺ، ڪي ڏي

سچا يار آهن ڪي
ڏُريون ڏُٺُ وجي سي
سٺي سڌ ڏين جي.

**- ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ**

**ٽماهي "مهراڻ" 1-2/1969ع**






هڪ افتتاحي تقريب ۾ بورڊ جي ٽڪوڪي چيئرپرسن ڊاڪٽر حميده کهڙو، ڊاڪٽر اين. اي بلوچ، محمد ابراهيم جويو، مظهر الحق صديقي اسٽيج تي ويٺل آهن.



ڊاڪٽر حميده کهڙو بورڊ ۾ ترقياتي اسڪيمن
آهي، ڊاڪٽر اين. اي بلوچ، مظهر الحق صديقي
بورڊ جا ورڪر بيٺل آهن.



سيد غوث علي شاهه اڳوڻو چيف منسٽر بورڊ جي آفسيٽ مشين جو افتتاح ڪندي، دعا گهري رهيا آهن، بورڊ جو ٽڪوڪو چيئرمن مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي، ڊاڪٽر اين. اي بلوچ ۽ بيو عملو ساڻن گڏ آهي



ڊاڪٽر اين. اي بلوچ برک اديب محمد عثمان ڏيپ
مهورت ڪري رهيو آهي، محمد علي ڏيپلائي، ڊاڪ
حفيظ شيخ ۽ مظهر الحق صديقي ۽ ش










مخدوم محمد زمان طالب المولىٰ ۽ ڊاڪٽر بلوچ، شاه عبداللطيف ڀٽائي جي 217 عرس مبارڪ جي موقعي تي ادبي ڪانفرنس دوران اسٽيج تي ويٺل آهن




نامور اسڪالر، ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، ثق
وزير محترم سسئي پليجو شاهه عبداللطيف
جي موقعي تي ادبي ڪانفرنس ۾

ڊاڪٽر بلوچ، ڊاڪٽر عابد لغاري جي ڪتاب "سرها گل سنڌ جا" جو مهورت ڪري رهيا آهن. معين الدين حيدر، مظهر الحق صديقي، ڊاڪٽر قاضي خادم، ڊاڪٽر هدايت پريم ۽ صاحب ڪتاب ڊاڪٽر عابد لغاري به موجود آهن





ڊاڪٽر بلوچ، عنايت بلوچ، محمد ابراهيم
90 سالا نشريات جي موقعي دوران اسٽيج
سيمينار جي صدارت ڪري رهيو









کاٻي طرف کان ڊاڪٽر اين. اي بلوچ، پير حسام الدين راشدي، سيد غلام مصطفيٰ شاهه (اڳوڻو وائيس چانسلر سنڌ يونيورسٽي) ۽ غلام رباني آگرو پرڏيهي اسڪالرن سان گڏ



جرمن مستشرق اسڪالر اينمري شمل هڪ ادبي ڪانفرنس کي خطاب ڪري رهي آهي، ڊاڪٽر بلوچ اسٽيج تي ويٺل آهي



ڊاڪٽر اين. اي بلوچ، آفتاب شاهه جاموٽ کان صدر پاڪستان طرفان مليل هلال امتياز ايوارڊ وصول ڪندي، ڊاڪٽر عبدالغفار سومرو صاحب به ويٺل آهي



شوڪت حسين شورو، ڊاڪٽر اين. اي بلوچ، محمد ابراهيم جويو ۽ مظهر الحق صديقي هڪ علمي ڪچهري دوران



مخدوم سليم الله صديقي، ڊاڪٽر عبدالغفار سومرو، محمد ارشد بلوچ، ڊاڪٽر اين. اي بلوچ ۽ عنايت بلوچ



محقق اشتياق انصاري ۽ ڊاڪٽر اين. اي بلوچ (مارچ 2011ع)





ڊاڪٽر اين اي بلوچ جي مزار تي مخدوم جميل الزمان، ڊاڪٽر محمد شريف بلوچ، محمد ابراهيم جويو، سرفراز راڄڙ، سيد زوار نقوي، هادي بخش جتوئي، سرفراز وسطڙو، فقير منظار مگريو ۽ ٻيا دعا گهرندي



ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي آخري آرامگاهه سنڌ يونيورس...
(6 اپريل 2011ع)



استاد ۽ شاگرد هڪ ٻئي جي قريب
ڊاڪٽر بلوچ پنهنجي استاد ۽ محسن علامه آءِ آءِ قاضيءَ جي پرسان ابدي آرامي آهي







# ڊاڪٽر بلوچ جي ياد ۾ تعزيتي گڏجاڻي



سنڌي ادبي بورڊ پاران، ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي ياد ۾ 11 اپريل 2011ع تي سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، جي ڊاڪٽر بلوچ ها
تعزيتي گڏجاڻي، ۾ ڊاڪٽر محمد شريف، عنايت بلوچ بلوچ، سرفراز راڄڙ، ڊاڪٽر محمد لائق زرداري، گل محمد عمراڻ
تاج جويو، محترمه فريده شيخ، پروانو ڀٽي، ڊاڪٽر عبدالرزاق گهانگهرو ۽ ٻيا خطاب ڪري رهيا آهن.





**هڪ لائق شاگرد جي پنهنجي مشفق استاد کي ڀيٽا**

ڊاڪٽر بلوچ صاحب ڪيڊٽ ڪاليج لاڙڪاڻي ۾ پنهنجي ذاتي عطيي تي پنهنجي محسن استاد محترم علام آءِ. آءِ. قاضي جي نالي تي ٺهندڙ "علام آءِ. آءِ. قاضي مينار علم" جو معائنو ڪري رهيا آهن. پرنسپال محمد يوسف شيخ ۽ گل محمد عمراڻي ساڻن گڏ آهن (27- فيبروري 2011ع)








# هيءَ جا لات لطيف جي

**شاهہ جو نسب نامو:**

شاهہ عبداللطيفؒ سنڌ جي 'مٽيلوي' سادات، يعني 'مٽعلوي' يا مٽياري سيدن جي 'ڪريم- پوٽا' خاندان مان ٿيو جيڪو سندن شجري ۾ هڪ وڏي پاڙي 'جراڙ' يا 'جڙاڙ- پوٽا' جي شاخ آهي. انهيءَ پاڙي جو وڏو سيد جراڙ (جلال) هو جيڪو سيد شرف الدين جو فرزند هو. انهيءَ لحاظ سان 'جراڙ- پوٽا' ساڳئي وقت 'شرف- پوٽا' آهن. شرف الدين جو ڏاڏو سيد حيدر، هرات شهر جي سيد مير عليءَ جو پٽ هو جيڪو مٿي امام موسيٰ ڪاظم جي اولاد مان هو. انهيءَ لحاظ سان مٽياروي سيد، شهر هرات جي سندن وڏي ڏاڏي مير علي (يعني سيد علي) جي اولاد سببان 'هراتي سيد' آهن. پر مير علي هراتي کان مٿئين نسب نامي جي اعتبار سان 'ڪاظمي سيد' آهن. مٽياروي سيدن جي شجري موجب، سيد حيدر پهريائين سنڌ ۾ آيو ۽ هالا- ڪنڊي (قديم شهر هالا) ۾ اچي رهيو جتي هالا قبيلي جي رئيس شاهہ محمد بن دريا خان (هالي) کيس پنهنجي نياڻي ڏني، جنهن مان کيس 'علي' نالي پٽ ٿيو. سيد حيدر موٽي هرات ويو ۽ اتي ئي وفات ڪيائين. پٺس سيد (مير) علي سنڌ ۾ ئي رهيو ۽ 'ڪريم- پوٽا' توڙي ٻيا سڀ مٽياروي سادات، هن 'سيد علي سنڌي' جو اولاد آهن.

**ـ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ**

'شاهہ جو رسالو'

شاهہ جي سوانح ۽ فڪر سميت

پنجاهن قلمي ۽ جملي ڇاپي رسالن سان ڀيٽيل متن ۽ معنيٰ وارو

زيرن زبرن سان سڄو صحيح رسالو

ڇپائيندڙ: ثقافت ۽ سياحت کاتو، حڪومت سنڌ 2009ع





ڊاڪٽر عبدالغفار سومرو

# ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ

(عالم، اديب، محقق، مؤرخ ۽ سندس نظريهء تاريخ)

ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ (16- ڊسمبر 1917ع- 6 اپريل 2011ع) موجوده دور جو وڏو مؤرخ، عالم ۽ اديب هو، بلڪ دنيا جي هن حصي ۾ ڪيس ويهين صديءَ جو هڪ وڏو محقق ۽ اسڪالر چئي سگهجي ٿو، جنهن جو ثبوت سندن تحقيقي ڪم جي عالمي سطح تي مڃتا آهي. ڊاڪٽر صاحب جو علمي سرمايو ٽيهن زبانن ۾ موجود آهي. جنهن ۾ سنڌي، انگريزي،

عربي، فارسي، اردو ۽ سرائڪي شامل آهن. سندن غير معمولي تحقيق جي نوعيت ۽ وسعت جو اندازو هن مان لڳائي سگهجي ٿو ته ان ۾ قرآن ۽ حديث، اسلامي فنون ۽ فلسفو، تعليم ۽ تدريس، لغت، لوڪ ادب، تاريخ ۽ جاگرافي، آثار قديمه ۽ ثقافت ويندي موسيقي جهڙا موضوع شامل آهن. ڊاڪٽر صاحب جو اهو علمي ۽ تحقيقي سفر اڌ صديءَ کان وڌيڪ عرصي تي ڦهليل آهي. سندن ننڍن وڏن ڪتابن جو تعداد هڪ سؤ کان مٿي آهي ۽ مقالن جو تعداد ان کان گهڻو آهي. مٿي ڏنل عنوان ۾ اسان عالم کي اديب ۽ محقق کي مؤرخ جي صفت طور استعمال ڪيو آهي ته جيئن ڊاڪٽر صاحب جي گهڻ رخي شخصيت جي ان غالب پهلوءَ جي نشاندهي ڪري سگهجي، جنهن مطابق هن ڪنهن به موضوع تي ايستائين قلم نه کنيو آهي جيستائين ان ۾ علم ۽ تحقيق جو ڪو نئون پهلو نه نڪرندو هجي.

هاڻي جيستائين عالمي سطح تي مڃتا جو تعلق آهي ته ان جو ثبوت انسائيڪلوپيڊيا برٽانيڪا جي پندرهين ايڊيشن 1974ع ۾ ’سنڌ‘ ۽ ’بلوچستان‘ بابت شامل مواد ڊاڪٽر صاحب جو تحرير ڪيل آهي. اهڙيءَ طرح 1978ع ۾ انسائيڪلوپيڊيا آف اسلام جي بريل مان شايع ٿيل نئين ايڊيشن جي جلد چوٿين ۾ قديم تاريخي ماڳ ’قندابيل‘ بابت شامل مضمون پڻ ڊاڪٽر صاحب جو لکيل آهي، ان کان سواءِ يونيسڪو وارن جي چوڻ تي

ڊاڪٽر صاحب ’وچ ايشيا جو اسلامي علوم جي ترقيءَ ۾ حصو‘ جي عنوان تي پڻ هڪ مفصل مقالو لکيو هو. هن سلسلي جو آخري وڏو ڪم ’اسلامي دنيا جا هڪ سؤ عظيم ڪتاب‘ (100 Great Books of Islamic Civilization) هو جنهن لاءِ ڊاڪٽر صاحب کي جنرل ايڊيٽر مقرر ڪيو ويو هو. اهو ڪم ’قومي هجره ڪائونسل‘ تحت ٿي رهيو هو ۽ 76 ڪتابن جي تعارف تي مشتمل انگريزيءَ ۾ ابتدائي ڪتاب 1989ع ۾ ڊاڪٽر صاحب شايع ڪيو. هن اسڪيم تحت ڪجھ ڪتاب منظر عام تي پڻ آيا جن ۾ آلجبرا جي مؤجد الخوارزميءَ جو ڪتاب ’الجبر والمقابله‘ وغيره شامل آهن.

ڊاڪٽر صاحب جي تحقيقي ڪارنامن کي سرسري طور هيٺئين ريت بيان ڪري سگهجي ٿو:

(1) سال 1951ع ۾ لکيل هڪ مقالي ۾ ڊاڪٽر صاحب سنڌي ٻوليءَ جي بڻ بنياد بابت اهو نظريو قائم ڪيو ته سنڌي ٻولي سڌو سنئون سنسڪرت مان نڪتل ناهي، جيئن هن مهل تائين سمجهيو ويو آهي. بلڪ اها سنسڪرت کان اڳ واري دور ۾ سنڌو ماٿر جي ڪنهن مقامي پراڪرت يا پراڪرتن مان نڪتي آهي. سال 1957ع ۾ سنڌي ٻولي ۽ اتهاس جو ماهر جئرامداس دولت رام پنهنجي مضمون ’سنڌي ٻوليءَ جو وڪاس‘ ۾ پڻ تقريباً ساڳئي نتيجي تي پهچي ٿو.

(2) سال 1975ع ۾ '**سنڌ صدين کان سيمينار**' ۾ پڙهيل هڪ عالمانه مقالي ۾ ڊاڪٽر صاحب، ''ڪتاب الهند'' ۾ بيرونيءَ جي ڏنل هڪ حوالي جي آڌار تي ثابت ڪيو ته عربن جي فتح کان اڳ سنڌ کي پنهنجو ڪئلينڊر هو جيڪو شمسي حساب موجب هو ۽ اهو راءِ سيهرس جي موت کان پوءِ سنڌس پٽ راءِ ساهسي 626 عيسوي يعني 4 هجري کان شروع ڪرايو هو. انهيءَ ڪئلينڊر موجب 2 مارچ 1975ع جنهن ڏينهن اهو سيمينار هلندڙ هو ته سنڌي ڪئلينڊر جي اها تاريخ 12 ڦڳڻ 1348 سنڌي سال بنجي پيو. اهو مقالو پوءِ ''سنڌ: تاريخي مطالعو'' ۾ شامل ڪيو ويو.

(3) '**سنڌي ٻولي ۽ ادب جي تاريخ**' ۾ عرب سياحن ۽ تاريخدانن جي حوالن سان ۽ خاص طور البيرونيءَ جي تحريرن جي آڌار تي اهو واضح ڪيو ته عربن جي دور کان وٺي سنڌي ٻوليءَ جي مستقل ۽ جداگانه حيثيت جو پتو پوي ٿو. بلڪ سنڌي ٻولي جي لکيت جو اڳاٽي ۾ اڳاٽو نمونو خود البيرونيءَ جي 'ڪتاب الهند' ۾ ملي ٿو. ان ڳالھ جي تصديق جرمن مستشرق سخاؤ پڻ ڪري ٿو، جنهن سڀ کان پهرين ان عربي ڪتاب کي 1885ع ۾ ايڊٽ ڪيو.

(4) '**سنڌي صورتخطي ۽ خطاطي**' ۾ واضح ڪري ٿو ته موجوده سنڌي الف-ب گهٽ ۾ گهٽ هڪ هزار سالن کان مروج آهي، جنهن کي پوءِ سنڌ جي عالمن وقتاً بوقتاً ڪتاب

لکي ترقي وٺرائي. ان ڪري اهو چوڻ صحيح نه ٿيندو ته اها صورتخطي انگريزن ٺاهي يا انهن جي دور ۾ ٺهي.
(5) سنڌي موسيقي يا راڳ جي باري ۾ ڊاڪٽر صاحب جي تحقيق آهي ته اها سنڌ جي تاريخ سان ڳنڍيل آهي ۽ ان جو بنياد آرين کان اڳ واري هتان جي دراوڙي تهذيب سان ميل کائي ٿو. سنڌ جو راڳ هندستاني راڳ کان جدا قسم جو آهي جنهن جي پنهنجي شناخت آهي. البت تاريخ جي هر دور ۾ ان تي ڪيترا خارجي اثرات مرتب ٿيا آهن. ڊاڪٽر صاحب اهو سڄو بحث '**سنڌي موسيقيءَ جي مختصر تاريخ**' ۾ ڪيو آهي.
ڊاڪٽر بلوچ جو ڪتاب سنڌي موسيقيءَ جي مختصر تاريخ جڏهن 1976ع ۾ شايع ٿيو ته ان جي علمي حلقن ۾ وڏي پذيرائي ٿي. خاص طور سنڌي ٻوليءَ جي وڏي ڄاڻو ۽ ماهر جئرامداس دولترام دهليءَ مان 25-09-1978 تي ڊاڪٽر صاحب کي ٻه خط انگريزيءَ ۾ لکيا جن جي شروعات ۾ هو چوي ٿو(1):
My dear Nabi Baksh Khan
I am very very sorry for not informing you earlier about the safe receipt of your wonderful book on music which will stand aloft for some centuries as the best book on the subject.
”منهنجا پيارا نبي بخش خان

مون کي ان ڳالھ جو گھڻو ڏک آهي ته آءٌ هن کان اڳ، تنهنجي موسيقي تي لکيل شاندار ڪتاب جي پهچ بابت توکي اطلاع نه ڪري سگھيو آهيان، اهو ڪتاب جيڪو ڪن صدين تائين انهيءَ موضوع تي بهترين تصنيف شمار ڪيو ويندو.“
(6) ڏهين/ سورهين صديءَ ۾ لکيل ’تذڪره قطبيه‘ جي حوالي سان ڊاڪٽر بلوچ ثابت ڪري ٿو ته ڪيئن سنڌ جي قوالن يا ذاڪرن سنڌ کان ٻاهر وڃي سنڌي ڪافي ۽ راڳ کي مقبول بنايو. هڪ حوالي مان ظاهر ٿئي ٿو ته سنڌي قوالن هندستان جي مشهور صوفي بزرگ خواجه نظام الدين اولياء جي مجلس ۾ پڻ سنڌي ڪافيون پيش ڪيون. ابوالفضل جي لکڻ موجب اڪبر جي دربار ۾ سنڌ جي شناخت ڪافي راڳ سان هئي جنهن ۾ گھڻو مٺاس هو.
(7) سنڌي ٻولي يارهين/ سترهين صديءَ کان عربي ۽ فارسيءَ سان گڏ نصابي تعليم جي زبان طور رائج ٿي. ڊاڪٽر صاحب هن سلسلي ۾ تحقيق ڪندي گھٽ ۾ گھٽ اهڙن 138 ڪتابن جي نشاندهي ڪئي جيڪي مڪتبن ۽ مدرسن ۾ پاڙهيا ويندا هئا.
(8) ڊاڪٽر صاحب شاھ عبداللطيف کي اٺين صدي هندستان جي وڏي صوفي شاعر ۽ موسيقيءَ جي ماهر امير خسرو سان پيٽ ڪندي، سنڌ ۾ راڳ جي منفرد روايت جو باني ڪوٺي ٿو. جنهن جو آغاز هن پنهنجي زندگيءَ ۾ ڀٽ شاھ تي 1742ع ۾

ڪيو. ڀٽائي جي راڳ جو اهو ادارو اڄائي صدين کان قائم آهي جنهن جو مثال شايد ئي دنيا ۾ ڪو هجي.

(9) سنڌي زبان جي عظيم صوفي شاعر شاهه عبداللطيف ڀٽائي جي ڪلام تي هلنڊڙ تحقيق جنهن جو آغاز ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ ڪيو ۽ ان کان پوءِ ڊاڪٽر دائود پوٽي ان ڪم کي هٿ ۾ کنيو، ڊاڪٽر بلوچ ٽيٽيهين سالن جي محنت کان پوءِ ان تحقيق کي ڏهن جلدن ۾ مڪمل ڪيو. ڊاڪٽر صاحب جو اهو ڪم ادبي دنيا ۾ ڀٽائي جي شاعري جي حوالي سان هميشه زنده رهڻ وارو آهي. ڊاڪٽر صاحب بيتن جي ڪيترن اهڙين پڙهڻين جي پهريون دفعو صحيح صورت قائم ڪئي جيڪي گذريل ٻن صدين ۾ ڪاتبن جي غلطين سببان مونجهاري جو باعث هيون ۽ ڪير به انهن کي صحيح پڙهي نه سگهيو هو.

ان کان سواءِ '**شاهه جو ڪلام**' ۽ '**رسالي جو ڪلام**' جي فرق کي واضح ڪري سمجهايو ويو آهي. ڊاڪٽر صاحب جي هيءَ ڪاوش ڀٽائيءَ جي حوالي سان ايران جي عظيم قومي شاعر فردوسيءَ جي شاهنامه سان ان لحاظ سان مناسبت رکي ٿي جو هن پڻ ان تي ٽيهه سال صرف ڪيا هئا ۽ چيو هئائين:

**بسي رنج بردم بدين سال سي**

**عجم زنده کرده ام بدين پارسي**

ترجمو: گذريل ٿيهن سالن ۾ مون گهڻيون تڪليفون ڏٺيون آهن. پر پارسي (شاهنامه) لکڻ سان مون عجم کي جيئرو ڪري ڇڏيو آهي!

ڊاڪٽر صاحب جي هيءَ خالص علمي تحقيق آهي جنهن جي پذيرائي صرف حال سان نه پر مستقبل سان وابسته آهي. دنيا جيئن جيئن پڙهائيءَ جي شاعري جي علمي اهميت کان واقف ٿيندي تيئن ڊاڪٽر صاحب جي هن لاجواب تحقيق جي افاديت جي صحيح پروڙ پوندي.

(10) سنڌي لغات تي جڏهن 1951ع ۾ سنڌي ادبي بورد پاران ڪم جو آغاز ڪيو ويو ته اهو ڪم ڊاڪٽر صاحب جي حوالي ڪيو ويو. ڊاڪٽر صاحب '**جامع سنڌي لغت**' جو نظريو ڏنو يعني اها لغت صرف ڪتابن ۾ آيل لفظن ۽ انهن جي معنيٰ تائين محدود نه هوندي، بلڪ اها سنڌ جي مختلف علائقن ۾ ڳالهائجندڙ سمورن لفظن تي مشتمل هوندي. جنهن لاءِ باقاعدي سڄي سنڌ ۾ ان ڪم لاءِ ڪارڪن مقرر ڪيا ويا. جيڪي زندگيءَ جي هر وهنوار سان لاڳاپو رکندڙ لفظ ۽ معنيٰ گڏ ڪري موڪليندا ۽ تنهن کان پوءِ انهن کي ڇنڊڇاڻ ڪري هڪ مڪمل جامع لغات جي صورت ۾ پيش ڪيو ويندو.

اڳتي هلي سنڌي ادبي بورڊ پاران اها لغت پنجن جلدن ۾ پڌري ٿي، جنهن جو صرف پهريون جلد 1960ع ۾ ڊاڪٽر صاحب

جي نگرانيءَ ۾ تيار ٿيو ۽ باقي چار جلد مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي صاحب جي نگرانيءَ هيٺ ڇپيا.
ڊاڪٽر صاحب جي چوڻ موجب ’سنڌي ٻوليءَ جي بااختيار اداري‘ وري کين هن ڪم تي آماده ڪيو ۽ پاڻ سڄي مواد کي نئين سر ايڊٽ ڪري ٽن جلدن ۾ پيش ڪيائين.
(11) ڊاڪٽر صاحب جي ادبي زندگيءَ جو نهايت اهم ڪارنامو سنڌي لوڪ ادب جي ٻائيتاليهن جلدن ۾ جديد تحقيق جي تقاضائن موجب اشاعت آهي. ڊاڪٽر صاحب اهو منصوبو سنڌي ادبي بورڊ کي 1951ع ۾ پيش ڪيو ۽ ان ڪم جو آغاز 1957ع کان ٿيو. لوڪ ادب جي هر صنف تي تقريباً هڪ ڪتاب موجود آهي جنهن ۾ ڪهاڻين ۽ شاعري کان علاوه سنڌي ادب جون مخصوص صنفون، ڏور، ڳجهارتون، سينگار وغيره شامل آهن. لوڪ ادب جي ايڏي وڏي ذخيري جي اشاعت سان جتي سنڌي ٻوليءَ جي وسعت ۽ قدامت جي خبر پوي ٿي، اتي دنيا جي ٻولين جي صف ۾ سنڌي ٻوليءَ جي امتيازي حيثيت جو تعين ٿئي ٿو.
(12) ڊاڪٽر صاحب 1973ع ۾ البيرونيءَ جي هڪ هزار ساله جنم جي موقعي تي سندس ڪتاب ’غرة الزيجات‘ جي عربي متن کي ايڊٽ ڪيو ۽ ان جو انگريزيءَ ۾ عالمانه مقدمو لکيو. اهو ڪتاب اصل ۾ بجيانند بنارسي جي علم هيئت بابت ’ڪرانا تلڪ‘ جو عربي ترجمو هو جيڪو البيروني 427ھ/ 1036ع

ذاري ڪيو هو. اهو ڪتاب يونيسڪو جي تعاون سان سنڌالاجي طرفان شايع ٿيو.
ڊاڪٽر صاحب مقدمي ۾ نهايت اهم تحقيقي انڪشاف ڪري ٿو ته سنڌ فتح ٿيڻ کان بعد منصوره جي قيام سان علمي سرگرمين جو آغاز ٿيو. مشهور هندو هيئتدان برهما گپتا جي ڪتاب ’کنداکديڪ‘ جو پهريون ترجمو 117ھ/735ع سنڌ جي گاديءَ واري شهر منصوره ۾ ’زيج الرڪند‘ جي نالي سان ٿيو. اهو ترجمو بيرونيءَ جي نظرن مان گذريو هو. ان ترجمي ۾ مثال ۽ سمجهاڻي خاطر جن شهرن جا نالا ڏنا ويا. جئن ’بهمنوا‘ ان سان پڪ ٿئي ٿي ته اهو ترجمو سنڌ ۾ ٿيو. وڏي ڳالھ ته ان ۾ سنڌي ڪئلينڊر جو حوالو پڻ ملي ٿو. ان جو مترجم ابراهيم الفزاري هو.
برهما گپتا جي ٻئي ڪتاب ’برهما سڌانتا‘ جو عربيءَ ۾ ترجمو ’السند والهند‘ جي نالي سان پڻ اندازو آهي ته سالن 156ھ/117ع-764ھ/735ع دوران ٿيو ۽ ان جو مترجم پڻ ساڳيو هو. ياد رهي ته عباسين بغداد جو شهر 154ھ/762ع ۾ ٻڌرايو. ’ڪتاب الهند‘ ۾ بيروني ڇھ دفعا ان ڳالھ جو ذڪر ڪيو آهي ته عباسي دور حڪومت ۾ سنڌ مان علم هيئت جا ماهر ۽ ڄاڻو بغداد ويندا رهيا آهن. البيرونيءَ کي اهي حوالا انهن ڪتابن ۾ مليا جيڪي پوءِ بغداد جي عالمن لکيا ۽ بيرونيءَ جي وقت تائين اهي ڪتاب ضرور موجود هئا.

هتي پهچڻ کان پوءِ ڊاڪٽر صاحب اهو نتيجو قائم ڪري ٿو ته بغداد ۾ بيت الحڪمة جو قائم ٿيڻ ۽ اتي يوناني علوم جو ترجمو ٿيڻ دراصل ٻيو مرحلو آهي. ان کان اڳ پهرئين مرحلي ۾ خاص طور علم هيئت جي حوالي سان عربن وٽ پهريان ٻه ڪتاب جيڪي پهتا هئا، سي 'کنڊا کڊايڪ' يعني 'الرڪنڊ' ۽ ٻيو 'برهما سڌانتا' هو. جيڪو 'السند والهند' جي نالي سان مشهور ٿيو، هونئن به هن نالي مان پڻ اهو واضح اشارو ملي ٿو ته اهو ڪتاب سنڌ مان ئي عرب ۾ پهتو هو. ياد رهي ته برهما گپتا 598ع ۾ ڀلمال ۾ ڄائو ۽ اهو شهر ڇهين ستين صديءَ ۾ گجرات جي گاديءَ جو هنڌ هو. هن برهما سڌانتا 628ع ۾ لکيو. جيئن ته گجرات سنڌ جو پاڙيسري ملڪ هو، تنهنڪري ان ڪتاب جو سنڌ ۾ پهچڻ وڌيڪ قرين قياس هو.

ڊاڪٽر صاحب جي هيءَ علمي تحقيق جڏهن ترڪيءَ تائين پهتي ته پروفيسر عيدن سيلي 1980ع ۾ هڪ خط ۾ ڊاڪٽر صاحب کي هيئن لکيو:

"You seem to be a unique master researcher on such intricate subjects concerning which Beruni has supplied us with otherwise non-existent information of vital importance (2)."

’توهان هڪ لاثاني ماهر محقق جي حيثيت ۾ البيروني جي ڪيترن اهڙن مشڪل ۽ پيچيده موضوعن بابت تحقيقي انڪشاف ڪيا آهن، جن بابت بيروني پاڻ تمام گهٽ يا بنھ نه هئڻ برابر معلومات فراهم ڪئي آهي.“
انهيءَ خط ۾ هو اڳتي لکي ٿو ته توهان جي بيرونيءَ جي ’غرة الزيجاة‘ جي انگريزيءَ مقدمي جو ترڪيءَ ۾ ترجمو ڊاڪٽر دوست ڪري رهيو آهي جيڪو پڻ ’اردُم‘ (Erdum) رسالي ۾ جلد شايع ڪيو ويندو.
اهڙيءَ طرح سال 1983ع ۾ اسلام آباد ۾ هڪ بين الاقوامي سيمينار ۾ ڊاڪٽر صاحب ’**بيروني ۽ نندنه ۾ سندس تجربو**‘ جنهن ۾ هن ڌرتيءَ جي قطر ۽ گهيري جي ماپ ڪئي هئي، بابت مقالو پڙهيو. ڊاڪٽر صاحب بيرونيءَ جي اصلي ماخذ کي سامهون رکندي. رياضي ۽ ٽرگناميٽري جي اصولن کي نئين سر بيان ڪيو ۽ ان سرزمين جو معائنو پڻ ڪيو جتي اهو تجربو ممڪن طور ڪيو ويو هو.
جرمنيءَ جي پروفيسر ڊاڪٽر ايڊئارڊ ويٽي ڊاڪٽر صاحب جي هن مقالي پڙهڻ کان پوءِ تعريف ۽ تصديق جو خط لکيو جنهن ۾ چيائين ته البيرونيءَ جي ماپ ۾ 0.2 سيڪڙو تائين مس غلطيءَ جو امڪان هو. يعني اهو ايتريقدر صحيح ۽ درست هو(3).

بيروني ۽ محمود غزنويءَ جي تعلقات بابت تحقيق:

اسلامي دنيا جو وڏو سائنسدان ۽ ماهر علم هيئت ابو ريحان محمد ابن احمد البيروني (362ھ/ 973ع- 442ھ/1048ع) ترڪستان جي تاريخي شهر خوارزم جي پسگردائي يعني بيرون شهر جي هڪ معمولي گهر ۾ پيدا ٿيو. هن پنهنجي جوانيءَ جا ڪيترا قيمتي سال خوارزم جي حڪمران ساماني خاندان سان وابستگيءَ ۾ گذاريا. ليڪن جڏهن ان خاندان ۾ خانه جنگيءَ جو آغاز ٿيو ته هو خوارزم ڇڏي جرجان هليو آيو جتي هن پنهنجي پهرين مشهور تصنيف- ’آثار الباقيه عن قرون الخاليه‘ 390ھ/1000ع ۾ مڪمل ڪئي ۽ ان ڪي وقت جي حڪمران شمس المعالي قابوس بن وشمگير ڏانهن منسوب ڪيائين جيڪو سندس سرپرست ۽ قدردان هو. بيروني جرجان ۾ ڏهن سالن کان وڌيڪ نه رهي سگهيو ۽ خوارزم ۾ حالتن جي بهتر ٿيڻ سان واپس آيو جتي پوءِ علي بن مامون حڪمران بڻيو، ليڪن 398ھ/1008ع ۾ جڏهن هو وفات ڪري ويو ته سندس ڀاءُ العباس جي لقب سان خوارزم جو حڪمران ٿيو. هو وڏو علم دوست هو ۽ ڪيترا عالم سندس دربار سان وابسته هئا جن ۾ ڪجھ وقت لاءِ ابن سينا پڻ شامل هو. العباس سال 407ھ/1017ع ۾ اندروني خلفشار ۽ بدانتظامي سبب قتل ٿي ويو. جيئن ته هو محمود غزنويءَ جو پيٽوِيو هو تنهنڪري

محمود بنا دير خوارزم تي حملو ڪري ان کي فتح ڪيو ۽ اتي پنهنجي نائب التونتاش کي مقرر ڪيائين.
هتي اهو ٻڌائڻ ضروري آهي ته محمود غزنوي پيءُ جي مرڻ کان بعد 387ھ/997ع ۾ تخت نشين ٿيو ۽ ايندڙ ويهن سالن ۾ هن هندستان جي دور دراز مهمن ۾ مسلسل ڪاميابي حاصل ڪئي هئي. ليڪن هن پنهنجي طاقت جو اصل مرڪز خراسان ۽ وچ ايشيا کي ئي سمجهيو هو. ان ڪري جڏهن خوارزم ۾ حالتون خراب ٿيون ته ان کي فتح ڪرڻ کان سواءِ وٽس ٻيو چارو نه هو. ان ريت هن ايلخانن سان ممڪن چپقلش ۽ خطري جو خاتمو ڪرڻ گهريو ٿي.
سلطان محمود، علوم ۽ فنون جو سرپرست ۽ دلداده هو. 'تذڪره دولتشاه' موجب سندس دربار سان چار سؤ کان وڌيڪ عالم، طبيب ۽ شاعر وابسته هئا. هڪ روايت موجب محمود خوارزم فتح ڪرڻ بعد البيرونيءَ سميت ڪيترن عالمن کي گهرائي پنهنجي دربار ۾ رکيو، تڏهن بيرونيءَ جي عمر پنجيتاليه سال هئي. ليڪن تاريخ ۽ تذڪرن جي ڪن روايتن موجب سلطان محمود خوارزم فتح ڪرڻ کان پوءِ بيروني توڙي ٻين عالمن کي زبردستيءَ قيد ڪري غزني وٺي آيو؟ بيرونيءَ جي باري ۾ چيو ويو آهي ته ان کان پوءِ هو مسلسل نظربنديءَ جو شڪار رهيو. بلڪ جيترو وقت هو هندستان يعني موجوده پاڪستان جي ايراضيءَ ۾ رهيو جيڪو ڏهن

سالن ڪان وڏيڪ عرصو آهي ته اهو سمورو وقت هن نظربنديءَ ۾ گذاريو! هڪ لحاظ سان غزنيءَ پهچڻ ڪان پوءِ بيرونيءَ جي زندگيءَ جو نهايت ڪامياب تخليقي دور شروع ٿئي ٿو. جتي هو هڪ رصدگاهه قائم ڪري ٿو. جنهن ۾ هو پنهنجي سائنسي کوجنا ۽ تحقيق کي جاري رکي ٿو ۽ انهيءَ دوران هو افراد المقال، ڪتاب التحديد، ڪتاب التفهيم، قانون مسعودي ۽ ڪتاب في تحقيق ماللهند جهڙيون يادگار تصنيفون چڏي وجي ٿو.

هتي اهو ٻڌائڻ ضروري ٿو لڳي ته نظامي عروضي سمرقندي جنهن پنهنجو ڪتاب 'چهار مقاله' سال 552هه ۾ تصنيف ڪيو يعني بيروني جي غزنيءَ اچڻ ڪان هڪ صدي ڪان به گهٽو پوءِ، تنهن هن سلسلي ۾ وري عجيب روايت بيان ڪئي آهي. هو لکي ٿو ته جڏهن ابوالعباس خوارزم جو حڪمران هو ته سلطان محمود کيس فرمائش ڪئي ته هو پنهنجي درٻار جي پنجن نامور عالمن البيروني، ابن سينا، ابونصر عراق، ابوالخير خمار ۽ ابو سهل مسيحي کي غزنيءَ جي شاهي دربار موڪلي ڏئي ته جيئن انهن جي علم و فضل ڪان فيضياب ٿي سگهجي. البيروني، ابوالخير ۽ ابونصر وڃڻ لاءِ آمادگي ڏيکاري پر ابن سينا ۽ ابو سهل وڃڻ ڪان انڪار ڪيو ۽ اتان ڀڄي نڪتا.

علمي دنيا ۾ بيرونيءَ جي خدمتن کي جن عالمن روشناس ڪرايو آهي، انهن ۾ سرفهرست جرمن مستشرق ڊاڪٽر سخاؤ

آهي، جنهن بيرونيءَ جي ٻن ڪتابن- ’آثار الباقيه‘ ۽ ’ڪتاب في تحقيق ما للهند‘ تي وڏي محنت ۽ جانفشاني سان ڪم ڪيو. ڪتاب ما للهند جو عربي متن ايڊٽ ڪري 1885ع ۾ شايع ڪيائين ۽ ان کان پوءِ ان جا جرمن ۽ انگريزي ترجما 1888ع ۾ شايع ٿيا. انگريزي مقدمي ۾ سخاؤ هڪ غير جانبدار محقق هجڻ بدران سلطان محمود جي ڪردار سان انصاف نه ڪري سگهيو ۽ اهو تاثر ڏئي ٿو ته هن بيرونيءَ سان سٺو سلوڪ نه ڪيو ۽ هو علم دوست نه هو. وڏي ڳالهه ته ان لاءِ هو بيروني جي تحريرن کي استعمال ڪري چڪي تاڻي انهن مان منهنجو مقصد حاصل ڪري ٿو ۽ بيرونيءَ کي مسلسل سلطان محمود جي نظربنديءَ هيٺ ڏيکاري ٿو. بيروني ڏهاڪو سالن کان مٿي عرصو سنڌ ۽ پنجاب جي ايراضيءَ ۾ رهيو جتي هن سنسڪرت ۽ هندن جي علوم بابت مهارت حاصل ڪئي. سخاؤ چوي ٿو ته اهو سمورو عرصو بيروني قيد جهڙي حالت ۾ هو، بلڪ پنهنجي طرفان اهو نتيجو قائم ڪري ٿو ته بيروني ملتان ۾ نظربند رهيو. سخاؤ وڌيڪ چوي ٿو ته بيرونيءَ کي آزاديءَ جو ماحول محمود جي وفات کان پوءِ مليو، جڏهن سلطان مسعود تخت نشين ٿيو. سندس چوڻ مطابق: هو علم جو قدردان ۽ سرپرست هو ۽ هن ئي بيرونيءَ جي سرپرستي ڪئي، جنهن ڪري بيروني پاڻ علم هيئت بابت پنهنجي مشهور تصنيف ’قانون مسعودي‘ ڏانهس منسوب ڪئي.

سخاؤ جي ان ڇاڻي واٽي ڦهلايل غلط فهميءَ جو بنياد ’ڪتاب مااللهند‘ جي پهرين باب ۾ اهو مختصر اقتباس آهي جيڪو هن انگريزي ۾ هيئن ترجمو ڪيو آهي:

"I have found it very hard to work my way into the subject, although I have a great liking. I do not spare either trouble or money on collecting Sanskrit books from place where I Supposed they were likely to be found. what scholar, however, has the same favorable opportunities of studying this subject as I have? That would be only the case with one of whom the grace of God accords, what it did accord to me, a perfectly free disposal of his own doings and goings, for it has never fallen to my lot in my own doings and goings to be perfectly independent, nor to be invested with sufficient power to dispose and to order as I thought best. However, I  thank God for that which he has bestowed upon me, and which

must be considered as sufficient for the purpose (4)."

اصل عربي عبارت جنهن جو سخاؤ ترجمو ڪيو آهي، هن ريت آهي:

**”ولقد اعيتني المداخل فيہ مع حرصي الذي تفردت بہ في ايامي، وبذلي الممكن غير شحيح عليہ في جمع كتبهم من المظان واستحضار من يهتدي لها من المكامن، ولمن غيري مثل ذالڪ الا من يرزق من توفيق الله ما حرمتہ في القدرة علي الحركات عجزت فيها عن القبض والبسط في الامر والنهي طويٰ عني جانبها، والشكرلله عليٰ ما كفيٰ منها(5).“**

ترجمو: حقيقت هيءَ آهي ته انهن راهن تي هلي هلي آءٌ ٿڪجي پيس. باوجود ايڏي حرص جي جنهن ۾ مان يگانه روزگار آهيان. مون پنهنجي وت آهر پيسو پڻ خرچ ڪيو ۽ ان ۾ مون بخل ڪان ڪم نه ورتو، ان ڪري جتي به سجهي پيو، لڪل جاين تان انهن جا ڪتاب هٿ پئي ڪيم ۽ اهڙن ماڻهن سان واسطو ٿي رکيم، جن کي ان ڪم جو ڏانءُ هو.

مون ڪان وڌيڪ پيو ڪير به ائين ڪري نه سگهندو؟ ها اهڙو ڪو خاص ماڻهو هجي جنهن کي الله تعاليٰ جي توفيق سان ايڏي چرپر جو اختيار مليل هجي، جنهن ڪان مان محروم هيس. مان ته (هٿ) کولڻ ۽ بند ڪرڻ، روڪڻ ۽ ٽوڪڻ ۾ به عاجز

ٿي پيس، تان جو اهي سڀ راهون بند ٿي ويون. وري به الله جو شڪر آهي جو منهنجو مقصد پورو ٿيو.‘

ڊاڪٽر بلوچ صاحب سخاؤ جي پيدا ڪيل غلط فهمين ۽ اعتراضن جو نهايت تحقيقي ۽ تنقيدي انداز ۾ جائزو ورتو آهي ۽ پنهنجو تجزيو هيٺئين ريت پيش ڪيو آهي:

(الف) ڇا بيروني خوارزم فتح ٿيڻ کان پوءِ قيديءَ جي صورت ۾ غزنيءَ آيو هو، جيئن سخاؤ چوي ٿو؟ ڊاڪٽر صاحب هن سلسلي ۾ متعلقه تاريخي مواد ۽ تذڪرن جي آڌار تي چوي ٿو ته بيروني پاڻ ڪٿي به اهڙي ڳالهه ته ڇا بلڪ اشارو به نه ڏنو آهي. اهو وري به نظامي عروضي سمرقندي هو جنهن ”چهار مقاله“ ۾ هڪ بي حڪايت آندي آهي ته هڪ دفعي بيروني غزنيءَ ۾ سلطان محمود جي خاص مجلس ۾ موجود هو جو سلطان کانئس هڪ سوال جي جواب تي ڪاوڙجي پيو ۽ کيس ڇهن مهينن لاءِ نظر بند ڪرڻ جو حڪم ڏنائين. ليڪن هن روايت مان خود هن ڳالهه جي ترديد ٿئي ٿي ته سلطان محمود بيرونيءَ کي خوارزم مان ئي قيد ڪري وٺي آيو ۽ هو سلطان جي وفات تائين يعني باقي تيرنهن سال ئي شاهي نگراني يا نظربنديءَ ۾ رهيو. اصل ڳالهه هيءَ آهي ته ”چهار مقاله“ ۾ پيون به اهڙيون ڪيتريون حڪايتون آهن جن ۾ واقعي افسانوي رنگ پريل آهي.

ڊاڪٽر صاحب جو هڪ ٻيو اهم دليل اهو آهي ته البيروني خوارزم جي حڪمران ابوالعباس جو خاص معتمد هو ۽ ان جي دربار سان ستن سالن کان وڌيڪ وابسته رهيو. اهو ابوالعباس محمود جو پيڻويو هو جنهن ڪري ٻنهي وچ ۾ تحفن جي ڏي وٺ ٿيندي رهندي هئي.
مطلب ته ان ريت بيرونيءَ کي محمود غزنويءَ جي علم پروري ۽ هندستان ۾ سندس فتوحات بابت ضرور خبر پئي هوندي. بلڪ محسوس ائين ٿو ٿئي ته بيرونيءَ کي علم هيئت ۽ رياضيءَ جو جيترو شوق هو ۽ ان باري ۾ هندن جي علم ۽ ڄاڻ متعلق جيڪي ڪجهه ٻڌو يا معلوم ڪيو هئائين، هن چاهيو پئي ته ڪنهن ريت غزنيءَ جي دربار ۾ سندس پهچ ٿئي. خاص طور جڏهن سندس سرپرست ۽ قدردان ابوالعباس قتل ٿي چڪو هو ته ان صورت ۾ غزنيءَ اچڻ هن لاءِ يقيناً وڌيڪ فائديمند هو.
بهرحال سخاؤ جي ان پيدا ڪيل غلط فهميءَ جو شڪار سيد حسن برني جهڙو عالم پڻ ٿيو، جنهن/سال 1915ع ۾ علي ڳڙهه منجهان البيروني جي زندگي ۽ ڪارنامن بابت تحقيقي ڪتاب شايع ڪيو. اهو پڻ ان ڳالهه جي تهه تائين نه پهتو جو ان جو ازالو ڪري سگهي. بلڪ ان ڪتاب جو 1927ع ۾ جيتوڻيڪ ٻيو نظرثاني ايڊيشن شايع ٿيو پر ان ۾ به ڪا نئين تحقيق سامهون

نه اچي سگهي. ڊاڪٽر صاحب جو هيءُ ڪتاب مطالعو ٿيل هو جنهن جا حوالا پڻ بيروني تي لکيل مقالي ۾ آڻي ٿو.
هاڻي سوال اهو آهي ته جيڪڏهن محمود غزنوي عالمن جو قدردان نه هو ته ڇا بيرونيءَ لاءِ اهو ممڪن هو ته هو غزنيءَ کان هلي ۽ لڳ ڀڳ تيرهن سال هندستان جي هن علائقي ۾ گذاري. سو به وري هندن جي پنڊتن ۽ ۽ عالمن سان ملندو وتي ۽ هر قسم جا ڪتاب گڏ ڪندو وتي؟ بيروني پاڻ لکي ٿو ته هن پنهنجي طرفان ڪتابن خريد ڪرڻ تي جيترو پيسو ٿي سگهيو خرچ ڪيو؟ جيڪڏهن ائين آهي ته اهو پيسو ڪٿان آيو؟ البيرونيءَ جي آمدنيءَ جو ڪهڙو ذريعو هو؟
ڊاڪٽر صاحب جو چوڻ آهي ته ڪتاب الهند جي جملن ۾ بيروني هڪ محقق عالم وانگر پنهنجي اڻ کٿ علمي اڄ جو ذڪر ڪري ٿو. بلڪ انهن جملن ۾ در پرده اها به شڪايت آهي ته هندو عالم ساڻس سهڪار گهٽ ڪندا هئا، ايتريقدر جو ڪيس جادوگر به سڏيو ويو. هتي هيءَ حقيقت سامهون رکڻ گهرجي ته اهڙي وقت ۾ جڏهن محمود غزنوي هندستان جي ڪيترن علائقن ۾ فتوحات ڪري رهيو هجي ته هڪ مسلمان عالم اتي اڇي سالن جا سال رهي ۽ اتان جا عالم ۽ پڙهيل ڳڙهيل ماڻهو ان سان علمي تعاون ڪن، اهو ڪيڏو ڏکيو معاملو هو.
ان ڪري بيروني چوي ٿو ته مان پنهنجي وس آهر، ڪهڙيون به حالتون هيون، اهو ڪجهه ڪري سگهيو آهيان. ان کان

وڏيڪ ڪرڻ لاءِ الله تعاليٰ جي خاص عنايت ڪيي، جنهن مان مراد اڻ کٽ دولت ۽ اڻ کٽ جسماني ۽ ذهني قوت به ٿي سگهن ٿيون.

(ب) سخاؤ پنهنجي مقدمي ۾ البيروني کي هڪ سياسي ڪردار ڏيڻ جي پڻ ڪوشش ڪئي آهي ۽ اهو به الزام هڻي ٿو ته هو سلطان محمود جو درپرده دشمن هو. هو محمود کي پسند نه ڪندو هو، جنهن ڪري هن پنهنجو ڪوبه ڪتاب محمود ڏانهن منسوب نه ڪيو آهي. سخاؤ چوي ٿو ته سلطان محمود جي مقابلي ۾ البيروني سلطان محمود جي پٽ مسعود سان عقيدت رکندڙ هو جنهن ڪري هن هيئت بابت پنهنجو مشهور ڪتاب 'قانون مسعودي' هن جي نالي معنون ڪيو آهي.

ڊاڪٽر صاحب جي تجزيي موجب سخاؤ اها غلط فهمي چاڻي واڻي پيدا ڪئي آهي ته جيئن بيرونيءَ جي نظربنديءَ جو جواز سمجھ ۾ اچي سگهي. پيو سخاؤ کي اها غلط فهمي هن ڪري پيدا ٿي آهي، جو هو بيرونيءَ کي ابوالعباس جو اهڙو سياسي مشير سمجهي ويٺو آهي. جيڪو بيرونيءَ جي مشوري کان سواءِ ڪو ڪم نٿو ڪري. اها حقيقت آهي ته آخري وقت ۾ ابوالعباس ۽ محمود جي وچ ۾ هن ڳالهه تي اتفاق نه هو ته ايلخانن سان کهڙي پاليسي هلڻ گهرجي. پر ان لاءِ بيرونيءَ کي ذميوار سمجهڻ ان ڪري غلط ٿيندو ته ابوالعباس ۽ بيرونيءَ جي وچ ۾ جيڪي صلاح مشورا ٿيندا هئا، اهي بيروني پنهنجي

يادگيرين ’المسامرة‘ طور تحرير ڪيا هئا جيڪي ’تاريخ بيهقيءَ‘ ۾ جيئن جو تيئن شامل آهن. جنهن به محقق تاريخ بيهقيءَ جو ان لحاظ کان مطالعو ڪيو آهي، اهو هرگز البيرونيءَ کي ان صورتحال لاءِ ذميوار قرار نٿو ڏئي سگهي. حقيقت اها آهي ته البيروني اول کان آخر تائين هڪ صحيح سائنسدان ۽ علم جو متلاشي انسان هو. هن پنهنجي تحريرن ۾ ڪٿي به اهڙي دعويٰ نه ڪئي آهي ته هن ڪنهن کي ڪهڙا مشورا ڏنا. البت ايترو ضرور آهي ته هو وقت جي حڪمرانن آڏو سچ ڳالهائيندو رهيو آهي ۽ صحيح راءِ جو اظهار ڪيو آهي. اهڙن واقعن جو ذڪر سندس تحريرن ۾ ملي ٿو. بلڪ هڪ حساس سوچ ۽ فڪر رکندڙ عالم وانگر پنهنجي تصنيفن ۾ ڪيترا اهڙا اشارا ڪيا آهن يا جيڪي کيس پسند نه آيو، ان بابت ڪنهن نه ڪنهن ريت ڪجھ چئي ويو آهي.

(د) سخاؤ چوي ٿو ته بيرونيءَ کي ملتان ۾ نظربند رکيو ويو ۽ حسن برني ’قانون مسعودي‘ جي مقدمي ۾ چوي ٿو ته بيرونيءَ کي نندنه ۾ نظربند رکيو ويو!؟

سخاؤ ”ڪتاب الهند“ جي مقدمي ۾ هڪ هنڌ لکي ٿو ته: ”خوارزم فتح ڪرڻ کان پوءِ شاهي خاندان جا ڪيترا فرد غزنيءَ ۾ ۽ بيرونيءَ کي ملتان ۾ شاهي قيديءَ جي حيثيت ۾ رکيو ويو.“ اهو گمان هو ان ڪري قائم ڪري ٿو جو بيروني ان ڪتاب ۾ ملتان جو گهڻو ذڪر ڪيو آهي ۽ اتي جي پنڊت دَرلڀَ

سان پنهنجي ملاقات جو ذڪر ڪري ٿو. پر ”ڪتاب الهند“ ۾ هڪ عبارت هن ريت پڻ آهي(6):

”مون پاڻ قلعه لاهور جي عرض البلد جي ماپ ڪئي جيڪا 34 درجا ۽ 3 منٽ آهي. ڪشمير ۽ لاهور جي وچ ۾ 54 ميلن جو فاصلو آهي، اڌ رستو آسان آهي پر اڌ رستو بيمار ڪري ٿو. ٻيا عرض البلد جيڪي مون پاڻ معلوم ڪيا انهن ۾ غزني، ڪابل، ڪندي، لمغان، پرشاور، واهند، جهلم، دنپور ۽ قلعه نندنه شامل آهن. نندنه ۽ ملتان جي وچ ۾ 200 ميلن جو فاصلو آهي. ان ڪان پوءِ سيالڪوٽ، منڊا ڪاڪر ۽ ملتان جا عرض البلد به ڏئي ٿو.“ بيروني آخر ۾ لکي ٿو:

”اسان انهن ماڳن ڪان اڳتي هنن جي ملڪ ۾ نه ويا آهيون ۽ نه وري هندن جي ڪتابن ۾ ٻين شهرن جي عرض البلد بابت اسان کي خبر پئي آهي.“

مٿين بيان ڪان وڌيڪ ٻي ڪهڙي وضاحت ٿي سگهي ٿي ته بيروني کي پنهنجي مرضيءَ مطابق گهمڻ ڦرڻ، مشاهدا ۽ تجربا ڪرڻ جي مڪمل آزادي هُئي.

نندنه جي مقام تي تجربي جي باري ۾ بيروني جيڪي الفاظ استعمال ڪري ٿو، اهي هن ريت آهن:

**ولما اتفق الي المقام بقلعة نندنه**

يعني: ’جڏهن اسان کي نندنه قلعه واري مقام تي پهچڻ جو اتفاق ٿيو.......‘

بيروني ’نندنه‘ جو ذڪر هڪ دفعو نه بلڪ مختلف موقعن تي چار دفعا ڪيو آهي ۽ اهو عرصو سورهن سالن تي ڦهليل آهي.

(د) بيرونيءَ جي قصيدي مان شاهدي:

بيروني جا پنهنجا تمام گهڻ شعر مليا آهن پر انهن ۾ هڪ اهڙو قصيدو شامل آهي جنهن ۾ هو پنهنجن سڀني محسنن کي ياد ڪري ٿو. جرمن مستشرق سخاؤ جي ”ڪتاب الهند“ جي مقدمي مان پتو پوي ٿو ته هن جو سمورو ڌيان، بيرونيءَ جي هند بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ ۽ علم هيئت تي مرڪوز هو ۽ بيروني جي زندگيءَ بابت ڪيترو مواد هن جي نظرن کان اوجهل رهيو، جنهن ۾ هيءُ قصيدو به شامل آهي. جيئن مٿن ذڪر ٿي چڪو ته ڊاڪٽر صاحب کان اڳ حسن برني جنهن 1915ع ۾ علي ڳڙهه ۾ بيروني بابت هڪ تحقيقي ڪتاب لکيو، تنهن ۾ هو اهو قصيدو ته آڻي ٿو، پر ان مان هو سلطان محمود ۽ بيرونيءَ جي تعلقات بابت ڪو مثبت نتيجو قائم ڪري نه سگهيو. ڊاڪٽر صاحب ان قصيدي کي سلطان محمود سان بيرونيءَ جي تعلقات بابت ناقابلِ ترديد شاهديءَ طور پيش ڪري ٿو. هتي اسان ان قصيدي جا اهي بند پيش ڪريون ٿا. جن ۾ هو محمود غزنويءَ جي تعريف ڪري ٿو. شروعاتي بندن ۾ آل عراق خاندان ۽ خوارزم جي حڪمرانن: منصور ۽ مامون جي تعريف ٿيل آهي(7).

ان ڪان پوءِ هو. سڌو سنئون محمود غزنويءَ جي تعريف ڪندي چوي ٿو:

**ولم ينقبض محمود عني بنعمته**

**فاءغني واقني مغضياً عن مكاسباً**

**عفا عن جهالاتي وابدي تكرماً**

**وطري بجاه رونقي ولباسياً**

**عفاءَ عليٰ دنياي بعد فراقهم**

**واواحزني انّ لم اءزر قبل آسياً**

ترجمو:۔محمود ڪنهن به نعمت کان مون کي محروم نه رکيو. هن مون کي مالا مال ڪيو ۽ خوش رکيو ۽ منهنجي اوڻاين کي ڍڪيو. هن منهنجي غلطين کي معاف ڪيو ۽ منهنجي عزت افزائي ڪئي. هن جي شان و شوڪت سبب منهنجي رونق ۽ لباس (فاخره) ۾ اضافو ٿيو. هنن جي فراق ۽ جدائيءَ کان پوءِ منهنجي زندگيءَ ۽ جيئڻ ته حيف آهي. اهو ڪيڏو نه الميو آهي پر هنن کان پوءِ مون کي ڪو همدرد ۽ غمگسار نه گڏيو آهي!

اهڙيءَ طرح ڊاڪٽر صاحب بيرونيءَ جي ٻين ڪيترين تصنيفن ’ڪتاب التحديد‘ ۽ ’ڪتاب الجماهر‘ ۾ آيل شاهدين جي ڇنڊڇاڻ ڪري ٿو جنهن سان پڻ اها ثابتي ملي ٿي ته بيروني جي سلطان محمود وٽ وڏي عزت هئي، جنهن جو اظهار بيروني مٿين قصيدي ۾ کليءَ ريت ڪيو آهي.

**ايران جي وڏي عالم فروز انفر جي شاهدي:**
هتي اها ڳالھ دلچسپيءَ کان خالي ناهي ته ڊاڪٽر صاحب سلطان محمود ۽ بيروني جي تعلقات بابت جرمن مستشرق سخاؤ طرفان ڦهلايل غلط فهميءَ متعلق اها تحقيق مڪمل ڪئي ته ٻئي طرف ايران جي وڏي عالم بديع الزمان فروزانفر پنهنجي ليکي مشهور تصنيف ’تاريخ ادبيات ايران‘ بعد از اسلام تا پايان تيموريان‘ ۾ پڻ ساڳيو نتيجو قائم ڪيو. هو پڻ ساڳئي قصيدي جا بند پيش ڪري ٿو ۽ عروضي سمرقنديءَ جي ”چهار مقاله“ ۾ آندل روايت بابت هيئن لکي ٿو(8):

**”مطابق روايت چهار مقاله سلطان محمود به واسطهء چند حڪم که ابو ريحان کرد و صحيح درآمد او را مدت شش ماه محبوس داشت تابه وساطت احمد بن حسن خلاصي يافت، ولي صحت اين حکايت مورد ترديد است. ظاهراً محمود به ابو ريحان لطفي داشته و او را هميشہ از انعام خود بهره مند مي کرده.“**

ترجمو: فروز انفر چوي ٿو:
”چهار مقاله“ ۾ جيڪا روايت آهي ته سلطان محمود، بيرونيءَ کان چند سوال ڪيا ۽ هن انهن جا صحيح جواب ڏنا، تنهن کان پوءِ سلطان هن کي ڇهن مهينن لاءِ نظربند ڪرڻ جو حڪم ڏنو، تان جو احمد بن حسن جي وچ ۾ پوڻ سان بيروني آزاد ٿيو.

ليڪن هن پوري حڪايت ۾ ڪا سچائي ڪونهي. بلڪ ظاهري طور محمود البيرونيءَ تي گهڻو مهربان هو ۽ کيس انعام و اڪرام سان نوازيندو هو.“

فروزانفر ’ڪتاب الهند‘ جي حوالي سان هڪ پيو انڪشاف به ڪري ٿو ته بيروني سومناٿ جي سفر ۾ سلطان محمود سان گڏ هو. هو لکي ٿو:

**”ابو ريحان در سفر هاي که محمود به هندوستان کرده حضور داشته و بواسطهء اين سفر ها در عقايد و آرا و جغرافياي هند تحقيقات زيادي کرده، از جمله در اضمن کتاب تحقيق ما للهند مي گويد: الا اني شاهد تهم في سنة قلعه سومنات وهي اربعة مائة وست عشرة للهجرة. دربسياري از جاهاي ديگر به مسافرت هاي که به حدود هند کرده اشاره نموده است(9).“**

يعني: ابو ريحان هندستان جي ڪيترن سفرن ۾ سلطان محمود سان گڏ هوندو هو. اهو انهيءَ جو نتيجو هو جو هو هندن جي مذهب ۽ اتان جي جاگرافيءَ بابت وڏيڪ تحقيقات ڪري سگهيو. مثلاً: ”ڪتاب ما للهند“ ۾ هڪ هنڌ چوي ٿو: ”مون کي پاڻ سومناٿ جي قلعي کي ڏسڻ جو موقعو مليو ۽ اهو سال 416 هجري هو.“ پين ڪيترين جاين تي جتي بيروني هندوستان ۾ ويو آهي، انهن بابت اشارا ڪيا اٿس.

## سلطان محمود جي تاريخي ڪردار بابت تحقيق:

محمود غزنوي (دور حڪومت: 998 کان 1030ع يا 387-- - 421 هجري) جي تاريخي شخصيت کي ڪنهن حد تائين وچين دور جي مؤرخن جنهن ۾ ’تاريخ فرشته‘ جو مصنف محمد قاسم هندو شاهه فرشته شامل آهي ۽ پوئين دور جا تاريخدان جن ۾ وري خاص طور برطانوي راڄ جا مؤرخ ايليٽ ۽ ڊائوسن اچي وڃن ٿا، غلط رنگ ڏئي پيش ڪرڻ ۾ وڏو ڪردار ادا ڪيو آهي. غالباً اهو تاريخ فرشته جو مصنف ئي هو جنهن ڇهن صدين کان پوءِ محمود جي باري ۾ ’بت فروش‘ جي بجاءِ ’بت شڪن(10).‘ جو افسانو گهڙي پيش ڪيو ۽ هن جي سمورين جنگي فتوحات کي ’اسلامي فتوحات‘ جي عاليشان لفظن يا ’مقدس جهاد‘ جهڙن مخالف جذبات ڀڙڪائيندڙ نعرن سان پيش ڪيو. انهيءَ جذباتي انداز سبب ’تاريخ نويسيءَ‘ کي اهو نقصان پهتو جو واقعن پٺيان اصلي پس منظر ۽ اسباب غائب ٿي ويا.

محمود غزنويءَ جي ڪردار کي وڏيڪ مسخ ڪرڻ ۾ بهرحال مغربي جديد تاريخ نويسن يا نو آبادياتي نُڪتهٔ نظر (Colonialist View Point) رکندڙ مؤرخن جو وڏو هٿ آهي. هنن ايئن ڇو ڪيو؟ ان سوال جو جواب ڏيڻ ڏکيو ناهي. پهريون ته هنن جڏهن برصغير ۾ قدم رکيو ته مسلمان هتي حڪمران هئا. گويا هنن جو مقابلو مسلمانن سان هو ۽ انهن سان هنن کي جيتي ڪٿي لڙايون ڪرڻيون پيون. ٻيو ته هنن کي هندن

جي غالب اڪثريت جي همدرديءَ جي سخت ضرورت هئي. هنن هندن کي هر طرح باور ڪرائڻ ٿي چاهيو ته انگريز کين مسلمانن جي صدين جي محڪوميءَ کان نجات ڏيڻ وارا آهن. انهيءَ ڪري هنن هر اهڙو قدم کڻڻ ٿي چاهيو جنهن سان هو هندن جي نظرن ۾ وڏيڪ عزت بلڪ هنن جو اعتماد حاصل ڪري سگهن. آخر ۾ ائين چئجي ته ’ورهايو ۽ حڪومت ڪريو‘، واري سونهري اصول تي عمل ڪرڻ لاءِ ڪن اهڙن تاريخي واقعن کي استعمال ڪرڻو هو جنهن سان هڪ طبقي ۾ مذهبي قوم پرستيءَ واري شعور ۽ جذبي کي جاڳائي سگهجي.

نو آبادياتي تسلط تحت تاريخ کي مسخ ڪرڻ جو ان کان وڏيڪ پيو ڪهڙو تاريخي مثال ٿي سگهي ٿو ته 1842ع ۾ هندستان جي وائسراءِ لارڊ ايلنبرو هڪ شاهي فرمان جاري ڪري افغانستان ۾ برطانوي فوج جي ڪمانڊر جنرل ناٽ کي حڪم ڪيو ته هو غزنيءَ ۾ محمود غزنويءَ جي مقبري ۾ لڳل صندل جي ڪاٺ جا اهي دروازا پٽي هندستان کڻي اچي جيڪي محمود غزنوي سومناٿ جي مندر کي ٽوڙڻ وقت پاڻ سان گڏ کڻي ويو هو(11).

هن مسئلي تي 1843ع ۾ برطانوي دارالعوام ( House of Commons) ۾ وڏو گوڙ ٿيو ۽ ڪيترا ڏينهن وڏو بحث هليو، جيڪو تاريخ جو حصو آهي، جنهن ۾ مخالف ڌر ڪيترا

اعتراض اٿاريا هئا. هنن جو چوڻ هو ته آخر ايلنبرو جي ان ڪاروائي جو ڇا مقصد هو؟ ڇا هو هندن جي مذهبي ۽ قومي جذبات سان کيڏي همدرديون حاصل ڪرڻ گهري ٿو؟ ليڪن حقيقت اها آهي ته ايلنبرو واقعي هڪ تير سان ٻه شڪار ڪرڻ گهريا ٿي. هڪ ته افغانستان ۾ برطانوي فوج جي ذلت آميز شڪست جو هن بدلو وٺڻ گهريو ٿي ۽ ٻيو ته هن هندستان مٿان محمود غزنويءَ جي سترهن ڪاهن جي جوابي ڪاروائي ڪري هندستاني عوام جي وڏي طبقي ۾ انگريز قوم جي عزت ۾ ان ريت اضافو ڪرڻ گهريو ٿي. حالانڪ تاريخ جي ڪنهن به ڪتاب ۾ سومناٿ مان صندل جا دروازا پٽي ڪڍي وڃڻ جو ذڪر ته ڇا پر ڪٿي اهڙو اشارو به نٿي ملي.

ڊاڪٽر بلوچ هڪ مؤرخ جي حيثيت ۾ سڀ کان پهرين سلطان محمود جي هندستان تي حملن بابت اصل پس منظر کي نهايت وضاحت سان بيان ڪري ٿو جيڪو ڪجھ هن ريت آهي:

چوٿين/ ڏهين صدي جي وچ ڌاري الپتگين (وفات: 352ھ/963ع) جيڪو اصل ۾ ترڪ غلام هو ۽ ساماني خاندان طرفان خراسان جو مقرر ڪيل اعليٰ عملدار هو، تنهن پاڻ کي غزنيءَ جو خودمختيار حاڪم بنائڻ جو اعلان ڪيو. هن اٺ سال حڪومت ڪئي ۽ 963ع ۾ وفات ڪري ويو. اهو وقت هو جڏهن پنجاب ۾ راجا جئپال جهڙو مضبوط حڪمران تخت نشين هو ۽ هن جي حڪومت جون سرحدون پشاور ۽ ڪابل تائين

ڦهليل هيون. سال 977ع ۾ ابو علي جيڪو ابوبڪر لاوق جو پٽ هو ۽ جنهن کان الپتگين غزني کسي ان تي قبضو ڪيو هو، تنهن راجا جئپال جي پٽ جي مدد سان غزنيءَ تي لشڪر ڪشي ڪئي. غزنيءَ جي لشڪر جي اڳواڻي سبڪتگين ڪري رهيو هو. جيڪو الپتگين جو نياڻو به هو. لڙائي ۾ ابو علي ۽ جئپال جو پٽ مارجي ويا. انهيءَ فتح جي نتيجي ۾ سبڪتگين جنهن جو واسطو پڻ ترڪ نسل سان هو، سال 977/366 ۾ غزنيءَ جو حڪمران بنجي ويو. ائين سبڪتگين غزنوي خاندان جو پايو وجهندڙ بنجي ويو، جنهن پوءِ ڏهه سال حڪومت ڪئي.

مطلب ته ان ريت غزنيءَ جي حڪمران غزنوي خاندان ۽ پنجاب جي حڪمران جئپال وچ ۾ هٿيار بند لڙائي جو آغاز ٿي ويو. ٻي لڙائي 376ھ/986ع ۾ ٿي جڏهن جئپال پاڻ لشڪر جي اڳواڻي ڪئي ۽ لمغان ۽ غزني جي وچ تي غزڪ وٽ ٻئي لشڪر آمهون سامهون ٿيا. هن لڙائي ۾ نوجوان محمود به شامل هو جنهن جي عمر ان وقت پندرهن سال هئي. جئپال جڏهن شڪست کائڻ تي هو ته هن صلح جي آڇ ڪئي جيڪا سبڪتگين قبول ڪئي جنهن ۾ هن ڪيترو تاوان ۽ هاٿي ڏيڻ قبول ڪيا پر جڏهن جئپال واپس پنهنجي راڄڌاني پهتو ته پنهنجي عهد کان ڦري ويو. هاڻي جئپال هڪ وڏي جنگ جي تياري ڪرڻ لڳو ۽ دهلي، اجمير، قنوج، ڪالنجر جي هندو راجائن کان مدد وٺي هڪ لک فوج جي تياريءَ سان غزنيءَ

طرف پيش قدمي ڪئي پر هن پيري به جئپال شڪست کائي ويو ۽ سبڪتگين وري به صلح ڪي قبول ڪيو. هن دفعي جئپال لمغان کان پشاور تائين جو علائقو سبڪتگين جي حوالي ڪيو. هن لڙائي ۾ پڻ محمود شامل رهيو ۽ هينئر سندس عمر سترنهن سال هئي. اهڙي طرح جئپال ۽ سبڪتگين جي وچ ۾ چار دفعا مقابلو ٿيو ۽ هر دفعي جئپال هارايو ۽ ان جي نتيجي ۾ سندس حڪمرانيءَ جون سرحدون سنڌوندي جي اولهه کان بلڪل ختم ٿي ويون، باقي ان کان اوپر طرف ويندي لاهور تائين سندس حڪمراني محدود ٿي وئي.

سبڪتگين 387ھ/ 997ع ۾ وفات ڪئي ۽ ڪجهه عرصي بعد محمود جڏهن سندس عمر ستاويه سال هئي، ته غزنيءَ جو حڪمران بنجي ويو. محمود پنهنجي دانائيءَ جو، ان وقت وڏو ثبوت ڏنو جڏهن ٻن سالن جي مختصر عرصي کان پوءِ هن بغداد جي خليفي کان ’يمين الدوله‘ جو خطاب حاصل ڪيو ۽ پنهنجي لاءِ سلطان جو لقب اختيار ڪيائين. محمود جڏهن کان هوش سنڀاليو ته پيءُ سان گڏ لڙاين ۾ شامل رهيو، تڏهن کان هن ڏٺو ته غزنيءَ جي تخت کي پنجاب جي حڪمران پالا خاندان کان هر دم خطرو هو ۽ آخر ۾ ته هن اهو به ڏٺو ته ڀرپاسي جا هندو راجائون به ان جي مدد ڪرڻ لاءِ هر وقت تيار آهن. لهٰذا تاريخي روايت موجب هن تخت نشين ٿيڻ سان ئي اهو عهد ڪيو ته هو آئنده هندن جي راجائن خلاف پنهنجون

مهمون جاري رکندو. انهيءَ لحاظ کان هن محسوس ڪيو ته سندس پهريون نشانو جئپال هجڻ گهرجي جيڪو پاڻ پشاور حاصل ڪرڻ جي تياري ڪري رهيو هو. ٽن سالن جي وقفي بعد پشاور وٽ ٻنهي ڌرين ۾ مقابلو ٿيو جنهن ۾ جئپال پندرنهن شهزادن سميت سخت شڪست کائي ۽ قيد ڪيو ويو. آخر صلح جي شرطن تي کيس آزاد ڪيو ويو، جنهن کان پوءِ جلد ئي هو مري ويو، اهو مقابلو سنه 392ھ/1001ع ۾ ٿيو.

جئپال جي موت کان پوءِ سندس پٽ ۽ پوٽو انندپال ۽ ترلوڪن پال پورا ويهه سال محمود سان مقابلا ڪندا رهيا پر هو ڪڏهن به ڪامياب نه ٿي سگهيا، ان لاءِ هو ڪڏهن ڪڏهن هند جي پرپاسي وارن راجائن کان مدد به وٺندا رهيا. بلڪ انندپال ملتان جي قرمطي حڪمران دائود سان ڳٺجوڙ ڪري محمود جي پيش قدميءَ کي روڪڻ جي سازش ڪئي ته ان ۾ به کيس ناڪامي ٿي. آخر 1008ع ۾ انندپال هڪ دفعو وري پشاور تي قبضو ڪرڻ لاءِ پرپاسي جي راجائن قنوج، ڪالنجر ۽ گواليار جي مدد سان وڏو لشڪر تيار ڪري اڳتي وڌڻ لڳو. سلطان محمود کي جڏهن اها خبر پئي ته هو سنڌوندي کي پار ڪري ويهند (موجوده هنڊ) جي مقام تي اچي پهتو، جتي انندپال کي وڏي شڪست آئي. سلطان جي فوجن مسلسل پيش قدمي جاري رکي ۽ بياس ندي پار ڪري نگر ڪوٽ جو علائقو به عارضي طور فتح ڪري ورتو.

ان صورتحال ۾ انندپال پنهنجو تخت گاهه جهلم ضلعي جي مشهور ماڳ نندنه کي بنايو، جتي سندس موت بعد هن جو پٽ ترجن پال مسند نشين ٿيو. سلطان محمود نندنه کي 1014ع ۾ فتح ڪيو ته ترجن پال پنهنجي حڪمرانيءَ جي آخري سرحد ٿانيسر هليو ويو ۽ ائين لاهور کي به ڇڏي اڳتي وڌي ويو. سلطان محمود ترجن پال جي تعاقب ۾ ٿانيسر تي حملو ڪيو ته هو اتان ڀڄي وڃڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو. سلطان محمود جي اتان واپسيءَ کان ترجن پال هڪ طرف ڪالنجر جي راجا گنڊا ڌانهن دوستيءَ جو هٿ وڌايو ته ٻئي طرف قنوج جي راجا راجيپال سان تعلقات کي مضبوط ڪرڻ لڳو. انهيءَ صورتحال ۾ سلطان محمود 1018ع ۾ قنوج تي لشڪر ڪشي ڪئي ته قنوج جو راجا گنگانديءَ جي ٻي طرف وڃي پناهه ورتي. محمود ترجن پال جو پيڇو جاري رکيو ۽ شاروا پهچي اتي جي راجا راءِ چندر کي شڪست ڏني. هيءُ اهو راجا هو جنهن پنهنجي ڌيءُ جو سڱ ترجن پال جي پٽ ڀيم پال کي ڏنو هو.

ترجن پال اڃا سبق نه سکيو ۽ هڪ دفعو وري ڪالنجر جي راجا گنڊا سان سازباز ڪئي ۽ گواليار جي راجا کي پاڻ سان ملائي قنوج جي راجا راجيپال کي ان لاءِ قتل ڪيو ڇاڪاڻ ته هن محمود غزنويءَ جي لشڪر جو مقابلو نه ڪيو هو. محمود غزنوي هڪ سال کان پوءِ ترجن پال کي سيکت ڏيڻ لاءِ غزنيءَ کان 410هه/1019ع ۾ روانو ٿيو ۽ هر ملايو دوار وٽان

گنگانديءَ کي اڪري ترجن پال جو پيڇو ڪيو جنهن جي نتيجي ۾ هو زخمي ٿي پيو پر اتان پڇي وڃڻ ۾ ڪامياب ٿيو. آخر ترجن پال 412هه/1021ع پنهنجي ماڻهن هٿان ئي مارجي ويو ۽ سندس پٽ ڀيم پال پنج سال پوءِ 417هه/1026ع ۾ گذاري ويو. ان ريت غزنوي ۽ پالا خاندان وچ ۾ هلندڙ ڪشمڪش ۽ لڙاين جو خاتمو ٿيو.

سلطان محمود 412هه/1021ع ۾ پالا خاندان جي خاتمي کان پوءِ ڪالنجر جي راجا گنڊا ڏانهن دوستيءَ جو هٿ وڌايو، پر هن ان جو مثبت جواب نه ڏنو ۽ جنگ جي تيارين ۾ لڳي ويو، سلطان جڏهن مٿس حملو ڪيو ته هو ڀڄي ويو جنهن ڪري سلطان پنهنجي فوجن جو رخ گواليار طرف ڪيو جيڪو ڪالنجر جي راجا جو نائب هو. هن آڻ مڃي ۽ پنجٽيهه هاٿي تحفي طور پيش ڪيا. سلطان هڪ دفعو وري ڪالنجر جو رخ رکيو ۽ قلعي جو گهيرو ڪري ويهي رهيو. ڪجھ ڏينهن کان پوءِ گنڊا صلح لاءِ راضي ٿيو. ساليانو خراج ۽ ٽي سؤ هاٿي ڏيڻ قبول ڪيائين. هاٿي گنڊا سلطان جي ڪردار ۽ شخصيت کان گهڻو متاثر ٿيو جو هن جي شان ۾ هنديءَ ۾ شعر ٺاهي پيش ڪيائين. سلطان محمود خوش ٿي پندرهن قلعا سندس حوالي ڪيا. هن مهم تان سلطان محمود 413هه/1023ع ۾ غزنيءَ واپس پهتو.

سلطان محمود جي آخري مهم سومناٿ جي فتح آهي، جيڪا
هن سال 416ھ/1025ع ۾ سرڪئي، جنهن جو بظاهر مقصد
سومناٿ جي بت کي ٽوڙڻ هو، جيئن همعصر تاريخي روايتن
مان معلوم ٿئي ٿو. هن سلسلي ۾ عجيب و غريب روايتون ۽ ڏند
ڪٿائون ملن ٿيون. هندن جي روايت موجب جنهن کي البيروني
نقل ڪري ٿو، اهو لنگ جو مندر هو. سندس چوڻ موجب
سومناٿ لفظ جو اشتقاق آهي- سوم ۽ ناٿ، يعني چنڊ ديوتا جو
مندر. ڪن مسلمان تاريخ نويسن وري سومناٿ مان مراد منات
جو بت ورتو آهي جنهن جو ذڪر قرآن ۾ آهي. هڪ عوامي
روايت موجب جڏهن محمود هندستان ۾ فتوحات ڪري رهيو
هو ته عوام ۾ اهو به ويساهه هو ته سومناٿ جو اهو وڏو بت ٻين
ننڍين بتن تي ناراض هو، تڏهن ته محمود اهي علائقا فتح ڪري
رهيو هو!
ڊاڪٽر بلوچ جي تحقيق موجب سومناٿ جي شهرت صرف
مندر ۽ بت جي ڪري نه هئي، بلڪ اتي هڪ مضبوط قلعو
به موجوده هو. جنهن جي نشاندهي بيروني پڻ ڪئي هئي.
دراصل سومناٿ گجرات، ڪڇ ۽ ڪاٺياواڙ جي سامونڊي
شاهراهه تي واقع هجڻ سببان سامونڊي جهازن لاءِ هڪ اهم
لنگر گاهه جي حيثيت رکندو هو جتان وچ اوڀر ۽ چين جا واپاري
جهاز گذرندا هئا. سومناٿ جي انهي جاگرافيائي اهميت سبب
ڪيترا مسلمان پڻ اتي رهندا هئا. جن جو ڌنڌو سامونڊي تجارت

هو. ليڪن ڪجهه وقت کان اتان جي راجا مسلمانن تي گهڻي سختي شروع ڪري ڏني هئي ايتريقدر جو هڪ لوڪ روايت موجب سومناٿ مندر ۾ مسلمانن جي قرباني ڏني ويندي هئي. جنهن جو اهو مطلب به ٿي سگهي ٿو ته ان علائقي ۾ سامونڊي ڌاڙيل مسلمان تاجرن ۽ جهازن کي لُٽيندا ڦريندا هئا ۽ پوءِ قتل ڪندا هئا. ڊاڪٽر صاحب جو چوڻ آهي ته سومناٿ جي حملي کي ان پس منظر ۾ ڏسڻ گهرجي، اهوئي سبب هو جو سومناٿ جي فتح کان پوءِ سلطان محمود کي بغداد جي خليفي طرفان خاص خلعت ۽ خطاب سان نوازيو ويو هو.

ڊاڪٽر صاحب جي ٻي وڏي تحقيق هيءَ آهي ته هندستان تي سترهن ڪاهن جو انگ به نو آبادياتي تاريخ نويسن ڏنو آهي ۽ اهي ايليٽ ۽ ڊائوسن هئا. ليڪن عتبي جي معاصر تاريخ مطابق اهو تعداد ڪنهن به ريت ٻارهن تيرهن کان وڌيڪ ناهي ۽ ان ۾ ٿي حملا ملتان، سنڌ ۽ (خضدار) جا به شامل آهن. ان ريت گويا 391 کان 416 هجري جي چويهن سالن دوران اهو ڪل تعداد ڏهه آهي. انهن جو آغاز جئپال کان بدلو وٺڻ سان ٿيو ڇو ته ان کان اڳ جئپال جنهن جي حڪمرانيءَ ۾ ڪابل پڻ شامل هو، غزنيءَ تي حملو ڪرايو هو جڏهن سبڪتگين غزنيءَ ۾ اچا نئون اقتدار سنڀاليو هو. جئپال کان پوءِ هن جو پٽ انندپال سلطان سان ڀرپور مقابلا ڪندو رهيو ۽ غزنوي ۽ پالا خاندان وچ لڙايون هلنديون رهيون جن جو خاتمو 413ھ/1023ع ۾

ٿيو. ان وقت غزنوي سلطنت جي حدن ۾ پشاور ۾ پورو پنجاب شامل ٿي چڪو هو. بلڪ پنجاب ۾ اوپر طرف ڪالنجر به اچي ٿي ويو. پنجاب جي ان خصوصي اهميت ڪري 1021ع ۾ سلطان محمود لاهور ۾ پنهنجي خاص معتمد آريارق کي انتظام خاطر گورنر مقرر ڪيو ۽ اتي ئي سندس نالي سان سڪو جاري ٿيو جنهن تي سنسڪرت ۾ ڪلمه طيبه جو ترجمو هنن لفظن ۾ لکيل هو:

ايڪتم اڪم، محمد اوتار (12).

هڪ سڪي تي غالباً بسم الله جو ترجمو هنن لفظن ۾ هو اويڪتا نام:

جيتوڻيڪ ’اوتار‘ جو هتي استعمال صحيح نٿو لڪي، پر سنسڪرت ۾ شايد ڪو ٻيو مناسب لفظ نٿي مليو. ٻيو ته ’اوتار‘ هڪ مذهبي اصطلاح هو. بهرحال سڪن تي سنسڪرت جي استعمال مان سلطان محمود جي تنگ نظريءَ جي بجاءِ وسيع القلب ۽ کليل ذهن واري انسان جو ثبوت ملي ٿو. چيو وڃي ٿو ته اهو ترجمو البيرونيءَ ڪيو هو. همعصر تاريخ عتبيءَ جي لکڻ موجب غزنيءَ ۾ ڪيترا واپاري ۽ مالدار هندو موجود هئا جن کي هر قسم جي مذهبي آزادي حاصل هئي.

**سومناٿ بابت هندستان ۾ جديد تحقيق:**

سومناٿ بابت سلطان محمود جي مهم ۽ ان جي بت ٽوڙڻ بابت تازي تحقيق هندستان جي اتهاس، تاريخ ۽ ثقافت جي ماهر شريمتي روميلا ٿاپر ڪئي آهي جنهن پنهنجي هڪ ليڪچر بعنوان 'Narrative and Making of History' ۾ ڪيئي چرڪائيندڙ انڪشاف ڪيا آهن. اهو ليڪچر هن 1999ع ۾ بمبئي يونيورسٽي ۾ ڏنو ۽ سال 2000ع ۾ آڪسفورڊ انڊيا طرفان شايع ٿيل آهي.

روميلا جو بنيادي نظريو آهي ته ڪيترا اهڙا تاريخي واقعا ٿي گذريا آهن جن جي مختلف دورن ۾ مختلف تعبير ڪئي وئي آهي، آسان لفظن ۾ ائين چئجي ته اهو ضروري ناهي ته هڪ واقعي کي هر دور ۾ ساڳئي انداز ۾ بيان ڪيو وڃي يا سمجهيو وڃي. بلڪ وقت سان واقعي کي سمهجڻ جو انداز يا ادراڪ ئي بدلجيو وڃي. لهٰذا هڪ تاريخدان جو فرض بڻجي ٿو، ته هو نه صرف اصل واقعي کان آگاهي حاصل ڪري بلڪ اها ڄاڻ پڻ رکي ته اهو گذريل صدين دوران ڪيئن بيان ٿيندو رهيو آهي يعني ان واقعي بابت ڪهڙا ڪهڙا نُڪتهٔ نظر پيش ٿيندا رهيا آهن.

هاڻي اها حقيقت آهي ته محمود غزنوي 1026ع ۾ سومناٿ تي حملو ڪري اتان جي مشهور بت کي پڳو. روميلا صاحبه جو چوڻ آهي ته هن واقعي بابت اسان کي تاريخي طور پنجن قسمن جا نُڪتهٔ نظر ملن ٿا، جيڪي هن ريت آهن:

(1) فارسي ۾ لکيل تاريخ دانن جو نُڪتهٔ نظر يا بيان.
(2) همعصر جين مذهب وارن جي شاهدي يا بيان.
(3) سومناٿ ۾ ملندڙ سنسڪرت ڪتبن جي شاهدي.
(4) برطانوي دارالعوام جو سومناٿ بابت بحث.
(5) سومناٿ بابت ڀارت ۾ قومي نُڪتهٔ نظر جو اسرڻ.

هرهڪ نُڪتهٔ نظر جي تجزيي ڪرڻ کان اڳ هن سومناٿ جو پس منظر هن ريت بيان ڪيو آهي: مهاڀارت ۾ ان جو ذڪر مندر جي حيثيت ۾ نه بلڪ هڪ تيرٿ جي صورت ۾ ملي ٿو، ليڪن شِو جي مندر جي حيثيت ۾ ان جو ذڪر نائين يا ڏهين صديءَ کان ملي ٿو ۽ گجرات مٿان سولنڪي راڄ ٻارهين کان تيرهين صديءَ دوران هو.

روميلا لکي ٿي ته:

”سؤراشٽر جو اهو قديم علائقو زرعي لحاظ کان آباد هو پر ان کان وڌيڪ سندس خوشحاليءَ جو سبب ساموندي تجارت هئي. سومناٿ وٽ انهيءَ بندر جو نالو ويراول هو. جنهن جو واپار عرب ملڪن ۽ ايراني نارسان هلندڙ هو ۽ ان جي تاريخ صديون پراڻي آهي. اٺين صدي جي شروع ۾ سنڌ تي عربن جي حملي پويان پڻ اهي اسباب آهن. عرب ملاح ڪيترين صدين کان انهيءَ ساموندي شاهراهه تي ڪيترن شهرن ۾ آباد هئا. جتي انهن مقامي ماڻهن مان شاديون ڪيون هيون ۽ اتي ئي آباد هئا. ڪي عرب مقامي حڪمرانن جي ملازمت ۾ به هئا. اهڙو

ثبوت ان علائقي جي ڪن تاريخي ڪتبن مان مليو آهي.
هوڏانهن عرب ۽ فارس جي علائقن ۾ وري هندو واپارين جون ڪوٺيون هيون. ايتريقدر جو هرمز ۽ غزنيءَ ۾ يارهين صدي بلڪ ان ڪان پوءِ به هو وڏا مالدار هئا. غزنيءَ ۾ انهلواڙا جي آپيرا نالي هندو وٽ ڏهن لکن ڪان وڌيڪ مال ملڪيت هو “(13).
سومناٿ مندر جي خوشحاليءَ جو سبب پڻ اها تجارتي آمدني هئي. ساڳئي وقت تاريخ ۾ اهو پڻ ذڪر ملي ٿو ته پرپاسي وارا ننڍا راجا ۽ وڏيرا سومناٿ جي ياترين کي ڦريندا به هئا. سامونڊي بيڙن جي ڦر ۾ چاوڙا قبيلي جا ماڻهو سڀ ڪان وڌيڪ مشهور هئا. ليڪن انهن سڀني ڳالهين هوندي گجرات ۾ وڏي خوشحالي هئي جنهن جو وڏو فائدو اتان جي جين مت وارن کي ٿي رهيو هو جيڪي سياسي ۽ سماجي اثر رسوخ واران بنجي چڪا هئا ۽ چندا ڏيئي جين مت جا عاليشان مندر ٺاهيا هئائون.
روميلا سومناٿ جي باري ۾ البيروني جي همعصر شاهدي کي وڌيڪ معتبر سمجهي بيان ڪري ٿي، جڏهن هو چوي ٿو ته اتي محمود جي آمد ڪان تقريباً هڪ سؤ سال اڳ جو تعمير ڪيل پٿر جو قلعو موجود هو، جنهن جي اندر لنگم رکيل هو، جنهن جو مقصد مندر جي دولت جي حفاظت ڪرڻ هو. انهيءَ بت تي نذرانا خاص طور ملاح ۽ واپاري ڏيندا هئا. جن جو واپار زنجبار ۽ چين تائين هلندڙ هو.

هڪ طرف بيروني جهڙي محقق تاريخدان ۽ هيئت دان جو حقيقت تي مبني اهو بيان آهي جيڪو محمود غزنويءَ سان ان مهم ۾ گڏ هو ته ٻئي طرف فرخي سيستاني جهڙو شاعر جيڪو پڻ دعويٰ ڪري ٿو ته هو محمود سان گڏ هو، اهو وري پنهنجي شاعرانه مبالغه آرائي کان ڪم وٺي ٿو ۽ چوي ٿو ته سومنات جو بت اصل ۾ ’منات‘ جو بت آهي جنهن جو ذڪر قرآن مجيد ۾ ٻين ٻن بتن: ’لات‘ ۽ ’عزيٰ‘ سان گڏ ملي ٿو. اهي پويان ٻه بت ته اسلام جي آمد وقت ئي پرچي پورا ڪيا ويا، ليڪن منات جو بت ڪنهن ريت گجرات پهچي ويو. مطلب ته ان ريت هو سومنات جي بت کي پڇڻ جو وڏي ۾ وڏو جواز پيش ڪري ٿو.

روميلا جي تحقيق موجب چوڏهين صدي کان بعد جي فارسي مورخن وٽ سومنات جي باري ۾ تمام گهڻو وڌاءُ ملي ٿو، جيڪو حقيقت کان گهڻو پري آهي. انهيءَ دور ۾ ئي محمود غزنويءَ کي مثالي اسلامي حڪمران توڙي خدا جي خاص خليفي طور ڏيکاريو ويو آهي. بهرحال هن سلسلي ۾ روميلا تاريخ فرشته جي مصنف محمد قاسم فرشته جو ذڪر ڪيو آهي جنهن پنهنجي تاريخ 1015ھ/1606ع ۾ مڪمل ڪئي ۽ هن ئي غالباً پهريون دفعو محمود غزنوي بابت ’بت فروش‘ نه بلڪ ’بت شڪن‘ واري ڪهاڻي گهڙي. هن ئي اصل واقعي کان ڇهه صديون پوءِ، اها حڪايت بيان هئي ته محمود غزنويءَ

ڪي سومناٿ ۾ تڏهن ڪاميابي ملي جڏهن هن پنهنجي مرشد ابوالحسن خرقانيءَ جو جبو زمين تي وڇائي دعا گهريائين.

(2) همعصر جين مت وارن جي گواهي:
پنجين/يارهين صدي دوران محمود غزنويءَ جو همعصر ڌنپال نالي جين مت جو پوئلڳ مشهور شاعر ٿي گذريو آهي. هو مالوه جي دربار سان وابسته هو ۽ محمود غزنويءَ جي سومناٿ جي حملي جو تمام مختصر ذڪر ڪري ٿو، البت هو ان پهلوءَ طرف گهڻو ڌيان ڏئي ٿو ته آخر محمود ڇو ساڳئي وقت جين ڌرم جي مهاوير جي بت کي ڪو نقصان نه پهچائي سگهيو؟ ان لاءِ هو پنهنجي ڌرم ۽ ويساهه کي مٿانهون سمجهڻ سان ڪري ٿو. ان جو مثال ڏيندي هو چوي ٿو ته نانگ، گرودا پکيءَ کي ڇا ڪري سگهندا يا تارا سج جي روشنيءَ کي ڪيئن اونداهو ڪري سگهندا؟
جين مت جي ٻارهين صديءَ جي هڪ ٻي تحرير مان پڻ جين مت ۽ شومت جي رقابت جو وڏيڪ واضح ثبوت ملي ٿو.
هڪ ٻي روايت موجب جڏهن وقت جي سولنڪي حڪمران کي خبر پوي ٿي ته سومناٿ جي مندر جي انڪري خراب حالت آهي، جو ڪي ڌاڙيل ۽ ڦورو ان کي تباهه ڪري رهيا آهن ۽ ان جي عمارت ڪِرڻ تي آهي ته هو پاڻ پنهنجي سرهلي مندر جي شايانِ شان تعمير ڪرائي ٿو، اهو ساڳيو حڪمران

ڪنپات ۾ هڪ مسجد به تعمير ڪرائي ٿو، ليڪن ڪجهه وقت کان پوءِ مالوه جا پرمار ان مسجد کي ته ڪيرائي ڊاهي ڇڏين ٿا، پر ساڳئي وقت جين مت جا ان علائقي ۾ ٺاهيل پيا مندر به ڊاهي ڇڏين ٿا. هتي پهچڻ کان پوءِ روميلا هي نتيجو قائم ڪري ٿي جيڪو سندس لفظن ۾ ڏجي ٿو(14).

"It would seem that when the temple was seen as a statement of power it could become a taget of attack irrespective of religious affiliations."

ترجمو: اُتان معلوم ٿيو ته جڏهن مندر طاقت يا اقتدار جي نشاني بنجيو وڃي ته پوءِ اهو حملن جو نشانو بنجي ٿو ۽ ان لاءِ ڪنهن مذهب يا ڌرم جو قيد ناهي.

بهرحال جين مت وارن وٽ ڪي روايتون ملن ٿيون جن ۾ خاص طور تجارت پيشي وارا محمود جي حملن تي غصي ۽ ڪاوڙ جو اظهار ڪن ٿا، جاوڙي نالي هڪ واپاري جڏهن گهڻو شاهوڪار ٿي وڃي ٿو ته جين مت جي بت جي ڳولا ۾ نڪري پوي ٿو، پر کيس ٻڌايو وڃي ٿو ته سندس بت يعني ديوتا گجني (غزنيء) وارا کڻي ويا آهن ته هو غزنيءَ پهچي ٿو جتي هو گهڻو مال دولت ڏئي پنهنجو ديوتا واپس کڻي اچي ٿو.

مطلب ته جين ڌرم وارن وٽ پنهنجو نُڪتهٔ نظر آهي، جنهن مطابق هنن جي مندرن کي ڪو به هٿ نٿو لائي سگهي. شو جا

مندر ان ڪري تباھ ٿي وڃن ٿا جو شو پاڻ انهن کان بيزار آهي، جڏهن ته مهاوير پاڻ جين مندرن جي حفاظت ڪري ٿو.

(3) سومناٿ مان ملندڙ سنسڪرت ڪتبا (Epigraphy)
سنسڪرت ڪتبن مان وري بنھ نئون نُڪتهٔ نظر سامهون اچي ٿو، ٻارهين صدي يعني محمود غزنويءَ جي حملي کان اٽڪل هڪ صدي پوءِ سومناٿ ۾ راجا ڪمارپالا طرفان هڪ اهڙي عبارت ملي آهي جنهن مطابق هو سومناٿ جي حاڪم کي ٻاهران ايندڙ ڦورن ۽ مقامي وڏيرن جي ڦُرلُٽ کان ضروري اقدامات ڪرڻ جي هدايت ڪري ٿو، هڪ صدي بعد ٻي عبارت ۾ وري مالوه جي راجائن جي ڦُرلُٽ بابت سخت اقدامات جو ذڪر ملي ٿو، هن سلسلي ۾ ٻين ڪتبن ۾ پڻ اهڙو ذڪر ملي ٿو، سال 1169ع جو هڪ ڪتبو مليو آهي جنهن ۾ ڀاوا برهسپتي کي سومناٿ جي مک ٻانيڻ مقرر ڪيو ويو آهي، عبارت موجب هو قنوج کان آيل آهي ۽ شو کيس پاڻ حڪم ڪيو هو ته هو اتي اچي پراڻي عمارت جي بدلي نئين تعمير ڪري، هونئن به ڪالي جڳ ۾ مندر تباهي کي وڃي پهچندا آهن. هو وڌيڪ چوي ٿو ته هن پاڻ ڪمارپالا کي ان ڳالھ تي راضي ڪيو آهي ته ڪاٺ جي بجاءِ سنگ مرمر جو مندر ٺاهيو وڃي.

روميلا ٿاپر هتي اهم سوال اُٿاريو آهي ته آخر محمود غزنويءَ جي حملي کان فقط هڪ صدي پوءِ انهن ڪتبن ۾ ايڏي وڏي سانحي جو ذڪر ڇو نه ٿو ملي؟ آخر ڇو بار بار مقامي قُرلُٽ جو ذڪر ملي ٿو؟ ڪٿي ائين ته ناهي جو فارسي تاريخ نويسن خوامخواه محمود غزنويءَ کي هيرو ۽ غازي ثابت ڪرڻ لاءِ ڳالهين کي وڌائي چڙهائي پيش ڪيو آهي(15).

1264ع ۾ لکيل هڪ اهڙو ڪتبو به مليو آهي، جيڪو سنسڪرت ۽ عربيءَ ۾ لکيل آهي جنهن موجب هرمز جو هڪ تاجر سومناٿ ۾ مسجد لاءِ زمين جو معاهدو ڪري ٿو. انهيءَ قانوني دستاويز تي چار سن لکيل آهن. هڪ هجري، ٻيو سموت، ٽيون سمها، چوٿون ولاڀي. ان دستاويز موجب خوجه نوردين فيروز ناخدا هرمز وارو سومناٿ جي حدن ۾ مسجد لاءِ مقامي راجا شري ڇاڏا پٽ نانسمها کان زمين خريد ڪري ٿو، ان دستاويز ۾ ڪاٺياواڙ جي حاڪم مهاماتيا مالديو ۽ واگهيلي حڪمران جا نالا به ملن ٿا. ان دستاويز جي منظوري سومناٿ جي مک پروهت جيڪو پنچات جو مک پڻ آهي ان طرفان ڏنل آهي ۽ شاهدن ۾ اتي جا چڱا مڙس ٺڪر، راڻا ۽ واپاري شامل آهن، ٻي طرف کان مسجد جي جماعت ۾ ملاح، واپا، ناخدا ۽ مُلان شامل آهن. ان کان سواءِ هنرمندن ۾ چاڪي، رازا ۽ گهوڙن کي سنڀالڻ وارا به آهن، مسجد کي جيئن ته وقف طور هلائڻو هو، تنهنڪري انهن ٻين ماڻهن جو هئڻ ضروري هو.

هن سلسلي ۾ عجيب خاص ڳالهه هيءَ آهي ته مسجد جي وقف ۾ پرپاسي جي ٻن مندرن جي زمين ٽڪرن جي آمدني شامل آهي، ان کان سواءِ ٻن دڪانن ۽ هڪ گهاڻي جي آمدني به ان جو حصو آهي، ليڪن اهي سڀ ملڪيتون خريد ڪيل آهن.
دستاويز جي عبارت مان ٻنهي ڌرين درميان مڪمل هم آهنگي نظر اچي ٿي يعني اهو سڄو ڪم ٻنهي ڌرين جي خوشي ۽ رضامنديءَ سان ٿيو آهي.
هتي روميلا سوال ڪري ٿي ته محمود غزنويءَ جي حملن کان به سؤ سال پوءِ هن سڄي صورتحال مان ڇا سمجهڻ گهرجي. آخر سومناٿ وارن کان محمود غزنويءَ جي حملي واري شامت ڪيئن وسري وئي؟
پيو ته ٺهيو خود سومناٿ جو مک پروهت ۽ مقامي اثر رسوخ وارا ماڻهو اتي ڪيئن مسجد لاءِ زمين ٽڪر ڏيڻ تي راضي ٿيا؟
ڇا اُتان جي ماڻهن جي يادگيري ايتري ڪمزور هئي يا بذات خود اهو واقعو يعني سومناٿ تي حملو ايتري اهميت وارو نه هو؟ ڪٿي ائين ته نه هو ته عرب مان ايندڙ تاجرن لاءِ نرم گوشو هو ۽ صرف ترڪن لاءِ نفرت هئي، ڇو ته محمود جو واسطو ترڪ نسل سان هو.
ڇا هرمز سان گهوڙن جو واپار گهڻي نفعي وارو هو ان ڪري نوردين کي اها سهوليت ڏني وئي؟ يا مورڳو تجارت کي ٻي هر

ڳالھ مٿان فوقيت هئي؟ ڇا انهيءَ تجارت جي منافعي مان مندر وارن کي سڌوسنئون حصو ملندو هو يا هو پاڻ ان ۾ شريڪ هئا!؟

هن مهل تائين ڪيل بحث مان ظاهر ٿئي ٿو ته سومناٿ تي محمود غزنويءَ جي حملي بابت مختلف نڪتهء نظر رهيا آهن ۽ اهو ائين ناهي جيئن عام طور اسان سمجهيو آهي، مطلب ته ان سچي واقعي جي ڪا سڌي سولي ۽ آسان سمجهاڻي ڪونه آهي، روميلا هڪ دفعو وري اهو بنيادي سوال ڪري ٿي ته پوءِ اسان اهو ڪيئن فرض ڪري ورتو آهي ته محمود غزنويءَ جو اهو حملو صدين کان هندن جي ذهن تي ايترو ڇانيل رهيو آهي جو اهو هميشه لاءِ هندن ۽ مسلمانن جي تعلقات تي اثرانداز ٿيو آهي. ڇا اسان کي ڪي.ايم. منشيءَ جي هنن لفظن سان اتفاق ڪرڻ ضروري آهي.

’محمود جي هٿان مندر جي تباهي اهڙو ناقابلِ فراموش قومي سانحو آهي جيڪو هڪ هزار سالن کان وٺي هندن جي اجتماعي شعور ۾ باهه وانگر رکندو رهيو آهي؟(16).‘

**(4) برطانوي دارالعوام ۾ سومناٿ بابت بحث:**

روميلا جو خيال آهي ته سومناٿ تي حملي کي هندن جي قومي سانحي طور سڀ کان پهرين برطانوي دارالعوام (House of Commonns) ۾ 1843 ۾ بحث هيٺ آندو ويو. جيئن اسان

شروع ۾ اشارو ڪيو ته ان جو پس منظر هي آهي ته 1842ع ۾ لارڊ ايلنبرو ’دروازن بابت فرمان‘ (Proclamation of Gates) جاري ڪيو جنهن ۾ هن افغانستان ۾ انگريز فوج جي ڪمانڊر جنرل ناٽ کي حڪم ڪيو ته هو پنهنجي واپسي غزنيءَ کان ڪري ۽ محمود غزنويءَ جي مزار ۾ جيڪي صندل جي ڪاٺيءَ جا دروازا لڳل آهن، اهي پٽي پاڻ سان هندستان کڻائي اچي، ڇو ته اهي محمود سومنات مان اکيڙي کڻائي ويو هو.

ايلنبرو جي انهيءَ فرمان تي جڏهن دارالعوام ۾ طوفاني بحث جو آغاز ٿيو ته چيو ويو ايلنبرو کي آخر هندن جي مذهبي جذبات جو ايڏو خيال ڪيئن آيو آهي يا هو قومي سطح تي هندن جي همدرديءَ جي راند کيڏڻ گهري ٿو. سوال هو ته دروازن واري ڪهاڻيءَ جو ڪو اصل بنياد هو يا نه؟ ڇا ڪنهن مستند تاريخ جي ڪتاب ۾ ان ڳالهه جو ڪو حوالو موجود هو؟ خبر پئي ته ’تاريخ فرشته‘ جيڪا يارهين/ سترهين صدي يعني سومنات جي واقعي کان ڇهه صديون پوءِ لکي وئي ۽ جنهن جو انگريزيءَ ۾ اليگزينڊر ڊائو ترجمو ڪيو هو، ان پنهنجي ترجمي ۾ اهڙي قسم جي ڳالهه لکي هئي ليڪن اها حقيقت آهي ته فرشته پنهنجي تاريخ ۾ ڪٿي به دروازن واري ڳالهه نه ڪئي آهي البت سومنات بابت گهڻي مبالغي کان ڪم ورتو آهي جنهن ۾ سڀ کان پهرين ته هو بت جي حد کان وڌيڪ ديگهه جو ذڪر

ڪري ٿو ۽ وري جڏهن محمود ان بت جي پيٽ ۾ سوراخ ڪري ٿو ته تمام وڏي انداز ۾ ان مان هيرا ۽ جواهر ڇڻ ڇڻ ڪري نڪرن ٿا.

بهرحال هڪڙي ڳالهه واضح هئي ته ايلنبرو سومناٿ مثان محمود جي حملي کي هندو نفسيات لاءِ اٺ سؤ سالن جي بيعزتي جو بدلو، بلڪ ان کان وڌيڪ برطانوي فوج جي ڪابل ۾ شڪست کي فتح ۾ بدلائڻ لاءِ اهو تماشو ڪري رهيو هو، جيئن هن پاڻ فيروزپور پنجاب ۾ انگريزي فوج جي ان هارايل جٿي کي فاتحانه انداز ۾ خطاب ڪندي چيو هو:

"Our victorious army bears the gates of temple of Somnath in triumph from Afghanistan and the despoilod tomb of Sultan Mahmud looks upon the ruins of Ghaznee. The insult of 800 years is avenged(17)."

’اسان جي فاتح فوج افغانستان ۾ سوپاري ٿيڻ کان پوءِ پاڻ سان سومناٿ مندر جا دروازا آندا آهن ۽ سلطان محمود جو اُجاڙيل مقبرو غزنيءَ جي تباهيءَ کي حسرت سان ڏسي رهيو آهي، اهو اٺ سؤ سالن جي بيعزتيءَ جو انتقام ۽ بدلو آهي.‘

روميلا انڪشاف ڪري ٿي ته اهي دروازا جڏهن سومناٿ ۾ آندا ويا ته آثارِ قديمه جي ماهرن اها راءِ ڏني ته انهن دروازن

جي فن ڪاريگريءَ جو هندستان سان ڪو واسطو نه هو، اهي دروازا پوءِ آگري جي قلعي ۾ رکي ڇڏيائون جتي اهي پئي پئي اڏوهيءَ جو کاڄ ٿي ويا.

**(5) سومناٿ بابت ڀارت ۾ قومي نُڪته؁ نظر جو اسرڻ:**
روميلا لکي ٿي ته اڻويهين صديءَ جي وچ ڌاري برطانوي دارالعوام ۾ مٿين بحث کان پوءِ ڀارت جي اديبن ۽ دانشورن ۾ سومناٿ بابت قومپرستيءَ واري رجحان ۾ بي پناه اضافو ٿي وجي ٿو ۽ محمود جو حملو هندو ۽ مسلمانن جي تعلقات ۾ وڏي اهميت اختيار ڪري وجي ٿو. ڪي.ايم.منشي نالي هڪ هندو دانشور سومناٿ جي نئين سر تعمير جو نعرو ڪٽي اڳتي وڌي ٿو. پر ان کان اڳ هو 1927ع ۾ تاريخي ناول ’جئي سومناٿ‘ لکي ٿو جنهن ۾ هو بنڪم چند چٽرجي نظريات کان گهڻو متاثر نظر اچي ٿو، جنهن لاءِ آر.سي.مجمدار چيو هو ته هن جي قومپرستي ۾ هندستان نه پر صرف هندو نظر اچن ٿا. منشيءَ جو مقصد بلڪل واضح هو ته هو اسلام جي آمد کان اڳ آريائي هندن واري شان شوڪت کي واپس آڻڻ گهري ٿو، منشيءَ جي لکڻين ۾ برطانوي دارالعوام جي بحثن جو سڌوسنئون پڙاڏو ٻڌجي ٿو، جيڪا ڳالهه سندس ڪتاب ’سومناٿ- امر مندر‘ مان وڌيڪ ظاهر آهي.

آخر منشيءَ جي لکڻين رنگ لاتو ۽ سال 1950ع ۾ سومناٿ جي نئين سر بحاليءَ خاطر ان جي کوٽائي شروع ٿي، ليڪن آثارِ قديمه وارن کي جيڪي شاهديون مليون اهي گهڻي ڀاڱي منشيءَ جي مفروضي خلاف هيون، آثارِ قديمه وارن جي شاهديءَ مان ثابت ٿيو ته اهو مندر نائين يا ڏهين صديءَ جو مس هو، بلڪ ڏهين صديءَ جوئي هو ۽ ڪنهن حد تائين ان جي ڊاهڻ جي ثابتي به ملي بلڪ مندر جي تعمير جا آثار يارهين صدي ۽ ٻارهين ۾ به ملن ٿا.

منشي جنهن جو تعلق گجرات سان هو، سومناٿ کي پوري هندستان ۾ مسلمانن جي بت شڪني جي مثال طور پيش ڪرڻ ۾ ڪامياب ويو، حالانڪ هن کان اڳ سومناٿ جي مسئلي جي علائقائي حيثيت هئي، اهڙيءَ طرح اهي صرف فارسي تاريخ نويس ئي هئا. جن سومناٿ جي قبضي کي بار بار مسلمانن جي بت شڪنيءَ جي ثبوت طور پيش ڪيو هو.

1951ع ۾ منشي جڏهن مرڪزي وزير هو ۽ سندس ڪوشش سان سومناٿ مندر نئين سر تعمير ٿي چڪو هو، تڏهن هن اعلان ڪيو هو ته اڄ هندستان جو اجتماعي شعور تمام گهڻو خوش آهي. جيتوڻيڪ وقت جي وزيراعظم جواهر لال نهرو شروع کان سرڪار طرفان مندر جي تعمير جي سخت مخالفت ڪئي هئي. هن جو چوڻ هو ته اهو سرڪار جو ڪم نه هو بلڪ اهو غير سرڪاري ادارن جو ڪم هو. هن کي اها ڳالهه

به پسند نه هئي ته ڪو پارٽ جو صدر راجندر پرساد ان جي مهورت ڪري. هن ڪي ان ڳالھ تي به غصو هو جو منشي پوري دنيا ۾ پارٽ جي سفيرن کي لکيو هو ته هو اتان جي ندين جو جل ڏياري موڪلين، جنهن کي مندر جي اشنان ۾ استعمال ڪجي. آخري تقريب ۾ پارٽ جا وڏا قوم پرست اڳواڻ شامل ٿيا هئا، جنهن سان سيڪيولر سماج جي هڪ نئين پهلوءَ جي خبر پوي ٿي.

آخر ۾ روميلا هيءُ نتيجو قائم ڪري ٿي ته تاريخي واقعن جي حڪايت (Narrative) ۽ تاريخ (History) ٻئي ساڳي ڳالھ ناهن، انهن ٻنهي ۾ فرق ڪرڻ گهرجي، ڪي چون ٿا ته حڪايتون (Narratives) بذات خود تاريخ آهن ۽ انهن کي وڌيڪ سمجهائڻ يا تعبير ڪرڻ جو ضرور ڪونهي، پر حقيقت اها آهي ته تاريخ نويس ئي حڪايتن کي معنيٰ ۽ مفهوم جو ويس پهرائن ٿا، هنن جو آواز شاعر، ڊرامانويس ۽ حڪايت يا ڪٿا بيان ڪرڻ واري کان الڳ آهي جيتوڻيڪ اهو ڪٿي ڪٿي ساڳيو به ٿي سگهي ٿو، ليڪن انهن ۾ جيڪو فرق هوندو آهي اهو اسان جي سمجھ کي وڌيڪ وسيع ۽ بامعني بنائي ٿو.[1]

---

[1] Somanatha: The Many Voices of a History: **by** **Romila Thapar**:
In 1026, Sultan Mahmud of Ghazni raided the Hindu temple of Somanatha (Somnath in textbooks of the colonial period). The story of the raid has reverberated in Indian history, but largely during the raj. It was first depicted as a trauma for the Hindu population not in India, but in the House of Commons. The triumphalist accounts of the event in Turko-Persian chronicles became the main source for most eighteenth-century historians. It suited everyone and helped the British to divide and rule a multi-millioned subcontinent.

**محمود بابت فارسي شاعر جي صوفيانه روايت:**

اها ڳالهه همعصر تاريخن مان ثابت آهي ته نه رڳو محمود جي فوج ۾ هندو موجود هئا بلڪ غزنوي شهر ۾ ڪيترا هندو وڻج واپار ۽ بين ڏنڌن سان وابسته هئا ۽ انهن مان ڪي وڏا مالدار هئا، ’جامع الحڪايات‘ جي روايت موجب جنهن جو حوالو روميلا پڻ ڏنو آهي ته وسايوا پيرا نالي هندو جيڪو انهلواڙا جو رهاڪو هو، تنهن جي غزنيءَ ۾ ملڪيت جو اندازو ڏهن لکن ڪان مٿي هو. ظاهر آهي ته غزنيءَ ۾ اهو سڀڪجهه محمود جي حڪومتي پاليسي کان سواءِ ناممڪن هو معلوم ٿئي ٿو ته محمود جي انهيءَ اخلاق ۽ انسان دوست ڪردار جي ايڏي مشهوري ٿي جو فارسيءَ جي ٻن وڏن صوفي شاعرن فريدالدين عطار (وفات 612ھ/1215ع) ۽ مولانا روميءَ جي شاعريءَ ۾ سندس بار بار ذڪر ملي ٿو. هڪ حڪايت جيڪا

---

In her new book, Romila Thapar, the doyenne of Indian historians, reconstructs what took place by studying other sources, including local Sanskrit inscriptions, biographies of kings and merchants of the period, court epics and popular narratives that have survived. The result is astounding and undermines the traditional version of what took place. These findings also contest the current Hindu religious nationalism that constantly utilises the conventional version of this history. Hardcover, 265 pages ‹Published August 17th 2005 by Verso (first published 2004):
http://www.goodreads.com/book/show/1229011.Somanatha interview
https://www.youtube.com/watch?v=rF1Qt6pezM4

ٻنهي وٽ ملي ٿي ان ۾ ڏيکاريو ويو آهي ته هڪ هندو غلام جيڪو ڪنهن جنگ ۾ هٿ آيو هو، ان سان محمود ڪيڏي سٺي هلت اختيار ڪري ٿو. عطار فارسي زبان جو پهريون وڏو صوفي شاعر آهي جيڪو سلطان محمود کان تقريباً ڏيڍ صدي پوءِ ان حڪايت کي بيان ڪري ٿو، جنهن کان پوءِ ساڳي حڪايت کي مولانا رومي (وفات 672ھ/1273ع) پنهنجي رنگ ۾ بيان ڪري ٿو.

حڪايت مختصر هيئن آهي ته هڪ هندو غلام جيڪو ڪنهن جنگ ۾ محمود غزنويءَ کي هندستان مان هٿ اچي ٿو، ان کي جڏهن غزنيءَ وٺي اچي ٿو ته ان کي پٽيلو ڪري پالي ٿو، بلڪ هڪ ڏينهن ان کي تخت تي ويهاري لشڪر جو وڏو عهدو عطا ڪري ٿو، اهو ڏسي اهو غلام روئڻ ۾ چٽڪي ٿو ته منهنجي ماءُ مون کي سلطان محمود جو نالو کڻي ڊيڄاريندي هئي! رومي چوي ٿو(18):

آنچه گفته از غلطاهاش اي عزيز

همچنين شنيده ام از عطار نيز

رحمة الله عليہ گفته است

ذکر شه محمود غازي سفته است

کز غزاي هند پيش آن همام

در غنيمت اوفتادش يک غلام

پس خليفه ش کرد و بر تختش نشاند

برسپہ برگزيدش و فرزند خواند
ترجمو: اي پيارا تو غلطين بابت ٻڌو هاڻي جيڪي عطار ? چيو آهي، اهو ٻڌ ته بادشاھ محمود غازيءَ کي هند جي هڪ جنگ ۾ مالِ غنيمت طور هڪ غلام هٿ آيو، پوءِ ان کي پنهنجو نائب ڪري تخت تي ويهاريائين ۽ پنهنجي سپاھ جو اڳواڻ مقرر ڪري پٽيلو ٻڌايائين.
هتي سوال آهي ته هڪ ظالم بادشاھ جو تاثر هڪ ڏيڍ صدي کان پوءِ عادل ۽ مهربان حاڪم جي صورت ۾ ڪيئن بدلجي ويو، سو به عوامي ۽ لوڪ روايت ۾!

**سنڌ جي لوڪ اُتهاس ۾ چٽيل محمود غزنويءَ جو ڪردار:**
سنڌي ٻوليءَ جو ماهر ۽ نامور ليکڪ جئرامداس دولترام، جيڪو ورهاڱي کان پوءِ ڀارت هليو ويو، لکي ٿو:
”هڪ پيري 1924ع جي مئي مهيني ۾، شهدادپور پاسي وڃڻ ٿيو، هڪ سرندائي گڏيم جنهن ”ڏيپچند ۽ ڪوئل“ جا بيت ڳئي ڇيا، ڪيس ويهاري اهي لکيم(19).“ پهريون بيت هو:
گجي ٿو گجنيءَ ۾، سلطان محمد شير
ڏينهان ڪري راڄڙو، راتيان ڦري فقير
پوتا پايو چم جا، ڪٽي ڪونه وزير
سکي ٿي ساري پرٿمٽي، ستين پاڙيو سير.

اهي ڪل سورنهن سترنهن بيت آهن، جن مان ڪي اڌورا به آهن. انهن تي ٽيڪا ٽپڻي ڪندي شري جيرامداس لکي ٿو:

’ڏسجي ٿو ته هيءَ ڪهاڻي سلطان محمود غزنويءَ جي ڏينهن (يارهين صديءَ) جي آهي. سلطان محمود سنڌ ۾ 1026ع ڌاري آيو ۽ سنڌ تي يا ان جي ڪجھ حصي تي قبضو ڪيائين. 1030ع ۾ سندس موت ٿيو، سندس پٽ محمد رڳو ست مهينا تخت تي ويٺو، سندس ڏينهن ۾ ڪي به حشمت جا ڪارناما ڪونه ٿيا. انڪري پائنجي ٿو ته پهرئين بيت ۾ سلطان محمود ڏي ئي اشارو آهي، جي هيءُ انومان صحيح آهي ته چئبو ته ’ڏيپچند ۽ ڪوئل‘ جي ڪهاڻي يارهين صديءَ جي پهرئين اڌ جي آهي، پر بيتن جي ٻولي ته گهڻو پوءِ جي ٿي ڏسجي.‘

جيڪڏهن سولي سنڌيءَ ۾ بيت لکجي ته ان جي معنيٰ هيئن ٿيندي:

”سلطان محمود شير آهي جيڪو غزنيءَ ۾ گجگوڙ ويٺو ڪري، هو ڏينهن جو حڪومت هلائي ٿو، پر رات جو فقير بنجي گهمي ٿو، هو چمڙاپوش پائي پيو هلي ۽ پاڻ سان ڪو وزير ڪونه ٿو ڪڍي، هن جي ڪري ساري ڌرتي سک سانت ۾ آهي جنهنڪري ستيون پنهنجو ست سيل قائم ٿيون رکن.“

تاريخ نويسيءَ جي جديد اصولن ۾ لوڪ روايت جي ممڪن اهميت کي تسليم ڪيو ويو آهي، جنهن جي نشاندهي نهايت وضاحت سان روميلا ٿاپر ڪئي آهي ۽ سومناٿ تي محمود جي

حملي بابت جين مت وارن جي شاعري مان ڪي حوالا پڻ ڏنا اٿس. ان لحاظ کان ڏسجي ٿو ته مٿين بيت ۾ محمود غزنويءَ جي شخصي ڪردار ۽ حڪمرانيءَ جي وڏي ساراهه ٿيل آهي، اها وري ان ڪري خاص طور قابل توجهه آهي جو اها غير مسلمانن جي زباني تعريف ٿيل آهي. ڇا ان سان انهن تاريخدانن جي ترديد ڪونه ٿي ٿئي جيڪي محمود غزنويءَ کي محض ڦورو ۽ لٽيرو، غاصب ۽ غير مسلمانن کي قتل ڪرڻ وارو ثابت ڪن ٿا. ڇا هن سلسلي ۾ اهي مستشرق قابل تنقيد نه آهن جيڪي مخصوص ذهن سان ويهي تاريخ کي هڪ خاص موڙ ڏيڻ چاهين ٿا؟

اسان جي موجوده دور جو ڄاتل سڃاتل سيڪولر تاريخدان مبارڪ علي روميلا جي مٿين تحقيقي مقالي جي مطالعي کان پوءِ پنهنجي هڪ مضمون (Remcmbering Mehmmud Ghaznvi) ’محمود غزنويءَ جي ياد ۾‘ اعتراف ڪري ٿو، ته متحده هندستان ۾ 1920ع کان پوءِ جهڙي طرح سياست ۾ مذهبي بنيادن تي فرقي پرستي(Communalism) جا آغاز ٿيو، تيئن تاريخ ۾ پڻ ان قسم جي تفريق پيدا ڪئي وئي(20). ليڪن حقيقت اها آهي جيڪا روميلا لکي آهي ته ان قسم جي تفريق پهرين انهن تاريخي ناولن ذريعي پيدا ڪئي وئي جيڪي بنڪم چند چٽرجي لکيا.

مطلب ته اهو فرقي پرستيءَ جو وڌندڙ رجحان ئي هو جنهن تحت محمود غزنويءَ کي ڦورو ۽ لٽيرو، بلڪ ظالم ۽ وحشيءَ جهڙن لقبن سان نوازيو ويو، جنهن هندستان جي مندرن ۽ قومي دولت کي لُٽيو ۽ وڃي غزنيءَ کي آباد ڪيو.

## تاريخ جو نوآبادياتي نظريو ۽ ڊاڪٽر بلوچ:

ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي علمي تحقيق جو ٺوس معيار ۽ طريقئه ڪار هن مهل تائين ڏنل مثالن مان ظاهر آهي، جن کي اسان پهرين ڊاڪٽر صاحب جي ڪيل تحقيق جي روشنيءَ ۾ پيش ڪيو ۽ ان کان پوءِ انهن موضوعن تي جديد دؤر جي ٻين محققن جي ڪاوش کي شاهديءَ طور آندو جنهن سان پڻ سندس نتيجن جي تصديق ٿئي ٿي. انهن ۾ نامور محقق ۽ تاريخ جا عالم ايران جو بديع الزمان فروزانفر ۽ ڀارت مان مائي روميلا ٿاپر صاحبه شامل آهن. ان کان سواءِ اسان سنڌي لوڪ اتهاس ۽ فارسي زبان جي ٻن عظيم صوفي شاعرن جي شاهدي به شامل ڪئي آهي.

هڪ محقق مؤرخ جي حيثيت ۾ ڊاڪٽر صاحب جو تاريخ بابت ادراڪ نهايت وسيع ۽ گهرو هو، هن سلسلي ۾ سال 1973ع ۾ ڊاڪٽر صاحب جو اسلام آباد يونيورسٽيءَ ۾ ’پهرين پاڪستان تاريخ ۽ ثقافت‘ ڪانفرنس جي موقعي تي تاريخ نويسيءَ جي ترقي (Development of Historical Writings) جي

موضوع تي پڙهيل مقالو بنيادي اهميت جو حامل آهي. هن مضمون ۾ ڊاڪٽر صاحب مسلمانن جي تاريخ نويسيءَ جي ارتقا جي اصولن جنهن ۾ خبر، روايت، سند ۽ موقعي محل جي جاچ پرک (Field Research) شامل آهن. پهريائين انهن جي وضاحت ڪري ٿو ۽ سمجهاڻي ڏئي ٿو ته انهيءَ ڪري مسلمانن تاريخ جي علم ۾ کهڙا ڪارناما سرانجام ڏنا آهن. بلڪ انهيءَ ڪري اهو ممڪن ٿي پيو ته مسلمانن وٽ تاريخ 'خبر' ۽ 'حڪايت' کان اڳتي وڌي حقيقت ۽ شاهدين تي مبني دستاويز جي حيثيت حاصل ڪئي. مثلاً: راوين ۽ سند جي اعتبار کان تاريخ طبري اوائلي عالمي (Universal) تاريخ جي اعليٰ مثال آهي. اهڙيءَ طرح ٽين/نائين صدي جو آخر يا چوٿين/ڏهين صديءَ جي شروعات ۾ مسعودي جي تاريخ 'مروج الذهب' فيلڊ ريسرچ جو بهترين مثال آهي.

مسلمانن تاريخ لکڻ جا ڪيترائي قسم ايجاد ڪيا جن ۾ مکيه هن ريت آهن:

(1) تاريخ يا سن وارا تاريخ نويسي (Chronological)

(2) خاندان جي حساب سان تاريخ نويسي (Dynastic)

(3) طبقات يا عهد مطابق تاريخ نويسي (Periodic)

ان کان سواءِ سوانح نگاري، مڪتوبات، ملفوظات ۽ آخر ۾ وقائع نويسي باقاعده فن جي حيثيت اختيار ڪئي.

ڊاڪٽر صاحب جو چوڻ آهي ته ان حساب سان برصغير هند و پاڪ ۾ تاريخ نويسيءَ جي فن مسلمانن جي آمد کان پوءِ شاندار ترقي ڪئي، بلڪ هن سلسلي ۾ ڪي اهڙا مثال به قائم ڪيا جن جو پيو ڪو نظير نٿو ملي، جنهن ۾ خاص طور سترهين صدي جي آخر ۾ لکيل ’آئين اڪبري‘ شامل آهي.

مسلمانن جي تاريخ نويسيءَ جي اها شاندار روايت نوآبادياتي تسلط جي قائم ٿيڻ تائين برقرار رهي، ليڪن جيئن ئي نو آبادياتي تسلط جي ابتدا ٿي ته ان سان تاريخ جو هڪ خاص قسم جو نظريو مسلط ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي، بلڪ اصل ڳالھ اها آهي ته مغربي مؤرخن شروع کان ئي ايشيا جي مؤرخن جي باري ۾ ڪڏهن به متوازن رويو قائم نه ڪيو ۽ اهو ڪڏهن ته حقارت آميز به معلوم ٿئي ٿو، ان جي جهلڪ مغرب جي مشهور مؤرخ گبن جي تاريخ ’رومي سلطنت جو زوال ۽ خاتمو‘ (The Decline and Fall of Roman Empie) ۾ پڻ ڪنهن حد تائين ڏسي سگهجي ٿي.

مغربي مؤرخن ۽ ڪن مستشرقن مقامي تاريخ نويسن کي موضوعي (Subjective)يعني حقيقت کان پري هجڻ جو طعنو ڏنو ۽ چيو ته هنن جون تحريرون معروضي(Objective) يا حقيقت پسنديءَ کان پري هيون، حالانڪ ان کان وڌيڪ حقيقت اها هئي ته ٻاهرين مؤرخن تاريخ کي هميشه پنهنجي مخصوص عينڪ ۽ مخصوص مفاد

جي لحاظ کان ٿي ڏٺو. اهي نو آبادياتي مؤرخ ئي هئا جن هند و مسلم تفريق (Hindu-Muslim Differential) جو بنياد رکيو جن اهو باور ڪرائڻ جي ڪوشش ڪئي ته مسلمان حڪمرانن جو ڪردار ڏاڍ ۽ جبر جي علامت هو.

نو آبادياتي مؤرخن مقامي تاريخن جي انگريزي ترجمن ڪرائڻ تي به ڌيان ڏنو پر ان جي تشريحي حاشين وغيره ۾ پنهنجو رنگ پرڻ لڳا. هيءُ هڪ اهڙو هشيار ثابت ٿيو، جنهن سان هتان جي عوام جو پنهنجي مؤرخ ۾ اعتماد ڪچي ويو بلڪ هو پنهنجي ورثي کان مورڳو متنفر ٿي ويو.

اڻويهينءَ صديءَ جي پهرين اڌ ۾ ايچ. ايم ايليٽ جيڪو گورنر جنرل جي خارجه محڪمي ۾ سيڪريٽري هو، تنهن وري نئين ترڪيب سوچي. هن انهن سڀني مقامي تاريخن جو انتخاب انگريزي ۾ ترجمو ڪرايو جيڪو پوءِ سندس رفيق ڊائوسن اٺن جلدن ۾ شايع ڪرايو، جنهن جو نالو رکيائون (The History of India as Told by its own Historians) اصل تاريخون گهڻو ڪري عربي، فارسيءَ ۾ هيون، انهن جو انتخاب جيڪو برصغير پاڪ هند متعلق هو، ان کي انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪرايو ويو، مثلاً: سنڌ جي تاريخ بابت عربي يا فارسي ڪتابن ۾ جيڪو مواد هو، اهو ورتو ويو، جن ۾ عرب تاريخدان ۽ جاگرافيدان به اچي وڃن ٿا. جيئن ’ابن خردادبه، اسطخري،

ابن حوقل‘ وغيره. ائين تاريخ ۾ ’فتوح البلدان‘ ۽ ’چچ نامه‘ کان وٺي ’تحفة الڪرام‘ کي به شامل ڪيو ويو.

ڊاڪٽر صاحب جي چوڻ موجب هڪ لحاظ کان هي هڪ اڳتي قدم هو جيڪو ڪنهن حد تائين قابلِ قدر هو، ڇو ته ان نموني اصلي ماخذن تائين پهچ ممڪن بنجي پئي ۽ ستن اٺن صدين تي ڦهليل مواد هڪ هنڌ موجود ٿي پيو. ليڪن وڏي حقيقت اها آهي ته ان مواد جي وڏيڪ ضرورت برطانوي حڪمرانن کي هئي جن ان کي پنهنجي نڪتهٔ نظر کان استعمال ڪرڻ گهريو ٿي جنهن ۾ هو ڪامياب ويا ۽ ان منجهان ئي نو آبادياتي نظريه تاريخ جنم ورتو. ايليٽ ڇا ڪيو جو منتخب تاريخي مواد پيش ڪرڻ کان پوءِ تشريح خاطر ان تي جيڪي تفصيلي حاشيا لکيا، انهن ۾ هو مسلمانن جي دورِ حڪومت کي هر هنڌ ظلم ۽ زيادتي جي تصوير طور پيش ڪري ٿو، جنهن بئي طبقي يعني هندن کي اُپرڻ نه ڏنو ۽ اهي مسلسل زيادتيءَ جو نشانو بڻبا رهيا. مطلب ته ايليٽ جي تاريخ ۾ مسلمان بادشاھ سراسر عيش پرستي ۽ خونريزي جي تصوير ئي نظر اچن ٿا. هتي اسان ان جي وضاحت ايليٽ جي سنڌ بابت لکيل جلد (The History of Sindh as told by its own Historians) مان چند مثالن تي اڪتفا ڪريون ٿا. سنڌ ۾ عرب انتظام تحت هو عربن کي ’مذهبي انتهاپسند‘(Fanatics)(21) ڪوٺي ٿو ته بئي هنڌ ص

‘جنوني شدت پسند’ يعني (22)(Furious Zealots) 466 سڏي ٿو، ٿئين هنڌ ص 469 (usual bigotary and cruelty)(23)، عام مذهبي ڪٽرپڻو ۽ انڌيرنگري جا طعنا هڻي ٿو.
اهڙيءَ طرح مندرن جي تباهي، عوام جي ڦُرلُٽ ۽ بي انصافي، مسجدن جي زبردستي تعمير، مذهبي منافرت، تان جو زبردستيءَ سان ٺهر جي ڏڙڪي کي استعمال ڪري پيسا وٺڻ جهڙا الزام ۽ ناروا سلوڪ به انهن تشريحي حوالن ۾ ملن ٿا. هڪ هنڌ جتي ايليٽ سنڌ جي فتح کان پوءِ عربن کي هٿ آيل ڦُرلُٽ جي مال جو تخمينو لڳائي ٿو، اتي پاڻ تسليم ڪري ٿو ته سنڌ مان ايتري آمدني ته ڇا پر ان جو اڌ به نٿو ٿي سگهي، ليڪن هو ساڳئي وقت مصر ۽ شام بابت گبن جي انگن اکرن کي درست قرار ڏئي ٿو. بهرحال ايليٽ جي ذهني بدديانتي ۽ اصل مقصد تڏهن بلڪل ظاهر ٿي پون ٿا، جڏهن سندس قلم مان هي الفاظ نڪري وڃن ٿا. (24).
"It is expedient that these matters should be often bought back as remembrance and pondered on; for the inhabitauts of modern India, as well as our clamorous demagogus at home, who are very apt to forget the very depth of degradation from which the great

man of the people have been raised, under the protection of British supremacy."

ترجمو:

”اهو تمام ضروري آهي ته اهڙيون ڳالهيون بار بار دهرائجن ۽ انهن تي غور ڪيو وڃي. اهو نه رڳو جديد هندستان جي رهاڪن لاءِ ضروري آهي بلڪ اسان جي پنهنجي ملڪ ۾ سياسي ۽ جذباتي نعريبازي ڪندڙن کي منهن ڏين لاءِ پڻ ان جي ضرورت آهي. اهو ان ڪري به چو ته هو ان ڳالھ کي وساري ويهن ٿا ته عوام جو وڏو طبقو ڪيڏي ذلت ۽ پستيءَ ۾ ڪِريل هو ۽ برطانوي راڄ جي تحفظ جي نتيجي ۾ هو ڪيترو مٿي اُڀري ۽ اُسري آيا آهن!“

هاڻي اهو سمجهڻ ڏکيو ناهي ته مغربي مؤرخن يا مستشرقن يا نوآبادياتي نڪتهٔ نظر رکندڙن آڏو تاريخ نويسيءَ جو اصل مقصد ڪهڙو هو؟ چا اجا ڪنهن بي وضاحت جي ضرورت آهي ته هو تاريخ نويسيءَ جي پردي پٺيان ڪهڙو کيل کيڏي رهيا هئا؟

انهيءَ پس منظر ۾ جرمن مستشرق سخاؤ جنهن البيرونيءَ جي ’ڪتاب الهند‘ تي سڀ کان پهرين تحقيقي ڪم ڪيو، جنهن جو حوالو مٿي گذري چڪو، ڏسو ته محمود غزنويءَ بابت چا ٿو چوي؟(25)

"To Mahmud the Hindus were infidels to be dispatched to hell as soon as they refused to be plundered. To go on expeditions and to fill the treasury with gold, not to make lasting corquests of territories, was the real object of his famous expeditions and it was with this view that he cut his way through enormous distances to the richest temples of India at Thanesar, Mathra Kanuj and Somnath."

ترجمو: محمود جي نظر ۾ هندو محض ڪافر هئا جن کي هر صورت ۾ جهنم رسيد ڪرڻو هو، خاص طور جيڪڏهن هو خراج (ڦُرلُٽ) کان انڪار ڪن. محمود جي مشهور مهمن جو اصل مقصد پنهنجي خزاني کي دولت سان پرڻ هو، ان ڪري هن مفتوح علائقن کي هميشه لاءِ تسلط هيٺ رکڻ نٿي گهريو، انهيءَ مقصد خاطر هر دور دراز جا سفر ڪري هندستان جي دولت سان مالامال مندرن تائين پهتو جنهن ۾ ٿانيسر، مٿرا، قنوج ۽ سومناٿ شامل آهن.

نوآبادياتي مؤرخن جي انهيءَ نُڪتهٔ نظر کان نه صرف قوم پرست (Nationalist) تاريخ نويس متاثر ٿيا، بلڪ ترقي پسند (Porgrssive) ۽ غيرمذهبي (Secular) ذهن رکندڙ مؤرخ به پاڻ بچائي نه سگهيا. خاص طور هندستان جي

ورهاڱي جي پس منظر ۾ اها صورتحال وڌيڪ پيچيده ٿي پئي. پروفيسر محمد حبيب جيڪو علي ڳڙهه يونيورسٽيءَ ۾ تاريخ جو استاد هو، تنهن سلطان محمود غزنوي بابت هڪڙو ننڍڙو ڪتاب ترقي پسند سوچ مطابق لکيو، جنهن ۾ هو چوي ٿو(26):

"Islam sanctioned neither the vandalism nor the plundering motives of the invaders; no principle known to the Sharia justified the uncalled for attack on Hindu princes who had done Mahmud and his subordinates no harm."

”اسلام ڪنهن به قسم جي بربريت ۽ ڦُرلُٽ کي حمله آور (محمود غزنوي) لاءِ جائز نٿو سمجهي، شريعت جو ڪوبه چاتل سڃاتل اصول هندو راجائن مٿان خوامخواه جي ڪنهن به حملي جي اجازت نٿو ڏئي، خاص طرح جڏهن محمود ۽ هن جي ساٿين کي ڪو نقصان نه پهچايو هجي.“

ان کان اڳ ۾ هو محمود جي شخصيت بابت راءِ ڏيندي لکي ٿو ته:

”مذهبي مبلغ ته ٺهيو پر محمود جذبي وارو مسلمان به نه هو، چالاڪي ۽ هوشياري هن جي طبعيت ۾ هيون ۽ هو هر لحاظ کان پنهنجي مفاد کي مٿي رکندو هو. سلطنت جون سرحدون

وڏائڻ خاطر محمود هندو توڙي مسلمان ٻنهي سان ساڳئي قسم جون لڙايون ڪيون. (27).“

ٻنهي عبارتن ۾ تضاد واضح آهي؛ هڪ طرف محمود جي حملن کي اسلام ۽ شريعت جي لحاظ کان ڏٺو وڃي ٿو ۽ پروفيسر صاحب خود شريعت جو عالم بنجي فتويٰ جاري ڪري ٿو ته اسلام ۽ شريعت ڇا ٿا چون، جيڪو هڪ سيڪيولر ۽ ترقي پسند ذهن کي نٿو سونهي!

ٻي عبارت ۾ چيو ويو آهي ته محمود مسلماني جذبي کان عاري هو، هن هندن توڙي مسلمانن سان سلطنت جي معاملن ۾ ساڳي روش اختيار ڪئي، جيڪڏهن ائين آهي ته پوءِ محمود جي حملن بابت اسلام کي وچ ۾ آڻڻ جو ڪهڙو ضرور هو. تاريخ جو ترقي پسند نظريو مذهب نه پر مادي اصولن کي تاريخ ۾ فيصله ڪن ڪردار عطا ڪري ٿو. ان لحاظ کان اهو ڏسڻ کپندو هو ته محمود ۾ اهي ڪهڙيون خوبيون يا اهليت هئي ۽ ان جي مخالفن ۾ ڪهڙيون اوڻايون يا ڪمزوري هئي جو هو هر دفعي ڪامياب پئي ٿيو. يا جيئن چيو ويو آهي ته محمود پنهنجي ٽيٽيهن سالن جي معرڪي ۾ ڪڏهن به شڪست نه کاڌي. ان جا سياسي ۽ سماجي عوامل ڪهڙا هئا!

بهرحال اها حقيقت آهي ته محمود بابت قوم پرستيءَ واري توڙي ترقي پسند نظريي مؤرخن يا عمومي تاريخ نويسن کي

متاثر ڪيو، جنهنڪري سندن راءِ ۾ اعتدال نه رهيو، ايشوري پرساد پروفيسر حبيب جو حوالو ڏئي به قدم اڳتي وڌي وڃي ٿو:
"Mahmud was indeed a fierce and fanatical Muslim with an insatiable thirst for Wealth and power." (28)
’درحقيقت محمود هڪ جوشيلو ۽ متعصب مسلمان هو جنهن کي دولت ۽ قوت حاصل ڪرڻ لاءِ اڻ ختم ٿيندڙ خواهش هئي.‘
ليڪن اها به حقيقت آهي ته انهيءَ ساڳي دور ۾ جن تاريخ نويسن معروضي يا حقيقت پسندانه نڪته نظر اختيار ڪيو، جن تاريخي شخصيتن بابت نڪي مذهب کي وچ ۾ آندو ۽ نڪي انهن جي ذاتي ڪردار بابت ڪا راءِ ڏني ۽ انهن ۾ آر.سي.مجمدار ۽ سندس ساٿي شامل آهن، جن جي (An Advancd History of India) 1946ع ۾ منظر عام تي آئي، هو لکن ٿا:
"Sultan Mahmud who carried to fruition the policy of his father, Sabkutigin, was undoubtedly one of the greatest military leaders the world has eve seen. His cool courage, prudence, resourcefulness and other qualities make him one of the most intresting personalities in Asiatic history. In addition to

his victorious expeditions in India he had to his credit two memorable compaigns against hostile Turks in the course of which he routed the hosts of Il khan and the Saljuqs. Great as a warrior, the Sultan was no less eminent as a patron of arts and letters(29)."

”سلطان محمود پنهنجي پيءُ سبڪتگين جي پاليسين ڪي ڪاميابيءَ سان همڪنار ڪيو، ان ۾ ڪو شڪ ناهي ته دنيا ۾ جيڪي وڏا سپہ سالار پيدا ٿيا آهن، هو انهن مان هڪ هو، همت ۽ حوصلو، معامله فهمي، مستقل مزاجي ۽ تدبر جهڙيون خصوصيتون ڪيس ايشيا جي تاريخ ۾ دلچسپ شخصيت بنائن ٿيون. هندستان جي ڪيترين شاندار فتوحات ڪان علاوه پنهنجي مخالف ترڪن خلاف به سندس نهايت يادگار مهمون آهن، جن ۾ هن ايل خاني ۽ سلجوقن ڪي شڪست فاش ڏني. جيتوڻيڪ هو وڏو جنگجو ۽ ويڙهاڪ هو، پر ساڳئي وقت هن علم ۽ فن جي سرپرستي ۽ قدردانيءَ ۾ به ڪا ڪسر نه ڇڏي.“

هن ڪان اڳ اسان ڊاڪٽر بلوچ جي تحقيق جي حوالي سان سلطان محمود جي هندستان اندر هڪ هڪ مهم جي وضاحت ڪئي ته ان جي پٺيان ڪهڙو پس منظر هو، سڀ ڪان پهرين ڪابل ۾ هندوشاهي حڪمرانن جو تسلط هو، جن سبڪتگين سان جڏهن هو غزنيءَ جو حڪمران ٿيو ته پاڻ ئي لڙاين جو

آغاز ڪيو. انهن جنگين ۾ محمود نوجوان جي حيثيت ۾ شامل ٿيو، ائين هندو شاهي خاندان جي دشمني ڪيس ورثي ۾ ملي. وري جڏهن هو پاڻ تخت نشين ٿيو ته هندو شاهي حڪمرانن هندستان جي پرپاسي وارن راجائن جي مدد سان هڪ کان وڌيڪ پيرا محمود جا مقابلا ڪيا، جن جو خاتمو آخر ۾ هندو شاهي خاندان جي ختم ٿيڻ سان ممڪن ٿيو.

ڊاڪٽر بلوچ اهو پورو پس منظر پنهنجي اهم تاريخي مقالي Ghaznwid Sultans and Exiablishment of kingdom Lahore يعني ’غزنوي سلطان ۽ لاهور ۾ راڄڌاني جو قيام‘ ۾ ڏنو آهي. جتي ڊاڪٽر صاحب محمود غزنويءَ بابت راءِ ڏيندي چوي ٿو:

"Sultan Mahmud died on 23 Rabi-IIL/30 April 1030 after having ruled for 33 years. He was an accomplished military leader and one of the greatest generals in history. Also he was the most vigilant and stricit administrator. As a great patron of learning he was very generous to scholars. He was a just and tolerant ruler who attempted to recouncie the Hindus and integrate them under his government and polity. He got his coins

minted with legend in Sanskirt, and Hindus were recruited not only in his civil service but also in the army. Hindu division with their headquarters in Ghaznvi constituted an integral part of the Sultan's army.” (30).

سلطان محمود ٽيٽيھ سال حڪومت ڪرڻ کان پوءِ 23 ربيع الثاني يعني 30 اپريل 1030ع تي وفات ڪري ويو. هو هر لحاظ کان قابل ۽ لائق سپہ سالار هو ۽ انساني تاريخ جي ڳاڻ ڳاٽين اڳواڻن ۾ سندس شمار ٿئي ٿو، ان کان سواءِ هو نهايت مستعد ۽ سخت منتظم هو. هو علم ۽ فن جي سرپرستي ڪرڻ وارو ۽ عالمن تي وڏو مهربان هو. هو هڪ بردبار ۽ انصاف پسند حڪمران هو جنهن پنهنجي مملڪت ۽ حڪومت جي ڪمن ۾ هندن کي پوري ريت شريڪ ۽ شامل رکيو. هن پنهنجي سڪن تي سنسڪرت لکرائي. هن جي دور م هندو نه رڳو حڪومت جا وڏا عملدار هئا پر اهي فوجي عهدن تي به مقرر ٿيل هئا جنهن جو مرڪز غزني هو. مطلب ته هندو سلطان محمود جي فوج جو لازمي جز هئا.

ڊاڪٽر بلوچ جو نظريئه تاريخ:

ڊاڪٽر صاحب پنهنجي نڪتهٔ نظر جي وضاحت ڪندي، سڀ کان پهرين پاڪستان مان اڳ واري تاريخ کي هيٺين ٽن دورن ۾ ورهائي ٿو:

1. اوائلي دور (The Early Period)
2. هند-مسلم دور (The Indo-Muslim Period)
3. نوآبادياتي يا بيٺڪي دور (The Colonial Period)

ياد رهي ته هيءَ تقسيم مغربي مؤرخن يا انهن جي زيراثر تاريخ نويسن کان مختلف آهي، اهي هن ريت ڪن ٿا:

(1) قديم دور (Ancient Period)،
(2) وچون دور (The Middle Ages)،
(3) جديد دور (Modren Age)

جديد دور جو مؤرخ آندري ونڪ (Andre Wink) هن تقسيم تي تنقيد ڪندي چوي ٿو ته ان ۾ ڪو شڪ ناهي ته اها تقسيم نوآبادياتي مؤرخن (Colonial Historians) ئاهي پيش ڪئي، جنهن جي درپرده اها ذهنيت ڪار فرما هئي ته جيستائين پراڻي يا اڳين تهذيب جو خاتمو نٿو ٿئي، تيستائين نئين تهذيب اچي نٿي سگهي. مطلب ته هن جو چوڻ آهي ته اسلام تڏهن آيو جڏهن هندومت بگڙجي (Degenerate) ٿي چڪو هو ۽ برطانوي راڄ يا تسلط تڏهن قائم ٿيو، جڏهن اسلام جهور يا پوڙهو (Decript) ٿي چڪو هو. انهيءَ ڪري هو ستين کان

ڏهين صدي ۽ ارڙهين صدي عيسوي (هندستان جي حوالي سان)، کي ’اونداهي دور‘ ۾ شامل ڪن ٿا. (31).
آنبري وڏيڪ اڳتي پاڻ سوال ڪري ٿو ته ڇا پلا اها تقسيم هيئن ڪري سگهجي ٿي:
(1) هندو دور، (2) مسلمانن جو دور، (3) نوآبادياتي دور
ليڪن پاڻ ئي ان کي رد ڪندي چوي ٿو ته پر انهيءَ صورت ۾ مسلمانن جي دور کي ڪڏهن شروع ڪبو؟ اٺين صدي يا يارهين صدي يا تيرهين صدي؟ واقعي پر هتي اهو سوال به پيدا ٿئي ٿو ته ڇا واقعي هندستان ۾ مسلمانن جو ڪو دور چئي سگهجي ٿو، خاص طور جڏهن ته هو ڪڏهن به اڪثريت ۾ نه هئا، پيو ته ڪيترا علائقا مسلمانن جي زير تسلط آيا ئي ڪونه؟
انهيءَ ڪري هو دورن (Periods) واري نظريي جي بجاءِ چوي ٿو ته اوائلي وچين دور (Early middle Ages) ۾ دنيا کي هڪ ڪل (Whole) تصور ڪندي، اهو سمجهڻ گهرجي، ته ستين کان يارهين صدي اسلام جي اقتصادي برتريءَ جو دور هو، جنهن کان نه صرف هندستان بلڪ يورپ ۽ پيا ملڪ به متاثر ٿيا، هندستان ۽ يورپ جي تاريخ جو مطالعو ان لحاظ کان نهايت فڪر انگيز ثابت ٿيندو. هڪ هنڌ هو چوي ٿو ته اسلام کان ڪئين صديون اڳ هندستان جي مرڪز مان ٻڌمت جو اُسرڻ ۽ ان جو دور دراز ڏيهن ۾ ڦهلجڻ تجارتي منڊين جي ڪارڻ ممڪن ٿي سگهيو. ائين اوپر ۾ اهو

چين، جپان، ڪوريا وغيره تائين پهتو ته اُتر ۾ ترڪستان تائين ڦهلجي ويو. آندري وڏيڪ چوي ٿو ته:

”سنڌ تي حملو اسلام جي ڦهلائڻ لاءِ نه بلڪ ساموندي ڌاڙيلن جي خاتمي ۽ بحري تجارت کي هر لحاظ کان تحفظ فراهم ڪرڻ هو. انهيءَ زماني ۾ عربن جو واپار هندستان جي ڪيترن بندرن کان علاوه اڳتي سيلان، انڊونيشيا جي ٻيٽن، ملائيشيا ويندي چين جي ڪيترن علائقن تائين هلندڙ هو. تاريخي لحاظ کان ڪيترين صدين کان هلندڙ ساموندي واپار جي ڪري سمنڊ جي انهيءَ حصي جو نالوئي عربي سمند پئجي ويو جيڪو اڳتي هندي سمنڊ بنجي ٿي ويو. انهيءَ پس منظر ۾ سنڌ جي ساموندي پٽيءَ ۾ امن و امان جو قائم رکڻ تجارتي شاهراهه کي چالو رکڻ برابر هو.“ (32).

آندري ونڪ هندستان جي تاريخ جي يورپ جي تاريخ وانگر دورن ۾ ورهاست تي تنقيد ڪندي اهو نتيجو قائم ڪري ٿو ته ان سان وڏيڪ مونجهارا ۽ غلط فهمين جو پيدا ٿيڻ لازمي آهي، مثلاً: يورپ ۾ جاگيرداري دور جي مقابلي ۾ هندستان ۾ به ساڳئي دؤر اندر خوامخواه جاگيرداريءَ کي تلاش ڪيو وڃي ٿو، ۽ هڪ مختلف صورتحال کي چڪي تاڻي جاگيرداريءَ جو نالو ڏنو وڃي ٿو. هن سلسلي ۾ آر.ايس.شرما جو ڪتاب ”هندستان ۾ جاگيرداري“ (Indian Feudalism) جو مثال اسان جي آڏو آهي، جنهن ۾ هو ستين کان ڏهين صديءَ تائين هندستان جي

معاشيات کي خالص زرعي چاڻائي ٿو ۽ تجارت ۽ واپار کي زوال پذير ڏيکاري ٿو ۽ ان لاءِ ٻاهرين حملن کي جوابدار ٺهرائي ٿو، مطلب ته شرما هندستان جي تاريخ ۾ اهو ڪجهه ڏسڻ گهري ٿو، جيڪو يورپ جي تاريخ ۾ ٿي گذريو.
آخر ۾ اچو ته ڏسون ته ان ايڏي پس منظر جي موجودگيءَ ۾ ڊاڪٽر بلوچ ”پاڪستان“ ۾ جديد تاريخ نويسيءَ بابت ڪهڙا اصول وضع ڪري ٿو، جن مان سندس نظريئه تاريخ جي وضاحت ٿئي ٿي.

## (1) تحقيق جو رخ متعين ڪرڻ (Principle of Direction):

سڀ کان پهرين هڪ تاريخ نويس لاءِ لازمي آهي ته هو پنهنجي اڳو واضح مقصد رکي ۽ ان لحاظ کان پنهنجي رخ جو تعين ڪري. هر تاريخي تحرير جي پويان ڪونه ڪو محرڪ ضرور هوندو آهي ۽ تاريخ نويس لاءِ ان جو هئڻ بري ڳالهه به نه آهي. هن کي گهرجي ته پنهنجي ان مقصد کي پڙهندڙ لاءِ کولي بيان ڪري ته جيئن سندس ان تحرير جي صحيح نموني ۾ پرک ٿي سگهي. معروضيت (Objectivity) ڪڏهن به مڪمل يا مطلق (Absolute) نٿي ٿي سگهي، بلڪ اها هميشه حالتن سان ڳنڍيل يا واڳيل هوندي آهي، انهيءَ ڪري هڪ مؤرخ سان

’ڪٿي‘، ’ڪير‘ ۽ ’ڪيئن‘ جي اضافت هميشه لڳل هوندي آهي جيڪا ڪانئس جدا ٿي نه ٿي سگهي.

## (2) سند ۽ صداقت جو اصول (Principle of Authenticity) :

هن مان مراد درست ۽ متعلقه مواد جو استعمال آهي ۽ ان سان گڏ ان جي ڀين دستاويزن وغيره سان ڀيٽ ڪرڻ آهي ته جيئن واقعي بابت صحيح ڄاڻ گڏ ڪري سگهجي. موقعي مهل جي جاچ پڙتال يا معائنو (Field Research) انهيءَ عمل جو هڪ لازمي جز آهي جنهن سان خبر يا واقعي جي درستگيءَ بابت وڌيڪ معلومات ملن ٿا. هن ڳالھ ڏانهن اشارو اسان اڳ ۾ ڪري چڪاسون ته مسلمان تاريخ نويسن ان جي اهميت کي محسوس ڪيو ۽ ان جو استعمال پڻ ڪيو.

”جديد تاريخ نويسيءَ ۾ ڪتبا (Eprigraplny) ۽ سڪن جو علم (Neumismetics)خاص اهميت رکن ٿا.

## (3) پس منظر ۽ ماحول جي صحيح ڄاڻ:

(Priniciple of Context)

ڪنهن به واقعي بابت وقت، هنڌ ۽ حالتن جي پوري ڄاڻ رکڻ ازحد ضروري آهي، خاص طور جيئن واقعو وڌيڪ قديم هوندو ته ان بابت فقط سرسري معلومات ئي ملي سگهندي آهي، ليڪن ان واقعي پٺيان ڪهڙا عوامل ڪارفرما هئا، اهو تمام گهڻ

واضح هوندو آهي. ان ڪري جيستائين مؤرخ ان وقت جي ماحول کي پاڻ ۾ ضم ڪري ۽ خاص طور ان لحاظ کان نه ڏسندو ته ان واقعي جا شريڪ ان کي ڪيئن محسوس ڪري رهيا هئا، تڏهن ئي واقعي جي ته تائين پهچندو ۽ ان کي معروضي طور بيان ڪري سگهندو.

مطلب ته ماحول جي معروضيت (Contextual objectivity) مان مراد آهي ته ان وقت جي سماج يا فردن ان واقعي کي ڪيئن ٿي ڏٺو، واقعي جي پرک لاءِ ان وقت جو حوالو ئي ڪارگر سمجهڻ گهرجي. تاريخ نويس جو پنهنجي وقت جي نظرين يا فڪر مطابق ان کي سمجهڻ غلط ٿيندو.

پاڪستان جي تاريخ جي لحاظ کان هي سمجهڻ گهرجي ته جديد دور ۾ هر واقعي جو اندروني پهلو به آهي ته بيروني پڻ! ان کي پوري دنيا جي تناظر ۾ ڏسڻ گهرجي، پاڪستان هڪ مشرقي ۽ ايشيائي ملڪ آهي ۽ دنيا جي تاريخ ۾ سندس اها مستقل حيثيت آهي. جنهن کي هر وقت آڏو رکڻو آهي.

## (4) هر واقعي کي وضاحت سان پيش ڪرڻ:

(Principle of Clarity)

هن مان مراد مواد کي غير مبهم ۽ عام فهم انداز ۾ پيش ڪرڻ آهي، جنهن ۾ ربط ۽ تسلسل کي خاص اهميت آهي.

## (5) واقعات جي مطابقت کي سمجھڻ:

(Principle of Consistency)

هن مان مراد اندروني اعتبار يا ويساه آهي جنهن سان ڪنهن واقعي بابت ملندڙ تضادن جو خاتمو ڪرڻ آهي. هن سلسلي ۾ ضروري آهي ته هر سماج يا قوم پنهنجي ترجيحات کي طي ڪري اڳتي قدم وڌائي. ائين ڪرڻ سان ماحول کي صحيح تناظر ۾ پيش ڪري سگهبو پر جيڪڏهن ائين نه ڪيو ويو ته ذاريا جذهن تاريخ لکڻ ويهندا ۽ جيئن اڪثر ٿيو آهي ته اهي هميشه پنهنجي نُڪتهٔ نظر مطابق تاريخ لکڻ شروع ڪندا، ان کان پوءِ اهو مرحلو ايندو ته ان نڪتهٔ نظر جي رد ۾ يا صرف بچاءَ ڪرڻ جي لحاظ کان تاريخ لکي ويندي.

## (6) تاريخي مواد ۽ ماخذن تائين رسائي:

(Availability of Source Materials)

هتي اهو ٻڌائڻ ضروري آهي ته تاريخ نويسي تاريخي قسم جي مواد ملڻ کان سواءِ ناممڪن آهي، مواد يا ماخذن جي هجڻ کان سواءِ تاريخ لکڻ جو تصور نٿو ڪري سگهجي. اها سٺي ڳالهه آهي ته برصغير هند و پاڪ ۾ اهڙي قسم جو مواد جهجهي انداز ۾ موجود آهي يا موجود ڪري سگهجي ٿو. هن ۾ روايتي توڙي غير روايتي جنهن ۾ هر قسم جو مواد جهڙو مڪتوبات، انفرادي سندون يا اهڙي قسم جا ڪاغذات، سوانحي شجرا

وغيره شامل آهن. ضرورت آهي ته ان سموري مواد کي گڏ ڪري نئين سر پيش ڪيو وڃي ۽ ان جي تعبير ۽ سمجهاڻي ڏني وڃي.
جديد تاريخي نويسيءَ جا هي مختصر طور ابتدائي اصول آهن جن کان سواءِ سائنسي انداز ۾ تاريخ لکڻ جو تصور نٿو ڪري سگهجي.
ڊاڪٽر صاحب 1980ع جي ڏهاڪي ۾ جڏهن اسلام آباد ۾ Institute of Islamic History Culture and Civilization يعني تاريخ ۽ ثقافت جي قومي اداري جو سربراهه بنيو، هن پنهنجي تصور تاريخ کي عملي جامو پهرائڻ جو اهو بهترين موقعو سمجهي برصغير پاڪ و هند ۾ مسلمانن جي اقتدار جي 15 جلدن ۾ مفصل ۽ مستند تاريخ مرتب ڪرائڻ جو منصوبو تيار ڪيو. ڊاڪٽر صاحب اهو سمورو تفصيل ’فتحنامه سند‘ يعني ’چچنامه‘ جي فارسي ايڊيشن، جيڪو سندس سموري عمر جي اعليٰ تحقيق جو نچوڙ آهي، ان جي انگريزي مهاڳ ۾ ڏنو، ان فهرست مان ئي ڊاڪٽر صاحب جي تاريخ داني ۽ تاريخ ۾ مهارت جي جهلڪ نظر اچي ٿي. (33) انڪري اها هتي پيش ڪجي ٿي:

**جلد پهريون:** سنڌ ۾ مسلمانن جي آمد

پهريون ڀاڱو: فتح نامه سند فارسي

ٻيون ڀاڱو: فتح نامه جو انگريزي ترجمو

ٽيون ڀاڱو: فتح نامه جو عربي ايڊيشن
(عربي ايڊيشن شام دمشق مان 1988ع ۾ ڇپيو)
**جلد پهريون:** سنڌ ۾ عرب دور حڪومت (712ھ کان 1050هجري)
**جلد ٽيون:** غزنوي دور
**جلد چوٿون :** غوري سلطان ۽ دهلي جا غلام خاندان
**جلد پنجون:** خلجي دور
**جلد ڇهون** تغلق دور
**جلد ستون**
جلد اٺون
جلد نائون
جلد ڏهون
جلد يارهون
جلد ٻارهون
جلد تيرهون
جلد چوڏهون
جلد پندرهون
جلد سورهون
جلد سترهون
جلد ارڙهون
جلد اُڻيهون

جلد ويهون
جلد ايڪيهون
جلد ٻاويهون
جلد ٽيويهون
جلد چوويهون
جلد پنجويهون

| | |
|---|---|
| جلد ستون: | افغان يعني لوڌي ۽ سوري خاندانن جو دور |
| جلد اٺون: | مغل حڪمران، بابر ۽ همايون |
| جلد نائون: | اڪبر |
| جلد ڏهون: | جهانگير ۽ شاهجهان |
| جلد يارهون: | اورنگزيب |
| جلد ٻارهون: | آخري مغل |
| جلد تيرهون: | مقامي حڪومتون: بنگال، جونپور ۽ اوڌ |
| جلد چوڏهون: | مقامي حڪومتون: دکن ۽ ميسور |
| جلد پندرهون: | مقامي حڪومتون: گجرات ۽ مالوه |
| جلد سورهون: | مقامي حڪومتون: سنڌ |
| جلد سترهون: | مقامي حڪومتون: پنجاب ۽ سرحد مغلن کان پوءِ |
| جلد ارڙهون: | مقامي حڪومتون: بلوچستان |
| جلد اڻويهون: | مقامي حڪومتون: ڪشمير ۽ اُتريان علائقا |

| جلد ويهون: | برطانوي تسلط ۽ آزاديءَ جي تحريڪ |
|---|---|
| جلد ايڪويهون: | اسلامي ورثو: حڪومتي ادارا ۽ انتظام |
| جلد ٻاويهون: | اسلامي ورثو: تعليم ۽ سماجي علوم، سائنس ۽ رياضي |
| جلد ٽيويهون: | اسلامي ورثه: مواصلات، شهري ترقي، زراعت، صنعت ۽ حرفت |
| جلد چوويهون: | اسلامي ورثه: فن تعمير، فنون لطيفه ۽ دستڪاري |
| جلد پنجويهون: | اسلامي ورثه: ٻوليون ۽ ادب |

افسوس جو هيءُ عظيم منصوبو پايئه تڪميل تي نه پهچي سگهيو، ان جو وڏو سبب اهو ئي ٿي سگهي ٿو ته ارباب اختيار اصلي محرڪ جي سمجهڻ کان عاري هئا. اهو محرڪ جنهن کي ڊاڪٽر صاحب پهرين اصول تحت شمار ڪري ٿو.
بهرحال جڏهن ڊاڪٽر صاحب جي چورانوي سالن جي طبعي عمر تي نظر ڪجي ٿي ته ان جو سٺ سالن کان وڌيڪ عرصو علمي ۽ ادبي خدمتن تي ڦهليل نظر اچي ٿو، جنهن ۾ تحقيق ۽ تخليقي مواد هزارين صفحن تي مشتمل معلوم ٿئي ٿو، جيڪا ڳالهه کيس دنيا جي اڪابر ادبي هستين ۾ شامل ڪرڻ لاءِ ڪافي آهي.
فارسيءَ ۾ هڪ نهايت معنيٰ خيز مصرع آهي.

ڪار جهان ڪسي تمام نه کرد.

يعني: دنيا جهان جو ڪم ڪنهن پورو نه ڪيو آهي!

ليڪن ڊاڪٽر صاحب لاءِ فارسيءَ جو هيٺيون شعر نهايت مناسب معلوم ٿئي ٿو:

حاصل عمر نثار ياري ڪرده ام

خوشم ز زندگي خويش که ڪاري ڪرده ام

يعني: مون پنهنجي زندگيءَ جي موڙي يار جي مٿان قربان ڪري ڇڏي آهي، مان پنهنجي زندگيءَ کان خوش آهيان ته مون واقعي ڪم ڪيو آهي!

# حوالا


1) World of Work, p 234
2) - do -, p 205
3) - do -, p 186
4) Alberuni's India
5) ڪتاب في تحقيق ما للهند عربي، ص 18
6) البيروني سيد حسن برني، ص 84
7) The Lands of Pakistan, p 270
8) تاريخ ادبيات ايران، ص 233
9) تاريخ ادبيات ايران، ص 234
10) تاريخ فرشته، ص 80

11) R.C.Majumdar & Percival Spear, p 759 & p 162
12)Alberuni, Said & Zahid, p 89
13)Narratuives & Making of History, p 23
14)- do -, p 25
15) - do-, p 28
16)- do -, p 30
17)R.C.Majumdar & others, p 759
18) مثنوي رومي دفتر ششم، ص 445
19) سنڌي ٻوليءَ جو اتهاس، ص 97
20) A Page from History, p 12
21)Eliot & Dowson, p 460
22) Eliot & Dowson, p 466
23) - do -, p 460
24) Eliot & Dowson, p 479
25) Albirunis India, p xx
26) Eshwai Parsad, p 50
27)سلطان محمود غزنوي، ص 20
28) Eshwari Parsad, p 43
29) R.C.Majumdar othesr, p 276
30) The Lands of Pakistan, p 82

31)Andre Wink, p 224
32) - do -, p 225
33) Fatah Namah-i-Sindh, p v


مددي ڪتاب:
(1) البيروني، كتاب في تحقيق ماللهند من مقبولة في العقل او مرذولة، حيدرآباد دكن، 1377ھ/1958ع
(2) القانون المسعودي 1373ھ/1954ع حيدرآباد، دكن 1954/1373
(3) كتاب الهند اردو ترجمه الميزان، لاهور 2004ع
(4) فرشته محمد قاسم، تاريخ فرشته اردو ترجمو، لاهور 2004ع
(5) پروفيسر محمد حبيب، سلطان محمود غزنوي اردو ترجمو، سيد جميل حسين، تخليقات لاهور، 2001ع
(6) ڊاڪٽر محمد اشرف، تاريخ اور مؤرخ مرتب: ڊاڪٽر مبارڪ علي فڪشن هائوس لاهور، 2002ع
(7) سيد حسن برني، البيروني، اردو انجمن ترقي اردو، ڪراچي 1990ع
(8) نظامي عروضي سمرقندي، چهار مقاله فارسي تصحيح- علامه محمد قزويني، تهران 1376ھ

(9) جلال الدين رومي، مثنوي معنوي دفتر ششم خرم شاهي، تهران، 1385ھ
(10) فروزانفر بديع الزمان، تاريخ ادبيات ايران بعد از اسلام تا پايان تيموريان كتابخانه ملي ايران، 1383ھ

## انگريزي

(1) Dr. Edwards Sachau, Alberuni's India, Rupa & Co, New Delhi, 2002
(2) Andre Wink, Al-Hind: The Making of the Indo- Islamic world Volume-1 E.J.Brill, Leiden 1990
(3) H.M.Eliot & Dowson, The History of Sindh as told by its own Historians
(4) Dr. N.A.Baloch, Lands of Pakistan, Islamabad, 1995
(5) Dr. N.A.Baloch, North- West frontiers of Pakistan and Other Avenues of Historical Writings. Pakistan Study center, Jamshoro, 2009
(6) Dr. N.A.Baloch, Advent of Islam in Indonesia Islamabad, 1980

(7) Will and Ariel Durant, The lessons of History Service Book club, 1997
(8) Mubrak Ali, A Page from History Fiction House, Lahore, 2004
(9) Dr. N.A.Baloch, Ghurrat Al-Zijat or Karana Tilaka Intitute of Sindhology, 1973
(10) Said & Zahid, Al-Biruni, His Time, Life and worksHamdard Academy, Karachi, 1981
(11) Romila Thapar, Narratives and Making of History, OUPIndia, Fourth Impression, 2004.
(12) Edward Gibhon, The Dedine & Fall of the Roman Empire, Volume III, Modern Publishers New York.
(13) Dr. N.A.Baloch, World of work Edited & Introduced by Muhammad Umar Chand. Institute of Sindhology, 2007
(14) Eshwari Parsad, A Short History of the Muslim Rule inIndia Revised Edition, Allahabad, 1964

(15) R.C.Majumdar, An Advanced History of India Macmillan & Co Ltd. Londan, 1953
(16) Dr. N.A.Baloch, Sindh Studies Historical, Pakistan Study center, Jamshoro 2003
(17) Percival Spear, The Oxford History (1740- 1975) Second Edition 1994

# سنڌي ڪتاب

(1) ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، سنڌي ٻولي ۽ ادب جي تاريخ، پاڪستان اسٽڊي سينٽر، ڄام شورو 1990ع
(2) جئرامداس دولترام، سنڌي ٻولي ۽ لپيءَ جو اتهاس، مرتب- رڪيل مورائي، سنڌي ٻولي جو بااختيار ادارو، حيدرآباد، 2009ع
(3) ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، سنڌي موسيقي جي مختصر تاريخ، شاهه عبداللطيف ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز، حيدرآباد 1978ع
(1) ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، سنڌي صورتخطي ۽ خطاطي، سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو حيدرآباد سنڌ، 1413ھ/1992ع



# سنڌ جو وڏو ماڻهو

## خديجه بلوچ

[محترمه خديجه بلوچ، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب جن جي رفيقه حيات هئي، موصوفه 22- آڪٽوبر 2011ع تي وفات ڪئي. هيءُ مضمون، سندن لکيل آهي. دراصل هيءُ مضمون موصوفه ماهوار ”نئين زندگي“ رسالي لاءِ لکيو هو. ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي مناسبت سان هتي پيش ڪجي ٿو. انچارج]

پاڻ هڪ نهايت همدرد، پيار ڪندڙ ۽ گهٽي سهپ وارو خاوند، تمام مشفق ۽ مهربان پيءُ ۽ انتهائي مخلص دل رکڻ واري شخصيت هئا. سندن اهي خوبيون، مون ساڻن گڏ رهندي ڏٺيون ۽ محسوس ڪيون.

مان جڏهن 1965ع ۾ ساڻن شادي ڪري ڊاڪٽر صاحب جي گهر ۾ آيس ته ان وقت اسان جو گهر سنڌ يونيورسٽيءَ کان مليل هڪ ننڍڙو ٽن ڪمرن تي مشتمل هو، جنهن ۾ اسان کان

علاوه ڊاڪٽر صاحب جو مامو ۽ ٻيا عزيز، جن مان ڪي شاگرد هئا ته ڪي نوڪريون ڪندا هئا، رهائش پذير هئا. ان کان علاوه گهر کان ٻاهر هڪ ڪچي ڪوٺي، هڪ ورانڊو ۽ غسل خانو جڙيل هئا. گهر جي هڪ اسٽور ۾ ڪجهه بسترا، جن ۾ رليون ۽ وهاڻا شامل هئا، جن بابت ڊاڪٽر صاحب مون کي ٻڌايو ته اهي هنڌ انهن مهمانن لاءِ آهن، جيڪي سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ مان ڪهي اچي حيدرآباد ۾ پنهنجن ڪمن ڪارين يا علاج معالجي لاءِ ايندا آهن، ۽ چاڪاڻ ته هو غريب هوندا آهن ۽ ٻئي هنڌ رهڻ جي وصيت نه هوندي اٿن، تنهنڪري هنن لاءِ هي هنڌ ۽ ٻاهرين ڪوٺيءَ ۾ پيل کٽون آهن. ان کان سواءِ مون کي اهو به ٻڌائون ته اسين انهن کي ٻوڙ پلاءُ ته نه کارائي سگهنداسين، پر دال چانور ضرور حاضر ڪندا رهنداسين.
اهڙن مهمانن جو تعداد ڪڏهن گهٽ هوندو هو ته ڪڏهن ايتريقدر وڌي ويندو هو، جو گهر جي فردن جي مانيءَ جو حصو به انهن کي ڏئي ڇڏڻو پوندو هو پر مان ائين چوندس ته ڊاڪٽر بلوچ جي گهر تي هر وقت ماڻهو نظر ايندا هئا.
انهن ضرورت مند ماڻهن کان سواءِ غريب شاگرد به اچي رهيا ۽ پڙهيا. انهن ۾ نه رڳو مسلمان، پر پيل ۽ اوڏ به هئا. انهن مان هڪ پيل ميٽرڪ پاس ڪئي ۽ مختيارڪار يا ان کان مٿي درجي تائين پهتو. شاگردن وارو سلسلو اڄ به موجود آهي. اڄ

به ڪجهه شاگرد اسان وٽ رهندا آهن، جن جي هڙان وڙان مدد ٿيندي رهندي آهي.
ان ڪان سواءِ سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ مان ڪي راڳي فقير ته ڪي سگهڙ حيدرآباد ريڊيئي تي پروگرام ڪرڻ ايندا هئا ته انهن جي رهائش به اسان وٽ هوندي هئي. پنهنجو پروگرام ختم ڪرڻ ڪان پوءِ اهي ڊاڪٽر صاحب جي حاضري به ڀريندا هئا ۽ راڳ جون محفلون به ٿينديون هيون، جن ۾ اوڙي پاڙي جا ماڻهو به اچي شريڪ ٿيندا هئا. اهو سلسلو ايستائين قائم رهيو، جيستائين اسان 1976ع ۾ سنڌ جا وڻ ڇڏي وڃي اسلام آباد رهياسين. اسان جي وڃڻ ڪان پوءِ به هڪ جت فقير اسان جي گهر مهمان طور رهيو پيو هو، جنهن سان ڊاڪٽر صاحب اسلام آباد مان ايندو هو ته شاهه جي رسالي بابت ڳالهائيندو هو. ان وفات به اتي اسان جي گهر ۾ ڪئي.
اسلام آباد ۾ چوڏنهن سال گذارڻ بعد جڏهن اسين واپس حيدرآباد آياسين ته اهو سلسلو ڪي قدر ختم ٿي چڪو هو، پر تنهن هوندي به اڄ تائين ڪونه ڪو غريب مسڪين مهمان اسان وٽ موجود هوندو آهي.
ڊاڪٽر صاحب جي زندگي تمام منظم قسم جي رهي آهي. پاڻ اوائلي زندگيءَ ۾ جڏهن سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ ڊائريڪٽر انسٽيٽيوٽ آف ايڊيوڪيشن هئا ته هفتي جا ڇهه ڏينهن باقاعدگيءَ سان پنهنجي ڪم ۾ رڌل رهندا هئا. صبح جو سويل اٿڻ، نماز

ڪان فارغ ٿي پنهنجي لکڻ پڙهڻ جي ڪم ۾ دل و جان سان مشغول ٿي ويندا هئا، ايتري قدر جو جيڪڏهن ساڻن ڪو ڳالهائيندو هو ته پاڻ ٻڌندا به نه هئا، به ٽي دفعا سڏڻ ڪان پوءِ ائين ڇرڪجي جواب ڏيندا هئا ڄڻ نهايت گهريءَ ننڊ مان جاڳيا هجن. تنهن ڪان پوءِ آفيس ويندا هئا. منجهند جو گهر اچي ماني کائي ڪجهه آرام ڪندا هئا ۽ پوءِ شام جو ڪلاس وٺڻ ويندا هئا. منهنجي زندگي پڻ درس و تدريس سان وابسته رهي، مان ڪجهه وقت ڪان پوءِ اهو سمجهڻ شروع ڪيو ته مون ۾ ايتري سمجهه اچي وئي آهي، جو ڪلاس ڪان اڳ تياريءَ جي ضرورت باقي نه رهي آهي پر ڊاڪٽر صاحب هر وقت ڪلاس وٺڻ ڪان اڳ ضرور پنهنجن نوٽس کي نظر مان ڪيندا هئا. پاڻ جڏهن وائيس چانسلر ٿيا، تڏهن به باقاعدگيءَ سان پنهنجا ڪلاس وٺندا رهيا. آخر ۾ جڏهن ڪم جي گهڻائي ٿي ته کين پنهنجا وقت بدلائڻا پيا. ڪلاس ڪان فارغ ٿي، رات دير تائين لغت واري آفيس ۾ ڪم ڪندا رهيا. اها آفيس اڄا تائين آباد آهي. پاڻ باقاعده شام جو پنجن ڪارڪنن سان گڏ اتي ويهي ڪم ڪندا هئا.

هفتي ۾ آچر جو ڏينهن، يا ڪڏهن ان ۾ ڇنڇر به شامل ٿي ويندو هو، آچر سندن گهمڻ،ڦرڻ ۽ شڪار لاءِ وقف هوندو هو. مان جڏهن سندن گهمڻ ڦرڻ جي ڳالهه ٿي ڪريان ته ان مان مراد اها اٿم ته پاڻ انهن ڏينهن تي ڪوشش ڪري سنڌ جا اهي ماڳ

ڏسندا هئا، جتان ڪين سنڌ متعلق مواد حاصل ٿئي. سڄاڻ سگهڙن سان ڪچهريون ڪري مواد حاصل ڪندا رهيا، جنهن مان آخر سنڌي لوڪ ادب جا 42 ڪتاب ظهور پذير ٿيا. هتي پڙهندڙن کي هڪ ڳالهه ٻڌائيندي هلان، جيڪا مون کي ان وقت جي باٽني ڊپارٽمينٽ جي سربراهه ڊاڪٽر اسلام ٻڌائي ته هڪ دفعي ڊاڪٽر صاحب ڊاڪٽر اسلام کي ٿر گهمائڻ ۽ اتان جي گاهن ۽ ٻوٽن تي ريسرچ ڪرڻ لاءِ وٺي ويو، سڄو ڏينهن ٿر گهمي رات جو سڀ ٿڪجي سمهي رهيا. ڪنهن وقت سندس اک کلي ته ڏٺائين ته ڊاڪٽر صاحب لالٽين جي روشنيءَ ۾ سگهڙن سان ڪچهريءَ ۽ لکڻ ۾ مشغول هئا. سياري ۾ آچر جو ڏينهن اڪثر ڪري شڪار لاءِ مخصوص هوندو هو. شڪار سندن بهترين مشغلو هوندو هو. سندن چوڻ مطابق هڪ ته شڪار جي شوق ۾ هلڻ چلڻ ٿئي ٿو ۽ ٻيو بندوق هلائڻ ۽ نشان وٺڻ جو تجربو به حاصل ٿئي ٿو.
پاڻ جڏهن لکڻ پڙهڻ جي ڪم ۾ مصروف ٿي ويندا هئا ته ان وقت سندن واسطي ٻه شيون ضروري هونديون هيون؛ هڪ چانهه ۽ ٻيو سگريٽ. انهن کي ماضيءَ جي صيغي ۾ ان ڪري وڌو آهي، جو ڊاڪٽر صاحب هميشه به ان اهتمام سان ڪم ڪندا رهيا، پر پوءِ اڳتي هلي سگريٽ صفا ڇڏي ڏنائون ۽ پوءِ چانهه به گهٽي گهٽ ڪرڇڏيائون. پاڻ سگريٽ جي معاملي ۾ عجيب ٽيسٽ رکندا هئا، ڪڏهن ته 555 جا دٻا ڇٽ

ته ڪڏهن ڪي. ٿو جي پاڪيٽ تي وچي بيهندا هئا. سگريٽ
ڇڏيائون ته سگار شروع ڪيائون. ان کان پوءِ پائيپ سان دل
وندرايائون، پر دل جي آپريشن کان پوءِ انهن سڀني عادتن کي
خدا حافظ چئي ڇڏيائون.
تفريح جي لحاظ کان ڊاڪٽر صاحب کي ٽي.وي ڏسڻ به
وڻندو هو، سندن پسنديده ”نيشنل جاگرافڪ چينل ۽ اسپورٽس“
۾ ڪُشتيءَ جا ڪرتب خاص شامل هئا. ڪشتيءَ جي پروگرام
کي ته ائين ڏسندا هئا، ڄڻ پاڻ به انهن جي وچ ۾
موجود هجن! رانديون ۾ هاڪي سندن پسنديده راند هئي. جڏهن
اسان جو ننڍو فرزند فريد، هٽ هوندو هو ته ان سان شطرنج به
کيڏندا هئا ۽ ڪڏهن ڪڏهن ٻارن سان گڏ پيس ڪوٽ، چڪي
راند وغيره به کيڏندا هئا.
ڊاڪٽر صاحب کي جانورن سان به گهڻو لڳاءُ رهيو ۽ ٻليون
کين بيحد پياريون هيون. ڪنهن وقت اسان جي گهر ۾
ٻارنهن ٻليون هونديون هيون، جن جي کاڌ خوراڪ خود
ڊاڪٽر صاحب جي ذمي هوندي هئي. انهن مان هر هڪ جا
نالا هئا ۽ جنهن کي سڏبو هو، اها اچي حاضر
ٿيندي هئي. ائين لڳندو هو، جيئن پاڻ ابو هريره جا جانشين
هجن. تنهن کان سواءِ گهر ۾ هڪڙي ڦاڙهي ۽ ڪجھ سيهڙ
به هوندا هئا، جيڪي اسان وٽان ڀڄي ويا. پاليل ڦاڙهي راڻي
باغ جي حوالي ڪري ڇڏيائون، جنهن کي ڪڏهن ڪڏهن

ڏسڻ به ويندا هئا. اڄ انهن سڀني جانورن جي جاءِ ڪڪڙين والاري هو. پاڻ باقاعدگيءَ سان صبح و شام انهن کي داڻو به ڏيندا هئا، انهن سان ڳالهيون به ڪندا هئا. ائين لڳندو آهي ته جيئن اهي سندن هر ڳالھ سمجهنديون هجن. ممڪن آهي ته ائين به هجي!کين ننڍڙي پولڙي رکڻ جو شوق رهيو ، پر منهنجي ڪري سندن اهو شوق تڪميل تي پهچي نه سگهيو. خوبصورتي، قدرتي نظارا، آرٽ ۽ آرٽسٽڪ شين جو کين بيحد شوق هو. ائين چوان ته اهي سڀ سٿيون شيون آڻيندا، جيڪي آرٽ زمري ۾ شامل ٿين، پوءِ ٺاهيل مجسما يا پينٽنگس وغيره هجن. مطلب ته آرٽ جي پٺڀرائي ڪندا رهندا هئا. اجرڪ ٺاهڻ وارا ڪاريگر، لنگين ۽ کيس ٺاهيندڙ، جنڊي ۽ ڪاشيءَ جا ڪاريگر، تن سان سندن ملاقاتون ۽ محبتون هيون، انهن مان هڪ مرحوم حاجي عبدالڪريم هو، جنهن شاهي بازار ۾ اهڙو هڪڙو دڪان قائم ڪيو، جتي سنڌي آرٽ جا سامان، اجرڪ، لنگيون، کيس، سوسيون ۽ ٻيو سڀ سامان موجود هوندو هو. جڏهن به ڪي ٻاهريان مهمان ڊاڪٽر صاحب وٽ ايندا هئا ته انهن کي حاجي صاحب جي دڪان تي ضرور وٺي ويندا هئا. اڄ حاجي صاحب جي نيڪ فرزندن پنهنجي پيءُ جي ڪم کي ڪافي وڌايو آهي، ميوزڪ سان به سندن لڳاءُ گهڻو هئن. پاڻ ميوزڪ تي به ڪافي حد تائين تحقيق ڪيائون. منهنجي

خيال ۾ سنڌ جي موسيقيءَ تي جيترو توجه ڊاڪٽر
صاحب جن ڏنو، اوترو ٻئي ڪنهن به نه ڏنو آهي. سندن
موسيقيءَ بابت لکيل ڪتاب ۽ سنڌ جي سازن بابت
انگريزيءَ ۾ ننڍڙو ڪتاب دنيا ۾ اهميت حاصل ڪري چڪا
آهن. شاهه محمد نابينا، مائي ڀاڳي، فيض محمد بلوچ، مصري
خان، علڻ فقير ۽ ٻيا گهڻا ڊاڪٽر صاحب جي دريافت آهن.
ڊاڪٽر صاحب جن هڪ نهايت بااصول استاد رهيا. سندن
پڙهائڻ جو طريقو اهڙو هوندو هو، جو هڪ پيرو ليڪچر
توجهه سان ٻڌڻ کان پوءِ ان کي وري پڙهڻ جي ضرورت
ڪانه پوندي هئي. مان بي- ايڊ ڪرڻ وقت سندن شاگرد
رهي آهيان. پاڻ هميشه وقت تي ڪلاس وٺڻ ايندا هئا.
ڪڏهن به هڪ منٽ جي دير نه ڪندا هئا. سندن دستور
هوندو هو ته اچڻ شرط ڪلاس جو دروازو بند، جيڪي
اندر سي اندر، جيڪي ٻاهر سي ٻاهر رهجي ويندا
هئا. انهيءَ ڪري سڀ وقت تي ايندا هئا. سندن ڏيا اهڙي
هوندي هئي، جو ڪنهن کي ساڻن گهڻي حجت ڪرڻ جي
همت نه رهندي هئي.
پاڻ جڏهن به ڪنهن جي ڪم ۾ رهنمائي ڪندا هئا
۽ چاهيندا هئا ته سندن رهنمائي وٺندڙ جو ڪم به اهڙو سهڻو
۽ معياري هجي، جهڙو سندن پنهنجو ڪم هوندو آهي. نتيجي
۾ جيڪڏهن ڪنهن جو ڪم معيار مطابق نه هوندو هو ته ان

ڪي پيھر ڪرڻ لاءِ چوندا ھئا. ان ۾ جيڪي ڪم ڪرڻ ۾
خلوص رکندڙ ھوندا ھئا، سي ته سندس طبعيت مطابق ڪم
ڪري پار پوندا ھئا، پر ڪي مون جھڙا سست ڪاھل
۽short cut ڳوليندڙ، ائين چئي ھٽي ويندا ھئا ته ڊاڪٽر
بلوچ صاحب رھنمائي نٿو ڪري سگھي. سندن رھنمائيءَ
سان جن Ph.D جون ڊگريون ورتيون، سي ڪامياب ٿيا،
جن ۾ به ٻاھر جا ھئا، جيڪي پنھنجن ملڪن (ايران ۽ فلپائن)
۾ وڏن درجن تي پھتا ۽ ڊاڪٽر صاحب ڏانھن شڪريي جا
خط لکندا رھيا.

ڊاڪٽر صاحب ھڪ نھايت شفيق والد ھئا. پاڻ پنھنجن ٻچن
سان گھڻو پيار ۽ عزت سان پيش ايندا ھئا. ۽ تربيت تي تمام
گھڻو توجه ڏنائون، نتيجي ۾ اسان جون نياڻيون نھايت اعليٰ
تعليم يافته ۽ پنھنجي حيثيت مڃائڻ ۾ ڪامياب ٿيون آھن.
اسان جي ڏيءُآمنه C. S.S امتحان ۾ نمايان ڪاميابي
حاصل ڪري فارين سروس ۾ وئي آھي. ڪجھ وقت لاءِ
انڪم ٽيڪس ۾ اسسٽنٽ ڪمشنر به رھي ۽ پنھنجي والد
صاحبوانگر ھڪ بااصول آفيسر جي حيثيت سان پنھنجو
نالو قائم ڪيو اٿس. وڏي نياڻي حميده B.Ed ۽ M.A ڪرڻ
کان پوءِ تعليم کاتي ۾ ٽيچر آھي. ننڍي اميمه انگريزيءَ
۾ M.A نمايان ڪاميابي حاصل ڪري اسلام آباد ۾

انگريزيءَ جي ٽيچر آهي. سندنفرزندن اعليٰ تعليم حاصل ڪئي ۽ وڏن عهدن تي فائز رهيا.
ڊاڪٽر صاحب هڪ نهايت سادي طبعيت رکندڙ شخصيت هئا. کين دنياوي ٺٺ ٺانگر سان بلڪل لڳاءُ نه هو. ڪڏهن به اوچي کائڻ ۽ اوچي پائڻ طرف توجھ نه ڏنائون.سندن ڪپڙن لٽن جو خيال به مان ۽ ڏيءَ آمنه رکنديون هيونسين.
ڊاڪٽر صاحب هوندي ته تمام باهمت شخصيت هئا، پر بيماريءَ جي معاملي ۾ تمام ننڍي دل رکندا هئا. کين ٿوري تڪليف ٿي پوندي هئي ته ائين محسوس ڪندا هئا ته ڄڻ کين وڏي تڪليف ٿي پئي آهي. معمولي زڪام، جيڪو ٻيو ماڻهو هلندي چلندي گذاري، ان کي وڏي تڪليف تصور ڪندا هئا، کين سيءُ به تمام گهڻو لڳندو هو. گرميءَ جي موسم ۾ کين گرمي ايترو نه ستائيندي هئي، جيترو کين سردي ستائيندي هئي.
پنهنجن ۽ پنهنجي خاندان لاءِ هرڪو پتوڙيندو آهي، پر اهڙو شخص، جيڪو ٻين جي بهتريءَ ۽ بهبود لاءِ ڪم ڪري ٿو، سو وڏي مان وارو اهي. ڊاڪٽر صاحب جي ڳوٺ (جعفر خان لغاري، ضلعي سانگهڙ) ۾ اڄ جيڪا جاڳرتا آئي آهي، سان سندن محنت ۽ ڪاوشن جي نتيجي جو ثمر آهي. پاڻ اُتي ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين لاءِ جدا جدا پرائمري، مڊل ۽ هاءِ اسڪول قائم ڪرايائون. اڄ ڳوٺ جون ڇوڪريون ۽

چوڪرا تعليم جي زيور سان آراسته ٿي رهيا آهن. پاڻ هميشه ماڻهن کي تعليم ۽ ان جي اهميت متعلق همٿائيندا هئا. نتيجي ۾ اڄ ان ننڍي ڳوٺ جعفر خان لغاريءَ جا انيڪ ماڻهو ڊاڪٽر، انجنيئر، ڊپٽي ڪمشنر ۽ ٻين وڏن عهدن تي فائز آهن. ٽي ڄڻا C.S.S امتحان ۾ ڪامياب ٿيل آهن. پنهنجي ڳوٺ کان سواءِ ٻين ڪيترن ئي جاين تي دوستن کي چيائون، مدد ڪيائون ۽ اسڪول قائم ڪرايائون. ڪوٽ مير محمد تعلقي ڪنگريءَ ۾ پنهنجي ڏاڏي جي ياد ۾ (جيڪو اتي مدفون آهي)، چوڪرن لاءِ پرائمري ۽ هاءِ اسڪول قائم ڪرايائون ۽ چوڪرين لاءِ پرائمريءَ کان پوءِ مڊل اسڪول، جنهن کي هاءِ اسڪول بنائڻ جي فڪر ۾ رهيا. اها ته آهي ڊاڪٽر صاحب جي ذاتي زندگي. سندن ادبي زندگي ان کان الڳ آهي. سياست کان دور، خاموشيءَ ۽ دل جي لڳن سان ڪم ڪندا هئا ۽ هميشه سڄي ملڪ جي خدمت سان گڏ سندن زندگي سنڌ ۽ سنڌ جي ڳالهين کي اجاگر ڪرڻ ۾ مصروف رهيا. پاڻ جيڪو به ڪم هٿن ۾ کڻندا هئا ته انهيءَ کي محنت ۽ جانفشانيءَ سان پوري ڪرڻ جي ڪوشش ۾ مگن رهندا هئا. مون ساڻن زندگيءَ جا پنجٽيه سال گڏ گذاريا ، پر ڪين ڪڏهن به فارغ ۽ گپ شپ ڪندي نه ڏٺو. سندن زندگي سراسر پنهنجي ڪم سان وابسته رهي. پاڻ ڪڏهن به ڪنهن جي مخالفت جو ڪونه سوچيائون.

ڪيترا ماڻهو ڪين تنقيد جو نشانو بڻائيندا هئا، پر پاڻ انهن
متعلق هڪ لفظ به نه ڳالهائيندا هئا. ڪڏهن مان ڪاوڙ ۾
ڪجهه چئي وجهندي هئس ته مون کي به روڪيندا هئا
۽ چوندا هئا ته هرڪو راءِ جي اظهار جو حق رکي ٿو،
اسين ڇو انهن کي روڪيون. انهن کان علاوه پاڻ هڪ
دفعي مون سان اظهار ڪيائون ته: ”مون جڏهن لکڻ پڙهڻ
جو ڪم شروع ڪيو ته پاڻ سان هڪ وعدو ڪيو هوم ته
منهنجو قلم ڪڏهن به ڪنهن جي مخالفت نه لکندو“ ۽ ماشاءَ
الله پاڻ وفات تائينپنهنجي ان وعدي تي قائم رهيا.
منهنجي سامهون ننڍا ننڍا ڪم پاڻ ڪيا، پر وڏا پراجيڪٽ
جن تي، تن من ۽ ڌن لڳائي ڪم ڪيو، سو آهي شاهه جو
رسالو، جنهن کي ڏهن جلدن ۾ مڪمل ڪيائون. اهو
ڪم تحقيق جو هڪ اعليٰ معيار آهي. هن کان پوءِ منهنجي
ناچيز خيال ۾ ان کيتر ۾ بيو ڪو سوچي قدم رکندو پر
افسوس جو اڄ سنڌ ۾ ان کي پڙهڻ ۽ مڃڻ وارا تمام ٿورا
وڃي رهيا آهن. ٻاهر اڄ به ماڻهو ڊاڪٽر صاحب کي سندن
علمي ۽ ادبي ڪاوشن جي ڪري سڃاڻن ٿا ۽ سندن نالو
عزت سان ورتو وڃي ٿو. نه صرف پاڪستان ۾، پر
ٻاهرينءَ دنيا ۾ به ڊاڪٽر صاحب هڪ ڄاتل سڃاتل
شخصيت رهيا. پاڻ سنڌ ۽ سنڌ جي ماڻهن جا عاشق هئا.
خاص طور تي ٻهراڙين جا اهي ماڻهو، جن وٽ بنا تعليم جي

به علم ۽ عقل جو خزانو آهي ۽ سندن ڪوشش رهي ته سنڌ متعلق هر قسم جي ڄاڻ دنيا جي سامهون پيش ڪريان. پاڻ ان ڏس ۾ ڪافي حد تائين ڪامياب ويا.
ڊاڪٽر صاحب جڏهن به ڪنهن ڪم ۾ هٿ وڌو ته ان کي پنهنجي صلاحيتن مطابق اعليٰ نموني سان نڀائڻ جي ڪوشش ڪيائون. اسلام آباد ۾ قيام دوران کين ڪيترن اهڙن چئلينجن جو مقابلو ڪرڻو پيو، اتي کين اسلامي يونيورسٽيءَ جو پهريون پايو وجهندڙ وائيس چانسيلر مقرر ڪيو ويو ۽ نهايت جانفشانيءَ ۽ محنت سان معجزي وانگر تمام قليل مدت ۾ يونيورسٽي قائم ڪيائون. تعليم جا ۽ ٻيا سڀ انتظام مڪمل ٿيا. ايتري قدر جو امتحان به وٺڻ شروع ڪيائون. ان کان پوءِ هجري ڪائونسل اسلام آباد تحت هڪ سئو ڪتابن جي رٿا کي به عمل ۾ آندائون.
بين الاقوامي سطح تي هڪ سئو ڪتابن جي چونڊ مڪمل ڪيائون ۽ ڏهن کن ڪتابن جا انگريزيءَ ۾ ترجما شروع ٿيا ۽ چار پنج ڪتاب سندن رهبريءَ ۾ مهاڳن سوڌو ڇپجي ويا. پاڻ انهن ڪمن ۾ ايتري ته جانفشانيءَ سان محنت ڪيائون، جو کين دل جي تڪليف ٿي پئي ۽ باءِ پاس ڪرائڻي پئي.
سندن سماجي زندگي به عام ماڻهن کان مختلف هئي. سندن دوست، غريب، مسڪين ۽ سنڌ جا سادا سودا ماڻهو، سگهڙ ۽ مختلف پيشن سان وابسته رهيا. انهن جو تعداد سڄي سنڌ جي

ڪندا هئا، سندن دل گهريا خاص دوست به ڪافي آهن، ۽ انهن
چند دوستن مان ڪي ته جهان مان هليا ويا آهن، انهن مان
هڪ مرحوم محمد اسماعيل نون صاحب، مير شاهنواز خان
شهلياڻي ۽ حاجي محمد سوڍو بگهياڙ ميرپور ساڪري
وارو انهن جا ڳڻ ياد ڪري ڊاڪٽر صاحب غمگين ٿي
ويندا هئا.
بهرحال هر انسان ۾ خوبين سان گڏ خاميون به هونديون آهن،
پر تارازيءَ ۾ توري ڏسجي ته ڪهڙو پُڙ وڌيڪ وزندار آهي.
منهنجي خيال ۾ ڊاڪٽر صاحب جي خوبين جو پُڙ وڌيڪ
وزندار هوندو. اهو رايو سندن گهرواريءَ جو نه آهي، پر
انهن ماڻهن جو آهي، جيڪي ڊاڪٽر صاحب جي ويجهو رهيا
آهن ۽ سندن طبعيت جو مطالعو ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي
اٿن.



# منهنجي پياري بابا سائينءَ جون يادگيريون

## حميده بلوچ

اڄ بابا سائينءَ تي لکڻ لاءِ قلم کنيو اٿم ته هٿ ٿا ڏکن ۽ سمجهه ۾ نٿو اچي ته بابا سائينءَ جهڙي عظيم انسان لاءِ آءٌ کهڙا لفظ لکان ۽ کهڙيون ڳالهيون لکي کهڙيون لکان. بابا سائين نه رڳو عظيم انسان هئا پر سنڌ جا سينگار به هئا، سنڌ نه پوري پاڪستان توڙي دنيا جا عالم ماڻهو کين ياد ڪندا رهندا. پاڻ محفلن جا مور هئا. جيڪو هڪ ڀيرو بابا سائينءَ سان ملندو هو ته اهو کين وري نه وساريندو هو.

بابا سائينءَ جي علمي ۽ ادبي خدمتن بابت سندن مهربانن گهڻو ئي ڪجهه لکيو آهي. مون ۾ اها صلاحيت ڪانهي جو آءٌ وڌيڪ لکي سگهان پر جيئن ته آءٌ بابا سائينءَ سان گڏ رهي آهيان.

انهيءَ ڪري سندن ڪجهه ڳالهيون يادگيريءَ طور لکي رهي آهيان.
بابا سائين نه رڳو اسان جي خاندان جي پرپاسي جي ڳوٺن مان پهريون شخص هو جنهن اعليٰ تعليم پرائي وڏيون ڊگريون حاصل ڪيون پر کين تعليم جو گهڻو قدر هو. جڏهن آمريڪا مان پي ايچ. ڊي ڪري آيا ته پنهنجي اولاد کي تعليم ڏيارڻ تي تمام گهڻو توجهه ڏنائون. انهن ڏينهن ۾ اسان جي ڳوٺ ۾ فقط بوائز پرائمري اسڪول هوندو هو جنهن ۾ پرائمري تعليم پوري ڪرڻ کان پوءِ ڳوٺ جون نياڻيون گهر ويهي رهنديون هيون. انهن کي وڏيڪ پڙهڻ جي ڪابه سهولت ڪانه هئي، پر منهنجي بابا سائين چيو ته آءٌ پنهنجي نياڻي کي پڙهائيندس. آءٌ ستن اٺن سالن جي عمر جي هيس جو مون کي ڳوٺان حيدرآباد وٺي آيا ۽ گورنمينٽ گرلس هاءِ اسڪول حيدرآباد ۾ داخل ڪرايائون. ان وقت گهر ۾ صرف بابا ۽ وڏو ڀاءُ ڊاڪٽر محمد شريف صاحب رهندا هئا. منهنجي امان ڳوٺ رهندي هئي ۽ آءٌ اڪيلي بابا سائينءَ سان گڏ رهندي هيس. اهڙي طرح بابا سائين تمام گهڻين مصروفيتن هوندي به مون کي تمام گهڻو وقت ڏيندا هئا. مون جڏهن ميٽرڪ پاس ڪئي ته بابا سائين تمام گهڻو خوش ٿيا هئا. ان وقت اسان جي تعلقي ۾ آءٌ پهرين ڇوڪري هيس جو ميٽرڪ پاس ڪئي هيم ۽ ميٽرڪ کان اڳ مڊل اسٽينڊرڊ اسڪالرشپ جو امتحان به پاس ڪيو هوم. ان کان

پوءِ بي. اي، بي. ايڊ ۽ ايم. اي ڪيم. مون جيڪا به تعليم حاصل ڪئي، اها بابا سائينءَ جي همت افزائيءَ سان ڪيم. اهو سمورو وقت بابا سائينءَ سان حيدرآباد ۾ گڏ رهڻ ڪري، بابا سائينءَ کان تمام سُٺيون سُٺيون ڳالهيون سکيس.
انهن ڏينهن ۾ منهنجي شادي بابا سائينءَ جي سوٽ (جنهن چاچي سائين بابا سائين کي پڙهايو هو، ان جي پٽ) سان ٿي. شاديءَ کان پوءِ به آءٌ بابا سائينءَ سان گڏ رهيس جو اسان جو هڪڙو ئي گهر هو، مطلب ته بابا سائينءَ کان جدا ڪونه ٿيس.
بابا سائين جڏهن 1976ع ۾ اسلام آباد وڃي پنهنجا سرڪاري ڪم سنڀاليا ۽ 1990ع ۾ واپس حيدرآباد آيا، اهي وچ وارا پندرنهن کن سال آءٌ بابا سائينءَ کان الڳ ٿيس. تنهن هوندي به هر سال وئڪيشن ۾ بابا سائينءَ وٽ ويندا هئاسين ۽ ٻه ٻه مهينا اتي رهڻ ٿيندو هو. ان وچ ۾ گهمڻ جا پروگرام به ٿيندا هئا. ڪڏهن سوات ته ڪڏهن فاران، ڪڏهن ڪاغان ته ڪڏهن وري ايبٽ آباد، مظفر آباد ۽ مري. مطلب ته مون کي ۽ منهنجي ٻارن کي بابا سائينءَ سمورا وڏندڙ اتريان علائقا ۽ سڄو پنجاب خوب گهمايو.
جڏهن بابا سائين جن اسلام آباد مان شفٽ ٿي حيدرآباد آيا، تڏهن منهنجا ڀائر پنهنجن پنهنجن گهرن ۾ آباد هئا. آءٌ اولڊ ڪئمپس يونيورسٽيءَ واري گهر ۾ رهندي هيس. بابا سائين ۽ امان خديجه پنهنجي ئي گهر ۾ اچي ويا. منهنجون ٻه پيٽرون هڪ

پاءُ، نِنڍيءَ امان مان هئا. وڏي پيڻ فارين سروسز ۾ هئي، اها ان وقت لاهور ۾ هئي. ننڍي پيڻ ان وقت ايم. اي ڪري رهي هئي، اها اُتي اسلام آباد ۾ رهي پئي. ننڍي پاءُ کي آمريڪا وڃڻ جو شوق هو سو ان کي بابا سائين وارن حيدرآباد اچڻ کان پوءِ آمريڪا موڪلي ڇڏيو. گهر ۾ هاڻي بابا، امان خديجه ۽ منهنجي فيملي هئي. آءٌ اهو به ٻڌائيندي هلان ته بابا سائين 1965ع ۾ امان خديجه سان شادي ڪئي هئي. امان خديجه تمام گهڻو پيار ڪرڻ واري عورت هئي. هن ۾ تمام گهڻيون خوبيون هيون. هن ڪڏهن به اسان ۾ فرق نه رکيو. خاص ڪري مون کي تمام گهڻو پائيندي هئي. امان خديجه جي پيار ۽ محبت جي ڪري ئي اسان پينرن جو به پاڻ ۾ تمام گهڻو پيار ۽ محبت آهي.
جڏهن اسان قاسم آباد (سنڌي مسلم سوسائٽي) ۾ پنهنجو گهر ٺهرايو ته بابا سائين کان اجازت گهريم ته هاڻي اسان کي اجازت ڏيو ته اسين پنهنجي گهر شفٽ ٿيون. بابا سائين ظاهر ۾ ته اجازت ڏني پر مون کي چڱيءَ طرح سان اڄ به ياد آهي ته دل سان اجازت ڪانه ڏني هئائون. ايتري قدر جو صبح جو اسان پنهنجي گهر آياسين ۽ شام جو بابا سائين فون ڪري چيو ته آءٌ اوهان کي ياد پيو ڪريان. توهان اچو ته رات جي ماني گڏجي کائون. مطلب ته هر وقت هر گهڙي بابا سائين جن مون کي ياد ڪندا هئا.

2003ع ۾ امان خديجه جي وفات کان پوءِ بابا سائين جن گھر ۾ بلڪل اڪيلا ٿي پيا. مهينو ڪن آءُ بابا سائينءَ وٽ وڃي رهيس ۽ پوءِ مون بابا سائينءَ وٽ روزانه وڃڻ جو پروگرام ٺاهي ڇڏيو. صبح جو نائين بجين ويندي هيس ۽ ادائي بجي منجهند جو گھر واپس ايندي هيس. ان وچ ۾ بابا سائينءَ جا جيڪي به ڪم ڪار هوندا هئا اهي پورا ڪري پوءِ واپس ايندي هيس.

بابا کي گهڻو ئي چيم ته هاڻي توهان هلي مون وٽ رهو پر پاڻ چيائون ته امان اجا مون ۾ ايتري همت آهي جو آءُ اڪيلو رهي سگهان ٿو پر جڏهن مون ۾ اڪيلي رهڻ جي همت نه رهي، ته تو وٽ ئي اچي رهندس. باقي اهو فيصلو ٿا ڪريون ته صبح جو تون مون وٽ اچين ٿي ۽ شام جو آءُ روزانه تو وٽ ايندس. جيئن ته بابا سائينءَ کي صبح شام واڪ ڪرڻ جي عادت هئي، ان ڪري شام جو واڪ ڪري منهنجي پائٽي محمد ارشد سان گڏ مون وٽ ايندا هئا ۽ رات جي ماني کان پوءِ يارهين بجي واپس گھر ويندا هئا. مون کي اها ڳالھ ڏاڍي وڻندي هئي جو بابا سائين منهنجي گھر منهنجي ٻارن، منهنجي گھرواري ۽ منهنجي پٽ ڊاڪٽر فاروق سان ڪچهري ڪري ڏاڍو خوش ٿيندا هئا. پنهنجي ننڍي هوندي جون ڳالهيون اسڪول جي زماني واريون ڳالهيون، پنهنجن استادن ۽ هاءِ اسڪول جي پٽيوالن ۽ چوڪيدارن جا نالا جيڪي بابا سائينءَ کي اڃا تائين ياد هئا ۽

ڏاڍي شوق سان ٻڌائيندا هئا. اسان سڀ مزي سان بابا سائينءَ جون اهي ڳالهيون ٻڌندا هئاسين.
وقت گذرندو ويو ۽ ٿي سال ائين ئي گذري ويا. 2006ع ۾ مون بابا سائينءَ کي گهڻو چيو ته هاڻي توهان هلي مون وٽ رهو. پاڻ چيائون ته امان آءٌ اڪيلو ڪونه آهيان، منهنجا ڪتاب به آهن، آءٌ تو وٽ هلان ته اهي ڪيئن هلندا. ڪتابن جي اها ذميواري ڊاڪٽر فاروق ۽ ارشد ڪنئي. اهڙيءَ طرح اها منهنجي خوشنصيبي هئي جو بابا سائين مون وٽ رهڻ لاءِ راضي ٿيا ۽ مون وٽ اچي رهيا. بابا سائين اسان وٽ ڏاڍا خوش رهڻ لڳا. پاڻ چوندا هئا ته يونيورسٽيءَ واري گهر ۾ اڪيلائي ۽ خاموشي مان آءٌ بيزار ٿيندو هوس. هت پاتين سان پريل تريل گهر ۾ خبر ئي ڪانه ٿي پوي ته ڏينهن ڪيئن گذري ويو.
بابا سائين ٽائيم ٽيبل مطابق ڪم ڪندا هئا. ٻئي ڏينهن جا ڪم ڪار رات جو سمهڻ کان اڳ نوٽ ڪري ڇڏيندا هئا ته سڀاڻي ڪهڙا ڪم ڪرڻا آهن. صبح جو فجر نماز کان پوءِ قرآن پاڪ جو دور ڪندا هئا. ان کان پوءِ واڪ ڪندا هئا. شروع ۾ ٻاهر واڪ لاءِ ويندا هئا پر پوءِ گهر ۾ ئي واڪ ڪندا هئا. ساڍين ستين بجي پنهنجي ڪمري ۾ ايندا هئا ۽ چانهه پيئندا هئا. ناشتو به چانهه سان گڏ ئي ڪري ڇڏيندا هئا. ان کان پوءِ صبح واريون دوائون کائي اٺين بجي فارغ ٿي پنهنجي لکڻ پڙهڻ جو ڪم ڪندا هئا. گهڻو ڪري يارهين بجي تائين ڪم ڪندا هئا، ان

ڪان پوءِ اخبارون پڙهندا هئا. ان ڪان پوءِ ارشد ايندو هو ۽ بابا
سائين کي آفيس وٺي ويندو هو. صبح جو آفيس نه وڃي سگهندا
هئا ته شام جو ويندا هئا. منجهند جي ماني آفيس مان اچي پوءِ
کائيندا هئا. کائڻ جا شوقين ڪونه هئا، پر تنهن هوندي به ڪي
شيون شوق سان کائيندا هئا. جيئن مڇي ۽ پينديون سينئل، ماني
۾ ڏونئرو ۽ ڪا مٺي شيءِ ۽ فروٽ کائيندا هئا پر مختصر کائيندا
هئا. جيتري ضرورت هوندي هئي. بابا سائين ماڻهن کي ملڻ
جو ٽائيم به 11 بجي ڪان پوءِ جو ڏيندا هئا. منجهند جو 2 بجي
ڌاري سمهي پوندا هئا، ۽ چئين بجي اٿارڻ لاءِ چوندا هئا. شام
جو ان وقت ۾ گهڻو ڪري پروف پڙهندا هئا. ڪتاب جو
پهريون پروف پاڻ پڙهندا هئا. ان ڪان پوءِ وارا پروف منهنجي
ذمي هوندا هئا ۽ آءٌ پڙهندي هيس. 5 بجي ڪان 6 بجي تائين
هڪ ڪلاڪ ماڻهن سان ملڻ لاءِ رکيل هوندو هو. رات جي
ماني به انهي وقت ۾ کائي ڇڏيندا هئا. رات واري ماني ۾ پٽڙي
دال سوپ وانگر ڪري استعمال ڪندا هئا. ڪڏهن ڪڏهن
رات جو سوپ به ٺهرائيندا هئا. شام جو ستين بجي منهنجو پائٽيو
محمد ارشد بابا سائينءَ کي واڪ لاءِ وٺي ويندو هو يا ڪنهن
ماڻهو سان ملڻو هوندو ته ان سان ملندا هئا ۽ رات جو نائين بجي
گهر واپس ايندا هئا. ان ڪان پوءِ پنهنجي روز جي ڊائري لکندا
هئا ۽ گهروارن سان ڪچهري ۽ ٻارن سان ڳالهيون ڪندا هئا.
ٽي. وي به ڏسندا هئا. ٽي. وي جا به پروگرام بابا سائينءَ کي

ڏاڍا وڻندا هئا. هڪڙو Wrestling ۽ ٻيو نيشنل جاگرافڪ. اهي ٻئي پروگرام ڏسي 11 بجي سمهي پوندا هئا. اها هئي منهنجي بابا سائينءَ جي روز جي مصروفيت جڏهن ڪان مون وٽ اچي رهيا هئا. ڪڏهن ڪڏهن ميٽنگ هوندي هئي ته اها به ضرور اٽينڊ ڪندا هئا.

بابا سائين جون ڳالهيون جيڪي مون کي ياد آهن انهن مان ڪجهه هت لکي رهي آهيان:

بابا سائين جن کي شڪار جو تمام گهڻو شوق هوندو هو. آءٌ ننڍي هوندي جڏهن بابا سائين وٽ اچي رهي هيس، انهن ڏينهن ۾ بابا سائين هر آچر تي شڪار لاءِ ويندا هئا. ڪڏهن پکين ۾ تتر جو شڪار ته ڪڏهن پاڻيءَ جي پکين جو شڪار ڪري ايندا هئا. پوءِ اهي پکي يونيورسٽيءَ جي ڪالوني ۾ ورهائي ڏيندا هئا. انهن ئي ڏينهن ۾ بابا سائين وٽ سڄي سنڌ مان سگهڙ ايندا هئا ۽ انهن سان ڪچهريون ٿينديون هيون. ميوزڪ وارا ايندا هئا ته نڙ، بينون ۽ مولود ٻڌندا هئا ۽ پاڻ ڏاڍو خوش ٿيندا هئا. ڪڏهن وري پاڻ سگهڙن سان وڃي ملندا هئا ۽ انهن وٽ جيڪو علمي خزانو هوندو هو اهو ميڙي نوٽبڪ ۾ لکي کڻي ايندا هئا.

بابا سائينءَ جو جانورن ۽ پکين سان به تمام گهڻو پيار هوندو هو. مون کي ياد آهي ته اسان وٽ ڦاڙهي هوندي هئي جيڪا چار پنج سال اسان وٽ هئي پوءِ بابا راڻي باغ ۾ ڏيئي ڇڏي. سها

هئا ۽ ٻليون هونديون هيون. هڪ ڀيري سخت سيءُ ۾ بابا سائين ٻاهران آيا ته هٿن ۾ ڪا شيءِ کڻي آيا ۽ مون کي چيائون ته هي ٻليءَ جو ٻچو آهي، سيءَ ۾ دانهون پئي ڪيائين، آءٌ کڻي آيو آهيان. هن کي کير به ڏيو ۽ ڪنهن گرم ڪپڙي ۾ ويڙهيوس جيئن سيءُ نه لڳيس. اها ٻلي وڏي ٿي، تمام سهڻي ٿي، اڇي رنگ جي هئي ۽ پڇ ٿلهو ۽ ڊگهو هوس. ان جو نالو ”لوڪاڙي“ رکيو هُئائون. ان ٻليءَ مان ڪل يارنهن ننگ ٿيا، جن کي بابا سائين هٿ سان کير ۽ کاڌو وغيره ڏيندا هئا.
پالتو پکي ماڻهو سان هري ويندا آهن، پر ڪانءُ هڪ اهڙو پکي آهي جيڪو ماڻهوءَ جي ويجهو ئي نه ويندو آهي. پر هت آءٌ اوهان کي ٻڌائيندس ته تعجب لڳندو ته ڪانءُ جي بابا سائينءَ سان دوستي ٿي وئي. صبح جو چانهه بابا سائين گهڻو ڪري ٻاهر لان ۾ پيئندا هئا. هڪ ڪانءُ اسان جي ڀت تي ويهي لهي اچي گاڏيءَ جي مٿان ويهڻ لڳو. بابا سائين هن سان ڳالهيون ڪندا رهندا هئا ۽ کائڻ لاءِ بسڪيٽ به ڏيندا هئا. هڪڙي ڏينهن اهو ڪانءُ لهي اچي بابا سائين جي ٽيبل تي ويٺو ۽ بابا بسڪيٽ ڏنو، اهو کاڌائين. ان کان پوءِ روزانه اهو ڪانءُ ايندو هو ۽ بابا سائين هن سان ڳالهيون ڪندا هئا. ايتري قدر جو هڪ ڏينهن بابا سائينءَ جي ڪلهي تي اچي ويهي رهيو. هن ڪانءَ جي دوستي بابا سائين سان سندس آخري ڏينهن ۾ ٿي. بابا سائين کان پوءِ وري اهو ڪانءُ اسان ڪو نه ڏنو.

بابا سائينءَ کي قدرتي نظارا ڏاڍا وڻندا هئا. جڏهن اسلام آباد ۾ هوندا هئا ته اسان کي سڄي ڏينهن لاءِ ٻاهر پڪنڪ لاءِ وٺي ويندا هئا. ڪم وارو ماڻهو به گڏ هوندو هو. اتي ماني ٺهندي هئي. بابا سائين جون مٺيون ڳالهيون مزي سان ٻڌندا هئاسين. پاڻ گهڻو ڪري جبل ۽ اتي جي ساوڪ کي ڏسي تمام گهڻو Enjoy ڪندا هئا. آسمان تي ڪڪرن جو اچڻ وڃڻ ڏسي اسان کي ٻڌائيندا هئا ته هي ڪڪر مينهن وسائيندا ۽ هي ڪونه وسائيندا. هت حيدرآباد ۾ به چوندا هئا ته اهڙي هنڌ سڄي ڏينهن لاءِ هلون، جتي پاڻي هجي، وڻن جي ڇانوَ هجي، آسمان نظر اچي، پکي پيا اڏامن. اهي سڀ شيون ڏسي آءٌ ڏاڍو خوش ٿيندو آهيان. بابا سائينءَ جي ڪري پوءِ فارم هائوس وغيره جا پروگرام ٺهندا هئا. ڪڏهن ٺٽ جو پروگرام ته ڪڏهن ڪينجهر جو پروگرام ٺهندو هو. مطلب ته جيڪي شيون بابا سائين کي وڻنديون هيون اهي پوريون ٿينديون هيون. بابا سائين صبح يا شام جو جڏهن ٻاهر اچي ويهندا هئا ته اسان جي گهر ۾ هڪ گهاٽي ول لڳل آهي، ان کي ڏاڍو غور سان ڏسندا هئا. هڪ ڏينهن مون کي چيائون ته ”امان، هن ول ۾ جيڪي گل نڪرن ٿا اهي رات جو اڇي رنگ جا هوندا آهن ۽ صبح جو روشنيءَ ۾ انهن جو رنگ گلابي ٿي ويندو آهي. اهو قدرت جو ڪمال آهي.“

هڪ دفعي مون کي چيائون ته امان انهيءَ ول ۾ روزانه ٻه ننڍڙا ڪارڙا پکي اچي ويهن ٿا ۽ وري اڏامي وڃن ٿا. اهي متاعُ پکي آهن. تون ڏسي اچ ته اتي انهن جو آکيرو آهي ڇا؟ مون ڏٺو ته برابر آکيرو ٺهيل هو پر اهڙو ته لڪل هو جو ڪنهن جي نظر به نه پئجي سگهي. مون آکيري بابت ٻڌايو ته بابا سائين مون کي منع ڪئي ته انهن پکين جي آکيري بابت گهر ۾ ڳالهه نه ڪجانءِ نه ته ٻار هنن کي تنگ ڪندا. پوءِ بابا سائين روزانو انهن پکين کي شوق سان ڏسندا هئا، جيستائين اهي ٻچا ڪري اڏامي ويا.

بابا سائين ڳوٺ هلندا هئا ته ڳوٺ جا ماڻهو ملڻ ايندا هئا. وڏي ڪچهري ٿيندي هئي، جنهن ۾ ڳائڻ وغيره به ٿيندو هو. اسان جي ڳوٺ کان ٽي چار ميل پري ڪريم ڏني وساڻ جو ڳوٺ آهي، اُتان ساهڙ فقير لغاري نالي سگهڙ پنڌ ڪري بابا سائينءَ سان ملڻ لاءِ ايندو هو. بابا ٻڌايو ته هڪ پيري ساهڙ فقير چيو ته ”سائين، مون کي جهڙ، ڪڪر ۽ مينهن ڏاڍا وڻندا آهن، پر افسوس اٿم ته آءٌ مري ويندس ته ڪڪرن ۽ مينهن کي ڪير ڏسندو!“

بابا سائينءَ هن کي چيو ته ”اها ذميواري آءٌ ٿو کڻان، توکان پوءِ انهن کي آءٌ ڏسندس.“

بابا سائين کي به آسمان ۾ جهڙ، ڪڪر ۽ مينهن ڏاڍا وڻندا هئا. پاڻ پنهنجي ڪم ۾ مصروف هوندا هئا پر جيڪڏهن اسان مان

ڪير ٻڌائيندو هو ته جهُڙ ٿي ويو آهي ۽ مينهن اچڻ وارو آهي
ته پنهنجو ڪم چڏي چوندا هئا ته: هلو هلو ٻاهر هلي ڪڪرن
۽ مينهن کي ڏسون. ٻاهر آسمان ڏسي ٻڌائيندا هئا ته مينهن پوندو
يا نه. مون کي چوندا هئا ته ”امان، ڪڪر ۽ مينهن مون کي
به ڏاڍا وڻندا آهن، پر مون ساهڙ فقير سان واعدو ڪيو هو ته
توکان پوءِ انهن کي آءُ ڏسندس، پر منهنجي وڃڻ کان پوءِ جهُڙ،
ڪڪر ۽ مينهن ڪير ڏسندو؟“
آءُ بابا سائين کي ياڪر پائي چوندي هيس ته ”آءُ ڏسنديس.“
هن وقت مينهن جي موسم آهي. جهُڙ ۽ مينهن شوق سان ڏسندي
آهيان ۽ بابا سائين سان ڪيل وعدو پورو ڪندي آهيان.
بابا جيترو عظيم انسان هئا، اوترو ئي سادگي پسند هئا. سادگي
سان وقت گذاريائون. سادو پائيندا هئا، سادو کائيندا هئا. پاڻ
چوندا هئا ته جيڪڏهن ڪو ماڻهو منهنجي سامهون منهنجي
تعريف ڪندو آهي ته مون کي ڏاڍو حجاب ٿيندو آهي.
منهنجي خوشنصيبي هئي جو بابا پنهنجي حياتيءَ جو پڇاڙيءَ
وارو وقت مون وٽ رهيا ۽ مون کي خدمت جو موقعو ڏنائون.
پاڻ پنهنجي اولاد توڙي انهن جي اولاد کي تمام گهڻو پيار ۽
محبت ڏنائون. ايتري قدر جو اسان مان هرهڪ ائين پائيندو هو
ته بابا سائين گهڻي ۾ گهڻو مون کي پيار ٿو ڪري. پنهنجن
عزيزن ۽ مٽن مائٽن جو به تمام گهڻو خيال رکندا هئا. انهن جي
ڏکي سکي ۾ مدد ڪرڻ ۽ انهن رشتن کي نباهڻ جي ڪوشش

ڪندا هئا. نه رڳو عزيز ۽ رشتيدار، پر آءٌ ته ائين چوندس ته پوري سنڌ وارن سان، بابا سائينءَ جي محبت هئي. پاڻ محبت جا درياء هئا. اهو درياء جتان به وهندو هو ته اتان جي سرزمين کي پنهنجي خوشبوءِ سان سيراب ڪري ڇڏيندو هو.
2010ع کان بابا سائينءَ کي ٽنگن ۾ سور جي تڪليف وڌي وئي هئي. انهي ڪري هلڻ ۾ تڪليف ٿيندي هئي. پاڻ چوندا هئا ته ٽنگون ماڻهو جا گهوڙا آهن، جنهن تي چڙهيو پيو هلي. بابا سائين جن جوانيءَ ۾ توڙي پوءِ به پنڌ تمام گهڻو ڪيو ۽ سڄي سنڌ پيرن هيٺان ڪري ڇڏائيندا هئا ته ڪٿي ڪنهن سگهڙ جي خبر پوندي هئي ته ان وٽ پهچڻ لاءِ نه رستو هوندو هو ۽ نه ڪا ٻي سواري پوءِ آءٌ پيرين پنڌ سگهڙ وٽ پهچي ان کان ادبي خزانو هٿ ڪندو هوس. مطلب ته آءٌ ريسرچ لاءِ پاڻ وڃي اهي مڪان ۽ ماڻهو ڳولي روبرو ڏسندو هوس. اڄ ٽنگون جواب ڏيئي ويون آهن. انهن جو ڏوهه ڪونهي، انهن کان مون تمام گهڻو ڪم ورتو آهي. پوءِ مون کي شاهه صاحب جو بيت ٻڌائيندا هئا ته:

ٿر، ڏونگر، بر، ميي سپ مناڙيا،
اڄ اڳڻ اسي ڪوهه، ڪرهي ڪشالو ٿيو.

بابا سائين سان گڏ رهڻ ڪري مون بابا سائين کان تمام سُٺيون ڳالهيون ٻڌيون ۽ سکيون. هميشه چوندا هئا ته امان پنهنجي

حيثيت ڪان مٿي وارن کي ڪڏهن به نه ڏسجي پر پاڻ کان گهٽ وارن کي ڏسي الله تعاليٰ جو شڪر ادا ڪرڻ گهرجي.
بابا پنهنجو لکڻ جو ڪم باقاعدي ڪندا رهيا ۽ آخري شام جو به پنهنجو ڪم ڪيائون. مون بابا سائين لاءِ ڪپڙا ڪڍي رکيا ۽ بدلائڻ لاءِ چيم. ٿوريءَ دير کان پوءِ آيس ته اهي ڪپڙا اتي ئي رکيا هئا. مون چيو ته بابا سائين توهان ڪپڙا ڪونه مٽايا آهن ته چيائون ته امان توکي خبر آهي ته مون کي ڪپڙن مٽائڻ تي به ٽائيم لڳندو آهي. سوچيم ته ڪي ڪم جيڪو هٿ ۾ آهي اهو پورو ڪري وٺان ۽ اهو وقت به هن ڪم کي ڏيان.
بابا سائينءَ جي وفات کان هڪ هفتو اڳ جي ڳالهه آهي. بابا سائين واڪ تي ويندا هئا ته مون کي گڏ وٺي ويندا هئا. اسان ڪرسي گڏ کڻندا هئاسين. جڏهن بابا سائين ٿڪجي پوندا هئا ته ڪرسيءَ تي ويهي پوءِ وري پنڌ ڪندا هئا. ان ڏينهن مون کي چيائون ته:
”امان، ڌڻي تعاليٰ جون مون تي تمام گهڻيون مهربانيون آهن. مون کي وڏي عمر ڏنائين، جنهن ۾ مون پنهنجا سڀ ڪم پورا ڪيا. وڏا وڏا عهدا مليا. اولاد سچو سلامت آهي. دوستن يارن کان تمام گهڻي محبت ۽ عزت ملي. هاڻ منهنجي ڪابه خواهش ڪانه رهي آهي. جيڪڏهن الله تعاليٰ هاڻ مون کي پاڻ وٽ گهُرائي وٺي ته آءٌ بلڪل راضي آهيان.“

بابا سائين جي اها ڳالھ ٻڌي آءٌ ڏُڪاري ٿيس ته پيار مان منهنجو هٿ جهلي چيائون ته ”امان تنهنجو بابا 94 سالن جي عمر جو آهي، ڇا تون سمجهين ٿي ته آءٌ اڃا سٺ سال زنده رهندس.“
بابا سائينءَ کي ڪيترائي اوارڊ ملندا رهيا پر سنه 2011ع ۾ صدر پاڪستان طرفان بابا کي ”هلال امتياز“ جو ايوارڊ مليو هو. پاڻ ايوارڊ وٺڻ لاءِ اسلام آباد وڃي نه سگهيا. اهو اوارڊ محترم عبدالغفار سومري صاحب بابا جي طرفان ورتو هو. 3 اپريل تي سائين آفتاب شاهه جي بنگلي تي پروگرام رکيو ويو هو. سومرو صاحب بابا جو اوارڊ کڻي اچي رهيو هو ۽ ٻيا سڀ دوست به اتي گڏ ٿيا ته اهو ايوارڊ بابا سائين کي ڏين. جڏهن اتان واپس آيا ته ڏاڍا خوش هئا. مون کي اوارڊ ڏيکاريائون ۽ چيائون ته ”امان، مون کي اڄ دوستن طرفان ايتري ته عزت ۽ محبت ملي آهي جو چڻ ته منهنجو وقت پورو ٿي ويو آهي ۽ ان کان وڌيڪ هاڻ ايتري عزت نه ملي.“
هر هر اهوئي ٻيا چون ته ”امان، اها منهنجي پيارن دوستن جي محبت آهي، نه ته آءٌ فقير ماڻهو آهيان.“
بابا سائين اهي لفظ اهڙيءَ طرح دل سان چيا جو مون روئي ڏنو.
آءٌ آخر ۾ اهوئي چونديس ته منهنجو بابا هڪ فقير نه پر فرشتا هئا. آءٌ پڙهندڙن کي گذارش ڪنديس ته بابا لاءِ دعا ڪن ته الله سائين کين جنت الفردوس عطا ڪري. (آمين)

# (تاثرات)

## منهنجو شفيق والد

ڊاڪٽر محمد شريف بلوچ

قلم کڻڻ کان پوءِ گهڻيءَ دير تائين سوچيندو رهيس ته پنهنجي پياري والد سائينءَ جي ڪهڙي خوبي لکي، ڪهڙي لکان؟ والد سائين هڪ غريب خاندان سان تعلق رکندڙ هو، ان ڪري پاڻ تعليم جي حصول ۾ وڏيون تڪليفون ڏٺائين. اباڻي ڳوٺ کان وٺي نوشهري فيروز تائين ۽ پوءِ جهوناڳڙه ۽ علي ڳڙه کان وٺي ڪولمبيا (آمريڪا) تائين سندس تعليمي سفر ڪامياب رهيو. قيام وطن کان اڳ هڪ مسڪين خاندان جو پار ڪولمبيا يونيورسٽيءَ مان ايجوڪيشن ۾ اعليٰ اعزاز سان 'ڊاڪٽريٽ' ڪري موٽيو، اها وڏي ڳالهه هئي.

بابا سائين جتي هڪ بهترين ۽ مثالي استاد هو، هڪ مثالي منتظم هو، هڪ مثالي محقق ۽ اديب هو، اتي هڪ مثالي 'والد' پڻ هو. پاڻ پنهنجي اولاد، پُٽن ۽ نياڻين کي به اعليٰ تعليم ڏيارڻائين ۽ اولاد جي تربيت ۽ ضرورتن جو پورو خيال رکيائين. بابا سائين هڪ راڄوند ماڻهو به هو، پنهنجي برادري ۽ مٽن مائٽن سان تعلق کي ڀرپور انداز سان نڀايائين.

پير سائين پاڳاره جن جي جماعت ۾ داخل ھئڻ ڪري، پنھنجي مرشد ۽ درگاھ سان عشق ۽ عقيدت برقرار رکيائين. حُر جماعت سان واسطيداري ۽ ھر ڏک سُک ۾ ساٿ ڏنائين. پنھنجي دوستن ۽ ساٿين جي وسيع حلقي واري سڳي کي ٽُٽڻ نه ڏنائين، پر مضبوط ڪيائين.

بابا سائين جيترو وڏو عالم ھو، اوترو سندس مزاج ۾ طبعيت ۾ نوڙت ۽ نيازمنديءَ جو رنگ نمايان ھو. نھايت سادي طبعيت وارو ۽ سادگي سان زندگي گذاريندڙ ھو. وڏن سرڪاري ۽ انتظامي آسائشن ۽ سھولتن کي پنھنجي مخصوص مزاج تي قابض ٿيڻ نه ڏنائين. پاڻ تحقيق دوران سنڌ ۽ سنڌ کان ٻاھر جو چپو چپو ڏٺائين ۽ تاريخي ماڳ مڪان ۽ تاريخ سانديل ماڻھن کان معلومات گڏ ڪيائين. کين سنڌ ۽ سنڌ جي ھر شيءِ سان محبت ھئي. پاڻ ٿر، ٻر، ڪاڇي، ڪوھستان ۽ رڻ ڪڇ تائين ھفتن جا ھفتا رھي، معلومات ميڙيائين ۽ وڏا سفر ڪيائين ۽ پوءِ روايتن جي چنڊڇاڻ ڪري سنڌ جي لوڪ ادب کي محفوظ ڪيائين.

بابا سائين پنھنجي گھر ۽ ڳوٺ کي به وقت ڏنو. ڳوٺ جعفر خان لغاري ۾ جامع مسجد، مدرسي ۽ ڪتب خاني کي قائم ڪيائين. گڏوگڏ بوائز ۽ گرلس لاءِ پرائمري کان ھاءِ اسڪول تائين سڀ سندن ڪوشش جو نتيجو آھن، جنھن ڪري ڳوٺ جا سؤ سيڪڙو ماڻھو تعليم يافته آھن. پاڻ صبر جا سمنڊ ھئا، ڪڏھن

به مخالفن ۾ بي جا تنقيدون ڪندڙن کي جواب نه ڏنائين. بابا سائينءَ جي اخلاق ۾ ڳالهين لکڻ لاءِ وڏو وقت ۽ وڏا دفتر گهرجن.
منهنجي دعا آهي ته الله تعاليٰ، بابا کي جنت الفردوس ۾ جڳهه ڏئي ۽ اسان کي سندن نقشِ قدم تي هلڻ جي توفيق ڏئي. (آمين).
آءٌ شڪرگذار آهيان انهن دوستن، خيرخواهن ۽ مٽن مائٽن جو، جيڪي بابا سائينءَ جي وڇوڙي تي اسان سان ڏک ۽ غم ۾ برابر جا شريڪ رهيا. آءٌ پنهنجي ۽ پنهنجي خاندان طرفان انهن صاحبن لاءِ ڏٽيءَ در دعاگو آهيان ته خداوند ڪريم کين اجر عظيم عطا فرمائي. (آمين).

ڊاڪٽر محمد شريف بلوچ (فرزند)

•••

# اسان جو عظيم والد

## علي محمد بلوچ

اسان جي وڏڙن تي الله جو راضپو ٿيو جو هن ڌرتيءَ تي بابا سائين کي پيدا ڪيائين، جنهن پنهنجي محنت، ڪوشش ۽ علم سان نه رڳو سنڌ ۽ پاڪستان، پر دنيا جي ليول تي عزت

ماڻيائين. بابا جن پنهنجي اولاد ۽ عزيزن کي شفقت جي نظر سان ڏسندو هو. هر ماڻهوءَ سان سندس محبت جو رشتو هو. بابا جن جي والد جو نالو علي محمد خان هو، جنهن ڪري مون کي هميشه ”بابا علي محمد“ ڪري سڏيندا هئا. نوڪريءَ جي دوران اگر ڪڏهن مون کين چيو هوندو ته بابا فلاڻي صاحب کي منهنجي سفارش ڪريو ته پاڻ چوندا هئا ته ”منهنجون دعائون توسان گڏ آهن. سفارش جي ضرورت نه آهي“.

1990ع ۾ آءٌ ايس.اِي ڊرينيج سرڪل حيدرآباد هئس. بابا جن چيو ته ’ڪاري پاڻيءَ جي مڇي‘ ۽ ’مٺي پاڻيءَ جي مڇيءَ‘ بابت مهاڻن کان معلومات وٺي آهي ۽ تون انتظام ڪر ته مهاڻن کان مڇين بابت خبر وٺون. مون چيو ته بابا فشريز کاتي وٽ ته مڇين جي باري ۾ سڀ خبر ڪتابي شڪل ۾ هوندي. اجا به وڌيڪ خبر وٺي آهي ڇا؟ پاڻ چيائون ته هائو، انهن ڪم ڪيو آهي، پر اجا به وڌي تحقيق جي ضرورت آهي. مون به گڏجاڻيون مهاڻن سان ڪرايون، هڪ ڳاڙهي جي پاسي ۽ ٻي احمد راڄو ۾ ڪرائي. بابا جن مهاڻن سان مليا ۽ ڪافي نيون خبرون ورتيون. 1993ع ۾ وري سکر جي مهاڻن سان بابا جي گڏجاڻي ڪرائي. اُتان به بابا ڪافي معلومات حاصل ڪئي. جڏهن بابا جن به ڪتاب ”ڪاري جي مڇي“ ۽ ”مٺي جي مڇي“ شايع ڪرايا ته گهڻا ماڻهو حيران

ٿي ويا ته ڊاڪٽر صاحب جن وڏي تحقيق ڪري مڇين بابت وڌيڪ ڄاڻ ڏني آهي. خود فشريز کاتي وارن به حد کان وڌيڪ ساراهه ڪئي.
1996ع ۾ بابا سائين چيو ته پنهنجي ڳوٺ جعفر خان لغاري تي ڪتاب لکجي. مون چيو ته بابا هن وقت سڄاڻ ۽ وڏڙا ماڻهو جن کي ڳوٺ بابت خبر هئي، سي ته ٿورا رهيا آهن. بابا جن چيو ته 1935ع ۾ مون پنهنجي ڳوٺ بابت سڀ مواد پنهنجن وڏڙن مردن ۽ عورتن کان پڇي لکي ڇڏيو هو، جنهن ڪري تڪليف نه ٿيندي. 1999ع ۾ اهو ڪتاب شايع ٿيو ۽ هن ڪتاب کي ڇپرائڻ جو اعزاز مون ماڻيو. بابا هن ڪتاب ۾ لکيو آهي ته هيءُ ڪتاب لکي، اسان پنهنجي ڳوٺ جي مشهوري ڪرڻ ڪونه ٿا گهرون، پر چاهيون ٿا ته سجاڳ ماڻهو پنهنجن ڳوٺن تي ڪتاب لکن ته جيئن اهي ڪتاب سنڌ جي تاريخ جو حصو بڻجي سگهن.
1996ع ۾ بابا جن مون کي چيو ته بلوچستان جي بارخان ضلعي جي هيڊڪوارٽر پرسان ’وٽاڪڙي‘ جو علائقو آهي، اتي هلڻو آهي. مون چيو ته بابا! ’وٽاڪڙي‘ تاريخ جي لحاظ سان ڪيئن مشهور آهي؟ پاڻ چيائون ته تاريخي ڪتابن ۾ ’وٽاڪڙي‘ علائقي ۾ مري قبيلي جو ذڪر اچي ٿو ۽ اتي هلڻ سان مري قبيلي جي خبر پوندي ۽ اُتي جي مقامن ۾ قبرن تي ضرور ڪي نالا هوندا، اهي به ڏسبا. آءٌ

ان وقت چيف انجنيئر گدو بئراج هئس. سيڪريٽري آبپاشي بلوچستان محمد اعظم منهنجو دوست هو ۽ مون ڪيس ٻُڌايو ته بابا سائين تحقيق جي خيال سان بارخان اچڻ چاهين ٿا ۽ او هان اسان جو ڪوئيٽا کان اڳتي سچو بندوبست ڪري ڏيو. پاڻ هائوڪار ڪيائين ۽ ان طرح اسان ڪوئيٽا پهچي بارخان پهتاسون. ’وٽاڪڙي‘ جي علائقي ۾ وياسون، جتي مري قبيلي جي ماڻهن سان بابا ڪچهري ڪئي. مرين جا پراڻا مقام هئا، اتي وياسون ۽ قبرون تمام پراڻيون پر زبون حالت ۾ هيون. ڏاڍي ڪوشش ڪئي سون ته ڪنهن قبر تي ڪو نالو ملي، پر اهو نه ملي سگهيو. رات جو ڊپٽي ڪمشنر بارخان بابا سان ملڻ آيو ۽ صبح جو ناشتي تي سڏيائين. 1996ع ۾ ملڪي حالتون ٺيڪ نه هيون. ناشتي وقت ڪچهري‌ڪندي ڊپٽي ڪمشنر صاحب چيو ته ملڪ ۾ مانڌاڻ متل آهي، پر ڪي ماڻهو آهن، جيڪي ’وٽاڪڙي‘ علائقي جي تحقيق لاءِ آيا آهن. بابا جن سچي زندگي تاريخي ماڳن کي ڏسڻ ۽ معلومات حاصل ڪرڻ ۾ گذاري ۽ هر علم جي چاڻ کي پرکي، ڪتابي شڪل ۾ پيش ڪيائين.

آءٌ پنهنجي ۽ پائرن طرفان انهن سڀني عزيزن ۽ بابا سائينءَ جي دوستن جا ٿورا مڃان ٿو، جن پنهنجا تعزيتي تاثرات پيش ڪيا آهن. بابا هڪ عظيم انسان هو. الله تعاليٰ بابا سائينءَ کي جنت الفردوس نصيب ڪري. (آمين)

علي محمد بلوچ (فرزند)

•••

# منهنجو بابا – صبر ۽ تحمل جو سمنڊ

## محمد رفيق بلوچ

مون کي بجا طور تي فخر حاصل آهي ته هاڪارو محقق، سنڌ جو سپوت ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ منهنجو والد صاحب هو ۽ آءٌ سندس ٽيون نمبر پُٽ آهيان. (مون سان گڏ منهنجن سمورن ڀائرن ۽ ڀينرن کي به بجا طور تي اهو فخر حاصل آهي). بابا سائينءَ جي مون سان خاص محبت هوندي هئي، جو مون کي 2001ع ۾ پاڻ سان گڏ اولڊ ڪئمپس واري گهر پرسان اچي رهايائون. بابا سائينءَ کي علم ۽ ادب ۾، تعليم ۽ تدريس ۾، تاريخ ۽ تحقيق ۾، لوڪ ادب ۽ لغت ۾، لطيفيات توڙي ثقافت ۾ جيڪا عالمي شهرت حاصل ٿي، تنهن کان اهل وطن خوب واقف آهن. علمي دنيا جا سمورا ماڻهو اها ڳالهه پڻ خوب ڄاڻن ٿا ته هاڻي کان نه، پر هڪ زماني کان وٺي، بين الاقوامي علمي ڪانفرنسن ۽ ڪانگريسن ۾ بابا سائينءَ جي ڪُرسي هميشه اولين صف ۾ سَجايل هوندي هئي، جيڪا ڳالهه مملڪت پاڪستان لاءِ به ناز جو سبب آهي. ذاتي طرح سان بابا سائين نهايت نهٺو ۽ نماڻو، ٻاجهارو ۽ مهر و محبت جو

صاحب هو. ڪريمي ۽ شفقت سندس نَس نَس ۾ سمايل هئي ۽ هر ڪنهن سان نهايت شفقت سان پيش ايندا هئا.
هر انسان کي رب سائينءَ صبر ۽ تحمل جو حصو ڏنو آهي، ڪنهن کي گهڻو، ڪنهن کي ٿورو، پر سچ ته اهو آهي ته اسان جي بابا سائينءَ کي الله تعاليٰ صبر ۽ تحمل جو هڪ وڏو خزانو عطا ڪيو هو. بابا سائين قوت برداشت جو هڪ سمنڊ هو. پراون جا ڏنگ ۽ پنهنجن جا زخم، بابا سائين نهايت ئي ڌيرج ۽ معامله فهميءَ سان برداشت ڪيا ۽ ڪڏهن به اُف به ڪانه ڪئي ۽ بدلي ۾ پيار پريون نصيحتون ۽ دعائون ڏيندا رهندا هئا. اسان سڀني خاندان وارن تي الله تعاليٰ جي رحمت آهي، جو اسان ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جو اولاد آهيون. الله سائين بابا کي جنت الفردوس ۾ جاءِ ڏئي ۽ اسان کي سندن ڏسيل رستي تي هلڻ جي توفيق ڏئي.
محمد رفيق بلوچ (فرزند)

•••

# منهنجو پيارو بابا سائين

## محمد شفيق بلوچ

الله تعاليٰ جي آسري کان پوءِ ماڻهوءَ لاءِ پيءُ جهڙو ڪو ٻيو آسرو ۽ ڏڍ آهي ئي ڪونه ۽ وري پيءُ به اهڙو جڳ مشهور

هجي ته ويتر اولاد جو ڳاٽ فخر وچان اوچو ٿي ويندو آهي.
اسان جو بابا ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ به اهڙي قابلِ فخر ۽ جڳ مشهور شخصيت هو. بابا سائين اوچتو اسان کان وچڙي ويو آهي. بابا سائينءَ جو وڇوڙو ڏاڍو ڏک پريو ۽ دردناڪ آهي. ويساهه ئي نٿو اچي ته اسان ڪي يتيم ٿي ويا آهيون. اڄ جڏهن يادگيرين جي رنگين ڏاڳن کي کوليان ٿو ۽ ماضيءَ ۾ جهاتي پايان ٿو ته ڏسان ٿو ته اڻ ڳڻيون مٺيون مٺيون يادگيريون ۽ بابا سائينءَ جي پيار ۽ پاٻوهه جو چانورو پري پري تائين پکڙيل نظر اچي ٿو.
آءٌ بابا سائينءَ جي پهرين گهر مان سيڪني کان ننڍو پٽ هوس، جنهنڪري مون کي سيڪني کان گهڻو پائيندا هئا، اولڊ ڪئمپس واري گهر ۾ آءٌ ساڻس گڏ رهندو هوس ۽ جيڪي انگل آرا ڪندو هوس، بابا سائين اُهي پورا ڪندو هو. بابا سائين زندگيءَ جي سمورين ذميوارين کي سهڻي نموني سان نڀايو. هو عظيم ليکڪ هجڻ سان گڏوگڏ نهايت شفيق پيءُ پڻ هو. اولاد سان سندس شفقت وارو رويو نه وسارڻ جهڙو آهي.
جيتوڻيڪ اڄ بابا سائين هن دنيا ۾ نه رهيو آهي، پر سندس پيار، محبت، دعائون ۽ کوڙ ساريون هدايتون اڄ به اسان سان گڏ آهن ۽ هميشه رهنديون.
محمد شفيق بلوچ (فرزند)





# منهنجو پيارو ڏاڏا سائين

## (ساروڻيون)

## محمد ارشد بلوچ

دنياءِ علم و دانش لاءِ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جو لاڏاڻو هڪ عظيم سانحو شمار ٿئي ٿو، پر منهنجي لاءِ ڏاڏا سائين جي وفات قيامتِ صغريٰ کان گهٽ نه آهي. ڏاڏا سائين جن جي مون سان مسلسل 8 سالن کان وٺي هڪ ”منفرد“ اُنسيت، قربت، محبت ۽ شفقت رهي ۽ اهي سال منهنجي زندگيءَ جا بهترين سال شمار ڪري سگهجن ٿا، جنهن جو فيصلو قدرت طرفان ٿيل هو. هي انهن ئي ڏينهن جو ذڪر آهي، جڏهن اسان جي ننڍي ڏاڏي صاحبه جن آڪٽوبر 2003ع ۾ هن فاني دنيا مان رحلت فرمائي ۽ مون محسوس ڪيو ته بابا سائين (ڏاڏا سائين) کي سندن اڪثر و بيشتر ٻاهر رهڻ جي ڪري (علمي ادبي ڪانفرنسن ۾ شرڪت ۽ تحقيقي ڪم جي سلسلي ۾ مختلف ماڳن ڏانهن سفر) گهر ۾ به اهڙو ڪو فيملي جو ميمبر ڪونه هو جو

سندن غير حاضريءَ ۾ لائبريريءَ جي سارسنڀال ڪري سگهي ۽ گهر ۽ آفيس جي به پرگهور لهي سگهي.
هڪ ڏينهن شام جو گهر جي لان ۾ بابا سائين ۽ منهنجي پياري پڦي حميده بلوچ صاحبه سان ڪچهري ۾ ويٺل هئاسين ته بابا سائين مون کي اوچتو مخاطب ٿيندي چيو ته: ”بابا ارشد، يونيورسٽي مان اچڻ کان پوءِ توهان جي ڪهڙي مصروفيت هوندي آهي؟“
مون بابا کي مؤدبانه انداز ۾ وراڻيو ته: ”بابا سائين يونيورسٽيءَ کان پوءِ اڪثر واندڪائي رهندي آهي.“
جنهن تي بابا سائين مسڪرائيندي مون کي چيو ته: ”بابا، منهنجا ڪجهه ضروري ڪم ڪار هوندا آهن، جن ۾ انيڪ سرگرميون شامل آهن، مثلاً منهنجي لائبريري مان ڪتاب ڳولي ڪڍي اچڻ، علامه آءِ. آءِ قاضي چيئر واري آفيس ڏي منهنجا ڊرافٽ ٿيل ليٽر ڪڻي وڃڻ ۽ وري رڌڻي جي واحد اسٽاف (سانوڻ لغاري) کي Menu جي هدايت ڏيڻ ۽ مهمانن جي آڌرڀاءُ ۽ خاطر تواضع ۽ رهائش جو انتظام ڪرڻ ۽ ان کان سواءِ گهر جي لان کي سنڀالڻ جي ذميواري اڄ کان پوءِ توهان سنڀاليو ته ڪيئن؟“
مون بابا سائين کي نيازمنديءَ سان ها ۾ جواب ڏنو. اُن وقت منهنجي ڄمار 20 سال کن هئي، ۽ اُن وقت بابا سائينءَ جي عمر لڳ ڀڳ 87 سال هئي ۽ بابا سائين هڪ واڪنگ اِسٽڪ

استعمال ڪندا هئا ۽ سندن صحت عمومي طرح نارمل هئي. ان گفتگو دوران پڦي حميده صاحبه خاموشيءَ سان سڄي گفتگو ٻڌنديون رهيون ۽ جڏهن گفتگو ختم ٿي، تڏهن چيائون ته: ”بابا سائين انهيءَ ڪان وڌيڪ ارشد لاءِ ڪهڙي خوشقسمتي ٿي سگهي ٿي، جو هو توهان سان گڏ رهي ۽ توهان جي خدمت ڪري.“

ان ڪان پوءِ اسان گڏجي چانهه پيتي ۽ پوءِ آءٌ بابا سائينءَ کي ٻئي ڏينهن يونيورسٽي ڪان پوءِ سندن خدمت ۾ حاضر ٿيڻ جو چئي پنهنجي گهر روانو ٿيس.

ٻئي ڏينهن ڪان پوءِ باقاعدي مون بابا سائينءَ وٽ يونيورسٽي ڪان پوءِ تقريباً شام جو 6 بجي ڏاري حاضر ٿيڻ شروع ڪيو. منهنجو گهر بابا سائين جن جي گهر جوئي هڪ حصو هو ۽ وچان هڪ پارٽيشن وال هئي.

بابا سائين وٽ جڏهن پهرئين ڏينهن سندن حڪم جي تعميل مطابق حاضر ٿيس ته بابا سائين معمول مطابق ورانڊي ۾ سندن مخصوص نشست (هڪ ڪلاسڪ ڊيزائن جو صوفه) تي هميشه وانگي ويٺل هئا. آءٌ سلام ڪري جڏهن بيٺو هوس ته بابا سائين پنهنجي ڪم ۾ ايترو ته محوَ هئا جو هنن منهنجو آواز نه ٻڌو. پوءِ وري مون ٿورڙو ٻيهر سلام ڪيو، جنهن تي پاڻ مون ڏانهن يڪدم متوجهه ٿي مشڪي چيائون ته: ”

بابا ارشد آيا آهيو.“ ان ڪان پوءِ آءٌ سندن ساڄي طرف رکيل
سنگل صوفا تي ويهي رهيس ۽ وري بابا سائين ساڳئي انداز سان
پنهنجي ڪم ۾ مصروف ٿي ويا. سامهون رکيل ٽيبل ۽ پيا صوفه
سڀ ڪتابن سان ڀريا پيا هئا. ان دوران آءٌ تقريباً اڌ ڪلاڪ کن
مسلسل بابا سائينءَ کي ٽڪ ٻڌي ڏسندو رهيس ۽ حيران به ٿيندو
رهيس ته ڪيڏي نه ڌيان سان پاڻ ڪنهن ڪاغذ تي ڪجهه
لکيائون پئي ۽ سندن ذهني توانائي پوريءَ طرح پنهنجي قلم ۽
ڪاغذ تي مرڪوز رهي. جڏهن پنهنجي علمي ڪم کان فارغ
ٿيا، تڏهن مون ڏي متوجهه ٿي چيائون ته بابا سانوڻ (بورچي)
کي چئو ته پنهنجي لاءِ چانهه کڻي اچي.
ڪجهه دير کان پوءِ سانوڻ چانهه جا ٻه ڪوپ ٽري ۾ کڻي اچي
ٽيبل تي رکيا.
پوءِ بابا سائين سانوڻ کي چيو ته ڪمري مان ماڪيءَ جو شيشو
۽ ميري بسڪوٽن جو پئڪيٽ کڻي اچ. بابا سائين پنهنجي چانهه
۾ ماڪيءَ جا ٻه چمچا وڌا ۽ بسڪوٽ چانهه ۾ ٻوڙي پاڻ به
کاڌائون ۽ مون کي به ڏنائون. ان کان پوءِ بابا سائينءَ مون کي
چيو ته، بابا پينگهي جي پر ۾ رکيل اچا واڪنگ شوز کڻي اچ،
مون فوراً شوز کڻي اچي بابا سائين جي پيرن وٽ رکيا. پوءِ بابا
سائين شوز پائي چيو ته هاڻ هلو ته ٻاهر هلي واڪ ڪريون.
پوءِ اسان گهران نڪري اتي ئي اولڊ ڪئمپس واري ڪالوني ۾
رستي تي واڪ دوران مون کي ڏهن پندرهن منٽن کان پوءِ

چوندا هئا، ته اوهان وچي پنهنجو ڪم ڪريو ۽ آءٌ واڪ ڪري
گهر اچي ويندس. انهيءَ مرحلي تي آءٌ بابا سائينءَ کان
موڪلائيندو هوس ۽ بابا سائين جن پنهنجي هڪ ڪلاڪ
واري واڪ جاري رکندا هئا. ڪڏهن ائين به ٿيندو هو ته بابا
سائين ڪالونيءَ مان ٻاهر نڪري روڊ ڪراس ڪري سيشن
ڪورٽ جي پويان بمبئي بيڪريءَ تائين واڪ ڪندا ويندا هئا
۽ اتي ڏهن منٽن جي وقفن سان واڪ ڪري گهر موٽي ايندا
هئا. بابا سائينءَ جي زندگيءَ جا اهي معمول آخر تائين بنا ڪنهن
وقفي جي جاري رهيا. آخري ٽن سالن ۾ بابا سائين هڪ هٿ ۾
واڪنگ اسٽڪ کڻندا هئا ۽ ٻيو هٿ مون کي ڏئي واڪ ڪندا
هُئا.
بابا سائين هڪ متحرڪ (Dynamic) شخصيت جا مالڪ هئا
۽ فارسي مقولي ”از تو (ما) حرڪت از خدا برڪت“ (يعني
چرپر ۾ فائدو آهي، تون چر پر ڪندين ته الله برڪت ڪندو.)
جا قائل هئا ۽ چاهيندا هئا ته دوستن يارن ماڻن، مڪانن، سگهڙن
سان ڪچهريون ۽ جهرجهنگ، جبل پهاڙ، نديون نالا، ٿربر،
ڪوهستان، ڪاڇي جا سفر ڪري ”سنڌ“ جو عميق مطالعو
ڪجي ۽ ان ڪان پوءِ پاڻ اُهي سمورا اپياسي احوال پنهنجي
سلسليوار ڪتاب ”رهاڻ هيرن ڪاڻ“ ۾ هميشه لاءِ محفوظ ڪري
ڇڏيندا هئا.

اُن مقصد لاءِ بابا سائينءَ وٽ هڪ موٽر ڪار شروع کان ئي استعمال ۾ هُئي پر هڪ ڪُل- وقتي ڊرائيور جي سهولت نه هئڻ ڪري هڪ ڏينهن مون کي شام جي چانهه پيئندي چيائون ته ”بابا، چا اوهان کي موٽر ڪار هلائڻ ايندي آهي؟“
مون جواب ۾ وراڻيو ته ”نه، بابا سائين مون کي موٽر ڪار هلائڻ نٿي اچي.“
پوءِ مون کي چيائون ته اندران وجي ڪارڊ ليس فون کڻي اچ ته تنهنجي والد کي چوان ته هو تنهنجو استاد ٿئي ۽ توکي گاڏي هلائڻ سيکاري ۽ پوءِ منهنجي والد فون تي بابا سائينءَ کي هائو ڪئي ۽ چيائين ته بابا سائين سڀاڻي کان ئي ارشد کي پنهنجي شاگرديءَ ۾ آڻيان ٿو. ٻئي ڏينهن صبح جو 6 وڳي کان 7 وڳي تائين والد صاحب سان گڏ گاڏي سکڻ لاءِ ويندو هوس. تقريباً 15 ڏينهن ڪافي گاڏي هلائڻ سکي ويس. پوءِ هڪ ڏينهن شام جو مون کي چيائون ته تون مون واري گاڏي تي پنهنجي ڀڦي صاحبه جي گهر قاسم آباد وٺي هل ۽ مون الله توهار ڪري، پهريون ڀيرو بابا سائينءَ کي گاڏي ۾ ويهاريو آهسته آهسته گاڏي هلائي ۽ ڀڦي صاحبه جي گهر پهتس. ان ڏينهن کان پوءِ اهو منهنجو روز جو معمول بڻجي ويو.
شام جو پهريائين بمبئي بيڪريءَ وٽ ٿن وقفن سان بابا سائينءَ کي واڪ ڪرائي پوءِ ڀڦي صاحبه جي گهر وٺي ويندو هوس ۽ بابا سائين پنهنجي نياڻي، ناني ڏهٽن ۽ ڏهٽين سان ڪچهري ڪري

فرحت محسوس ڪندا هئا ۽ رات جي ماني کائڻ کان پوءِ واپس اولڊ ڪئمپس واري گهر ۾ ايندا هئاسين. ان کان پوءِ بابا سائينءَ کي دوائون وغيره کارائي اجازت وٺڻ جي ڪندو هوس ۽ بابا سائين آرامي ٿيندا هئا.
اهڙيءَ طرح بابا سائينءَ سان سال کن ۾ ايتري ته انسيت ۽ قربت وڌي وئي جو آءٌ گهر ۾ سانُس گڏ رهڻ لڳس ۽ گهر ۾ 2 ڪمرا منهنجي حوالي رهڻ لاءِ ڪيائون.
2006ع ۾ جڏهن مون ايم. اي ايڪنامڪس ۾ ڪئي. تڏهن ڪجهه عرصي کان پوءِ مون کي هڪ ڪمرشل بئنڪ ۾ نوڪري ملي وئي. جيئن ته بئنڪ جي نوڪري ۾ ٽائيم صبح 8:30 کان شام 6 بجي تائين هوندو هو. جنهن ڪري بابا سائينءَ کي آفيس ٽائيم کان پوءِ وقت ڏئي سگهندو هوس. جنهن ڪري بابا سائينءَ کي ڪنهن ميٽنگ يا ڪنهن سماجي پروگرام ۾ يا ڪنهن ادبي ميڙ ۾ مون کان سواءِ وڃڻ ۾ دقت محسوس ٿيڻ لڳي. جنهن ڪري سُتت ئي مون فيصلو ڪيو ته بابا سائينءَ جي ڪُل وقتي حاضري ڏيڻ گهرجي ۽ بابا سائين مون کي دعا ڏني ته:
”بابا جيستائين منهنجي حياتي آهي، تيستائين منهنجي خدمت ڪر، الله تعاليٰ پاڻهي تنهنجا ٻيڙا پار ڪندو.“
جنهن ڪري نوڪري کي خيرباد چئي بابا سائينءَ جي خدمت ۾ رهڻ لڳس. بابا سائينءَ جي همت افزائيءَ جي ڪري بي. ايڊ ۽ ايم. ايڊ به ڪيم. آءٌ جڏهن ڪلاس مان فارغ ٿي گهر ايندو هوس.

تڏهن بابا سائين مون کان فيڪلٽي ۾ منهنجي پڙهائيءَ متعلق معلومات وٺندا هئا. انهيءَ عرصي ۾ بابا سائين لائبريري سنڀالڻ جي ذميواري به منهنجي حوالي ڪئي. لائبريريءَ ۾ وڃبو هو ته اندر پير رکڻ جي جاءِ به نه هوندي هئي. 54 ڪٻٽ هئڻ جي باوجود به ايترا ڪتاب هوندا هئا جو 4-5 ٿيلن جي مٿان ۾ هيٺان ۾ پاسن کان ڪتاب رکيل هوندا هئا. بس ايتري جڳهه ٺاهڻي پوندي هئي ته بابا سائينءَ جي ڪرسي رکي سگهان، ته جيئن بابا مون کان ڪتابن جون لسٽون ٺهرائي سگهن ۾ مون کي پٽ تي ويهڻ جي جڳهه به مشڪل ملي سگهندي هئي. پوءِ اهي ڪتاب بابا سائينءَ پنهنجي زندگيءَ ۾ سنڌ آرڪائيوز ڪراچي، سينٽرل لائبريري سنڌ يونيورسٽي، ڊاڪٽر چاند بيبيءَ جي دور ۾ پاڪستان اسٽڊي سينٽر سنڌ يونيورسٽي، ڊائريڪٽر شوڪت حسين شورو جي دؤر ۾ انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڪيڊٽ ڪاليج لاڙڪاڻي لاءِ پرنسپال ڪئپٽن (ر) ڊاڪٽر محمد يوسف شيخ صاحب کي ۽ عالي جناب محترم پير صاحب پاڳارا جن جي لائبريري درگاهه شريف پير جو ڳوٺ، سيد ضياءُ الدين شاهه درازن واري، ۽ ٻين تعليمي ادارن جي ڪتب خانن کي في سبيل الله ڏنائون. اهو ڪتابن ڏيڻ جو سلسلو بابا سائين تاحيات جاري رکيو.

جيئن ته بابا سائين جي پنهنجي وڏي نياڻي محترمه حميده بلوچ سان تمام گهڻي محبت هئي ۽ پاڻ به وڏي عمر ۽ ناچاقيءَ جي ڪري جولاءِ 2007ع ۾ پنهنجي نياڻيءَ جي گهر (قاسم آباد) رهڻ پسند ڪيائون، ان ڏينهن کان وٺي زندگيءَ جي آخري ڏينهن تائين آءٌ هر روز سندن خدمت ۾ حاضر ٿيندو هوس. ڪو اهڙو ڏينهن هوندو هو جو آءٌ ڪنهن سبب جي ڪري پهچي نه سگهندو هوس ته پاڻ انتهائي شفقت وچان چوندا هئا ته: ”بابا تون ڪيڏانهن ويو هئين، اسان سمجهيو ته تون وڃائجي ويو آهين.“ مون کان سواءِ ڪنهن ٻئي سان گهڻيءَ دير تائين واڪ نه ڪري سگهندا هئا.

2007ع کان 2011ع واري عرصي ۾ منهنجي ڀڄي محترمه پنهنجون سڀ آسائشون ۽ مصروفيتون وساري، پنهنجي گهرواري ۽ اولاد کي هڪ پاسي ڪري فقط پنهنجي والد جي خدمت ۾ مشغول رهي ۽ بابا سائين جي زبان تي ڪنهن به قسم جي تشنگيءَ جو موقعو اچڻ نه ڏنائين. بلڪه بابا سائينءَ جي مهمانن جي خاطر تواضع به انهيءَ سهڻي طريقي سان ڪرڻ ۾ فخر محسوس ڪندي هئي. بابا سائينءَ جي روزمره جي استعمال هيٺ آيل شين جو خاص خيال رکندي هئي. پوري وقت تي ماني تيار ڪرڻ، دوائون کارائڻ، ڪپڙا ڌوئڻ ۽ استري ڪرڻ، ميٽنگ يا ڪنهن پروگرام ۾ شرڪت لاءِ بابا سائينءَ کي تيار ڪرڻ ۾ سندن مددگار ثابت ٿيندي هئي. بعض اوقات بابا سائين ۽ آءٌ سير

و سفر يا تحقيق يا ڪنهن ادبي ڪانفرنس ۾ شرڪت لاءِ شهر
کان ٻاهر ويندا هئاسين ته بابا سائينءَ جي استعمال جون شيون
هڪ بيگ ۾ رکي ڇڏيندي هئي ۽ مون کي سمجهائيندي هئي ته
بابا سائينءَ جن کي جيڪڏهن ڪنهن به شيءِ جي ضرورت
محسوس ٿي ته تون فوراً اها شيءِ بيگ مان ڪڍي بابا سائينءَ
جي خدمت ۾ پيش ڪجانءِ. ايتري قدر جو بابا سائينءَ جي هر
وقت ۾ استعمال ٿيندڙ دوائون الڳ الڳ پلاسٽڪ جي ٿيلهين ۾
ويڙهي اندر پرچي تي لکي ڇڏيندي هئي ته هي گوري صبح جي،
هي شام جي ۽ هي رات جي کائڻ جون آهن.
بابا سائين وٽ دوستن، احبابن، تحقيق ڪندڙن جي لاءِ گهر تي 12
کان 2 تائين ۽ شام جو 5 کان 6 تائين جو وقت مقرر ٿيل هو.
بابا سائينءَ کي گهڻو ڪري آچر واري ڏينهن تي گهمائڻ لاءِ
حيدرآباد کان ٻاهر ڪنهن پياري دوست ڏانهن وٺي وڃڻ جو
معمول هوندو هو.
پاڻ پکين، جانورن، جبلن، وڻن، ٻوٽن، جهڙ ۽ برسات کي تمام گهڻو
پسند ڪندا هئا ۽ انهن مان لطف اندوز به ٿيندا هئا. خاص ڪري
سانوڻيءَ واري موسم ۾ پاڻ ٿر جو سفر سال ۾ به ٽي ڀيرا ڪندا هئا.
تحقيق جي سلسلي ۾ ڪٿي به ويندا هئاسين ته مون کي گاڏي ۾
ڪجهه هدايتون به ڏيندا هئا، ته بابا جتي هلون ٿا ته انهن کي منهنجي
باري ۾ ٻڌائڻ جي ڪابه ضرورت نه آهي ته آءٌ ڪير آهيان ۽
ڪٿان آيو آهيان. قلم ۽ نوٽ بڪ هر وقت گڏ هوندو هو ۽ ڪابه

چڱي ڳالهه دل کي وڻندي هئي يا سنڌ لاءِ فائديمند ثابت ٿئي، اها فوراً نوٽ ڪري وٺندا هئا ۽ ان جو ذڪر هر ڪنهن سان پيا ڪندا هئا. هر نئين شيءِ جي دريافت ڪرڻ جو کين گهڻو اشتياق هوندو هو.
بابا سائينءَ جي هر گفتي ۾ هڪ سبق هوندو هو. پاڻ وقت جي پابندي ڪرڻ سڀ کان وڌيڪ ضروري سمجهندا هئا ۽ مون کي وقت جي پابندي ڪرڻ جي هدايت ڪندا هئا. ڪڏهن به ننڍي يا وڏي سان تکي انداز ۾ گفتگو نه ڪيائون ۽ سڀني پنهنجن توڙي پراون سان بابا سائين، پُٽ ۽ منهنجا سائين جي لقب سان مخاطب ٿيندا هئا. هر ڪنهن جي ڳالهه غور سان ٻڌندا هئا. توڙي اها ڳالهه اڳ ۾ چو نه خبر هجي، پر پاڻ پوري دلچسپيءَ سان پيا ٻڌندا هئا.
مون کي هميشه اهو سبق ڏنائون ته رات جو سمهڻ کان اڳ اهي سڀ ڪم جيڪي ٻئي ڏينهن تي ڪرڻا آهن، پاڻ وٽ نوٽ ڪري پوءِ سمهندا ڪريو، ته جيئن ٻئي ڏينهن تي هر ڪم وقت تي ٿي سگهي ۽ ڪو ڪم رهجي نه وڃي.
مون کي هميشه ڊائري لکڻ جي تلقين ڪيائون. پاڻ مون کي ٻڌايائون ته مون کي به علامه قاضي صاحب روزمره جي لکڻ جي هدايت ڪئي هئي، جنهن مطابق 1954ع کان آءٌ ڊائري لکندو پيو اچان.

اها به هدايت ڪندا هئا ته بابا ارشد هميشه سٺو ۽ صاف سٿرو لباس پهريو.
اهو به هميشه سمجهائيندا هئا ته صرف ايترو ڳالهائجي جيترو پڇيو وڃي ۽ جنهن مان توهان جو مقصد پورو ٿي سگهي ۽ ٿوري ڳالهائڻ سان ئي سڀ ڪجهه سمجهائي سگهجي ۽ بلڪل ائين ئي بابا سائين مختصر لفظن ۾ ئي اسان ننڍن وڏن سڀني کي گهڻو ڪجهه سمجهائي ڇڏيندا هئا.
نيشنل جاگرافڪ چينل ڏاڍي چاهه سان ڏسندا هئا.
سياري جي موسم کي گهڻ پسند ڪندا هئا ۽ اونهاري واري رات مان لطف اندوز ٿيندا هئا.
مچ ڪچهري رچائڻ ۽ مچائڻ به سندن خاص شوق هو.
سگهڙن سان ڪچهريون ۽ ڳاهن سان ڳالهيون، جهانگيئڙن ۽ سانگيئڙن جون تاتون ۽ سنڌ جي لوڪ ثقافت ۽ ڪلاسيڪ شاعري سان بي پناهه محبت ۽ شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ سان بي انداز عقيدت، سندن زندگيءَ جا بنيادي پهلو هئا.
خوراڪ جي معاملي ۾ تمام سادگي پسند هئا ۽ خاص طور تي شاهي ۽ مغليه طرز جي کاڌي کي ته ويجهو به نه ويندا هئا. سندن پسنديده کاڌي ۾ ساڳ، دال، جوئر جي ماني ۽ سبزيون قابلِ ذڪر آهن. سيئل پينديون کين وڻنديون هيون.
ميون ۾ خصوصاً انب، گريپ فروٽ، صوف ۽ نارنگيون شوق سان کائيندا هئا.

لباس ۾ اڪثر اڇي شلوار ۽ شيرواني ڪالر وارو پهراڻ پهريندا هئا. بسڪيٽن ۾ ميري ۽ هول وٽ ۽ ڪيفي (Cafe) صبح جي چانهه سان کائيندا هئا ۽ آخري 4-5 سالن واري عرصي ۾ بابا سائين ناشتي کان پوءِ لسي يا ڪنهن فروٽ جو جوس پيئندا هئا. شام جو چانهه ۾ ماکي وجهي ٿي- چار بسڪوٽ کائي واڪ ڪرڻ لاءِ ويندا هئا ۽ پوءِ رات جي ماني کائيندا هئا. بابا سائين اڪثر رات جو اپاريل چانور ۽ دال به کائيندا هئا. ان طرح مڇيءَ سان به رغبت هئن.

آءٌ جڏهن به بابا سائينءَ سان اڪيلائيءَ ۾ ويهندو هوس ته مون سان اڪثر پنهنجي ننڍپڻ جون ڳالهيون ڪندا هئا. پنهنجن محسنن، استادن، رفيقن، همعصرن ۽ پيارن شاگردن جو ذڪر به ڪندا رهندا هئا.

محسنن ۾ سڀ کان اول پنهنجي استاد علامه آءِ. آءِ قاضي صاحب جي شفقتن ۽ احسانن جو ذڪر ڪندا هئا ۽ ٻڌائيندا هئا ته علامه صاحب جي مهربانين سان ئي مون کي يونيورسٽيءَ ۾ نوڪري ملي.

علامه عبدالعزيز ميمني (جيڪو عليگڙهه يونيورسٽيءَ ۾ سنڌن عربيءَ جو ماهر استاد هو) جي نگراني ۾ پاڻ ايم. اي عربي ۾ ڪرڻ کان پوءِ سنڌن رهنمائيءَ ۾ پي ايچ. ڊي ۾ رجسٽريشن ڪرائي هئائون ۽ تياري ۽ تحقيق جي ابتدائي مرحلن ۾ هئا ته

هندستاني برطانوي حڪومت جي اسڪالرشپ تي اعليٰ تعليم لاءِ آمريڪا روانا ٿي ويا.
بين قابلِ ذڪر استادن ۾ نوشهري فيروز واري مدرسي هاءِ اسڪول جي پرنسپل عثمان علي انصاري ۽ الله بخش نظاماڻي جو ذڪر ۽ علم موسيقي جي پنهنجي استاد الهڏني ماڇي جي تمام گهڻي تعريف ڪندا هئا.
پنهنجن پيارن دوستن ۾ محمد اسماعيل نون (ڊپٽي ڪمشنر)، قاضي سچيڏنو (ڊپٽي ڪمشنر)، سگهڙ عبدالرحمٰن مهيسر، مير شاهنواز شاهلياڻي، حاجي محمد خان سوڍو بگهياڙ ۽ غلام محمد پٽيءَ کي گهڻو ياد ڪندا رهندا هئا.
شاگردن ۾ محمد عمر چنڊ، سيد سردار علي شاهه ذاڪر، ممتاز مرزا، اُستاد شيخ محمد اسماعيل، محمد يوسف شيخ (پرنسپال ڪيڊٽ ڪاليج لاڙڪاڻو)، مظهر الحق صديقي ۽ ٻيا انيڪ سعادتمند شاگرد شامل آهن، جن جا في الوقت منهنجي ذهن ۾ نالا نٿا اچن.
سنڌ جي ناماياري عالم ۽ محقق ڊاڪٽر عبدالغفار سومري صاحب پنهنجي ”ڊاڪٽريٽ“ جي ٿيسز لاءِ ڏاڍا سائينءَ کان رهبري ورتي ۽ سومري صاحب جي فاضلانه تحقيق تي بابا سائينءَ کي وڏي خوشي هوندي هئي. سندس تقريباً سمورن علمي ڪتابن تي بابا سائين پنهنجا مهاڳ هڪ خاص پسند،

شوق، اُتساهه ۽ امنگ سان لکيا ۽ کين سومري صاحب جي سعادتمنديءَ تي وڏو فخر حاصل هو.

بابا سائين جن شخصيتن کي پنهنجي دل جي قريب تصور ڪندا هئا. تن ۾ ڪن جا نالا ياد اچن ٿا: ڊاڪٽر عبدالغفار سومرو، گل محمد عمراڻي، سيد آفتاب علي شاهه چاموٺ، دُر محمد پٺي، جهمٺ مل ڇيٺانند، عنايت بلوچ، ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو، عابد لغاري، محمد هاشم لغاري، قاضي خادم، محمد علي ڏيپلائي، محمد عثمان منگي، نفيس احمد ناشاد، ڊاڪٽر يعقوب مغل، غلام حسين سچاروي، مير محمد پٺاڻ، خليفو حڪيم عبدالحميد خان چانديو، انعام شيخ، مير محمد نظاماڻي، عبدالقادر ڪٽي، شيخ عبدالله ڪوهستاني وغيره.

بابا سائينءَ جي زندگيءَ ۾ حڪومتِ پاڪستان ۽ سنڌ سرڪار طرفان ڪيترائي اعزاز ڏئي سندن علمي ۽ ادبي حيثيت کي مڃتا ڏني ويئي ۽ انيڪ ادارا سندن نالي سان منسوب ڪيا ويا، جن مان قابلِ ذڪر:

- ڊاڪٽر اين. اي بلوچ ماڊل اسڪول ۽ ڪاليج اولڊ ڪئمپس حيدرآباد،
- سنڌي ٻوليءَ جي بااختياري اداري ۾ ڊاڪٽر اين. اي بلوچ هال،
- ڀٽ شاهه ڪلچرل سينٽر ۾ آڊيٽوريم،
- انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي ۾ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ ڪارنر،

- ڪيڊٽ ڪاليج لاڙڪاڻي جي لائبريري ۾ ڊاڪٽر اين. اي بلوچ ڪارنر.
- 2009ع ۾ ڊاڪٽر عبدالغفار سومري جي ذاتي ڪوشش سان، چيف سيڪريٽري سنڌ فضل الرحمان ”ڊاڪٽر اين.اي بلوچ انسٽيٽيوٽ آف هيريٽيج ريسرچ“ جي نالي سان باضابطه هڪ ادارو قائم ڪري ڇڏيو، جيڪو صوبائي ”قديم نوادرات کاتي“ سان وابسته آهي. ان جي پهرئين ڊائريڪٽر لاءِ بابا سائينءَ جي نظر انتخاب ان وقت صوبائي سيڪريٽري ۽ ناميارو اهلِ قلم ۽ دانشور گل محمد عمراڻيءَ تي پيئي، جنهن تي بابا سائين جن جي نظر شفقت ڪافي عرصي کان رهندڙ هئي. بابا سائين جي ذاتي دلچسپي ۽ شفقت جي ڪري عمراڻي صاحب جو تقرر ٿيو ۽ عمراڻي صاحب به طالب المولىٰ کان وٺي ڊاڪٽر صاحب جي علمي عظمت کان بخوبي آگاهه آهي. هن اداري ۾ ڊاڪٽر اين. اي بلوچ پرنسلٽي ميوزيم (؟) ٺاهڻ جو مرحلو آيو ته ايڊوائيزري ڪيو ويو (؟) ۽ ان کي ايڊوائيزري ڪميٽيءَ جي ميمبرن وڏي خوشيءَ سان منظور ڪري مون کي بابا سائينءَ جي نالي سان منسوب اداري ۾ خدمت ڪرڻ جو اعزاز 6- جنوري 2011ع تي بخشيو ويو.

6- اپريل 2011ع جو ڏينهن اسان جي خاندان ۽ سڄي سنڌ توڙي پاڪستان لاءِ هڪ تمام ڏکدائڪ ۽ المناڪ ڏهاڙو هو. جڏهن

اوچتو بظاهر خوش و خُرم صحت مند ۽ خوش طبعيت هوندي بابا سائين هن فاني جهان مان رات جو 4 وڳي لاڏاڻو ڪري ويا.
فقط ٻه ڏينهن اڳ 3- اپريل 2011ع تي کين تازو ”هلالِ امتياز“ ملڻ جي خوشيءَ ۾ سندن اعزاز ۾ هڪ شاندار تقريب جو اهتمام سيد آفتاب علي شاهه چاموٺ جي طرفان ”بزمِ آفتاب“ طرفان سندن بنگلي تي ڪيو ويو هو، جنهن ۾ بابا سائينءَ جي مداحن وڏي تعداد ۾ شرڪت ڪئي ۽ بابا سائينءَ جي خدمتن تي روشني وڌي.
آخر ۾ بابا سائين خاص طرح سان پنهنجي ننڍپڻ جون ڳالهيون تمام خوش طبعيءَ سان محفل ۾ ونڊيون. دوستن ۽ گهڻ گهرن سان اها سندن زندگيءَ جي آخري يادگار علمي گڏجاڻي هئي، جنهن جو ذڪر هڪ اردو ادبي رسالي ۾ شايع ٿيل آهي، جيڪو مهراڻ جي هن شماري ۾ سنڌي ترجمي سان درج ڪيو پيو وڃي.

اسدالله قاضي

# ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ

# هڪ گهڻ رخي شخصيت

ماڻهو سڀ نه سهڻا، پکي سڀ نه هنجھ ،
ڪنهن ڪنهن ماڻهو منجھ، اچي بوءِ بهار جي .
(شاهؒ)

سنڌي لوڪ ادب، سنڌي ٻولي، تعليمي نظام جو سرواڻ ۽ لطيف جو پارکو، روشنيءَجو مينار سائين نبي بخش بلوچ، اڄ اسان وٽ موجود نه آهي پر هن جون يادون قائم ۽ دائم آهن، سائين گهڻ رُخي شخصيت جو مالڪ هو. پاڻ تتيءَ ٿڌيءَ ۾ محنت ڪري هڪ روشنيءَ جو مينار قائم ڪيائون ۽ ان جا پاڻ ئي معمار هئا. مون ۾ ايتري صلاحيت نه آهي ته بلوچ صاحب بابت ڪجھ لکان ته سائين ٻالپڻي کان وٺي پنهنجي منزل مقصود تي ڪيئن پهتا. ان جو احوال نيوز اينڊ اوپينيئن جي جولاءِ- آگسٽ 2007ع واري مخزن ۾ ڏنل آهي،

۽ وڏيڪ وري هڪ سنڌي ٽي.وي چينل تي ڏنل سائين جي
رهاڻ مان ظاهر آهي ته پاڻ جفا ۽ محنت سان جعفر خان
لغاري ۾ اسڪول نه هئڻ سبب پر واري ڳوٺ پيرين پنڌ وڃي
پرائمري اسڪول مان ميٽرڪ پاس ڪيائون. ڊي.جي ڪاليج
ڪراچيءَ ۾ وڏيڪ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ مزو نه اچڻ سبب
بهاءُالدين ڪاليج جهونا ڳڙهه مان بي.اي پاس ڪيائون. ايم اي
۽ ايل.ايل.بيوري مسلم يونيورسٽي عليگڙهه مان ڪري سنڌ ۾
پير الاهي بخش جي محنت سان قائم ڪيل سنڌ مسلم ڪاليج ۾
پڙهائڻ لڳا. انگريز سرڪار جي 1945ع ۾ ڏنل اشتهار
تي D.Ed لاءِ وظيفو حاصل ڪري ڪولمبيا يونيورسٽيءَ
۾، جيڪا نيويارڪ ۾ آهي، اتي M.Ed۽ D.Ed جون
ڊگريون حاصل ڪري، اتي ئي United
Nations جي Information
Department ۾ نوڪري ڪرڻ لڳا، ايتري ۾ پاڪستان
ٺهي ويو ۽ پاڻ موٽي ملڪ آيا.

بلوچ صاحب ان وقت انڊو-پاڪ ۾ پهريون شخص هو جنهن
کي ايجوڪيشن ۾ D.Ed جي ڊگري حاصل هئي، پر ان کان
پوءِ سائين بلوچ صاحب کي جيئن رُلايو ويو اهو هڪ وڏو
داستان آهي. ٽي.وي تي سائين جي اها ڳالهه ٻڌي مون کي
روئڻ اچي ويو، چاڪاڻ ته مون سان به ڪجهه ائين ئي ٿيو
هو.

ذڪر ڪندو هلان ته سائين کي لکڻ پڙهڻ جو شوق ننڍي هوندي کان ئي هوندو هو. لکڻ جي شروعات 1945ع ۾ ”گڏهه“ جي نالي سان ڪتاب لکڻ سان ڪيائين. اهو ڪتاب 1946ع ۾ سائينءَ جي آمريڪا وڃڻ کان اڳ شايع ٿيو. ان ڪتاب ۾ مسلمان سياستدانن کي طنزيه طور ”گڏهه“ نالي سان منسوب ڪيو ويو هو. ڪتاب ۾ هڪ هنڌ لکيل آهي ته بهتر ٿيندو ته سياسي ليڊرن بدران گڏهه کي پنهنجو ليڊر بنائجي، جيڪو خلق جو سچو خادم ۽ وڏو پورهيت آهي.

بلوچ صاحب جي سياست ۾ دلچسپي ان مان ظاهر آهي جو جهوناڳڙهه واري دور ۾ پاڻ خاڪسار تحريڪ سان لاڳاپيل رهيا. عليگڙه ۾ وري مسلم ليگ ۾ ڪم ڪرڻ جو منجهن جذبو جاڳيو.

بلوچ صاحب کي مون پهريون پيرو B.Ed جي ماسترن کي نور محمد هاءِ اسڪول ۾ ليڪچر ڏيندي ڏٺو. آءٌ ان وقت گورنمينٽ هاءِ اسڪول ۾ پڙهندو هوس ۽ پنهنجي چاچي سان جيڪو ٽريننگ ڪاليج ۾ استاد هو، ان سان گڏجي ويو هوس، ليڪچر جو عنوان ته الائجي ڇا هو، پر بلوچ صاحب بانس جي ڪاني مان بانسري ڪيئن ايجاد ٿي، ان جو ذڪر ڪيو، آءٌ بيحد متاثر ٿيس.

بلوچ صاحب سان منهنجي ملاقات تڏهن ٿي جڏهن آءٌ لنڊن جي Imperial College ۾ Ph.D ڪندو هوس. سائين جن

لنبن آيل هئا ۽ مون ۽ مرحوم وڏل شاهه گنجي بلوچ صاحب کي مانيءَ تي مدعو ڪيو. قصو مختصر ته مانيءَ کان پوءِ مون سائين سان شڪايت ڪئي ته سنڌي ماڻهن کي ڪاوڙ آهي ته اوهان علم ڏيڻ ۾ ڪنجوس آهيو ۽ اوهان وٽ ڪيترا سارا شاگرد Ph.D ڪري رهيا آهن پر اوهان Ph.D هڪ کي به نه ڏني آهي. بلوچ صاحب فرمايو ته نوجوان مون وٽ فلاڻا استاد ۽ اديب Ph.D لاءِ رجسٽرڊ ٿيل آهن، جڏهن نڪرن ته پوءِ ٻين کي وارو ملي. بلوچ صاحب وڌيڪ ٻڌايو ته شاگرد نڪو ٿا لکن، ۽ نڪو پڙهن، انهن کي مفت ۾ ڊگري کپي، ۽ اها ڏيڻ لاءِ آءٌ تيار نه آهيان.

پوءِ پاڻ پڇيائون ته تون فلاڻي کي سڃاڻين، مون چيو ته سائين ها آءٌ سڃاڻانس. پاڻ فرمايائون ته هڪ دفعي اهو شخص مون کي ٿيسز جو هڪ باب پڙهڻ لاءِ ڏئي ويو، جنهن ۾ مون ڪجهه اصلاح ۽ وڌيڪ ڪم لاءِ هدايتون لکيون. همراهه ڪاوڙجي پيو ۽ هُلايائين ته بلوچ ڪير ٿيندو آهي منهنجي ٿيسز ۾ ترميم ڪرڻ وارو. هن کي ته سنڌي به ڪانه ٿي اچي ۽ اهڙي طرح مون تي لعنت جو نڪر لڳي ويو ۽ آءٌ بدنام زمانه ٿي ويس.

آخر ۾ بلوچ صاحب چيو ته ها هيءُ ڪم ڪر جو جڏهن Ph.D ڪري پاڪستان پهچين ته آءٌ توکي هڪ ٻن شاگردن جون ٿيسز جي لکن، ته توکي پڙهڻ لاءِ ڏيندس، پوءِ

تون ئي فيصلو ڪجانءِ ته هنن جو چاڪجي. اتي مون کي علامه آءِ.آءِ.قاضي جا اهي قول ياد اچي وڃن ٿا، جن ۾ قاضي صاحب فرمايو ته "To understand is to stand under" اهو شاگرد ڪٿان سکندو، جيڪو سمجهي ته آءٌ استاد کان وڌيڪ ڄاڻو آهيان.

بلوچ صاحب جيڪي ڏينهن لنڊن ۾ هو، ڪچهريون ٿينديون رهيون. بلوچ صاحب جي هڪ ڏينهن، هڪ اهڙي سنڌيءَ سان ملاقات ڪرائي وئي جيڪو اسپين ۾ سائين ميران محمد شاهه سان گڏ هو. هيءُ شخص گٽار وڄائڻ ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هو ۽ 'Spanish music' تي هن کي خاص مهارت هئي.

وڄائيندي ۽ ڳائيندي هن جي اکين ۾ پاڻي تري آيو، هو ڳائي رهيو هو: ”مان شل ڪيچ وڃان، پنهون پاڻ پسان“.

ان شخص بلوچ صاحب کي ڪجهه سنڌي راڳن کي 'Musical Language' ۾ لکي ڏيکاريو ۽ ٻڌايو ته سنڌي راڳ کي سکڻ لاءِ هي ڪافي آهي، ان ۾ ڌُن به آهي ته وري راڳ به. اسان دوستن کي گهڻو سمجهه ۾ نه آيو، پر بلوچ صاحب هن جي ڪم مان ڪافي متاثر ٿيو ۽ پاڪستان اچي ان موضوع تي هڪ ڪتاب به لکيائون.

پاڪستان ۾ اچڻ کان پوءِ منهنجو، جتي پنهنجن قدر ڪو نه ڪيو، اتي ڌارين مانُ ڏنو ۽ مون کي 'West Pakistan University of Engineering and Technology,

Lahore' ۾ نوڪري ملي وئي. لاهور ۾ هڪ دوڪان تان مون کي Dr. H.T. Sorely جو Gazetteer of Sindh هٿ اچي ويو. ان جو ذڪر مون بلوچ صاحب سان ڪيو، پاڻ ان ۾ دلچسپي ڏيکاريائون ۽ مون کين اهو ڪتاب تحفي طور پيش ڪيو. موٽ ۾ بلوچ صاحب مون کي Prof. M.B. Pithawalla جو 'Sindh's Changing Map' نقشن وارو ڪتاب ڏنو. اهو ڪتاب منهنجي لاءِ ڏاڍو مفيد ٿيو، ڇو جو آءٌ سنڌو درياء جي پراڻن وهڪرن جي ڳولا ۾ هوس ۽ بلوچ صاحب سان ان سلسلي ۾ M.R Haig جي ڪتاب 'Indus Delta Country' جو ذڪر پڻ ڪري چڪو هيم.

بلوچ صاحب موٽي اچڻ ڪانپوءِ هڪ ڏينهن علامه آءِ.آءِ.قاضي سان، جيڪي ان وقت سنڌ يونيورسٽي جا وائيس چانسلر هئا، مليا ۽ سڄي ڳالهه ڪري ٻڌايائونس ۽ چيائونس ته مون کي دمشق ۾ پاڪستان پاران Information Officer جي نوڪري جي آڇ آهي ۽آءٌ تيارين ۾ آهيان. علامه صاحب چيو ته تون دمشق ۾ ويندين ته سنڌ جو ڪم ڪير هلائيندو. سائين بلوچ، علامه صاحب کي ٻڌايو ته سائين آءٌ اچان به ڪٿي پر حڪومتن تي اعتبار ڪونهي ۽ جي مون کي ڪڏي ڇڏين ته پوءِ ڇا ٿيندو. ان تي علامه صاحب کين چيو ته آءٌ توکي Life-time نوڪري ڏيڻ لاءِ تيار آهيان، ۽ اهڙي طرح علامه صاحب بلوچ صاحب کي Life-time پروفيسر جي حيثيت سان نوڪري ڏني.

اهڙي طرح بلوچ صاحب پهريون ۽ واحد پروفيسر هو، جنهن
کي اهڙي قسم جي نوڪري ملي. بلوچ صاحب کان پوءِ
ڊاڪٽر عبدالواحد هاليپوٽو جيڪو Oxford
University مان D.Phil ڪري آيو، ان کي به پروفيسر
ڪري رکيائون، ۽ ٽيون پروفيسر ممتاز علي قاضي هو
جيڪو پڻ London Universityمان Ph.D ڪري آيو
هو.
منهنجي اسريٰ يونيورسٽيءَ ۾ وائس چانسلر جي حيثيت ۾ اچڻ
کان پوءِ بلوچ صاحب اسريٰ يونيورسٽي جي Board of
Governors جو ميمبر مقرر ٿيو. مدي ختم ٿيڻ کان پوءِ
جڏهن ملاقات ٿيندي هئي ته سائين خير آفيت ڪرڻ کان پوءِ
سدائين پڇندا هئا ته اسريٰ ڪيئن آهي ۽ پوءِ وري سنڌ
يونيورسٽيءَ ۾ تدريسي ماحول تي ڳالھ ٻولھ ٿيندي هئي ۽
علامه آءِ.آءِ.قاضي جو ذڪر به ٿيندو هو.
هڪ ڀيري مون بلوچ صاحب کان ڳالهين ڪندي پڇيو ته
سائين زندگيءَ تي اعتبار ڪونهي، الله اوهان کي وڏي ڄمار
ڏئي، پر توهان پنهنجي آخري آرام گاھ بابت ڪجھ سوچيو
آهي. پاڻ وراڻيائون ته ها. ان کان پوءِ ٻڌايائون ته جنهن جرمن
معمار چام شوري ۾ يونيورسٽيءَ جا نقشا ٺاهيا هئا ان ۾ هڪ
هنڌ پروفيسرن جي قبرستان جي جاءِ پڻ مخصوص هئي.
يونيورسٽي ٺهڻ کان پوءِ هو هڪ دفعو آيو ۽ پڇيائين ته

پروفيسرن جو قبرستان ڪٿي آهي، مون چيومانس في الوقت
ته علامه صاحب جن هتي مدفون آهن، باقي عام ماڻهن لاءِ
قبرستان سنڌ يونيورسٽي ريلوي اسٽيشن جي پرسان آهي. اهو
چئي بلوچ صاحب ٿورو رڪجي ويا ۽ ساهي پٽيندي
چيائون آءٌ سنڌ يونيورسٽي جو پهريون پروفيسر ۽ -Life
timeنوڪري جو اعزاز ماڻيندڙ آهيان، منهنجي حسرت آهي
ته مون کي علامه صاحب جي پيرن ۾ جڳهه ڏني وڃي.
بلوچ صاحب جي ان حسرت بابت مون اِن وقت جي وائس
چانسلر، جنهن لاءِ مون کي نهايت عزت آهي، سان ڳالهه
ڪئي. انهن وراڻيو ته ڪيترائي ماڻهو آهن جيڪي علامه
آءِ.آءِ.قاضي جي پر ۾ دفن ٿيڻ جي خواهش ظاهر ڪندا. انهن
جو ڇا ٿيندو. مون عرض ڪيو ته سائين بلوچ صاحب جن
عام ماڻهو نه آهن. جهڙي طرح علامه صاحب يونيورسٽي ۾
تدريسي عمل ڪرائڻ وارو پهريون وائس چانسلر هو،
اهڙيءَ طرح سائين بلوچ به پهريون پروفيسر آهي ۽ سندس
سنڌي لوڪ ادب ۽ تعليمي نظام ۾ بيحد گهڻيون خدمتون آهن.
وي.سي صاحب وراڻيو ته اها ڳالهه درست آهي ۽ مون کي به
بلوچ صاحب لاءِ تمام گهڻو احترام آهي، پر ان مسئلي لاءِ
سينڊيڪيٽ کان اجازت وٺڻي پوندي. پاڻ وڌيڪ فرمايائون ته
توکي خبر آهي ته سينڊيڪيٽ ۾ ڪجهه ماڻهو آهن جيڪي ان
ڳالهه جي مخالفت ڪندا ۽ جي اهو فيصلو ٿي ويو ته علامه

صاحب جي مزار وٽ ڪنهن کي به دفن نه ڪيو وڃي ته اهڙي صورت ۾ بلوچ صاحب جي حسرت پوري ڪانه ڪري سگهبي. آخر ۾ وي سي صاحب چيو ته في الحال ان ڳالھ کي ڇڏي ڏجي ۽ جڏهن وقت ايندو ته پوءِ ڏٺو ويندو. ان ڳالھ ۾ به مصلحت هئي. نيٺ وقت اچي ويو ۽ نذير احمد مغل جيڪو هن وقت سنڌ يونيورسٽيءَ جو وائس چانسلر آهي، بنا ڪنهن ججهڪ جي هن عظيم شخصيت جي وصيت کي پوري ڪرڻ جي لاءِ ڪنهن به سينڊيڪيٽ کان اجازت جي ضرورت محسوس نه ڪئي، ۽ درحقيقت ٿيڻ به ائين ئي گهرجي ها، ڇو ته بلوچ صاحب جهڙي خداداد ۽ هڏ ڏوکي شخصيت جا مالڪ صدين ۾ ئي پيدا ٿيندا آهن ۽ انهن جي پرپور خدمتن جي عيوض ٻه گز زمين ڏيڻ لاءِ سينڊيڪيٽ يا ڪنهن اداري کان اجازت طلب ڪرڻ يقيناً نامناسب ٿيندو. شال الله تعاليٰ بلوچ صاحب کي جنت نصيب فرمائي (آمين)

ڊاڪٽر حبيب الله صديقي



# ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ- علم جو روشن مينار

علم هڪ بيڪنار سمنڊ آهي جيڪو دنيا جي سڀني ڪنارن سان لڳي ٿو. منهنجو استاد ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ به علم جو هڪ سمنڊ هو، جيڪو اسان جي سوالن جي سڀني ڪنارن سان ملندو هو. تاريخ جاگرافي، سنڌي ساهت، آثارِ قديمه ۽ جديد سنڌ جي باري ۾ اسان جي سوالن جا جواب سائين وٽان ئي ملندا هئا، جيڪي مدلل ۽ مفصل هوندا هئا. ڊاڪٽر بلوچ صاحب علم جي اُڄ اُڃهائيندڙ استاد هو، جنهن کي هاڻي سنڌس تحقيق، تحرير، تدوين ۽ ڪتابي صورت ۾ موجود مواد ۾ پرکي سگهون ٿا.

اسان جي ٿهي، جنهن ڊاڪٽر بلوچ صاحب کي ڏٺو، ٻڌو ۽ ساڻس رهاڻيون ڪيون، سا سندس علمي، ادبي ۽ شخصي ورثي کي آسانيءَ سان سمجهي سگهي ٿي، ليڪن ٻي ٽين ۽ چوٿين ٿهي وٽ سندس شناس، ڄاڻ ۽ فائدو ضرور پهچڻ گهرجي.

انهيءَ مقصد خاطر سندس وفات جي تاريخ 16- اپريل 2011ع کان وٺي اڄ تائين متعدد گڏجاڻيون قرارداد، ميڙاڪا تقريبون، مجتائون ۽ پيٽائون پيش ڪيون ويون آهن ۽ وڃن پيون.

هي اوائلي دور آهي ڊاڪٽر بلوچ صاحب شناسيءَ جو ۽ سندس چڏيل ورثي کي بچائڻ ۽ وڌائڻ جو. پويان انهيءَ مان لاڀ حاصل ڪندا.

تاريخ 9- مئي 2011ع تي سنڌ اسيمبلي سائين ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي خدمات ۽ شخصيت جي مڃتا جو هڪ ٺهراءُ پاس ڪيو.

محض ثناخواني، ساراهه ۽ مڃتا ڪو مقصد نه آهي، اهو وقتي وڏاءُ به ٿي سگهي ٿو، جيڪو وقت پڄاڻان مانڊو ٿي ويندو. مقصد انهيءَ ڳالهه سان آهي، جنهن جي پٺيان ڊاڪٽر بلوچ پنهنجي سڄي ڄمار جاکوڙيندو رهيو. اهو مقصد هو، سنڌ شناسي، علمي آسودگي، قومي ترقي، تعليم، تهذيب، وڏڙن جي ورثي جي ڄاڻ ۽ سنڀال ڪرڻ.

سائين جو گهر به هڪ ننڍڙو ميوزم ۽ جانورن جو واڙو به هوندو هو، انهيءَ باري ۾ پڻ گهڻو ڪجهه لکيو ويو آهي، جيڪو پڙهڻ گهرجي.

سائين مرحوم ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ هڪ ذاتي سبق ڏنو، سهپ جو، برداشت جو، صوفي مت جو سبق، مخالفن کي برداشت ڪرڻ ۽ ڪنهن سان ڪينو نه رکڻ جو سبق. مون سائينءَ کان سکيو، مخالف نڪتچينيءَ جو سڌو جواب نه ڏيندا هئا، ليڪن بعد ۾ پنهنجي ڪتابي تحرير ۾ انهيءَ جي موزون وضاحت ڪري ڇڏيندا هئا.

وقت، قول ۽ فرض جي پابنديءَ جا سبق به سائين مرحوم پنهنجي ذاتي ڪردار جي ذريعي ڏنا. وسندڙ مينهن، سيءَ جي لُهري ۽ آچر جي ڏينهن کي ڏسندي اسان شاگردن سمجهو ته

ڊاڪٽر صاحب جن اڄ سيمينار پوئتي ڪري ڇڏيندا، ليڪن عين ٽائيم تي ڏنوسين ته سائين ڇٽي ڪوليو، گپ ۾ پير پُسائيندو اچي پيو! اچڻ سان چيائين:

"A very lovely Season! Let us get to work!"

يعني- ”ڏاڍي پياري موسم آهي، اچو ته ڪم کي لڳي وڃون!“
سائينءَ مرحوم جون اهڙيون سوين ڳالهيون آهن، جيڪي هاڻي اسان کي سهيڙي ڇڏڻ گهرجن، اُنهن مان هلندڙ ۽ ايندڙ پيڙهين کي لاڀ حاصل ٿيندو ۽ عملي زندگيءَ جي لاٽ لبندا!
سائين پاڪستان کان ٻاهر ملڪن جي علمي ۽ ادبي حلقن ۾ سڃاتو ويندو هو، تنهنڪري سندس مهابي سنڌ جي دنيا ۾ جديد سڃاڻپ ٿي، جڏهن هتان جي ڪو سنڌي ڪنهن ٻاهرين ملڪ ۾ ويندو هو ۽ ٻڌائيندو هو ته هو سنڌ (پاڪستان) کان آيو هو، ته هڪدم کائنس سوال پڇيو ويندو هو:

"Oh! where Dr. Baloch Belongs to?"

”اڇا! جتان جو ڊاڪٽر بلوچ آهي؟“
انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي جي هڪ رٿا موجب زنده مثالي شخصيتن جا سندن ذاتي زندگي بابت بگها انٽرويو ورتا هئا. انهيءَ شرط سان، ته اهي آبيو، وڏيون شخصيت جي وفات يا پنجاهه سالن گذرڻ بعد ظاهر ڪيا ويندا. سائين ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جو اُهو انٽرويو جلد از جلد پڌرو ٿيڻ گهرجي.

زندگيءَ ۾ ڊاڪٽر صاحب جا مداح به گهڻا هئا، پر مخالف به هئا، انهن مان ڪي منهن تي تعريف ۽ تعظيم ڪندا هئا، پر پَرپُٺ گِلا ۽ نڪتچيني به ڪندا هئا. هن عظيم استاد ۽ مثالي شخصيت جي گِلا ٻُڌي، مون کي خليفي هارون الرشيد جو پنهنجي ڪم ظرف مخالف کان شڪواه ٻڌي، ورجايل محاورو ياد ايندو هو:

أُنفٌ فِي الماءِ اسِتٌ في السَّماءِ

يعني نڪ پاڻي ۾ ۽ مقعد آسمان ۾. انهن گِلاخورن جو اصل مقصد پاڻ کي مٿاهون ڏيکارڻ هوندو هو. ڊاڪٽر بلوچ صاحب پاڻ سان واعدو ڪري ڇڏيو هو ته هو ڪڏهن به ڪنهن جي اجائي تنقيد جو جواب نه ڏيندا، جنهن سان وقت ضايع ٿئي ۽ سندن علمي ۽ ادبي ڪم ۾ رڪاوٽ پيدا ٿئي.

وَفا كنيم و ملامت كشيم و خوش باشيم،

كه در طريقت ما كفرسيت رنجيدن.

(وفائون ڪندا آهيون ۽ انهن جي عيوض طعنا ۽ مهڻا سهندا آهيون، پر پوءِ به خوش رهندا آهيون، ڇاڪاڻ ته اسان جي دين ۾ وفائن جي عيوض ملندڙ مهڻن تي ناراض ٿيڻ ڪفر آهي).

ڊاڪٽر بلوچ صاحب علم جا سمنڊ هئا، پاڻ هميشه سپني کي پنهنجي علم سان فيضياب ڪيو ۽ رهنمائي ڪئي. پاڻ پنهنجي وڏن، مٽن، مائٽن ۽ استادن جا ٿورا ۽ احسان هميشه پيا ڳائيندا

هئا، انهن کي ڪڏهن به نه وساريائون، جنهن سان اسان کي به اهو سبق ملي ٿو ته اسين به پنهنجي وڏن جي نقشِ قدم تي هلون. جن جا اسان تي احسان ۽ ٿورا هوندا آهن، تن کي هرگز نه وساريون. اسان وٽ ته اڪثر ائين ئي ٿيندو آهي ۽ ڪنهن جي چڱائي جي بدلي ۾ اسين ان کي تڪليفون ڏيندا آهيون ۽ چوندا آهيون ته فلاڻو ته منهنجي علم جي اڳيان ڪجھ به ڪونهي، پر ڊاڪٽر صاحب هر ننڍي وڏي جي رهنمائي ڪئي، انهن کي علم سيکاريو ۽ انهن کان سکيا به ۽ انهن جي همت افزائي ڪئي.

ڊاڪٽر بلوچ صاحب کان اسان ڪڏهن به ائين نه ٻڌوسين ته فلاڻو ڏکيو ڪم ٿي نه سگهندو، بلڪ ائين چوندا هئا ته ڪم ٿيندو ۽ جلد ٿيندو ۽ انهيءَ جذبي سان اسين به جڏهن ڪو ڪم ڪنداسين ته يقيناً اهو به ٿي ويندو. ڊاڪٽر بلوچ صاحب 64 سالن جي عمر ۾ وڏا وڏا ڪم ڪرڻ جا ارادا رکندو هو، جنهن مان صاف ظاهر آهي ته ڊاڪٽر صاحب پنهنجي هڪ هڪ پل کي سجايو ڪندا هئا، ڪڏهن ان طرف خيال ئي ڪونه ڪيائون ته عمر وڏي ٿي وئي آهي، هاڻ آرام ڪرڻ گهرجي. ڊاڪٽر صاحب جيترا ڪتاب لکيا آهن، اسين انهن کي اڃا تائين پورو پڙهي به نه سگهيا آهيون. جڏهن ته ڊاڪٽر صاحب اهي ڪتاب لکڻ لاءِ تحقيق ڪان وٺي، پروف ريڊنگ ۽ پوءِ ڇپائي

تائين ڪيڏي نه محنت ڪئي هوندي. پاڻ گهٽ ۾ گهٽ 5 پيرا هر ڪتاب جي پروف ريڊنگ ڪندا هئا.

سنڌ يونيورسٽيءَ جي قيام ۾ قبله علامه آءِ.آءِ.قاضي سان پاڻ پيش پيش هوندا هئا. سنڌ يونيورسٽي واري علامه آءِ.آءِ قاضي ڪئمپس ڄام شورو جي سرزمين به ڊاڪٽر صاحب تجويز ڪئي. جڏهن ته علامه صاحب ڊاڪٽر صاحب کي سنڌ يونيورسٽيءَ جو سڀ کان پهريون پروفيسر مقرر ڪيو. ڊاڪٽر صاحب 2010ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ کي پنهنجي ذاتي کيسي مان ڏهه لک رپين جي رقم ڏني، ته جيئن يونيورسٽي وارا هر سال ٽن پوزيشن هولڊر شاگردن کي پنهنجي سوني جا تمغا علامه صاحب جي نالي سان ڏيندا رهن، خير سان اهو ڪم 2010ع ۾ سنڌ يونيورسٽي شروع به ڪري چڪي آهي. اهڙي طرح ڪيڊٽ ڪاليج لاڙڪاڻي جي پرنسيپال صاحب محمد يوسف شيخ کي 20 لک رپيا به ذاتي عطيي طور ڏنائون، ته اهي هُتي ”مينارِ علم“ پنهنجي استاد محترم علامه آءِ.آءِ قاضي جي نالي سان تعمير ڪرائن. اهو مينار پڻ 90 سيڪڙو تعمير ٿي چڪو آهي ۽ ڊاڪٽر صاحب فيبروري 2011ع ۾ لاڙڪاڻي ڪيڊٽ ڪاليج جو تعليمي دورو ڪري، ان مينار کي ڏسي ڏاڍا خوش ٿيا. ڊاڪٽر صاحب پنهنجا سمورا ڪتاب ادارن کي ڇپائڻ لاءِ بنا معاوضي ڏنائون، ڪڏهن به ڪنهن کان رپيو نه ورتائون.

سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جي چيئرمن ڊاڪٽر صاحب کي هڪ جلدي لغت جي اشاعت جي رائلٽي طور هڪ لک رپين جو چيڪ موڪليو، ڊاڪٽر صاحب هڪدم اهو چيڪ اٿارٽيءَ کي واپس ڪيو ۽ لکيو ته مون پنهنجي ڪنهن ڪتاب جي رائلٽي نه هن کان اڳ ۾ ڪڏهن ورتي آهي ۽ نه هاڻي وٺندس.

ڊسمبر 2010ع تي ڊاڪٽر صاحب جن گوڏن ۾ تڪليف هئڻ ڪري علامه آءِ.آءِ قاضي چيئر ڇڏڻ جو فيصلو ڪيو ۽ وائيس چانسيلر صاحب کي لکي موڪليائون ته 31- ڊسمبر تي توهان جو ڪو نمائندو اچي ۽ مون کان آفيس جي چارج وٺي، پر افسوس انهن جي طرفان انهيءَ ليٽر جونه ڪو جواب آيو ۽ نه ئي وري ڪو ماڻهو چارج وٺڻ لاءِ پهتو، جڏهن ته سنڌ يونيورسٽي وارن کي گهرجي ها ته هو ڊاڪٽر صاحب کي سنڌ يونيورسٽي جي خدمت جي عيوض علامه آءِ.آءِ قاضي چيئر جون سڀ سهولتون گهر ۾ مهيا ڪري ڏين ها، پر اهو به ڪونه پيا ڪري سگهن ته گهٽ ۾ گهٽ ڊاڪٽر صاحب کان چارج وٺڻ لاءِ سندن شان ۾ ڪو پروگرام ملهائن ها.

ڊاڪٽر بلوچ صاحب جن ڪچهرين جا ڪوڏيا ۽ محفلن جا مور هوندا هئا. سندن اصل مقصد زميني حقيقتن، مقامي روايتن ۽ تاريخ تي تحقيق ڪرڻ هو. هو پاڻ کي علم جو خادم لکندا هئا ۽ انهيءَ جي حصول لاءِ هنڌ هنڌ هلي ويندا هئا. پاڻ شاه ڪريمؒ جي هن بيت تي عمل پيرا هئا:

پنندي پرينءَ لاءِ، ويلا ڪندي وَٽُ،
ڪٿان ملندءِ پوررڙو، ڪٿان ملندءِ پَٽُ.
اهڙي طرح 1953ع جي بهار رُت کان وٺي 2000ع جي نومبر جي ٿڌڙي موسم تائين ٻائيتاليھ ڪچهرين جو وچور ”ڊاڪٽر بلوچ- هڪ مثالي عالم“ ڪتاب ۾ ڏسي سگهجي ٿو. تاهم اهو وچور مڪمل نه آهي. منهنجي ڳوٺ پاٺ شريف جيڪا سڄي رات ڪچهري ڪيائون، انهيءَ جو ذڪر ڪيل نه آهي، جنهن مان سمجهجي ٿو ته اهڙيون ڪئي ڪچهريون ذڪر ڪرڻ کان وانجهيون رهجي ويون آهن، جن کي ياد هجن، سي ظاهر ڪن ته علم ۾ اضافو ٿيندو.
منهنجي استاد مرحوم جون ڳالهيون اڻکٽ آهن سندن مثالن ۽ اصولن کي جمع ڪرڻ لاءِ وقت ۽ محنت درڪار آهي. اُنهيءَ ڪم ۾ سندن نالي سندن ئي زندگي ۾، حڪومت سنڌ جي طرفان قائم ڪيل، ڊاڪٽر اين.اي بلوچ انسٽيٽيوٽ فار هيريٽيج ڊيولپمينٽ کي پنهنجو حصي جو ڪردار ادا ڪرڻو پوندو.

و

ڪَن پلڪ، گهڙي، هَوَ.

ٿوري نرت، دَنءُ، دَوَ.

سوَڙ پوش چون چَوَ.

ڪَپ، گهپ، گَپ، ڪَوَ.

ڳِريل لاک، چِؤ، چَوَ.

جُجون، جَمّ، قوتَ، يَوّ.

بپ، ڏاءَ، وڏا پَوَ.

ڪن جوان ڪُڏَ، رَوَ.

تڪ تاب وڏا تَوَ.

پوڪين جَوَ لٽين جَوَ.

دل صاف سچڻ سَوَ.

ھ

ڪَرَ! ڪيم ڪنھن سان گَھ.

ڪري بھنش ڪيم بَھ.

ڪائي ٿاھ ڪيم ٿھ.

پنھنجي ڳالھ تان ڪي لھ.

چڏي گوڙ، چڏي گھ.

ڪري ٿاھ ڪجھ نھ.

ڪري ڀؤ ڪين ڊھ.

ڪجھ ڪاءُ، ڪجھ وھ.

ڪجھ ويھ، ڪجھ ڪھ.

ڪجھ سڻ، ڪجھ سھ.

ڪري بھنش ڪيم بھ.

- ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ

ٽماهي ”مهراڻ“ 1-1969/2ع

# ڊاڪٽر بلوچ صاحب جن جون مون تي مهربانيون

شيخ سعدي رحمة الله عليہ لکيو آهي ته : نِعمَ الاَمِيرُ عَلٰيٰ بَابِ الفَقِيرِ وَبِئسَ الفَقِير عَلٰيٰ باب الاميرِ. يعني اهو امير بهتر ۽ ڀلو جيڪو فقير جي دروازي تي پاڻ وڃي پهچي ۽ اهو فقير ڪَسو آهي جيڪو ڪنهن امير جي در تي وڃي پهچي، ۽ جناب ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ صاحب جن بزرگن جي مٿئين قول تي عمل ڪندي ڪيترا دفعا ڪنڊياري منهنجي غريب خانه تي تشريف فرما ٿيا.

هڪ ڏينهن پنهنجي پاڙي واري مسجد ۾ ٽيهريءَ جي اذان ٿي ڏنم ته مسجد جي ٻاهران ڪا گاڏي اچي بيٺي. اذان پوري ڪري ٻاهر ڏٺم ته گاڏيءَ مان ڊاڪٽر بلوچ صاحب ۽ ٻيو به ڪو صاحب لهي رهيا آهن. آءٌ ٻاهر نڪري ساڻن مليس. عرض ڪيم ته: سائين! لائبريريءَ جو دروازو کولرايان، توهان ويهندا؟

مون کي چيائون ته، ويهنداسون ڪونه. آءٌ خيرپور ڪنهن ڪم سانگي ويو هوس اتان موٽي حيدرآباد وڃان پيو پر دل ۾ چيم ته، ڪنڊياري مان لنگهي وڃان ۽ هنن دوستن سان نه ملان، اهو مناسب نه آهي. تڏهن لڙي هت هليو آيس. توهان جي ملاقات ۽ زيارت ٿي. هاڻي اسان کي اجازت ملي. مون چيو ته، سائين ائين نهي ته نٿو، پر جيئن توهان کي مناسب نظر اچي. پوءِ ته ڊاڪٽر

صاحب جن موڪلائي حيدرآباد روانا ٿي ويا. ان ڏينهن گهڻو ڪري سيد ضياء الدين شاھ صاحب اڳڙن وارو ساڻن گڏ هو، والله اعلم.
ان کان اڳ ۾ ڊاڪٽر بلوچ صاحب سهي سنبري اسان جي لائبريري ڏسڻ لاءِ نڪتو هو، ڪنڊياري پهچي منهنجي پڇا ڪرائي اچي پهتا. ان ڏينهن نورچشم مولوي محمد ادريس پڻ اتي هو. پوءِ ته ڪافي وقت پئي ڪتاب ڏنائون ۽ ڪتابن متعلق پئي ڪچهري ڪيائون. مون جنهن به مشهور عربي ڪتاب جو نالو کنيو پئي ته ڊاڪٽر صاحب جن کي ان ڪتاب کان اڳ ۾ ئي واقف ڏٺم. مون علامه ازرقيءَ جي ڪتاب اخبار مڪہ جو نالو کنيو ته ان مان ڪجھ حوالا ٻڌائي ويا.
اسان جي لائبريريءَ لاءِ هڪ وڏو قلمي سنڌي ڪتاب تحفي طور ڏيڻ لاءِ کنيو آيا هئا. اهو اسان کي ڏنائون، قلمي ڪتاب جا منڍ وارا ۽ آخر وارا پنا ڪونه آهن. گهڻو ڪري مولانا عبدالله نرئي وارن جو لکيل سيرت النبي ﷺ جي موضوع تي آهي.
مون کي فرمايائون ته، حيدرآباد اچڻ ٿئي ته مون سان ملجو، توهان کي ڪجھ ڪتاب هن قاسميہ لائبريري لاءِ ڏيندس ۽ ڪجھ ڏينهن کان پوءِ جڏهن حيدرآباد ويس، تڏهن ساڻن مليس. پوءِ ته پنهنجي تصنيف ڪيل ڪتابن مان ڪوڙ ڪتاب مون کي ڏنائون.

ان کان پوءِ ٻيو دفعو به منهنجي مڪتب ۾ آيا. ان ڏينهن مولوي محمد ادريس صاحب لائبريريءَ ۾ ڪونه هو. ڪتابن کي ڏسندي هڪ قلمي ڪتاب جو فوٽو ڪاپي ڪين پسند آيو ۽ اهو فوٽو ڪاپي ڪرائڻ لاءِ مون وٽان کڻي ويا ۽ ٿورن ڏينهن کان پوءِ ڪتاب واپس موڪليائون.

ڊاڪٽر بلوچ صاحب جن وفات کان ڪجھ مهينا، يا سال به اڳ ۾ به مون وٽ آيا، سندن نياڻو ميان عرض محمد ۽ هڪ پوٽو ساڻن گڏ هو. اچڻ سان فرمايائون ته اندر لائبريريءَ ۾ ڪونه ٿو هلان. جو گوڏن ۾ سور اٿم. ڪرسيون ٻاهر ڪيرايو، ته هت ٻاهر ٿا ويهون. مون ڪرسيون ڪيرايون، پاڻ ويٺا خوش و خير عافيت کان پوءِ چيائون ته آءٌ ٽن ڪمن سان آيو آهيان:

(1) سنڌي عالم فارسي ۾ شاعري ڪئي هجي، ته ان عالم جو تعارف ۽ سندس فارسي شاعري گڏ ڪري لکي ڏيو. جيئن ڪتاب تذڪرة الشعراء جي ڪنهن جلد ۾ اچي.

(2) توهان وٽ سنڌيءَ ۾ لکيل سڀ کان قديم قلمي ڪتاب ڪهڙو آهي؟

(3) مخدوم محمد هاشم ٺٽوي صاحب جا هٿ اکر توهان وٽ آهن؟

مون نورچشم مولوي محمد ادريس کان موبائيل تي اهي سوال پڇي ڊاڪٽر صاحب کي مثبت جواب ڏنا ته:

درپيلي جي مخدوم محمد دائود صاحب فارسي شاعري ڪئي آهي، اها شاعري اسان جي سڳي ڏاڏي مولوي محمد عالم سومري جي بياضن ۾ لکيل آهي. انشاءالله اها لکي توهان ڏي موڪليندا سين.

اسان جي لائبريريءَ ۾ سڀ کان قديم سنڌي ڪتاب مقدمة الصلواة (جنهن کي ابوالحسن جي سنڌي چوندا آهن) جو قلمي نسخو آهي جيڪو يارنهن سؤ هجريءَ ۾ لکيو ويو آهي. جڏهن ته ان ئي ڪتاب جو قلمي نسخو ڊاڪٽر بلوچ صاحب جن وٽ پڻ آهي، پر اهو يارنهن سؤ پندرنهن هجريءَ جو لکيل آهي سوبه ڪنبياري جي هڪ ڪاتب قريشيءَ جي هٿ اکرن ۾ آهي ۽ اهو ڪتاب ڊاڪٽر صاحب وارن شايع پڻ ڪرايو هو ۽ اسان وارو قلمي نسخو ڊاڪٽر صاحب جن وٽ محفوظ قلمي نسخي کان پندرنهن سال اڳ ۾ لکيو ويو.

مخدوم جي هٿن سان لکيل صرف هڪ ورق قلمي، اسان وٽ موجود آهي. مطلب ته ان ڏينهن ان قسم جي ڪچهري ڪري ڊاڪٽر بلوچ صاحب جن واپس وريا.

مون کي 5 جنوري 1965ع ۾ ماستريءَ جو آرڊر ضلع سانگهڙ ۾ مليو ۽ پهريون اسڪول الهداد لغاري مليو. جيڪو پرائمري



ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ريڊيو پاڪستان حيدرآباد جي پروگرام ’ساڻيھ جا سينگار‘ ۾ (1972ع)

اسڪول جعفر خان لغاريءَ جي برانچ هو، اتي رهندي ڊاڪٽر صاحب جن بابت ڄاڻ حاصل ٿي پر آءٌ ساڻن ملڻ لاءِ نه ويندو هوس. دل ۾ چوندو هوس ته آءٌ مسڪين ماستر ۽ هو وڏا ماڻهو. انهن وٽ منهن جو وڃڻ ٺهي ئي نٿو، پر جڏهن 1986ع ۾ منهنجو لکيل ڪتاب ”قبا ۽ قبر پرستي“ ڇپيو، تڏهن ڪتاب جي ڪاپي کڻي حيدرآباد يونيورسٽي اولڊ ڪئمپس ۾ بلوچ صاحب جن کي هديتاً ڏيڻ لاءِ پهتس. ڊاڪٽر صاحب جن ڪتاب ڏسي چيو ته: ابا! بزرگن تي قبا ته پلي هجن. مون چيو ته، سائين! مون وري دليل لکيا آهن ته قبا نه هجن. ڊاڪٽر صاحب جن وڌيڪ ڪونه ڳُڇيا.

۽ جڏهن 2004ع ۾ منهنجو لکيل ڪتاب ”سوانح حيات حضرت سائين پير وارا“ ڇپيو. تڏهن ڪتاب جي ڪاپي ڪين ڏيڻ لاءِ اولڊ ڪئمپس ويس. بلوچ صاحب جن ڪتاب ڏسي فرمايو ته ننڍن تي وڏن جو اهو قرض آهي ۽ تو اهو قرض ادا ڪيو آهي.

بلوچ صاحب جن جي وفات جو ٻڌي نورچشم مولوي محمد ادريس کي فون ڪيم ته بلوچ صاحب جي جنازي ۾ شرڪت ڪري ۽ ٻئي ڏينهن آءٌ به مسلم سوسائٽيءَ ۾ تعزيت لاءِ حاضر ٿيس پر اُتي شاميانن ۾ ڀڻ پوڻ مان ڪوبه نه هو جو صبح جو ٽائيم هو. پوءِ ميان عرض محمد جو پڇائي، اُن سان ملي تعزيت ڪيم.

فجزاه الله عَنَّا جَزاءً حَسَنا

محمد هاشم لغاري



# ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ- همٿ وارو انسان

سنڌ ڌرتي ڪيئي ماڻڪ موتي ۽ لعل پيدا ڪيا، ڊاڪٽر بلوچ صاحب به انهن مان هڪ هو. سائين سان واقفيت تڏهن ٿي جڏهن اسان ٽنڊي ڄام جي زرعي ڪاليج ۾ پڙهندا هئاسين. اسان جي داخلا کان به سال پوءِ سندس فرزند رفيق لغاري به اچي ٽنڊي ڄام ۾ داخلا ورتي ۽ هو اسان جي دوستيءَ جي حلقي ۾ شامل ٿي ويو. ان جي واسطي سان سندس اولڊ ڪيمپس واري گهر حيدرآباد ۾ ڊاڪٽر بلوچ صاحب سان ملاقات ٿي. اهو پانيان ٿو ته 1966ع يا 1967ع جو سال هو. ان وقت اسان شاگرد هئاسين. ان ڪري سائينءَ سان ڪو بحث نه ٿي سگهيو. ان وقت ڊاڪٽر نظر حسين لغاري ۽ هڪ به ٻيا به دوست گڏ هئا.

ان کان پوءِ وري سال 1973ع ۾ منهنجي NDVP ۾ ڪم ڪرڻ جو موقعو مليو ته سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ آفيس کولڻ لاءِ ڊاڪٽر بلوچ صاحب سان ملاقات جو موقعو مليو. تڏهن ڊاڪٽر بلوچ صاحب اتي وائيس چانسيلر هو. ان وقت اسان جو آفيسر هو- محمد رمضان شيخ، سو اسان ان ڪم ۾ جُنبي وياسين. ڊاڪٽر بلوچ صاحب اسان جي ڏاڍي مدد ڪئي. اسان کي NDVP جي آفيس لاءِ Administration Block ۾ هڪ مناسب ڪمرو ڏنو. باقي فرنيچر وغيره پنهنجو ورتوسين. آفيس جو افتتاح پيار علي الانا ان وقت جي وزير تعليم ڪيو. مون سان اهو زباني واعدو ڪيو ويو

ته توهان هتي Staff Officerطور ڪم ڪندؤ. پر، عين ان وقت خبر پئي ته اتي مير لطف علي ٽالپر صاحب کي Staff Officer مقرر ڪيو ويو آهي. حالانڪ مون ڏاڍي محنت ڪئي هئي. ايتري قدر جو بورڊ هٽڻ لاءِ مون خود هنن سان گڏ ڪڏا ڪوٺي بورڊ لڳايو هو. پوءِ مون کي ٽندوڄام ۾ Staff Officer ڪري رکيو ويو. ان ڪري ڊاڪٽر صاحب سان گھڻ رابطو رهيو.

وري جڏهن سال 1979ع ۾ اسلام آباد نوڪري ڪرڻ جو موقعو مليو. ان کان پوءِ وقت به وقت ڊاڪٽر صاحب سان رابطو رهيو. ان وقت ڳوٺ جعفر خان لغاري جا ٻيا به ساٿي جهڙوڪ: محمد خان لغاري، عبدالرحمٰن لغاري، محمد بخش لغاري، يوسف لغاري ۽ ٻيا ڪيئي نوجوان آهستي آهستي اچي اسلام آباد پيڙا ٿيا. اُتي سنڌ گريجوئيٽس ايسوسيئيشن جي پليٽ فارم تي ڪم ڪندا هئاسين. ان وقت اسلام آباد ۾ سنڌي نوجوانن کي نوڪريون جام مليون. ان ۾ خاص طرح سان لغاري ۽ چنڙ گھڻي تعداد ۾ هئا. اهو ضروري نه هوته هڪ طبقي جي مدد ٿي ۽ ٻي جي نه، پر هتي ٻيو حساب هو جيڪي ماڻهو همت ڪري پهتا انهن کي روزگار ملي ويو.

جڏهن سنڌ گريجوئيٽس ايسوسيئيشن جي ميمبرن تي ضياء سرڪار جي ڪاوڙ ٿي، ته اسان سنڌي ادبي سنگت کي

اڳتي آندو ۽ اُن جون گڏجاڻيون شروع ٿيون. سنڌي ادبي سنگت قائم ڪرڻ ۾ ڊاڪٽر حاجي خان ڪيريي جو وڏو هٿ هو. هن ڪوشش ڪري هڪ لائبريري به قائم ڪئي جنهن ۾ اسان سڀ شامل هئاسين. مون کي ياد آهي ته ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ به ان ۾ شرڪت ڪئي هئي. هو اسان جي دوستن جي لکڻين تي شاباس ڏيندو هو ۽ چوندو هو- ”واهه سائين واهه!“ ان کان علاوه سدائين هدايت ڪندو هو ته محنت سان ڪم ڪريو ته ڪاميابي اوهان جا قدم چمندي.
ان دوران هو پنهنجي ڳوٺ جي ماڻهن لاءِ سفارشي چٺيون سرائيڪي ۾ لکي موڪليندو هو. اسان به وس آهر ڪوشش ڪنداهئاسين. پوءِ ڪم ٿي ويندا هئا، پوءِ ائين اسلام آباد ۾ اسان جي سنڌين جو تعداد وڌندو رهيو. اڳ ۾ تمام ٿوري تعداد ۾ هوندا هئا.
ان سلسلي ۾ جن ماڻهن ڪوشش ڪئي، انهن ۾ نجم الدين مگريو، محمد يوسف ميمڻ، قربان بلوچ، محمد صديق مشوري، غلام علي شيخ، ابراهيم نظاماڻي، ڊاڪٽر حيدر سنڌي ۽ پيا شامل هئا. ڊاڪٽر صاحب جي ڳوٺ جو هڪ ماڻهو عمر خان لغاري به اسلام آباد ۾ آيو. ان کي علامه اقبال يونيورسٽيءَ ۾ نوڪري ملي. ان جو قصو ٻڌائڻو ضروري آهي. هيءُ جڏهن ڳوٺان نڪتو ته اسلام آباد پهچڻ لاءِ هن وٽ ڀاڙو نه هو. ڏس پتا پڇي روزانه مزدوري ڪندو

اڇي اٽڪل 20 ڏينهن ۾ اسلام آباد پهتو. مون کي پاڻ ٻڌايائين ته هڪ شهر ۾ هڪ مٿيءَ جو دڙو کيڏڻو هو. اندازو ڪيو ويو ته هي پنج ڏينهن وٺندو، ان ڪري سؤ رپيا تاريخ مزدوري طئي ٿي. عمر خان 6 فوٽ قد وارو، وڏين مڇن سان همت وارو انسان هو، هن اهو دڙو هڪڙي ڏينهن ۾ پٽي ڪم پورو ڪيو. وري جو هيءُ اسلام آباد جي گهٽين ۾ وڏي ورن واري شلوار پائي مڇون وٺيندو هلندو هو ته هڪ ڏينهن پوليس هن کي ذاڙيل سمجهي وٺي ويئي. ڊاڪٽر صاحب چيو: بابا هن جي پوئواري ڪريو. ٻوڙي ڏُکي همراهه کي ڇڏايوسين.

ڳوٺ عيد وغيره تي اچبو هوته ڪو نڪو ماڻهو گهر جي سنڀال لاءِ ويهاربو هو. هڪ هفتي عمر خان اتي ويهاري آياسين. واپسي تي پر واري گهر نذير صاحب جي گهر واري ٻڌايو ته: ”اتني بڙي مونچهين اور شلوار مين ني کبهي نهين ديکهي.“

انهيءَ وقت دوران سائين مولوي عبدالڪريم لغاري (منهنجو استاد) ڪتاب- ”ٿڌا وڻ ولهار جا“ لکيو ته مون کي چيائون ته بابا اوهان اسلام آباد ۾ رهندا آهيو، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ کان هن ڪتاب جو مهاڳ لکائي وٺو. آءٌ سائين بلوچ صاحب وٽ حاضر ٿيس ۽ هِنن مهاڳ لکي ڏنو. بعد ۾ ڊاڪٽر بلوچ صاحب ٻڌايو ته انهيءَ ڪتاب کان متاثر ٿي مون پنهنجي ڳوٺ

جعفر خان لغاري تي ڪتاب لکيو. پاڻ چوندا هئا ته جيڪڏهن هر ڳوٺ جو پڙهيل ماڻهو پنهنجي ڳوٺ جو احوال لکي ته سنڌ جي ڳوٺن جي هڪ وڏي تاريخ تيار ٿي پوي. بعد ۾ مون اها ڳالهه مختلف اثارٽيز تائين پهچائي ته جيڪڏهن تعلقي جي سطح تي اها اسڪيم ٺاهجي ته واقعي هڪ بهترين تاريخ تيار ٿي پوي.

سنڌ ۾ آءٌ مختلف عهدن تي رهيس. ان دوران به ڊاڪٽر صاحب سان رابطو رهيو. پاڻ هميشه لکڻ، پڙهڻ ۽ محنت ڪرڻ جي تلقين ڪندا هئا. ان دوران مون غلام خان پرڳڙي تي ڪتاب لکڻ وارو ڪم هٿ ۾ ڪنيو. اصل ۾ اهو ڪم مون پهرين اسلام آباد کان شروع ڪيو ۽ بعد ۾ جتي به موقعو مليو، لکندو رهيس. ان زماني ۾ پاڻ لاڙڪاڻي ۾ آيا، جتي آءٌ DCO هيس. پهرين دفعي ڊاڪٽر صاحب کي اهو ڪم ڏيکاريم. سائين ڏاڍو خوش ٿيو ۽ همت افزائي ڪيائون. منهنجي دل خوش ٿي ويئي ۽ اجان به جذبا جوان ٿيا. ان کان اڳ ۾ هڪ دفعي خواهش جو اظهار ڪيائون ته اوهان جي ڳوٺ مسڻ وڏي ۾ مولوي عبدالڪريم سان ملجي. خير ان جو بندوبست ڪيوسين ۽ ڊاڪٽر صاحب کي پهرين مسڻ وڏي ۽ بعد ۾ پنهنجي ڳوٺ قاضي نور محمد لغاري وٺي وڃڻ جو موقعو مليو ۽ اُتي سٺي ڪچهري به ٿي.

ٻي دفعي وري هڪ پروگرام ٿاهيو- ماڳ ڏسڻ ۽ ادبي ڪچهريءَ جو، جنهن ۾ نيلوفريءَ جا ماڳ ڏٺاسين. پير ڪڪي ۾ سائين محمد هاشم جي چانھ پيتي سين. اتي به حال احوال ٿيندا رهيا. ان کان بعد اسان جي ڳوٺ ۾ ادبي گڏجاڻي ۽ محفل موسيقي ٿي، جنهن ۾ چاهت سان شرڪت ڪيائون. انهيءَ ادبي گڏجاڻيءَ ۾ رئيس عبدالرحمٰن لغاري، سائين فتح محمد ٿيبو، عبدالواحد عاصي هَڪڙو، مولوي خليل ڪوسو، ڊاڪٽر عبدالعزيز لغاري، ڊاڪٽر محمد ايوب، علي محمد ولهاري، استاد غلام قادر، جان محمد جهانگي ۽ ٻين شرڪت ڪئي. ان ۾ ٻين ڳالهين کان علاوه ڊاڪٽر صاحب جان محمد جهانگي کان ”ناسڪي“ جي باري ۾ تفصيل سان پڇيو. جان محمد جهانگي کيس سموري تفيصل کان آگاهه ڪيو. آخر ۾ ڊاڪٽر صاحب حڪم ڪيو ته ڳاڙهي صدر جي زيارت ڪجي جيڪو اصل پروگرام ۾شامل نه هو پر پوءِ اُتي وياسين ۽ دعائون گهري واپس حيدرآباد پهتاسين.

مون جڏهن ڪتاب پرڳڙي صاحب تي پئي لکيو ته پاڻ هفتي ۾ هڪ به دفعا يادگيري ڏياريندا هئا ته ڪڏهن ڪتاب مڪمل ٿيندو ۽ ان لاءِ هميشه همٿائيندا رهندا هئا. هِن ڪتاب جو مهاڳ به ڊاڪٽر صاحب لکيو. پاڻ ڪڏهن ڪڏهن گهر هليا ايندا هئا ۽ ڪمپيوٽر تي ڪتاب جو معائنو ڪندا هئا ۽ صلاحون پڻ ڏيندا رهندا هئا. جڏهن ڪتاب ڇپجي تيار ٿيو

ته ڏاڍو خوش ٿيا ۽ مون کي شاباس ڏنائون، ۽ ڪتاب جي Launching ۾ اِهو چيائون ته هيءُ هن صديءَ جو وڏو ڪتاب آهي.
آءٌ جڏهن سيڪريٽري تعليم ٿيس ته مون کي خط لکيائون ته تعليم کي سڌارڻ جي ضرورت آهي ۽ اوهان ئي ان ۾ ڪجهه ڪري سگهو ٿا. اهڙو خط ان وقت جي وزير ڊاڪٽر حميده کهڙو صاحبه کي به لکيائون. اسان پنهنجي ڪوشش ڪئي پر پوءِ حسبِ معمول منهنجي بدلي ٿي ويئي ۽ اسان جا خواب اڌورا رهجي ويا.
هو سدائين تلقين ڪندا رهندا هئا ته لکڻ جو ڪم نه ڇڏيو ۽ اِها خدمت سدائين ڪندا رهو. مون کي ڪافي دفعا اِهو چيائون ته ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن جي زماني ۾ جيڪو آبپاشيءَ تي ڪم ٿيو هو، ان تي هڪ سٺي تاريخ لکي سگهجي ٿي.
حيدرآباد ۾ سائين هر محفل جا مور هوندا هئا. پوءِ اُها ادبي يا تاريخي هجي يا سنڌي نوجوانن کي C.S.S ۾ اول اچڻ جي تقريب يا سندن سالگره، هو سدائين نوجوانن کان به اڳرا نڪرندا هئا. سائين آفتاب شاهه چاموٽ جي دعوت هجي يا دُر محمد پٺي وٽ ٽنڊي محمد خان ۾ گڏجاڻي، هو سدائين وقت تي ايندا هئا ۽ ڪلاڪن جا ڪلاڪ ويهي توجه سان هر ڳالهه ٻڌندا هئا. هو ڪڏهن به ڪنهن جي باري ۾ گلا نه ڪندا هئا. آخري وقت ۾ به مون کي ياد ڪيائون.

سندن رحلت کان ڏهاڪو ڏينهن اڳ سندن ڌيءُ عارف لغاري فون ڪئي ته سائين اوهان کي ياد ٿو ڪري. مون چيو جڏهن به سکر کان حيدرآباد اچبو ته سائين سان ضرور ملبو پر پوءِ اهو موقعو نه ملي سگهيو ۽ پکي پڃريءَ مان پرواز ٿي ويو. مون کي عارف لغاريءَ اِهو به ٻڌايو ته آخري وقت کان ٿورو اڳي اِهو چيائون ته محمد هاشم کي فون ڪريو پر فون به نه ملي سگهيو ۽ اسان سائين سان نه ڳالهائي سگهياسين. پر اِهو ضرور چاٽون ٿاته سائين ڊاڪٽر بلوچ صاحب اِهو چوڻ ٿي چاهيو ته اُٺو قلم کڻو، لکو ۽ لکندا ئي رهو.

عنايت بلوچ



# آديسي آديس، هتان ڪري هليا...

(ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي ياد ۾)

اڄ ڪتابن جا ورق ويڳاڻا ٿا لڳن. سنڌي ثقافت، ٻولي، سنڌ جي
تاريخ ۽ سنڌي لوڪ ادب جو چهرو مايوس، ملول ۽ اُداس نظر
اچي رهيو آهي. سياري جي سيءَ ۾ مچن تي ڪچهرين مچائڻ
جو مور اسان کان جدا ٿي ويو. لطيف جي پيرن پٺيان پير کڻي
هر ان ماڳ مڪان تي پهچڻ ۽ لطيف تي مشاهداتي تحقيق
ڪرڻ وارو اڪيلو ماڻهڪ، لطيف جو پارکو ۽ لطيف جو
وڻجارو سائين ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ لاڏاڻو ڪري ويو.
هڪ بيمثال عالم ۽ لاجواب محقق ظاهري طرح بقا جي اهڙي
سفر تي راهي ٿي چڪو آهي جتان ڪوبه موٽي نه ايندو آهي،
پر جي اندر جي اکين سان ڏسون ٿا ته ائين ٿو محسوس ٿئي ته
نه هو اسان جي دلين کان ڏار ۽ نه وري اسان کان هڪ پل لاءِ
به پري ٿيو آهي. سنڌ جي شهرن، ڳوٺن، واهڻن، وسندين، ٿرن،
برن ۽ پِڙن تي سندن ئي قائم ڪيل ڪچهرين جي قولن، ٻولن ۽
گفتن جو غوغاءُ هر سنڌيءَ جي ڪنن ۾ گونجي رهيو آهي.
مداحن، مناجاتن ۽ مولودن جون روح پرور محفلون جڏهن به
مچنديون ته سندن چاهيندڙن طرفان پنهنجي محسن جو ذڪر
پيار، پاٻوهه ۽ محبت ڀرين لفظن ۾ ڪيو ويندو. ڏور، ڏوهيڙن،
ڳجهارتن، بيتن، مناظرن ۽ سينگار شاعري جي رهاڻ رچائڻ
لاءِ جڏهن ۽ جتي به سنڌ جا سگهڙ گڏ ٿيندا ته انهن محفلن جي
صدارت هاڻي به ڊاڪٽر بلوچ جي حوالي ڪئي ويندي ۽
سندن روح تراوت وٺڻ لاءِ اُتي ضرور موجود هوندو. مٿاهين

سطح تي سنڌي ٻولي هجي توڙي ثقافت جا وسيع دائرا هجن، تهذيب، تمدن ۽ تاريخ تي تحقيق هجي يا لطيف شناسي جي جاکوڙ هجي، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ عالمن، اديبن، ليکڪن ۽ محققن جي سٽ ۾ تارن ۾ چنڊ جيان چمڪندو نظر ايندو.

اسان سنڌي پاڻ کي ڪيڏو نه خوش قسمت سمجهون ٿا جو اسان پنهنجي ايندڙ نسل کي وڏي فخر سان اهو ٻڌائي سگهون ٿا ته اسان سنڌ جي بيمثال عالم ڊاڪٽر نبي بخش بلوچجي دؤر ۾ رهندا هئاسين، اسان ساڻن مليا هئاسين ۽ ساڻن ڪچهرين ڪرڻ جو شرف به اسان کي مليو هو. اجا وڌيڪ اوچو ڳاٽ ڪندي کين اهو به ٻڌائيندا سين ته اسان دنيا جي مڃيل مفڪر، ڏاهي ۽ شاهه جي پارکو علامه آءِ.آءِ.قاضي کي به ڏٺو هو جنهن ڊاڪٽر برناڊ شا (Dr. Bernard Shaw) جهڙي عالمي مفڪر سان علمي ۽ فڪري سطح تي ٽڪر کاڌو هو. اسان پنهنجي نئين نسل کي اها ڄاڻ به ڏيندا سين ته اسان جي ئي دؤر ۾ شيخ اياز جهڙو عظيم شاعر پيدا ٿيو هو جنهن لطيف کي پنهنجو رهبر بنائي ڪلاسيڪل مان جديد سنڌي شاعريءَ جا نوان لاڙا ۽ حيران ڪندڙ نت نوان رخ ڳولي لڌا هئا، اسان فخر مان سنڌي سپوتن جي نئين ٽهيءَ کي اهو به ٻڌائيندا سين ته هڪڙو عظيم تاريخدان ۽ محقق سنڌ ۾ اهڙو به هو جيڪو نه اسڪولن ۽ ڪاليجن ۾ پڙهيو ۽ نه وري يونيورسٽين ۾ ويو پر سندن علم جي

خداداد ذات انهن بلندين کي ڇهي ورتو هو جو يونيورسٽين جا
پي ايچ.ڊي جا طالب علم ڊاڪٽريءَ جو ڊگريون حاصل ڪرڻ
لاءِ سندن رهبري حاصل ڪرڻ جا منتظر رهندا هئا ۽ اهڙو
املهه ماڻڪ پير حسام الدين راشدي هو، جنهن کي ڏسڻ ۽ جنهن
سان ملاقات ڪرڻ جو شرف پڻ اسان کي مليو هو. سندن وڏو
ڀاءُ پير علي محمد راشدي، جيڪو پڻ مدرسن ۾ پڙهيو ۽ فقط
پرائمري تعليم جا چار- پنج درجا به هِتان هُتان ڪري پاس
ڪيائين. سو پڻ وڏو علم جو اڪابر انسان هو جنهن سنڌ کي
”اُهي ڏينهن، اُهي شينهن“ جهڙا تاريخي ڪتاب تحفي ۾ ڏنا، ته
اسان ان سان به روح رچنديون رهاڻيون ڪيون هيون ۽ ها
وري جنهن شخصيت کي عرب ملڪن جا اسڪالر، پنهنجن ئي
ملڪن جي تاريخ يا علم و ادب تي عربي ۾، عربن کان به
وڌيڪ فصاحت بلاغت سان، تقرير ڪندي کين حيرت ۾
گهوريندا رهجي ويندا هئا، اهو قرآن، حديث ۽ فقه جو وڏو عالم
علامه غلام مصطفيٰ قاسمي هو، اسان کي ان جي زيارت جو
شرف پڻ مليو هو. پر ترسو.... ٻه ڪلجڳ جا ڪاپڙي سائين
محمد ابراهيم جويو (مفڪر ۽ عظيم تعليمي ماهر)
۽ ڪامريڊ سوڀو گيانچنداڻي (سنڌ جي جيئري جاڳندي تاريخ)
اسان ۾ اڃا به موجود آهن ۽ لطيف چواڻي ته: "پيئي ڪٽي پساهه،
پسڻ ڪارڻ پرينءَ جي" الله پاڪ کين وڏي ڄمار ڏئي، سندن
وجود سنڌ جي لاءِ وڏي غنيمت ۽ نعمت آهي. هڪ ٻيو اڪابر

انسان جيڪو سنڌي ٻولي، ثقافت ۽ سنڌ جي علمي ۽ ادبي تاريخ جو مُهندار ۽ مانجهي مٽيادار آهي سو آهي ڊاڪٽر غلام علي الانا. جيڪو پڻ اسان ۾ موجود آهي ۽ آئنده لاءِ سنڌ جي ماڻهن کي سندن ئي رهبريءَ جي سخت ضرورت پوندي. (الله پاڪ کين سهڻي صحت ۽ وڏي ڄمار عطا فرمائي. آمين)

بيان ڪيل اسان جا سپيئي هيرا ۽ موتي بيمثال آهن پر جيئن ڪوهه نور هيرو، جنهن کي مون پاڻ پنهنجي اکين سان ڏٺو، ٻين سڀني هيرن کان وڌيڪ چمڪدار، سهڻو ۽ نرالو، تيئن ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ (علامه آءِ.آءِ.قاضي جي حيثيت کي نج فلسفي جي خاني ۾ جدا رکندي) سنڌ جي علم، ادب، تاريخ، تحقيق، لوڪ ادب ۽ لطيفيات ۾ سڀني کان اڳرو، اڳيرو ۽ اتاهون آهي. سندن ڇپيل بيشمار ڪتابن کي پڙهڻ لاءِ سالن جا سال گهرجن تڏهن به انهن کي پڙهي پورو ڪرڻ ذري گهٽ ناممڪن آهي ته پوءِ ٿورو تصور ڪجي ته ڊاڪٽر صاحب کي تحقيق ڪرڻ، هزارين مسودن کي اٿلائڻ پٿلائڻ، ڪتابن لکڻ ۽ ڪيئي ڀيرا انهن جا پروف ڏسڻ ۽ انهن کي ڇپڻ ۾ ڪيترا سال لڳا هوندا ۽ ڪيتري محنت ۽ جاکوڙ ڪرڻي پئي هوندي، ان حقيقت کي نه لفظن ۾ بيان ڪري ٿو سگهجي ۽ نه وري ان جو صحيح اندازو لڳائي ٿو سگهجي.

ڊاڪٽر بلوچ صاحب مون تي ڏاڍو مهربان هوندو هو. مون کي اهو فخر ۽ اعزاز حاصل آهي ته شاهه لطيف جي رسالي تي سندن

تحقيق جي نتيجي ۾ چپر ايل ڏئي جلد مون کي تحفي طور عنايت ڪيائون ۽ هر جلد تي سندن پنهنجن هٿ اکرن سان لکيل آهي: "پيار مان پياري عنايت جي مطالعي لاءِ." جيئن ته مون تي گهڻي شفقت فرمائيندو هو ته مون کي ذاتي طور تي خبر آهي ته ڊاڪٽر صاحب هڪ عشق جي ڦندي ۾ ڦاسي ويو هو ۽ ان عشق کي، پنهنجي زندگي جي تند ٽٽڻ تائين توڙ نڀايائين. هتي اهو به ٻڌائڻ ضروري آهي ته ڊاڪٽر صاحب هڪ سچو مسلمان ۽ پڪو پاڪستاني هو، پر جيئن مٿي ٻڌايو اٿم ته ڊاڪٽر صاحب جو عشق فقط ۽ فقط سندس چنچل محبوبا ”سنڌ“ سان ٿيو هو. جيڪو ڪجھ به تقريرن ۾ چيائين ۽ جيترو ۽ جيڪو ڪجھ لکيائين ته فقط سنڌ تي لکيائين ۽ سنڌ لاءِ لکيائين. ڊاڪٽر صاحب جيڪڏهن چاهي ها ته اسلام توڙي پاڪستان تي اهڙا تحقيقي ڪتاب لکي ها جو دنيا دنگ رهجي وڃي ها. پر تعريف هر ڪو ان شيءِ يا شخصيت جي ڪندو آهي جيڪا کيس پياري ۽ محبوب هوندي آهي ۽ ڊاڪٽر بلوچ جي محبوبا فقط ۽ فقطسنڌ هئي، تنهن ڪري عشق جي ڳالهه ئي نرالي هوندي آهي، بس جنهن سان ٿي وڃي، پوءِ ڪنهن ٻي جي لاءِ سُڌ سماءُ ۽ سرت ئي ماٺهوءَ ۾ نٿي رهي، جيئن ته سندن نظرن ۾ سنڌ سڀني کان وڌيڪ سهڻي ۽ سلڇڻي هئي، سنڌ جو حسن سڀني کان سرس ۽ سنڌ ڪنوار جا سينگار سڀني کان سوايا هئا ۽ سنڌ جو لطيف دنيا جي سڀني شاعرن کان وڌو مهندار شاعر هو، تنهن ڪري ڊاڪٽر

صاحب سنڌ جي ٻولين، لولين، لڇڻن، تهذيب، تمدن، ثقافت، تاريخ
۽ جاگرافي کي اجاگر ڪيو ۽ شاهه تي بيمثال تحقيقي ڪم ڪيو.
ڪشالا ڪاٽي، پيرين پيادو پنڌ ڪري سنڌ ۽ بلوچستان جي
واهڻن، وسندين ۽ ڳوٺن تائين پهچي لوڪ ادب جي مختلف
صنفن کي نه رڳو سنڌ ۽ سنڌين آڏو پيش ڪيو پر سڄا سارا 42
جلد لکي سڄي دنيا کي حيران ڪري ڇڏيائين چوته ڪنهن به
ملڪ ۾ لوڪ ادب تي ايترا سارا ڪتاب شايد اڃا تائين نه لکجي
سگهيا آهن. اڃا به ڪن صاحبن طرفان سنڌن لوڪ ادب اسڪيم
۾ رڪاوٽون وڌيون ويون، ڊاڪٽر صاحب خلاف ڪورٽن ۾
ڪيس هليا ۽ ڪيترائي سال لوڪ ادب تي وڌيڪ ڪم نه ٿي
سگهيو، نه ته ڊاڪٽر صاحب جن جي چوڻ مطابق جنهن تيزيءَ
سان لوڪ ادب جي مختلف موضوعن تي ڪم جاري هو،
انهيءَ رفتار سان ان کي جاري رهڻ ڏنو وڃي ها ته لوڪ ادب
جي ڪتابن جو تعداد پنجاهه کان به مٿي هليو وڃي ها.
سنڌ سان عشق جا به اکين ڏٺا مشاهدا، جيڪي مون اڳ ۾
ڊاڪٽر صاحب جي لاڏاڻي تي پنهنجي لکيل مضمون "تاريخ
جو وڇوڙو" ۾ بيان ڪيا آهن انهن کي پيهر هتي ورجايان ٿو
ته جن صاحبن کان منهنجو اهو مضمون پڙهڻ کان رهجي
ويو هجي ته هاڻي هتي پڙهي سگهن ٿا:
1986ع ۾ آءٌ آمريڪا جي گاديءَ جي هنڌ واشنگٽن ڊي.سي ۾
قائم سمٿسونين ميوزيم گهمڻ ويس. هيءُ ميوزيم اٿن کان ڏهن

مختلف عمارتن تي مشتمل آهي. هڪڙي جڳهه تي لکيل هو، **A Sindhi Home** بجليءَ جو ڪرنٽ محسوس ڪيم ۽ ڪجهه سمجهه ۾ نٿي آيم ته واشنگٽن جي سمٿسونين ميوزيم ۾ اهو سنڌي گهر، ڪنهن ٺاهيو هو، يا ان کي ٺاهڻ ڪيئن ڏنو ويو هو؟ سنڌي گهر ۾ اندر چا وجي ڏسان ته هڪ ٿري عورت سوسيءَ جا ڪپڙا پائي ڏڏ پئي ولوڙي، ٻي مائي چڄ ۾ اَن ويٺي چنڊي ۽ ٽين مائي سنڌي رِلي ويٺي سبي ۽ سَنهي سئيءَ سان ان کي ٽوپو ويٺي ڏئي، وغيره وغيره. خوشي ۽ جذبات ۾ سرشار ٿيندي ميوزيم جي رکوالي کان پڇا ڪيم ته هن هڪدم رجسٽر کولي مون کي ٻڌايو ته ڪو صاحب پاڪستان کان هتي آيو هو، سندن نالو ڊاڪٽر اين.اي.بلوچ هو، اهو ڪيترا ڏينهن هتي ترسيل هو ۽ **Sindhi Home** به ان ئي ٺاهيو هو. پاڪستان واپس ورڻ تي ڊاڪٽر صاحب جن کان جڏهن اها ڳالهه معلوم ڪيم ته پاڻ مون کي هيئن ٻڌايائون:

"پاڪستان جي حڪومت مون کي حڪم ڪيو ته سمٿسونين انسٽيٽيوٽ (ميوزيم) ۾ پاڪستان جي ثقافت جي حوالي سان ڪا اهڙي شيءِ قائم ڪري اچان، جيڪا پاڪستان جي نمائندگي ڪري. مون گهڻي سوچ ڪرڻ کان پوءِ فيصلو ڪيو ته سنڌ جي ثقافت پوري پاڪستان ۾ سڀني کان وڌيڪ قديم به آهي ته بين الاقوامي سطح تي جڳ مشهور به آهي، تنهن ڪري مون ڊاڪٽر ڪنيز (Dr. Knez) جيڪو هن منصوبي جو انچارج

هو، ڪي **Sindhi Home** ڏاهڻ جو مشورو ڏنو. جيڪو هن به بنا دير ڪڻي قبول ڪيو.
ڊاڪٽر بلوچ ڪي ته فقط اهڙي ثقافتي شيءِ ڏاهڻ لاءِ موڪليو ويو هو، جيڪا پاڪستان جي نمائندگي ڪري پر اتي به هو "سنڌي گهر" ڏاهي آيو ۽ اها پرواهه به نه ڪيائين ته ائين ڪرڻ سان ڪين تڪليف به اچي سگهي ٿي. پر سنڌ جي عشق ڪين ڪنن به نتيجي ڀوڳڻ لاءِ سوچڻ تي به مجبور نه ڪيو ۽ هو سمنڊ سونين ۾ ”سنڌي گهر“ قائم ڪري واپس وريو. فقط اهڙن جرئتمندي وارن عملي قدمن سان ئي سنڌ جيئندي ۽ جيئندي رهندي. انشاءَالله.
1983ع ۾ آءُ پئرس ويس، جتي الجزائر جي مسلمانن جي هوٽل مونديال ۾ وڃي رهيس. رسيپشن تي سامهون رکيل وڏا نقش نظر آيم، جن تي مڪلي جي چوسالي ۽ هالا ٽائيلز جو رنگ نظر آيو، انهن پينٽنگز تي لکيل هو: **Glimpses from Sindh** يعني "سنڌي تهذيب جون جهلڪيون" خوشيءَ سان گڏ حيرانگي وٺي وئي. ڪائنٽ پڇيم: هي سنڌ جا نقش اوهان وٽ ڪٿان آيا ته هو فرينچ ۾ شروع ٿي ويا. فقط ايترو سمجهه ۾ آيو "ڊاڪٽر بلوچ". جيڪو دوست مون ڪي هوٽل تي وٺي ويو هو ۽ فرينچ چڱيءَ طرح ڳالهائيندو هو، ان جي پڇڻ تي هوٽل وارن ٻڌايو ته: ڊاڪٽر بلوچ ڪيترا ڀيرا پئرس آيو آهي ۽ هميشه اسان جي هوٽل ۾ اچي رهندو آهي. اهو هي پينٽنگون هتي رکرائي ويو

هو ۽ تاڪيد ڪري ويو هو ته هنن کي رسيپشن تان هرگز نه هٽائجو. هي واقعو به ان ڪري لکيو اٿم ته ان کي پڙهي من اسان جو نوجوان نسل به سنڌ کي جيئارڻ لاءِ اهڙا عملي قدم کڻي.
جڏهن آءٌ ريڊيو پاڪستان حيدرآباد تي اسٽيشن ڊائريڪٽر هوس ته ڊاڪٽر صاحب جن بغير اڳواٽ اطلاع ڪرڻ جي اڪثر مون وٽ هليا ايندا هئا. جيئن ته ائين اچڻ سندن نظم ۽ ضبط رکندڙ طبعيت جي خلاف هو ته هڪ دفعو کانئن پڇڻ جي جرئت يا گستاخي ڪري ويٺس ته منهن تي مرڪ آڻيندي ٻڌايائون ته دوستن ڏي لکيل خط پوسٽ آفيس حوالي ڪرڻ ايندو آهيان، جيئن ته ريڊيو پاڪستان سامهون آهي ته دل چوندي آهي ته اوهان وٽان جهاتي پائيندو وڃان. هڪ ڀيرا ساڻن حجت ڪندي عرض ڪيم ته پلا جي آيا آهيو ته عنايت تي عنايت ڪندا وڃو ۽ ڪجھ رڪارڊ ڪرائيندا وڃو. ڊاڪٽر صاحب جن جي نٺائڻ باوجود کين منٿ ڪري اسٽوڊيو ۾ وڃي ويهاريو هو ۽ سنڌ جي تاريخ جي ڪنهن به موضوع تي ساڻن گفتگو ڪبي هئي، بغير ڪنهن تياري جي ۽ بغير ڪتاب کي سامهون رکڻ جي تاريخ وار تفصيل ٻڌائيندا ويندا هئا، آءٌ ۽ مرحوم مراد علي مرزا حيرت ۾ کين گهوريندا رهجي ويندا هئاسين. مثال طور: سڪندر اعظم جڏهن نندي کنڊ ۾ آيو ته ڪڏهن آيو، ڪٿي ويو ۽ ڪنهن سان مليو. .... البيروني ڪڏهن هتي آيو، چا چا ڪيائين ۽

سندس ڪارناما ڪهڙا هئا وغيره. مجال آهي جو
ڪتابن پيٽڻ سان تفصيلن ۽ ٻڌايل تاريخن ۾ ڪو فرق اچي.
سنڌ جي تهذيب ۽ تمدن سان ڊاڪٽر بلوچ جي عشق جو هڪ پيو
قصو به هتي بيان ڪجي ٿو جيڪو ڊاڪٽر صاحب جن پاڻ مون
کي ٻڌايو هو. ڊاڪٽر صاحب چيو ته کين اها ڳالهه هميشه پئي
کٽڪندي هئي ته ڦيٿي (Wheel) جي ايجاد کي گهڻو ڪري
فارس يا ايران سان منسوب ڪيو وڃي ٿو يا وري ڪجهه ڪتابن
۾ ان کي هندستان جي ايجاد ڪوٺيو ويو آهي. ( /Persian
Indian Wheel) ڊاڪٽر صاحب فرمايو ته سندن ذهن جي
ڪنهن گوشي ۾ اها ڳالهه ويٺل هئي ته ڦيٿو سڄي دنيا ۾ سڀ کان
پهريون سنڌ ۾ ايجاد ٿيو.
جڏهن ڪجهه سال اڳ سکر بئراج جي گولڊن جوبلي جي موقعي
تي هڪ بين الاقوامي ڪانفرنس جو اهتمام ڪيو ويو ته بئراج
جي اڏيندڙن يعني انگلنڊ مان ڪافي انجنيئرن ۽ وڏن ماهرن کي
دعوت ڏئي گهرايو ويو ته ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ صاحب کي به
خاص مقالو پيش ڪرڻ لاءِ عرض ڪيو ويو. ڊاڪٽر صاحب
جن ڏينهن رات کوجنا ڪرڻ ۾ مصروف ٿي ويا، نيٺ سندن
جستجو ۾ کين ڪاميابي حاصل ٿي ۽ عربي زبان جي هڪ قديم
ڪتاب مان ڳولي هٿ ڪيائون ته جنهن ايجاد کي عرف عام ۾
پرشين ويل يا انڊين ويل چيو ٿي ويو اهو درحقيقت "سنڌين ويل"
(Sindhian Wheel) هو. جڏهن لئائڊ بئراج ( LLOYD

(BARRAGE) سکر جي ڪناري تي منعقد ٿيل هڪ وڏي ڪانفرنس ۾ ڊاڪٽر صاحب جن اهڙو انڪشاف ڪيو ته ڪانفرنس ۾ شرڪت ڪندڙن کي ڏندين آڱريون اچي ويون ۽ ڊاڪٽر صاحب جن جي چوڻ موجب انگلنڊ جي ڪيترن تاريخدانن ڪانئن ان حوالي جو ذريعو پڇيو جيڪو ڊاڪٽر صاحب کين ٻڌائي چڪيو هو. اهڙيءَ طرح ڊاڪٽر صاحب جن جي جاکوڙيندڙ تحقيق جي نتيجي ۾ جنهن ايجاد جو اعزاز ايران يا انڊيا ڏي ٿي ويو، اهو سنڌ جي حصي ۾ اچي ويو.

ڊاڪٽر بلوچ صاحب هڪ ٻن تقريرن ۾ اهو به انڪشاف ڪيو هو ته "شاهه جو راڳ" جيڪو شاهه عبداللطيف ڀٽائي جي درگاهه تي ذري گهٽ ٽن صدين کان لڳاتار ڳايو وڃي ٿو، اهو سڄي دنيا ۾ سڀني کان پراڻو ميوزڪ اسڪول آهي ۽ ڪنهن به ملڪ ۾ اهڙو ڪو به موسيقيءَ جو ادارو ڪونهي جنهن جي ڄمار ڏيڍ سؤ سالن کان مٿي هجي، جڏهن ته شاهه جو راڳ جنهن کي لطيف سائين پاڻ ڳائي شروع ڪيو هو، بلڪل انهيءَ انداز، آلاپ ۽ لهجي سان ٽن سؤ سالن کان وٺي اڄ ڏينهن تائين لڳاتار قائم آهي، جنهن ۾ ڪو به خلل يا رخنو نه آيو آهي.

ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جهڙا بيمثال اديب محقق ۽ اسڪالر قومن ۾ صدين کان پوءِ پيدا ٿيندا آهن ۽ اها خوش قسمتي سنڌ جي هئي جو ڊاڪٽر صاحب جن جهڙو اورچ ۽ جاکوڙي انسان ان ۾ پيدا ٿيو ته ساڳئي وقت ڊاڪٽر بلوچ جن جي به خوش قسمتي هئي

جو هو سنڌ ۾ پيدا ٿيو، چاڪاڻ ته سنڌ ۾ باصلاحيت ماڻهن جي
ناقدري اوَج تي هئڻ جي باوجود، ڊاڪٽر صاحب جن کي سندن
زندگي ۾ ئي مانُ ۽ مڃتا ملي ۽ سنڌي اديبن ۽ ليکڪن (سواءِ انهن
چند ماڻهن جي جن کين تڪليفون پهچايون) ڊاڪٽر نبي بخش
بلوچ جن جي تحقيقي ۽ علمي لياقتن کي دل سان تسليم ڪيو ۽
سندن زندگيءَ ۾ ئي کين اُهو مانُ ۽ مرتبو مليو، جنهن جا هو بجا
طور تي مستحق هئا.

دعا آهي ته سنڌ جي موجوده اديبن، ليکڪن ۽ شاعرن منجهان يا
اسان جي نئين نسل مان من ڪنهن ۾ ڪو جذبو جاڳي، ڪا کين
رِيس اچي ته جيئن ڊاڪٽر صاحب جن جي ڪنيلقدمن پٺيان هلندي
سنڌ جي سينڌ کي ڪو سنواري چڏي ۽ جيڪي ڪم، ممڪن
آهي تهڊاڪٽر صاحب جن ڪٿي اڌورو يا اڻپورو ڇڏي ويا هجن
ته انهن ڪمن جي نه رڳو تڪميل ڪري پر انهن کي اڃا ايترو
ته اڳڀرو ڪڍي وڃي جو من ڪنهن نئين ڊاڪٽر بلوچ جي پيدا ٿيڻ
جا امڪان يا آثار نظر اچي وڃن. (آمين!)

آديسي آديسُ، هتان ڪري هليا،
ڪاپڙين قلب ۾، ڪيو ڏوراڻو ڏيس،
ويراڳي نئون ويس، رانوَل ڍڪي رَميا.

(لطيفؒ)

مولوي ڊاڪٽر محمد ادريس السنڌي

# ڊاڪٽر بلوچ سان وابسته ڪجھ يادون

پنهنجي پياري وطن سنڌ ۾ ڪيترين ئي نرالين شخصيتن جنم ورتو، جن مان ڪن لاءِ چيو ويو ته؛ تاريخ ساز شخصيت هئي، ڪن لاءِ لکيو ويو ته وڏو تاريخدان هو ۽ ڪيترن بابت ٻڌايو ويو ته مؤرخ يعني تاريخ نويس هو، پر انهن سڀني وصفن جي جامع ڪا شخصيت ڳولهجي ته هن ويجهي دور ۾ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ صاحب ئي ان جي مصداق بڻبو. بلڪه ان لاءِ اهو چئي سگھجي ٿو ته هو خود تاريخ هو

سنڌ ۾ اديب ۽ فاضل ته ڪافي پيدا ٿيا آهن، پر همت افزائي ڪرڻ ۾ نمايان (منهنجي نظر ۾) ٻه شخصيتون هيون؛ علامه غلام مصطفي قاسمي ۽ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، جن وٽ جيڪو به ويندو هو ته هو ان کي مايوس نه ڪندا هئا، بلڪه حوصلو وڌائيندا هئا، رهنمائي ڪندا هئا . جڏهن ته سنڌ جا ڊاڪٽر اديب گھڻو ڪري انهيءَ وصف کان وانجهيل آهن.

ڊاڪٽر بلوچ صاحب سان منهنجون ڪافي يادون وابسته آهن. دل چاهيو ته انهن کي محفوظ ڪري ڇڏجي، هن کان اڳ جو مٽيءَ ۾ مدفون ٿي وڃن.

## مولوي صاحب! علم ۾ بخل نه ڪبو آ:

حيدرآباد کان سکر يا خيرپور ويندي، ڊاڪٽر صاحب قرب جا قدم پري ڪنڊيارو ۾ اسان جي قاسميه لائبريريءَ ۾ ضرور ايندا

هئا. اهو هن ڪري ته والد محترم مولانا محمد قاسم سومرو صاحب جن سندن ڳوٺ لڳ ”چاڪراٺي“ ۾ 1966ع کان 1970ع تائين مسلسل 5 سال پرائمري جا استاد رهيا. انهيءَ تعلق کي نباهڻ لاءِ پيرو نه پچندا هئا ۽ پيو هن ڪري به ته پنهنجي لائبريريءَ ۾ ڪتابن جو ذخيرو سندن دلچسپيءَ جو مرڪز هو . مان ’جامعه انوار العلوم‘ ۾ اسباق پئي پڙهايا، والد صاحب فون تي ٻڌايو ته: ”ڊاڪٽر بلوچ صاحب آيو آهي، توهان کي ياد ٿو ڪري.“ سبق پورو ڪري خدمت ۾ حاضر ٿيم. ان دوران ڊاڪٽر صاحب، قاسميه لائبريريءَ جي مصورات المخطوطات واري شعبي کي پئي ڏٺو. پهريائين ته هڪ سنڌي مخطوطو (مخدوم عبد الله تريائي جي تصنيف) تحفي طور ڏنائون. چيائون ته: هيءُ ڪتاب اسان جي طرفان لائبريريءَ لاءِ تحفو آهي. (جيڪو اڄ تائين محفوظ آهي) ان کان پوءِ آيا مصورات المخطوطات تي، جن ۾ هڪ ڪتاب- ”ڪحل الجواهر في احوال الشيخ طاهر“ سندس توجه مرڪوز هو. تمهيد طور چيائون ته: ”مولوي صاحب! علم ۾ بخل نه ڪبو آهي.“ مون به ان سان سر ملايو ۽ چيو ته: هائو سائين! علم ۾ بخل نه ڪرڻ گهرجي . چيائون ته: ”هيءُ ڪتاب (ڪحل الجواهر) مان ڪٿي وڃي سگهان ٿو؟ فوٽو ڪاپي ڪرائي واپس ڪندم“. علم ۾ بخل نه ڪرڻ واري تازي اقرار سبب انڪار نه ڪري سگهيس ۽ ڪتاب سندس حوالي ڪيم. هوڏانهن حقيقت هيءَ هئي ته اهو

ڪتاب جنهن وٽان مليو هو، ان مون ڪان قسمائتو واعدو ورتو هو ته: ”هيءُ ڪتاب ڪنهن کي به ڏيڻو نه آهي“، بهرحال ڪجهه وقت ڪان پوءِ اهو ڪتاب ڊاڪٽر صاحب وٽان واپس ٿيو .

## صحيح بخاريءَ جو مطالعو سنڌ ۾:

صحيح بخاري بابت ڪو بين الاقوامي سيمينار منعقد ٿيو هو امام بخاري جي ملڪ ازبڪستان ۾. ڊاڪٽر بلوچ کي ان ۾ شرڪت ڪرڻي هئي. ڊاڪٽر صاحب ان موقعي تي حيدرآباد مان فون تي رابطو ڪري ڳالهايو هو. (موبائل ان وقت مروج نه هئي) ۽ علماءِ سنڌ طرفان صحيح بخاريءَ تي ڪيل خدمتن بابت ڪجهه معلومات ورتي هئي. هونئن ته پاڻ ان موضوع تي بهتر ڄاڻن پيا پر چوندا آهن: ”ڪڪ هيٺان لڪ“، ڪجهه نئين معلومات ڪين مهيا ٿي. مقالو شايد انگريزيءَ ۾ هو، پوءِ اهو يا ان جو ترجمو ڪٿي شايع ٿيو يا نه، خدا کي خبر؟

## تشنيف السمع مخدوم محمد قائم ٺٽوي:

ڊاڪٽر بلوچ جي ڪتابن مان مون کي ڪافي اهڙن قديم ڪتابن جي ڄاڻ ملي ، جيڪي منهنجي لاءِ نوان هئا. سندن ڪتاب ”سنڌي ادب جي تاريخ“ ان سلسلي ۾ هڪ کاڻ آهي. ”مصلح المفتاح“ يعني ’دائري وارن جي سنڌي‘، جيڪو ڊاڪٽر بلوچ جي تحقيق سان ۽ هڪ ڪشادي مقدمي سان سنڌالاجي ڄام شورو طرفان ڇپيو آهي، ان جي مقدمي ۾ نماز جي مسئلن تي سنڌي عالمن پاران لکيل ڪتابن جو ذڪر ڪندي، ڊاڪٽر صاحب، مخدوم محمد قائم

سنڌي (ت 1157 ھ) جي ھڪ ڪتاب ”تشنيف السمع بذڪر احاديث الجمع بين الصلاتين في الظعن و الوقع“ جو ذڪر ڪيو آھي ۽ ھيٺ حاشيه ۾ لکيو آھي ته:

”مخدوم محمد قائم جو پنھنجو ھٿ لکيل ھن ڪتاب جو قلمي نسخو اسان برطانيه جي مئنچسٽر يونيورسٽي جي ڪتب خاني ۾ ڏٺو“.

3 سال اڳ اسان جو پيارو دوست ڊاڪٽر حافظ مختيار احمد ڪانڌڙو (شڪارپور) جڏھن Ph.D جي سلسلي ۾ مانچسٽر (برطانيه) ويو ته مون کيس انھيءَ حوالي جي آڌار تي ’فون ذريعي گذارش ڪئي ته: ’مانچسٽر يونيورسٽيءَ جي لائبريريءَ مان انھيءَ مخطوطي جو عڪس ڪرائي وٺو‘ (جيڪا سنڌ وارن جي عظيم خدمت شمار ٿيندي) پاڻ اتي جاچ ڪيائين، پر فون تي ٻڌايائين ته: ”ھت يونيورسٽي اندر ڪيترين ئي لائبريريون آھن، الائي ڪھڙي لائبريريءَ ۾ اھو مخطوطو ھوندو؟ مون کان ته نه ٿو لڀي.“

ان ڏس ۾ مون جسارت ڪندي ڊاڪٽر صاحب کان فون ذريعي پڇا ڪئي ۽ صورتحال سامھون رکي. ڊاڪٽر صاحب فرمايو ته: ”ھن وقت ياد نه آھي ته ڪھڙي لائبريري ھئي، البت ڊائري ڏسي ٻڌائي سگھان ٿو پر ان لاءِ مھلت ڪپي.“

ان ڪان پوءِ مون به ڪين وڌيڪ تڪليف ڏيڻ مناسب نه سمجهي ۽ ائين انهيءَ مخطوطي جي حصول جي حسرت دل ۾ رهجي وئي. لعل الله يحدث بعد ذلڪ امرا.

## حلاوة الفم ۽ تمام العناية:

جڏهن اسان قاسميه لائبريريءَ طرفان مخدوم محمد هاشم ٺٽوي جي عربي ڪتابن کي ايڊٽ ڪري شايع ڪرڻ جو ڪم شروع ڪيو ۽ ان سلسلي جو پهريون ڪتاب ”تمام العناية في الفرق بين صريح الطلاق و الڪناية“ ۽ ٻيو ڪتاب ”حلاوة الفم بذڪر جوامع الڪلم“ 1426 ه/2005 ۾ ڇپيا ته ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي خدمت ۾ پيش ڪيم، ڊاڪٽر صاحب ڏاڍو خوش ٿيا ۽ همت افزائي ڪئي.

## اين.اي بلوچ انسٽيٽيوٽ آف هيريٽيج ريسرچ:

ڊاڪٽر صاحب جي حياتيءَ ۾ ئي هن اداره جو بنياد پيو، مون کي به ان ۾ ميمبر رکيو ويو. ان جي ٻن اجلاسن ۾ شرڪت به ٿي. آخري اجلاس 4 اپريل 2011ع تي ڪراچيءَ ۾ سڏرايل هو، جيڪو اچانڪ ملتوي ڪيو ويو، نه ته ان ۾ ڊاڪٽر صاحب سان آخري ملاقات ٿي وڃي ها. ۽ پوءِ اوچتو 6- اپريل تي اطلاع مليو ته ڊاڪٽر صاحب جن وفات ڪري ويا.

هڪ اجلاس ۾ تجويز آئي ته ڊاڪٽر صاحب کان انٽرويوز وٺڻ جو سلسلو شروع ڪجي. ان ڏس ۾ مون ڊاڪٽر مولانا محمد انس راڄپر جو نالو پيش ڪيو، جيڪو منظور ٿيو ۽ ان صاحب

اهو ڪم سندن حياتيءَ ۾ شروع به ڪيو هو، پر شايد اڌ ۾ رهجي ويو.

## فهرست مخطوطات ذخيره ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ:

ڊاڪٽر صاحب پنهنجا ڪتاب قلمي ۽ ڇاپي 1993/92ع ڌاري سنڌ آرڪائيوز ڪراچيءَ کي وڪرو ڪري ڏنا هئا. جيئن اتي محفوظ رهي سگهن. الحمدلله ڊاڪٽر ڪليم الله لاشاري صاحب جي دور ۾ (جڏهن هو سنڌ آرڪائيوز جو ڊائريڪٽر هو) مون کي انهن قلمي ڪتابن جي فهرست ٺاهڻ جو موقعو مليو. رمضان جو مهينو هو، صبح جو 10 کان رات 11 بجي تائين فهرست نگاريءَ جو ڪم ڪندو هوس. ايسيتائين ڊاڪٽر لاشاري صاحب جن به ويٺا هوندا هئا. وري درميان ۾ ڊاڪٽر بلوچ صاحب جن سنڌ آرڪائيوز جو دورو ڪيو ۽ بقايا مخطوطات، تحفي طور سنڌ آرڪائيوز کي ڏيڻ جو اعلان ڪيو ۽ اهي قلمي ڪتاب به پهتا جن کي فهرست مخطوطات ۾ شامل ڪيو ويو. هونئن ته ڪتابن جو تعداد 740 هو ۽ هاڻي انهن ڪتابن ملائڻ سان 961 کي وڃي پهتو. انهيءَ دوران ڊاڪٽر صاحب جي لائبريري جي ڇاپي ڪتابن ڏسڻ جو موقعو مليو. انهن پوين ڪتابن ملڻ سان فائدو هيءُ ٿيو ته ڪجھ ڪتاب جيڪي اڳ ۾ آيل هئا، ڪٽل نظر آيا پر هن نئين کيپ سان اهي ڪتاب مڪمل ٿيا، مثال طور:

## معونة المبتدي:

امام جعفر بوبڪاني جو ڪتاب ”معونة المبتدي“ جيڪو علم المنطق ۾ لکيل آهي ۽ هن ذخيره مخطوطات ۾ موجود هو جيڪو اسان لاءِ نئين دريافت هو پر اڻپورو هو بلڪه چند ورقن تي مشتمل هو. ڊاڪٽر صاحب طرفان پيهر ڏنل قلمي ڪتابن ۾ ان جا بيا ورق ملي ويا ، ڪتاب جيتوڻيڪ پوءِ به مڪمل ته نه ٿي سگهيو پر منهنجي خيال ۾ 95% ڪتاب مهيا ٿي سگهيو.

## ڪفاية القاري:

مخدوم محمد هاشم ٺٽوي جو ڪتاب ”ڪفاية القاري في متشابهات القرآن“ عربي ٻولي ۾ هڪ منظوم الفيه آهي، جنهن جو هڪ قلمي نسخو مدينة المنورة ۾، ۽ ٻيو نسخو راقم الحروف جي قاسميه لائبريريءَ ۾ موجود آهي، جن جي آڌار تي ام القري يونيورسٽي مڪة المڪرمة جي ايسوسيئيٽ پروفيسر ڊاڪٽر عبد القيوم بن عبد الغفور السندي ڪتاب کي ايڊٽ ڪري بيروت مان ڇپرايو. انهيءَ ڪتاب جو ٽيون نسخو هن ذخيره ۾ دستياب ٿيو. البت ناقص هو پر جڏهن ڊاڪٽر صاحب طرفان ٻيو دفعو مخطوطات مليا ته ان ۾ ان جا بقايا اوراق ملي ويا ۽ ائين هيءُ نسخو مڪمل ٿي ويو.

هن نادر ذخيره مخطوطات بابت راقم الحروف جو مستقل مقالو پڻ آهي. ڊاڪٽر صاحب کي انهيءَ فهرست جي جلد طباعت جو اونو ۽ انتظار هو. وفات کان اڳ ڪافي ڀيرا تاڪيد ڪيائون ته جلد فائنل ڪيو وڃي، پوءِ هيءَ فهرست مخطوطات ڪمپوزنگ

جي مرحلي مان گذري فائنل به ٿي، پر افسوس جو سندس حياتيءَ ۾ ڇپجي نه سگهي ۽ اها حسرت دل ۾ کڻي هليا ويا. (هن وقت زير طباعت آهي.)

## چار مخطوطا:

ڊاڪٽر بلوچ مٿيان ڪتاب سنڌ آرڪائيوز کي گفٽ ڪرڻ وقت چيو هو ته: مون وٽ 4 قيمتي ڪتاب آهن، اهي مان قيمت سان ئي ڏيندس. جن جي خريداريءَ جي هام سنڌ آرڪائيوز هنئي، سنڌ آرڪائيوز جي ايڪوزيشن ڪاميٽي ۾ به ٽيڪنيڪل ميمبر آهن، جن ۾ هڪ سيد محمد شاهه بخاري صاحب ۽ ٻيو راقم الحروف، جن کي سليڪشن ڪاميٽي طور مقرر ڪيو ويو ۽ انهن قلمي ڪتابن جي قيمت جو ڪاٿو ڪرڻ لاءِ حيدرآباد موڪليو ويو.

ڊاڪٽر صاحب کي اطلاع اڳواٽ ئي ڏنو ويو هو. اسان پهتاسين، ڊاڪٽر صاحب پرتپاڪ نموني آڌرڀاءُ ڪيو ۽ اهي 4 قلمي ڪتاب کڻي آياسين ۽ قيمت مقرر ڪئيسين، جنهن جي ادائگي ڊاڪٽر صاحب کي ڪئي وئي.

1. مثنوي وامق عذراء، فارسي از- نامي اصفهاني، ڪاتب: ملا غلام حيدر، حسب ارشاد: مير ڪرم علي خان ٽالپر.
2. مثنوي خسرو شيرين فارسي، از نامي اصفهاني، ڪاتب: ملا غلام حيدر.

هي ٻئي نسخا نهايت نادر ۽ خوبصورت، مطلي ۽ مزخرف آهن. هر هڪ صفحي تي سون ۽ لاجورورد سان گلڪاري

ڪيل آهي. مثنوي خسرو شيرين جي منڍ ۾ ڊاڪٽر بلوچ صاحب ڪتاب لاءِ لکيو آهي: از جان عزيزتر (جان کان به وڌيڪ پيارو)

3. مثنوي دقائق الحقائق. ملا احمد رومي بخط مؤلف 727ھ. هيءُ ڪتاب شاهجهان جي ملڪيت ۾ رهي چڪو آهي . جنهن جي مهر پڻ لڳل آهي: ”بادشاھ شاهجهان صاحبقران غازي“ ۽ ٻئي به ڪافي مهرون لڳل آهن جن جا سجع ڪجھ هن طرح آهن:

- بلال بنده سيد پيغمبران خواهد شد.
- شفاعت خواه محمد سعد الدين
- دارد اميد شفاعت از محمد باقر 1110 ھ
- راز تو شاھ خسروي طلبد 48 .......

4. ديوان الوليد بن يزيد (جو ڪجھ حصو) قديم ترين عربي خطي نسخو آهي. دنيا ۾ هن جو ٻيو نسخو (اسان جي ڄاڻ مطابق) ڪو نه آهي. منڍ ۾ ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي استاد عبد العزيز ميمني صاحب لکيو آهي: هذه النسخة فريدة عتيقة يظهر انها من القرن السادس (هيءُ نسخو يگانو ۽ قديم آهي. بظاهر ڇهين صدي هجري جو لڳي ٿو).

## اتحاف الاڪابر:

اتحاف الاڪابر بمرويات الشيخ عبدالقادر . مخدوم محمد هاشم ٺٽوي جي تصنيف مان هڪ اهم ڪتاب آهي، جنهن ۾ هن پاڻ

ڪان وٺي هر مشهور ڪتاب جي مؤلف تائين سلسله اسناد بيان ڪيو آهي (ته مون هيءُ ڪتاب فلاڻي وٽ پڙهيو يا انهيءَ مون کي ان جي اجازت ڏني ۽ ان فلاڻي کان...... ۽ ان مؤلف کان) انهيء ڪتاب جا خطي نسخا سنڌ ۾، ۽ ٻاهرين ملڪن ۾ مختلف ڪتب خانن ۾ موجود آهن. راقم الحروف وٽ به ان جا ٻه نسخا آهن. مون چاهيو پئي ته ان کي ايڊٽ ڪري شايع ڪجي.
12/10 سال اڳ لاهور جي هڪ سفر ۾ جناب خليل الرحمٰن داؤدي صاحب سان ملاقات ٿي، ۽ ان سان پوءِ خط و ڪتابت جو سلسلو به رهيو. داؤدي صاحب مڃيل ماهرِ مخطوطات هو. ’حياة القلوب في زيارة المحبوب ‘ (از مخدوم محمد هاشم ٺٽوي) جو، مؤلف جي ملڪيت هيٺ رهيل، مؤلف جي مهر لڳل خطي نسخو راقم الحروف کي ان وٽان ئي دستياب ٿيو هو. ان کان پڇيم ته ”اتحاف الاڪابر“ جو ڪو خطي نسخو! چيائين ته: مون وٽ وڪري لاءِ آيو هو، نيشنل هجرة ڪائونسل اسلام آباد وارن کي وڪري لاءِ پيش ڪيو هو. پر هنن وڏي قيمت ڏسي منهنجا مخطوطو واپس ڪيو، پوءِ مون وٽن ان جو عڪس/فوٽو اسٽيٽ ڇڏيو هو ۽ اصل مخطوطو ”العين“ يونيورسٽي (الامارات العربية المتحدة) وارن خريد ڪيو. جنهن وقت جي ڳالهه داؤدي صاحب ڪري رهيو هو. تن ڏينهن ۾ ڊاڪٽر صاحب نيشنل هجرت ڪائونسل ۾ ايڊوائيزر هو. (جڏهن ته چيئرمين اي.ڪي بروهي صاحب هو) مون ان سلسلي ۾ ڊاڪٽر بلوچ صاحب کي خط لکيو.

ڊاڪٽر صاحب بروقت جواب ڏنو جنهن جو خلاصو هيءُ هو ته: ”داؤدي صاحب برابر اتحاف الاڪابر جو قلمي نسخو آندو هو پر -/25000 (پنجويه هزار) گهريائين، جيڪي نه ڏئي سگهياسون.“

## ڊاڪٽر بلوچ صاحب جو هڪ نادر ڪتابچو:

1431ھ/ 2010ع ۾ حج جي توفيق نصيب ٿي . عادت مطابق ڪتبخانا گهمياسون. هڪ مڪتبه ۾ مختلف ڪتاب اٿلائيندي، هڪ ڪتابچي تي نظر ڪُپي وئي، جيڪو ڊاڪٽر بلوچ صاحب جو هو ۽ عربي ۾ هو .

”اعادة بناء تربية المدرس في المجتمع الاسلامي“

(اسلامي معاشري ۾ استاد جي تربيت جي از سر نو تعمير)

هيٺيان لکيل هو: بقلم: الدڪتور/ن.أ.بلوس. باڪستان. 40 صفحن تي عربيءَ ۾ لکيل هيءُ ڪتاب، 1983ع ۾ المرڪز العالمي للتعليم الاسلامي "International Center for Islamic Teachings" مڪة المڪرمة طرفان ڇپيو. ڪتاب مقدمي جي مطالعي مان معلوم ٿيو ته 1977م/1397ھ۾ مڪة المڪرمة اندر اسلامي تعليم بابت پهرئين انٽرنيشنل ڪانفرنس منعقد ٿي هئي، جنهن ۾ دنيا ڪان آيل ماهرين تعليم پنهنجا مقالا پڙهيا هئا. انهن مان هڪ ڊاڪٽر بلوچ به هو، جنهن جو مقالو شايد انگريزي زبان ۾ هو، ان جو عربي ترجمو ڪري ڇاپيو ويو. ان مڪتبي ۾ اهڙي نموني ٻين ماهرن جا به مقالا موجود هئا. مون صرف پاڪستان

سان وابسته ماهرين تعليم جا 3 مقالا خريد ڪيا. جن مان هڪ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ صاحب جو ٽيچرس ٽريننگ ) (Teachers Trainingبابت هيءُ رسالو به هو. سائي رنگ جي ٽائيٽل سان مزين هيءُ رسالو اڃان به راقم الحروف وٽ موجود آهي، ارادو هو ته ڊاڪٽر بلوچ صاحب کي ڏيکاريندس، پر ڊاڪٽر صاحب اوچتو وفات ڪري ويو. البته انهيءَ جو سنڌي ترجمو ڪري رهيو آهيان. ممڪن آهي ته مستقل ڪتابچي جي صورت ۾ ان جي طباعت جو بندوبست ڪيو وڃي.

## اولڊ ڪيمپس ۾ ملاقات:

ڊاڪٽر بلوچ صاحب سان هڪ دفعي سنڌن آفيس (سنڌ يونيورسٽي اولڊ ڪيمپس حيدرآباد) ۾ ملاقات ٿي ۽ مختصر علمي ڪچهري به ٿي. پاڻ شايد پين ساٿين سان گڏ ”شاھ جو رسالو“ جي ترتيب ۾ منهمڪ ۽ مصروف هو. مان وڃي اوچتو مٿان پيم. سٺي آدرڀاء ڪيائون. چانھ به پياريائون. 15/10 منٽن بعد اوچتو اٿيا ۽ چيائون ته: ”اسان هاڻي موڪلايون ٿا.“ (اشارو هو ته هاڻي اسان پنهنجي ڪم ۾ شروع ٿينداسون) مون کي پوءِ پنهنجي غلطيءَ جو احساس ٿيو، ته مان اهڙي مصروف موقعي تي نه اچان ها ته بهتر. بهرحال سنڌس چهري تي ناگواري جا آثار بالڪل نه هئا . ائين ڪائنن موڪلائي ٻاهر آياسون .

## همت افزائي جو اعلي مثال:

راقم الحروف ”سنڌي عالمن جي مطالعه ۾ رهيل سيرت شاميه جو هڪ نادر خطي نسخو“ جي عنوان تي، هڪ مقالو لکيو هو جيڪو ماهوار ”شريعت“ سکر جي هڪ شماري ۾ ڇپيو هو . ڊاڪٽرصاحب جي مطالعي ۾ آيو ۽ همت افزائيءَ خاطر هيٺيون خط مون ڏانهن موڪليو:

(آگسٽ 2001ع)

فاضل محترم محمد ادريس

السلام عليڪم ورحمة الله و برڪاته:

رسالي شريعت ربيع الثاني 1422 ھ ۾ اوهان جو مقالو (سنڌي عالمن جي مطالعي ۾ رهيل سيرت شاميه جو هڪ نادر نسخو) پڙهي نهايت خوشي ٿي . تحقيق جي لحاظ سان هيءُ مقالو معياري آهي . منهنجي ناقص ڄاڻ موجب مون هن موجوده دور ۾ ٻئي ڪنهن سنڌ جي عالم جو اهڙي اعليٰ معيار وارو مقالو نه پڙهيو آهي، اها توفيق الله تعالي طرفان اوهان کي عطا ٿي آهي جو اوهان محنت سان پنهنجي علمي ڄاڻ کي وسيع ڪيو آهي . اوهان جي اها صلاحيت علماء سنڌ جي عربي داني ۽ علمي ادبي ديني مصنفات جي تاريخ مرتب ڪرڻ ۾ صرف ٿئي ته بهتر. ”نزهة الخواطر“ يا ”الثقافة الاسلامية في الهند“ جي نهج نموني تي ”الثقافة الاسلامية في السند“ مرتب ڪئي وڃي. هيءَ صلاح انهيءَ ڪري ڏيان ٿو جو اوهان اهڙي اعليٰ معياري ڪم ڪرڻ جا اهل آهيو. سنڌي ۾ لکو، جنهن جو پوءِ

عربيءَ ۽ اردو ۾ ترجمو ٿي سگهي ٿو. ڪو وقت هو جو مون اهڙي ڪم ڪرڻ جو ارادو ڪيو هو ۽ ابتدائي طور تي حوالا ۽ حالات گڏ ڪرڻ شروع ڪيا هئا. ڏٺي اوهان کي توفيق ڏئي جو سنڌ جي عالمن جون ڪيل خدمتون دنيا جي سامهون اچن. و ما علينا الا البلاغ والله المستعان و المعين. و الحمد لله رب العالمين.

گهڻا سلام والد بزرگوار کي ، اميد ته بخير و عافيت هوندا.

مخلص

**نبي بخش عفي عنه**

ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ

سنڌ يونيورسٽي حيدرآباد ، سنڌ (71000 )

ڊاڪٽر عبدالحليم قريشي

خالد آشيان جنت مڪان

# ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جي حياتيءَ ۽ علمي خدمتن تي ڪجھ اکر

سنڌ- هند ۽ دنيا جو وڏو عالم ۽ دانشور ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ 4- اپريل 2011ع صبح جو 4:00 بجي هن فانيءَ

مان ڪوچ ڪري وڃي خالق حقيقي سان مليو. عربيءَ جو مقالو آهي ته موت العالِم موت العالَم، هڪ عالم جو موت سڄي جهان جو موت برابر آهي.
حقيقت هيءَ آهي ته ڊاڪٽر صاحب جي لاڏاڻي سان علم ۽ ادب جي ميدان ۾ سنڌ يتيم ٿي وئي آهي، منهنجي مطالعي موجب اڄ تائين سنڌ ڪوبه اهڙو عالم پيدا نه ڪيو آهي، جيڪو سَون ڪتابن جو مصنف ۽ محقق هجي ۽ نه وري ايندڙ ڪن صدين تائين ڪو ايڏو وڏو صاحبِ علم پيدا ٿيندي نظر اچي ٿو. ان حقيقت ۾ ڪو مبالغو نه آهي ته انهيءَ درمياني عرصي ۾ سنڌ ۾ وڏا عالم، روحانيت جا صاحب حقيقت ۽ معرفت جا رازدان ۽ تاريخ نويس ٿي گذريا آهن. جن ڪيترا معرڪة الآرا ڪتاب لکيا ۽ تحقيق ۽ تصنيف جي ميدان ۾ شهسواري ڪئي ۽ تاريخ ۾ پنهنجو حصو شامل ڪرايو. اهڙن مصنفن جي ڪتابن ۾ چچنامه، بيگلارنامه، تحفة الڪرام، تاريخ معصومي، تاريخ سنڌ وغيره شمار ٿين ٿا پر اهڙن ڪتابن جو تعداد ڊاڪٽر صاحب جي مقابلي ۾ مختصر آهي، ڪيترن ڪتابن ۾ ديومالائي ۽ ماوراء العقل قصا ضروري يا غير ضروري طور تي شامل ڪيا ويا آهن، جن کي نه تحقيق جي ڪسوٽي تي پروڙي سگهجي ٿو ۽ نه وري انساني عقل انهن کي تسليم ڪرڻ لاءِ تيار آهي. ڊاڪٽر بلوچ پنهنجي تحقيق مان انهن ڏندڪٿائن ۽ خيالي

ڳالهين کي خارج ڪيو آهي، پاڻ پنهنجي تصنيفن کي مروج سائنٽيفڪ ۽ عقلي معيار تي پرکي لکيو اٿس جو هر ذي علم صاحب ان جي صحيح هجڻ تي اطمينان ڪري سگهي ٿو.
ڊاڪٽر صاحب هڪ ئي وقت ۾ علم جي مختلف صنفن ۾ قلم گويائي ڪئي آهي، پاڻ هڪ طرف مصنف، مرتب ۽ مؤلف آهي ته ٻي طرف محقق، مبصر، معلم، مدير، مدبر ۽ ماهر آثار قديمه هجڻ جو حق به ادا ڪيو اٿس. هن جهڙو قابل احترام ۽ فائزالمرام علم جو ڌات ڏٺي سنڌ ۾ ٻيو ڪو ورلي هوندو.
تصنيفات جي ميدان سندس مرجع علم تحقيق تي مبني آهي، پاڻ هر ڪتاب لکڻ کان اڳ موضوع جي هر پهلوءَ تي تحقيق پراڻن ۽ نون ڪتابن ۽ ذاتي مشاهدن تي معلومات حاصل ڪري پوءِ لکندو هو، علم جي ميدان ۾ مصنف، مترجم، مرتب يا معلم ٿيڻ نسبتاً آسان آهي پر تحقيق هڪ دشوار گذار مرحلو آهي جنهن ۾ سون يا هزارن ڪتابن جي ڇنڊڇاڻ ڪرڻي پوي ٿي، وڏن عميق مشاهدن ۽ تجربن کي مدِنظر رکڻو پوي ٿو. ڊاڪٽر صاحب جا سڀ ڪتاب تحقيق تي مبني آهن ۽ هر ڪتاب پنهنجي موضوع تي مستند آهي ۽ ايندڙ زماني توڙي حال ۾ ان مان حوالا وٺي سگهجن ٿا.
بلوچ صاحب جون مشهور تصنيفون لوڪ ادب شاه جو رسالو تنقيدي انداز ۾ ترتيب ڏنل تاريخ سنڌ پنهنجا ذاتي

مشاهدا ۽ تجربا مثلاً: رهاڻ هيرن ڪاڻ، ۽ ٻيا لاتعداد ڪتاب حقيقي ۽ منطقي طريقي تي لکيل آهن، انهن سپني علم جي ميدانن ۾ شهسواري ڪرڻ، علم جي مختلف شاخن ۾ ڄاڻ سڃاڻ جو ماهر هجڻ ضروري آهي ۽ باليقين ڊاڪٽر صاحبِ بصيرت بي بها ۽ بي بدل عالم هو.

دانشورن جي چوڻ مطابق: علم چئن ذريعن سان حاصل ٿئي ٿو:

(1) **ڪتابي علم** يا ظاعري علم جيڪو ڪتب بيني ۽ ڪتب نويسيءَ مان حاصل ٿئي ٿو.

(2) **علم مجلسي**، جيڪو عالمن، اديبن، سگهڙن حتيٰ ڪه اڻ پڙهيل عاقلن سان ڪچهري ڪندي حاصل ٿئي ٿو.

(3) **علم سياحت**، جيڪو سير سفر مان حاصل ٿئي ٿو، قرآن مجيد ۾ فرمايل آهي ته: قل سيرو في الارض فانظر کيف کان عاقبہ المکذبين. 'دنيا ۾ گهمو ڦرو تاڪه توهان کي خبر پوي ته حق کي باطل چوڻ وارن جو ڇا حشر ٿيو'. دنيا گهمي ڦري اتي جي رهاڪن جي طرز رهائش، عادتن، ثقافت، تهذيب ۽ حدن جي خبر پوي ٿي. بلوچ صاحب تقريباً اڌ دنيا جو سفر ڪيو. سندس تصنيفون انهن سفرن جي مشاهدن جي تصديق ڪري ٿي.

(4) **علم لُدني**، جيڪو باري تعاليٰ طرفان سڌو نبين، پيغمبرن، اوليائن ۽ نيڪ درويشن کي حاصل ٿئي ٿو، جڏهن

نبين تي اهو علم نازل ٿئي ٿو ته ان کي وحي سڏجي ٿو، ۽ جڏهن خدا جي مقرب ٻانهن تي اهو علم نازل ٿئي ٿو ته ان کي الهام چئجي ٿو.

بلوچ صاحب جي شاهه جي رسالي تي تشريح مان ظاهر ٿئي ٿو ته پاڪ پروردگار کيس الهام جي ذريعي علم لدني عطا فرمايو ڇو ته ڪيترا مثال تاريخي حوالا، استعارا، تشبيهون، معنائون، اُچار ۽ تلفظ ۽ لڪٽيون ڪانئس اڳ جي رسالن ۾ ڪونه هيون. بلوچ صاحب هنن ڏکيل ۽ لڪل حقيقتن جي معنائن کي کولي ظاهر ڪيو آهي ته پوءِ يقين سان چئي سگهجي ٿو ته کين ٻين علمن سان گڏ علم لدني به حاصل هو.

مطلب ته ڌڻي صاحب جي مهربانيءَ سان بلوچ صاحب هڪ مڪمل عالم ۽ رهنما انهن علمي ذريعن ٿيو جن جو نزول يا حاصلات پاڪ پروردگار کيس ڏني.

بلوچ صاحب جا دقيق، ناياب تفصيلي ۽ تحقيقي ڪتاب لوڪ ادب تي آهن. سنڌ ۾ ڪڏهن ڪنهن کي خواب خيال ۾ به نه هوندو ته ٻهراڙين ۾ پکڙيل لوڪ ادب کي ڪتابي شڪل ۾ به آڻي سگهجي ٿو. منتشر ڪهاڻيون ۽ لوڪ داستان مختلف مصنفن کان اڳاٽي دور ۾ لکيل ملن ٿا جن جو پاڻ ۾ نه ربط آهي ۽ نه ترتيب هاڻي ته زماني گذرڻ سان اهي ڪتاب ڪثير تعداد ۾ معدوم ٿي چڪا آهن يا شايد ڪن پراڻن

ڪتبخانن جي بوسيده المارين ۾ ڪنهن ڪنڊ پاسي ۾ پيل هجن.
لوڪ ادب کي سهيڙڻ ۽ تحرير ۾ آڻڻ لاءِ ڪجھ قديم تهذيبن ۾ ڪم ٿيل آهي، مثلاً: هندي، سنسڪرت، چيني، يوناني، عربي ۽ فارسي ۾ ڪجھ ڪتاب هجن جن جو تعداد ڪنهن به زبان ۾ 8-10 ڪتابن کان مٿي نه هوندو. هاڻي خبر پئي آهي، ته آمريڪا جي سمٿ سونين انسٽيٽيوٽ ۾ ريڊ انڊينز جي لوڪ ادب کي ڪتابي شڪل ۾ آندو ويو آهي. جن جو تعداد ڏهن ڪتابن کان مٿي نه آهي، پر بلوچ صاحب جي لوڪ ادب جي ڪتابن جو ڳاڻيٽو 40 ڪتابن کان مٿي آهي. لوڪ ادب جي هر صنف تي الڳ ضخيم ڪتاب ترتيب ڏنل آهن، مثلاً: مداحون مناجاتون، مناقبا، مولود، لوڪ ڪهاڻيون، ڏور، سينگار، ڳجهارتون ۽ پيون به انيڪ تصنيفون آهن. ڪتاب، لوڪ ادب جي شاگردن لاءِ ڪيترن نسلن تائين سنڌي قوم جي رهنمائي ڪندا رهندا، ۽ بطور حوالن جي ڪم ايندا رهندا.
اصل ۾ لوڪ ادب لاءِ ته اهو چيو ويندو آهي ته هي غير تحريري علم آهي جيڪو صدين کان يا هزارين سالن کان سينه به سينه هڪ نسل کان ٻي نسل تائين منتقل ٿيندو رهي ٿو. انهي طريقه ڪار ۾ لوڪ ادب جي ضايع ٿيڻ يا ان ۾ ڦيرڦار اچڻ جو وڏو خطرو موجود آهي، مثلاً: سسئي پنهون

جو قصو هڪ هندو مذهب رکندڙ ڪنهن هڪ نموني ٻڌائيندو هو ته مسلمان جي بيان مطابق ان ۾ اختلاف هوندو. ان کان علاوه ڪيترا قصا ۽ ڪهاڻيون جيڪي گهرن ۽ اوطاقن ۾ ٻڌبا هئا، اهي هاڻي ختم ٿي چڪا آهن. مثلاً: ڍولا مارو جو قصو هاڻي اڻلڀ آهي پر بلوچ صاحب جي محنتن جڏهن ان کي ڪتابي صورت ۾ مبسوط ڪيو ته هاڻي هن قسم جا قصا ۽ داستان علم جا ڀنڊار ٿي پيا آهن جن مان گهڻي معلومات ۽ فيض حاصل ڪري سگهجي ٿو.

سينه به سينه علم جي منتقلي جو وڏو مثال يهودي راهبن جو هو جن کي ڪبيلا سڏيو ويندو هو، پر ڪبيلا يهودي انهيءَ علم جي منتقلي ۾ بخل کان ڪم وٺندا هئا. انهي سبب جي ڪري سندن ڪيترو آفاقي ۽ انساني علوم ضايع ٿي ويو.

ٻي بلوچ صاحب جي معرڪة الآرا تحقيقي تصنيف شاه جو رسالو آهي. ڪل ڏه جلد آهن جن مان 9 کي شاه جو رسالو نالو ڏئي بلوچ صاحب اهو چئي ويو ته هنن 9 جلدن ۾ آندل شعر تحقيق، شاه صاحب جا پنهنجا آهن. آخري ڏهون جلد رسالي جو شاه آهي، جن ۾ سندس تحقيق موجب اهي بيت ڪن ٻين شاعرن جا چيل آهن ۽ پر آڳاٽن مرتبن سهواً انهن کي شاه جي رسالي ۾ شايع ڪري ڇڏيو.

شاه جو ڪلام سندس حياتيءَ ۾ ئي ڳايو ويندو هو، جنهن لاءِ پڻائي صاحب ٽن تارن واري ستار ۾ چوٿين تار وڌائي

طنبورو ايجاد ڪيائين، جيڪو فقير هر جمعرات تي درگاه تي راڳ ڳائيندا آهن. لکت ۾ پهريون شاهه جو رسالو گنج شريف آهي، جيڪو آخوند عبدالعليم متعلوي ترتيب ڏنو. ان کان پوءِ لاتعداد رسالا ڇپيل ۽ اڻڇپيل حالت ۾ منظر عام تي آيا. پهريون ڇپيل رسالو ٽرمپ صاحب جو آهي جنهن جرمني مان وجي ڇپايو. سنڌيءَ ۾ مشهور رسالو ڊاڪٽر گربخشاڻي جو ٽيون جلد، جنهن رسالي جي شرح پڻ لکي. هن رسالي کي سنڌ ۾ پهريون مستند رسالو چئي سگهجي ٿو. ان کان پوءِ وڏيڪ ڇنڊڇاڻ شروع ٿي، آخري دور ۾ شمس العلماء ڊاڪٽر دائودپوٽي به سال پٺ شاهه تي رهي رسالي تي تحقيق ڪئي، ڪم هلندي ڊاڪٽر صاحب ديهانت ڪري ويو. پوءِ خبر نه آهي ته سندس تحقيق جو ڇا ٿيو؟

شاهه جي رسالي جي بيتن جي بيهڪ، پڙهڻي، صورتخطي، اُچار، زير زبر، پيشُ هميشه علم وارن لاءِ بحث جو موضوع رهيو آهي. عالم ته ڇڏيو پر ٻهراڙين ۾ اڻ پڙهيل ڳوٺاڻا به بيتن جي پڙهڻي ۽ اُچار تي بحث ڪندا نظر ايندا، مثلاً: ڪنهن ڪا سٽ هڪ نموني پڙهي ته ٻيو هڪدم ان کي خبردار ڪندو ته اها سٽ صحيح هن نموني آهي. زير، زبر، پيش به وڏن علمي جهيڙن جو سبب بڻيو آهي. رسالي ۾ ٻين ڪيترن همعصر شاعرن جا شعر به اچي ويا آهن، خاص طور تي سُر ڪيڏاري ۾ مخدوم محمد صالح پٽي جي

تحقيق موجب ڪيڏارو چئن فقيرن: صادق علي فقير، احسان علي فقير هالڪندي وارو ۽ گدا علي فقير جيڪو احسان فقير جي اولاد مان هو لکيو.

بلوچ صاحب انهن سڀن ڳالهين جي چنڊڇاڻ ڪري صحيح کي غلط مان الڳ ڪيو. صحيح صورتخطي صحيح اُچارن سان لکيائين. نتيجي ۾ هاڻي شاهه جو رسالو مستند رسالو آهي ۽ ٻيا رسالا ان کي اصول ٺاهي لکي سگهجن ٿا.

ڊاڪٽر صاحب سنڌ يونيورسٽي ۾ تعليم جي شعبي جو روح روان هو. تعليم جي ميدان ۾ هن نوان طريقا اختيار ڪيا ۽ استادن جو معيارِ تعليم بلند ڪيائين، مٿس ڪيترن حلقن مان اهي اعتراض به ڪيا ويا ته بلوچ صاحب نوجوان Ph.D پيدا نه ڪيا. اصل ۾ ان وقت سنڌ يونيورسٽي ۾ اڃا Ph.D ڪرڻ جا ذريعا يعني وڏيون لائبريريون، ليبارٽيون ۽ ساز و سامان موجود نه هئا. Ph.D ڪرڻ لاءِ شاگردن کي مغربي ملڪن ۾ وڃڻو پوندو هو، ان وقت جا وائيس چانسيلر مشهور فيلسوف عالم ۽ سائنسدان هئا، هنن جو مطمع نظر تعليم جي معيار کي بهتر کان بهترين ڪرڻ هو. پهريون وائيس چانسيلر پروفيسر ابوبڪر حليم (اي. بي حليم)، ان کان پوءِ جڳ مشهور فلسفي ۽ مفسر قرآن علامه آءِ.آءِ قاضي، ان کان پوءِ

مشهور ايٽمي سائنسدان ڊاڪٽر رضي الدين صديقي ٻئريسٽر حسن علي عبدالرحمان جهڙا مايه ناز عالم هئا.
هنن جي ڏينهن ۾ امتحانن جو نتيجو سخت معيار هجڻ سبب چاليهه سيڪڙو کان مٿي نه هوندو هو. يونيورسٽي جي سخت علمي ماحول جي ڪري پنجاب کان شاگرد ميٽرڪ ۽ بي.اي جا امتحان سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ ڏيڻ ايندا هئا. گهٽو پوءِ جڏهن Ph.D عام جام ملڻ لڳي ته ڪٽي چئجي ته علم جي توهين هئي. بلوچ صاحب اهڙن آدرشي انسانن مان هو جيڪو ظاهري ڊگرين جي مقابلي ۾ علمي لياقت ۽ قابليت کي ترجيح ڏيندو هو.
ڊاڪٽر صاحب نه خوشامد پرست هئا، نه خوشامد پسند. ڪيترن محفلن جي صدارت ڪيائون، وڏا دانشور سندن علمي ۽ ادبي ڪمن جي تعريف ڪندا هئا ته پاڻ پيا مشڪندا هئا. آخر ۾ جڏهن صدارتي خطبو پڙهندا هئا ته سامعين سمجهندا هئا ته هاڻي ڊاڪٽر صاحب ضرور پنهنجي تعريف جي موٽ ڏيندو. داناء هو، وڏي حڪمت سان موضوع بدلائي تعريف بدران پنهنجي زندگيءَ جا واقعا ۽ مشاهدا ٻڌائيندو هو. آخري سالن ۾ ان قسم جي واقعن کي ’رهاڻ هيرن کاڻ‘ ۾ قلمبند ڪري ويو. ڪچهريءَ ۾ سندن شرڪت مشروط هوندي هئي. جيسين تائين مجلس ۾ سياڻپ، علم ۽ دانائيءَ جون ڳالهيون هلنديون هيون ته حصو وٺندو هو، پر

جي گفتگو جو موضوع ڦري اجاين سجاين ڳالهين ڏي ٿيندو هو، ته پاڻ اجازت وٺندا هئا.
ڊاڪٽر صاحب وقت جو قدر ڪيو جو سموري حياتي ڪم ۾ ڪم ڪيائون ۽ گفتگو کي به علمي حدن اندر رکيائون.
سندن رغبت روزانه پنڌ هلڻ جي به هئي، نوجوانيءَ کان وٺي آخر عمر تائين، صبح و شام پنڌ ڪندا هئا. آخري عمر ۾ لٺ جو به سهارو ورتائون ۽ ڪنهن خدمتگار کي ساڻ کڻندا هئا چو ته ضعيف العمري سندن روزمره جي مشغلن ۾ رڪاوٽ هوندي هئي، کين صدر ۽ حيدرآباد عيدگاهه ۾ پنڌ ڪندي ڏسبو هو.
اهڙي نموني هن دُر بي بها سنڌ ڌرتي جي فخرِ علم جي طالب ۽ مطلوب، راز ۽ نياز جي اسرارن ۽ رموزن کان واقف، سالسنڌيچي زندگي علم جي خدمت ڪندي سڦلي ۽ سجائي زندگي گذاري وڃي پنهنجي رب سان مليو.
هرگز نه ميرد آنکه دلش زنده شديه عشق،
ثبت است برجريده عالم تمام حال

(ثبت است بر جريدهءَ عالم دوام او، دوام ما)

ساقی به نور باده برافروز جام ما

مطرب بگو که کار جهان شد به کام ما

ما در پياله عکس رخ يار ديده‌ايم

ای بی‌خبر ز لذت شرب مدام ما

هرگز نمیرد آن که دلش زنده شد به عشق

ثبت است بر جریده عالم دوام ما

چندان بود کرشمه و ناز سهی قدان

کاید به جلوه سرو صنوبرخرام ما

ای باد اگر به گلشن احباب بگذری

زنهار عرضه ده بر جانان پیام ما

گو نام ما ز یاد به عمدا چه می‌بری

خود آید آن که یاد نیاری ز نام ما

مستی به چشم شاهد دلبند ما خوش است

زان رو سپرده‌اند به مستی زمام ما

ترسم که صرفه‌ای نبرد روز بازخواست

نان حلال شیخ ز آب حرام ما

حافظ ز دیده دانه اشکی همی‌فشان

باشد که مرغ وصل کند قصد دام ما

دریای اخضر فلک و کشتی هلال

هستند غرق نعمت حاجی قوام ما







# ڊاڪٽر بلوچ سان ڪيل ”ڳاڙهي“ جو هڪ يادگار سفر

هڪ سال يعني مؤرخه 30 مارچ 1996ع تي صبح جو 10 وڳي اوچتو قبلا محترم ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب ۽ حيدرآباد ڊويزن جو اڳوڻو ڪمشنر مسٽر عبدالغفار سومرو صاحب منهنجي غريب خاني ۾ تشريف فرما ٿيا هئا. اوچتو اچڻ تي ساڻن ملي ڏاڍي خوشي ٿي هئي. ان وقت مون وٽ جا غريباڻي ماني تيار هئي سا حاضر ڪئي هيم. ٻين دوستن تڪڙ پئي ڪئي مگر محترم ڊاڪٽر بلوچ صاحب جن فرمايو ته: ”بابا، تڪڙ نه ڪريو، پروچ نيرن ڪرڻ کان سواءِ نه ڇڏيندو.“ پوءِ پاڻ فرمايائون ته ضلعي سانگهڙ واري سُگهڙ صادق فقير ٿهيم بلوچن جا چوڏهن پارَ ٻڌايا آهن، جن مان پهريان ٻه هن طرح آهن:

**بلوچن بهادرن جا سُڻ چوڏهن پُورا پارَ،**
**هڪ مهمان نواز ماني ڪارائينِ، پيو پاڙي سان ڪن پيار.**

اهو ٻڌي مهمان مطمئن ٿيا ۽ موقعي سان مون به مرحوم دادن فقير جو هيءُ شعر پڙهيو:

**اسان جي دعوت اي جاني قبوليندؤ ته بسم الله،**
**غريباڻي مچي ماني قبوليندؤ ته بسم الله،**
**سرنهن جو ساڳ سبحاني قبوليندؤ ته بسم الله**
**چِٽو پٽ، دال دُوفاني قبوليندؤ ته بسم الله.**

بهرڪيف غريباڻي ماني ڪائڻ بعد مون پنهنجو ڪتاب ”سوانح حيات نواب سر غيبي خان چانديو“ ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي خدمت ۾ پيش ڪيو هو، پاڻ مهرباني فرمائي مختصر طور ڪتاب جو معائنو ڪرڻ فرمائُنِ ۽ ڏاڍو پسند ڪيائون.
منهنجي جاکوڙ ۽ محنت تي شاباش چيائون: ان کان پوءِ ميان نصير محمد ڪلهوڙي جي درگاه تي هلڻ لاءِ ارشاد فرمايائون.
آءٌ تيار ٿي ساڻن گاڏيءَ ۾ گڏ ويٺس. اسان جي گاڏيءَ پٺيان ميهڙ سب ڊويزن جي ايس. ڊي. ايم مسٽر سليم احمد کهڙي صاحب جي گاڏي هئي.
سنڌيءَ ۾ دانائن جو چوڻ آهي ته: ”مورک ساري رات، سالڪ هڪ گهڙي“. محترم ڊاڪٽر نبي بخش خان جهڙي عظيم

سالڪ سان رهاڻ ڪندي وجي ميان نصير محمد ڪلهوڙي جي جوڙيل مسجد شريف وٽ پهتاسين. اتي سڀئي موٽرن مان لهي پياسين ۽ مسجد شريف جي اوپر ڪان سيمنٽ سان بند ٿيل هڪ پٿر تي وجي بيٺاسين. هيءُ پٿر مسجد شريف جي نئين طرح مرمت ڪرڻ واسطي لڳايو ويو هو، جنهن تي ڪن صاحبن جا اسماء گرامي لکيل هئا.

محترم ڊاڪٽر بلوچ صاحب ۽ محترم ڪمشنر سومرو صاحب ذري گهٽ اڌ درجن جنابن جا نالا پڙهي ٿورو مُرڪيا، ۽ ڪمشنر صاحب جن فرمايو ته مسجد شريف جي ڪم واسطي سرڪار طرفان منظور ٿيل پيسا جنابن جا چيلا ڪائي ويندا، باقي جنابن جا نالا پٿر تي يادگار هوندا، ۽ مسجد شريف انهيءَ ئي خسته حال ۾ هوندي. واقعي جناب ڪمشنر صاحب جي ڳالهه سؤ سيڪڙو پوري ٿي. مسجد شريف تقريباً انهيءَ ئي حال ۾ آهي جنهن ۾ هئي. لهٰذا افسوس ته، انهيءَ تاريخي مسجد شريف جي مرمت واسطي سرڪار ڪوبه توجهه نه ٿي ڏئي.

هيءَ تاريخي مسجد شريف ميان نصير محمد ڪلهوڙي سنه 1071ع هجري بمطابق سنه 1660ع ۾ جوڙائي. مسجد جي اتر ۽ اولهه جي ڪُنڊ تي سيد حامد شاهه شهيد جي مزار آهي. مٿس چورس تي گنبد ٺهيل آهي. هن بزرگ جي زيارت ڪرڻ ڪان پوءِ ميان نصير محمد ڪلهوڙي جي حويليءَ جا کنڊرات ڏٺا ويا. هنن کنڊرن مان صرف ٻه برج خسته حالت ۾ نظر اچن ٿا، هڪ بُرج

ڏکڻ طرف کان ۽ ٻيو اوڀر طرف کان. حويلي ڏيڍ ڪلوميٽر چورس تي مشتمل آهي. جڏهن ميان شاهل محمد ڪلهوڙو (ميان نصير محمد ڪلهوڙي جو چاچو) سنه 1068 هجري ۾ بکر جي مغليه نوابن سردار جلال خان ابڙي ۽ سردار محمد صديق خان سانگي جي ماڻهن هٿان شهيد ڪرايو، جنهن ۾ چانڊين جي سردار ملڪ غيبي خان مغلن جي نوابن جي خلاف وڏي تحريڪ هلائي ۽ مغليه لشڪر تي ڇاپا مار حملا شروع ڪرايا، ته پوءِ ميان نصير محمد ڪلهوڙو ٿوري عرصي لاءِ سنڌ مان ملتان هليو ويو. بعد ۾ وري به سردار ملڪ غيبي خان جي چوڻ تي واپس اچي ’ڪارا‘ يا ’گهارا‘ پرڳڻي ۾ سنه 1070 هجري بمطابق سنه 1659ع ڏاري ڳوٺ ٻڏي حويلي جوڙائي ۽ حويلي جي اولهه طرف مقام عدالت گاهه جوڙايائين. انهيءَ مقام جي خسته حالت ڏٺيسين. اتي ڪرڙ جون پٺيون اجا تائين نظر پئي آيون. فقيرن جو چوڻ هو ته اهي پٺيون انهيءَ زماني جون آهن. بقول قبلا محترم ڊاڪٽر بلوچ صاحب ته، حويلي يا مقام عدالت گاهه مٿان ڪاٺ جون ڇتيون هيون. جنهن ۾ وَرا، ڪامون يا لاٽيون ڪني پير، لئو، ڪنڊي پانم جون چو نه هجن مگر پٺيون ڪرڙ جي ڪاٺيءَ جون هيون. مقام عدالت گاهه جي ڏسڻ بعد سيد عنايت شاهه ڏنڌُو جي مزار تي پهتاسين. هن بزرگ تي مسجد نما گنبد الحاج امير بخش خان جوڻيجي صاحب سنه 1997ع ۾ پنهنجي خرچ سان جوڙايو. ياد رهي ته سيد حامد شاهه ۽ سيد عنايت شاهه ڏنڌُو مغليه لشڪر

سان ڳيريلي وٺ وڙهندي جرنيل مير مؤندر خان چانڊئي ۾ پين سان گڏ سنه 1111 هجري مطابق 1699ع ۾ شهيد ٿيا. جنهن جو تفصيلي احوال مون پنهنجي ڪتاب ”سوانح حيات سر غيبي خان چانڊيو“ ۾ لکيو آهي. اولهه طرف ونگ نما هڪ پڪي سرن جي ديوار وٽ پهتاسين. چوڻ ۾ اچي ٿو ته اها ميان نصير محمد ڪلهوڙي جي بٺي يعني بورچي خاني جي جاءِ هئي. اولهه، اتر ۽ ڏکڻ طرف جون ديوارون ختم ٿي چڪيون آهن. باقي اوپر طرف شايد ونگي دروازو هو. محترم ڊاڪٽر بلوچ صاحب ۽ سندس هم رفيق دوست هن ونگي نما ديوار جي مضبوطي ڏسي ڏاڍا متاثر ٿيا. پوءِ فتح فقير پخاليءَ جي مزار تي پهتاسين. هيءُ درويش، ميان نصير محمد ڪلهوڙي جو مريد ۽ پخالي هو. روزانو ميان صاحب جي ڳوٺ کان اوپر طرف ٽي ميل پري لهڙيءَ جي ڪنب مان ميان صاحب جي حويلي ۾ مهمان خاني لاءِ پاڻيءَ جون مشڪون ڪڍهن ڪلهي تي ته ڪڍهن ڏاند تي، سندس ڏاند جنهن سان فقير صاحب جي گهڻي محبت هئي، تمام ڏاهو هوندو هو، فقير صاحب مٿس نالو ’عاقل‘ رکيو. عموماً انهيءَ ڏاند جي پُٺيءَ تي پاڻيءَ جون مشڪون پريندو هو. (عاقل ڏاند ۽ فتح پخاليءَ جو مفصل احوال ڪتاب ”سوانح حيات نواب سر غيبي خان“ ۾ پڙهندا). پوءِ ميان نصير محمد ڪلهوڙي جي درگاهه اعليٰ تي پهتاسين جيڪا فتح پخاليءَ جي مزار جي اولهه طرف ٽن ميلن جي مفاصلي تي آهي. ميان صاحب جي مزار جي اتر طرف واري

مسافرخاني ۾ اڳيان ئي خيرپور ناٿن شاهه تعلقي جو ان وقت جو مختيارڪار ميان ارباب علي خان لنڊ بلوچ معزز مهمانن جي ويهڻ واسطي هنڌ ڪرڻ جو بندوبست ڪري ڇڏيو هو. ساڻس گڏ پوليس جو عملو به موجود هو. اتي لهڻ کان پوءِ ميان نصير محمد ڪلهوڙي جي زيارت تي وياسين ۽ ختمو پڙهيوسين. اتي ڊاڪٽر بلوچ صاحب ميان نصير محمد ڪلهوڙي جي شخصيت بابت احوال ٻڌايو:

”ميان شاهل محمد ڪلهوڙي جي وفات بعد ميان نصير محمد بن ميان الياس محمد ڪلهوڙو سنه 1068 هجري بمطابق سنه 1657ع ۾ پنهنجي وڏن جي گاديءَ تي ويٺو. هو پنهنجي وڏن کان وڌيڪ ممتاز هو، ڇو ته سندس ئي زماني ۾ مريدن مان لشڪر تيار ٿي ويا، ۽ انهن جي پوري انتظام حڪومت جو رنگ اختيار ڪيو. ان کان علاوه زهد ۽ عبادت سببان ميان صاحب غير معمولي شهرت حاصل ڪئي ۽ سندس ڪرامتون ڳاٽاڻي کان زياده آهن.“ راقم به سندس مفصل ذڪر پنهنجي ڪتاب ”سوانح حيات نواب سر غيبي خان چانڊيو“ ۾ قلمبند ڪيو آهي. هن عظيم انسان 7 ماهه ذوالحج سنه 1102 هجري بمطابق سنه 1692ع ۾ وفات ڪئي. مٿس ڇٽي نما سفيد گول گنبد ۽ عاليشان ڪوٽ سندس فرزند ميان يار محمد ڪلهوڙي سنه 1130 هجري بمطابق سنه 1708ع ۾ جوڙايو. بعد ۾ ميان نصير محمد ڪلهوڙي جي فرزند ميان دين محمد ڪلهوڙي جي مزار جيڪا

ميان صاحب جي مزار يعني ڪوٺ کان ٻاهر لڳ اولهه طرف آهي، جي زيارت ڪئيسين.
ميان دين محمد ڪلهوڙي جي شخصيت بابت ڊاڪٽر بلوچ صاحب سپني دوستن کي هن طرح ٻڌايو:
ميان نصير محمد ڪلهوڙي کي ٽي پٽ هئا:
1. سڀني کان وڏو ميان دين محمد
2. وچيون ميان يار محمد
3. سڀني کان ننڍو ميان مير محمد
ميان نصير محمد جي وفات کان پوءِ انهيءَ ئي سال سنه 1103 هجري بمطابق 1692ع جي پيري مرشديءَ جي مسند ۽ حڪومت جي گاديءَ تي ويٺو. جيڪي زميندار لڙاين ۾ ناڪام رهڻ کان پوءِ گهڻي مدت تائين ميان نصير محمد ڪلهوڙي جي زماني ۾ خاموش رهيا هئا سي وري جهڳڙي ۽ فساد ڪرڻ لاءِ آماده ٿي ويا، شايد انهيءَ ڪري جو سندن خيال مطابق نئون سجاده نشين اثر رسوخ ۽ طاقت ۾ پنهنجي والد محترم کان گهٽ هوندو، ان ڪري ڪيس شڪست ڏيئي ختم ڪرڻ ۾ ڪا گهڻي دقت پيش نه ايندي. ليڪن منجهن اڪيلي سر مقابلي ڪرڻ جو حوصلو موجود نه هو ۽ هنن وقت جي حاڪمن وٽ شڪايتون ڪرڻ شروع ڪيون ۽ حاڪمن طرفان سختيون شروع ٿيون. مجبوراً ميان صاحب جا مريد جن ۾ گهڻا بلوچ هئا، خصوصاً چانڊيا جنگ لاءِ تيار ٿي ويٺا. مغليه حاڪم مرزا خان پني ڪيترا

دفعا ميان دين محمد ڪلهوڙي کي دبائڻ جون ڪوششون ڪيون، ليڪن ڪيس ڪاميابي نه ٿي، آخر دهلي دربار جي طرفان امير شيخ جهان کي سراين جي مات ڪرڻ لاءِ مقرر ڪيو ويو.
ڳيريلي جي ڳوٺ وٽ جنگ لڳي، جنهن ۾ مغليه لشڪر کي سخت شڪست آئي ۽ شيخ جهان خان، مير مؤندر خان چانڊئي هٿان مارجي ويو ۽ مير مؤندر خان به پنهنجن ساٿين يعني حاجي خان مري سميت شهيد ٿيو ۽ فيروز فقير ويراڻ جي سپهه سالاريءَ هيٺ حاجي خان مري، حامد شاهه ۽ عنايت شاهه ڏنرو، اهي به مير مؤندر خان چانڊئي سان گڏ شهيد ٿيا. سنه 1927ع جي نواب سر غيبي خان جي ڪتب خانه جي دستاويزات مان اهو احوال ملي ٿو، باقي تاريخي ڪتاب ته لکن ٿا ته: امير شيخ جهان فيروز فقير ويراڻ هٿان شهيد (قتل) ٿيو، اها ڳالهه سراسر غلط آهي، چو ته تاريخ وارن چانڊين جي خلاف اڪثر پئي لکيو آهي، جيئن تاريخ مظهر شاهه جهاني وارو لکي ٿو:
”هن علائقي ۾ جيئن ته بدبخت چانڊين جي گهٽائي آهي“. (صفحو 162)
هو صفحه 201 تي لکي ٿو:
”باغبان پرڳڻي جا سميجا ۽ ٿيبا، چانڊين نياڳن سان ملي وڳوڙ پکيڙڻ لڳا“. (صفحه 220) ”نياڳن چانڊين رات جو اچي لشڪر تي تير وسايا“.

(صفحه 247) ” ڳاها باغبان، پاٿ، اڪبر آباد جي پرڳڻن کي چندن چاندين برباد ڪري ڇڏيو“. (صفحه 282:) ”هتي پيو فساد گروھ چاندين جو آهي، اهي نپاڳا باغبان جي پرڳڻي ۾ جبل پاسي رهن ٿا“.

”آخر انهيءَ سال مغل شاھ زاده هٿان ملتان ۾ سنه 1111 هجري بمطابق 1700ع ميان دين محمد بن ميان نصير محمد ڪلهوڙو شهيد ٿيو. سندن مٿان ننيڊڙو مقبرو سندس وڇين پاءُ ميان يار محمد، ميان نصير محمد جي مقبري سان گڏ ٺهرايو، يعني سنه 1130ھ ۾“.

بعد ۾ محترم قبلا ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جن ميان نصير محمد ڪلهوڙي جي حرمن جي مزارن جي ڏسڻ واسطي فرمايو. تنهن تي صقري فقير مشوري جيڪو مزارن جو مجاور به آهي، انهيءَ ناراضگي ڏيکاري ۽ سرائڪي ٻوليءَ ۾ هن طرح تقرير شروع ڪئي:

”سائين ميڏا، پاڪين دي قبران ڏيکڻ واسطي اسان ڏيان ڪنواريان چوڪريان به نهين ويندي‌ان. هڪڙي سال اسان ڏي شهر دي ڪنهن نپاڳي عورت هڪڙي پاڪ دي قبردا پڙدا پلاند مٿي ڪيتا. قذرت (قدرت) دي طرڦان (طرفان) شام دي وڪت (وقت) اتر اولھ دي ڪنڊ ڪني ڪالا طڦان (طوفان) اٿيا، اسان شهر واليان ميان سائين (يعني ميان نصير محمد) دي دربار وچ ٻچي وچ ميان ڪٿي پا وچ آزي ڪيتي، تڏان مس وڃ طڦان بند

ٿيا، وٽ ڏون سالين کني بعد ول به ڪنهن ڪني رن پاڪ دي قبر دا پڙدا پلاند مٿي ڪيتا، وٽ پورا طڦان آيا“.
صڦري فقير اڃا تقرير جاري رکي، مگر مون صڦرو فقير کي روڪيندي چيو ته، صڦرا فقير طڦان، ٻوفان هُڻ ڪونه آسين، اي صاحب (محترم ڊاڪٽر صاحب ڏانهن اشارو ڪندي) ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ هي، ۽ ٻيا صاحب ڪمشنر صاحب هي. ايهه تاريخان ڏيکڻ آئي هن. ايهن وچ ميان صاحب دي خاندان پلائي هي ۽ ڪمشنر صاحب سنڌ دا مالڪ هي، جيوين وڻسين تيوين ڪرسين، تيڏي مغز خوري اجائي ٿيسين. پوءِ ڏيڏي اک سان ڪمشنر صاحب ڏانهن ڏسندي صڦري فقير ماٺ ڪئي ۽ صڦري فقير جو جوش به گهٽجڻ لڳو. چيائين ته: سائين پلي چُلو. محترم ڪمشنر صاحب جن اتي ئي ويهي رهيا ۽ مختيارڪار صاحب ميان ارباب علي خان بلوچ به باقي محترم قبلا ڊاڪٽر صاحب، بنده، مسٽر سليم احمد کهڙو صاحب، فوٽوگراف وارو، حاجن بنگالو، ماڻو خان ۽ ٻيا دوست ميان نصير محمد ڪلهوڙي جي مستورات جي قبرستان طرف روانا ٿياسين. مستورات جي قبرن کي چوڌاري ديوار آهي، صرف ڏکڻ ۽ اولهه جي ڪنڊ کان هڪ دروازو آهي. هيءُ قبرستان ميان نصير محمد ڪلهوڙي جي درگاهه جي اوپر ۽ اتر جي ڪنڊ تي اڌ فرلانگ پنڌ تي آهي. جڏهن اسان قبرستان دروازي وٽ پهتاسين، تڏهن صڦري فقير رڙ ڪري چيو ته:

”هُڻ جوتي شوتي دروازي کني ٻاهر لاهو.“ مون اندر ديوار
کان هڪڙي سوراخ مان ڏٺو. سُڪي لاٽي، ٻُوھ، سُڪل ڳم،
سڪل سيوهر جا ڪنڊن سان ڀريل ڪانڊيرا نظر آيا. صغري
فقير جي اوچتي رڙ ڪرڻ تي محترم قبلا ڊاڪٽر صاحب جن
هڪدم پنهنجو بوٽ لاٿو. مون ڪيس عرض ڪيو ته، سائين
قبرستان اندر سڪل گاهه ٻوٽن جا خطرناڪ ڪنڊا آهن، اسان
جوتا لاهيون ٿا، اوهان نه لاهيو. تنهن تي ڊاڪٽر صاحب جن
فرمايو ته: ”ادا حڪيم صاحب، ڪنڊي لڳن ته پلي لڳن، صغري
فقير دا حڪم منٽائي“. ۽ اسان سڀني به جوتا لاٿا. اندر قبرن وٽ
پهتاسين ٽي قبرون، هيٺ اوپر طرف، ٻي قبر وچم ۽ ٽين اولھ
طرف هئي. صغري فقير اوپر واري قبر تي ٻيهي ٻڌايو ته، ايھ
قبر بي. بي پاڪ امان دي اي. يعني ميان نصير محمد صاحب
جي والده ماجده. باقي اولھ وارين ٻنهي قبرن ڏانهن اشارو ڪندي
چيو ته، ايھ ڏونهين قبران پاڪ حرمين ديان هي، اسان سمجهي
وياسين. مون وري پڇيو ته فقير سائين، ڪيا ايھ ڏونهين قبران
ميان نصير محمد دي پاڪ حرمين ديان هن؟
محترم قبلا ڊاڪٽر بلوچ صاحب جن ميان نصير محمد جي والده
جي قبر ڏسي فرمايو ته، هيءَ تمام پراڻي قبر آهي، قبر جي
سيراندي ۽ پيرانديءَ تي سفير پٿر جون تختيون لڳل هيون، مگر
اکر ڊٺل هئا ۽ حرمن جي قبرن مان وچين قبر جي پاسن ۽

سيرانديءَ جي مٿان قرآن پاڪ جون آيتون لکيل هيون. باقي پيرانديءَ جي پٿر تي هيٺيون ڪتبو لکيل هو:
”تاريخ وفات مرحومه بي بي جادو، سنه 1114 هجري بمطابق سنه 1702ع.“
۽ اولهه واري قبر تي هيءُ ڪتبو لکيل هو:
”تاريخ وفات مرحومه بيبي پائتي، سنه 1111هجري بمطابق 1699ع.“
مذڪوره ميان صاحب جي حرمن جي قبرن ڏسڻ بعد وري محترم قبلا ڊاڪٽر بلوچ صاحب جن اوپر واري قبر يعني ميان صاحب جي والده ماجده جي قبر تي هلي بيٺا، ۽ مون کي مخاطب ٿي فرمايائون ته: ”هن قبر تي هي پٿر مٿين ٻنهي قبرن جي پٿرن کان پراڻو ٿو ڏسجي.“ واقعي پٿر ميرو ۽ پراڻو نظر پئي آيو. صاف ظاهر آهي ته محترم قبلا ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب نه صرف تاريخ جا ڄاڻو هئا مگر آثار قديمه تي به ڪين وڏي دسترس ۽ ڄاڻ هئي بعد ۾ تاجي ليکيءَ جو مقبرو پري کان ڏٺوسون.
تاجو ليکي بن راڄو ليکي، جو احوال مون ڪتاب ’سوانح حيات نواب سر غيبي خان چانڊيو‘ ۾ قلمبند ڪيو آهي. پوءِ قاضي صاحبان جون قبرون ڏٺيوسين. جن جي باري ۾ ميان جا فقير انيڪ قسم جون خبرون ٻڌائيندا آهن. اهو احوال به مون لکيو آهي. وري به پڙهندڙ جي دلچسپيءَ واسطي لکجي ٿو.

ڳالهه ڪندا آهن ته هندستان جي ڪنهن علائقي جا قاضي، ڪن
روايتن ۾ ست، ڪن ۾ چوڏنهن ڄڻا، خبرون ٻڌائيندا هئا ته ميان
نصير محمد ڪلهوڙي جا مريد ۽ فقير شريعت جي ابتڙ پيا هلن.
انهن کي هدايت ڪري شرعي راهه وٺرائجي. سو منزلون ڪندا
اچي ميان نصير محمد جي خدمت ۾ حاضر ٿيا، ۽ چيائون ته، اوهان
جا (مريد) فقير شرع شريف جي ابتڙ پيا هلن، انهن کي اوهان به
هدايت ڪيو ۽ اسان به هدايت ڪرڻ واسطي پري کان پنڌ ڪري
آيا آهيون. سو ميان صاحب بنا دير جي قاضي صاحبان کي چيو
ته: پهريان اوهان وڃو، منهنجي ٿنار ياري فقير وٽ. هيءُ فقير
ميان نصير محمد جو مريد ۽ سندس رڍون چاريندو هو، تنهنڪري
يارو فقير رڍيو جي نالي سان مشهور هو. جڏهن فقير جي خدمت
۾ قاضي صاحب پهتا ته صبح جو وقت هو. فقير صاحب پنهنجي
منجي (مَنهه) تي زال سان گڏ سُتو پيو هو. قاضي صاحبان وڃي
پرسان سلام ورايو، فقير ٽپو ڏيئي اٿيو، قاضي صاحبان سان اچي
مليو. مهمانن کي ويهاري، فقير صاحب وڃي ڏڻ مان هڪ رڍ
ڪاهي اچي ڪُٺي. قاضين کي شڪ پئجي ويو ته فقير جيڪو
پنهنجي زال سان ستو پيو هو، يقيناً فقير کي تڙ هوندو، هيءَ جيڪا
رڍ ڪُٺائين، ان کي به تڙ سان تڪبير ڏنائين. تنهنڪري هيءُ رڍ
حرام آهي. سو فقير کي چيائون ته، فقير اها رڍ حرام آهي تو تڙ
سان تڪبير ڏني. فقير وري ٻي رڍ ڪُٺي. وري به قاضين چيو
حرام آهي. فقير وري ٽين رڍ ڪٺي، جنهن کي به قاضين حرام

ڪيو. لهٰذا القياس ياري فقير ست ريون بيڪ وقت ڪُنيون، ستنئي رين کي قاضين حرام قرار ڏنو. تنهن تي فقير پنڪو لاهي وارن کي نيوڙي پاڻي ڪيي فرمايو ته:

”جيوي ميان، تُسان ئو عورتان، مين هُڻ وج (حوض ڪوثر) دي پاڻي نا وهنج آيا هان.“

قاضي صاحب ڏسن ته واقعي اهي مردن مان فري عورتون ٿيا. سو پڳا ميان نصير محمد صاحب جي خدمت ۾، سمورو احوال ٻڌايائون. ميان صاحب يارو فقير ريبوءَ کي گهرايو. اتي شادمانو ڪيو ويو، الا تواَهر ٿي، پوءِ وجي قاضي صاحب مرد ٿيا. جڏهن مرد ٿيا ته هنن وعدو ڪيو ته هاڻي هتان واپس نه وڃبو. آخر مرڻ تائين قاضي صاحب، ميان نصير محمد صاحب جي خدمت ۾ رهيا ۽ دفن به اتي ئي ٿيا.

درگاهه ميان نصير محمد جي ڏکڻ طرف تلاءُ آهي، هن تلاءَ کي نئن جي پاڻيءَ سان پرائبو آهي، اگر برسات نه ٿي پوي ۽ نئيون نه ٿيون اچن ته پوءِ نئن گاج جي ڪاري پاڻيءَ سان پرائبو آهي. هيءُ تلاءُ تمام قديم آهي، هن جي باقاعده کوٽائيءَ جو ڪم شمس العلماء مرزا قليچ بيگ سنه 1880ع ۾ ڪرايو. ان وقت هيءُ صاحب تعلقي ڪڪڙ جو مختيارڪار هو.

دادو ضلعي ۾ بلڪ پوري سنڌ ۾ ٻاڙهيءَ جو قبرستان، مڪليءَ کان پوءِ وڏو قبرستان آهي. هن قبرستان جو وجود سنه 1103هه

بمطابق 1692ع کان آهي. مقبرا ۽ قبرون ڳاٽاڻي کان وڌيڪ آهن.

مير علي شير قانع ’تحفة الڪرام‘ ۾ لکي ٿو ته:

”زماني جي دستور موجب ميان نصير محمد پنجيتهه يا ڇٽيهه سال مرادون ماڻڻ کان پوءِ هميشه واري جهان ڏانهن لڏي ويو ۽ گهاريءَ ۾ ڳاڙهي ڏڙي تي دفن ٿيو.“

مون ڳاڙهي ڏڦ يا ڏڙي جو احوال ڪتاب- ”سوانح حيات نواب سرغيبي خان“ ۾ لکيو آهي. ان کان علاوه هن قبرستان ۾ عالم دين به مدفن آهن ته مجذوب، درويش ۽ راڄن جا رئيس يا سردار، دانشور، شاعر، سگهڙ، پير، مير ۽ وزير پر درويش جهانگر ٻاليشاهي جهڙا فقير به. مون ڊاڪٽر صاحب کي درويش جهانگر فقير ٻاليشاهيءِ جو احوال هن طرح ٻڌايو ته:

”هيءُ درويش به ميان نصير محمد ڪلهوڙي جو مريد هو. ميان صاحب جي ڳوٺ کاري يا (گهاري) ۾ ويٺو هوندو هو، ڪيس ڪتن ڌارڻ جو وڏو شوق هوندو هو. فقير صاحب ماڻهن کي سوال ڪرائي لهڙيءَ جي ڪنب مان نڪرن ۾ پاڻي پرائي ڪتا ڪاهي اتي وجي پاڻي پياري ايندو هو. تنهن تي ميان صاحب جي مشوري فقيرن اعتراض واريو ته، فقير جا ڪتا لهڙيءَ جي ڪنب جو پاڻي وڃي ڪنب جي پرسان پيئن ٿا. فقير کي گهرجي ته مشڪون پرائي ڪتن کي گهر پاڻي پياري... تنهن تي ميان صاحب جهانگر فقير کي گهرائي، مشوري فقيرن جي اعتراض کان واقف ڪيو. جهانگر

عرض ڪيو ته، مان پاڻي پين ڪان پرائي، پاهر ڪڍي نڪر جي خاص ثانون ۾ ڪتن ڪي پياريندو آهيان مون ڪي پاڻي پري ڏيندا آهن ۽ آءٌ مشڪون پري گڏه تي لڏي پيئڻ واسطي گهر آڻيندو آهيان.

ميان صاحب فقير ڪي منع ڪئي ته: ”ابا مشوري فقير رنج ٿيندين، تون ڪُتيين ڪون گهر پاڻي پلا.“

جهانگر فقير جو ميان صاحب ڪي جواب ۽ پيشگوئي:

”جيوين ميان، ڪتي گهر پاڻي پلا اسيان، خدا ڪون عرض ڪريندئيون ته سال چوڏهين ۽ پندرهين سن وچ تيڏي مريد (يعني مشوري) جهنگلي جانورين نال گڏ پاڻي پيسن.“

فقير صاحب جي پيشگوئي پوري ٿي هن وقت تلاءَ مان ڪتا ۽ جهنگلي جانور وغيره به پاڻي پيئندا آهن، ۽ مشوري فقير به اتان ئي پيئڻ جو پاڻي پريندا آهن.

ڊاڪٽر بلوچ صاحب سان ڪيل سوين سفرن مان هڪ هيءُ سفر به مونکي هميشه ياد رهندو.

گل محمد عمراڻي



"A National System of Education & Education of Teachers

# ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جو اولين علمي ۽ پي ايچ.ڊي مقالو

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ تعليم جي شعبي ۾ ماسٽرس جي ڊگري سال 1947ع ۾ نيو يارڪ (آمريڪا) جي جڳ مشهور ڪولمبيا يونيورسٽي مان حاصل ڪئي. ڊاڪٽر بلوچ صاحب، سال 1943ع ۾ M.A. عربي فرسٽ ڊويزن، فرسٽ پوزيشن علي ڳڙهه مسلم يونيورسٽي مان حاصل ڪرڻ کان پوءِ، ڊاڪٽريٽ لاءِ ٽن سالن تائين ڪم ڪندو رهيو ۽ کين وظيفو ملڻ شروع ٿيو. ڊاڪٽر صاحب جي تحقيق جو موضوع ”السند تحت سَيطرة العرب“ (Sindh under the Arab Administration) هو. هن تحقيق ۾ سندن نگران ڊاڪٽر عبدالعزيز الميمني، سَربراهه ۽ اُستاد عربي شعبو هو. مسلم يونيورسٽي، علي ڳڙهه ۾ ڊاڪٽر بلوچ صاحب، سنڌ عرب دور تي پنهنجو مقالو ڪجهه سَببن ڪري ڇڏي ڏنو. سال 1945ع ڌاري سنڌ سرڪار ۽ گورنمينٽ آف انڊيا طرفان هڪ پڌرنامو ڇپيو ته جي آمريڪا ۾ اعليٰ تعليم حاصل ڪرڻ جا خواهشمند آهن، سي اُميدوار پنهنجون درخواستون، حڪومت کي ڏياري موڪلين. ڊاڪٽر انس راڄپر پنهنجي هڪ اڻ ڇپيل مقالي ۾ لکي ٿو ته:

”ڊاڪٽر صاحب ۽ غلام مصطفيٰ نالي سنڌس هڪ دوست درخواستون ڪراچي ۾ ڏيئي واري پوسٽ ۾ وڌيون. سنڌ سرڪار طرفان، ڊاڪٽر بلوچ صاحب کي روبرو حاضر ٿيڻ جو هڪ خط آيو پر جيڪو ڊاڪٽر صاحب کان شايد گُم ٿي ويو. گورنمينٽ آف انڊيا، فقط سنڌ مان لياقت ۽ قابليت جي بنياد تي ڊاڪٽر بلوچ صاحب کي گهُرايو. سڄي هندستان مان 30 عالمن جو انٽرويو 1946ع ۾ ورتو ويو ۽ جنهن کان پوءِ 7 جولاءِ 1946ع تي کين اطلاع پهتو ته توهان کي امريڪا ۾ اعليٰ تعليم لاءِ چونڊيو ويو آهي ۽ اوهان کي آمريڪا جي نيو يارڪ اسٽيٽ جي قديم يونيورسٽي ڪولمبيا ۾ داخلا ملي آهي. آمريڪا ويندي بحري جهاز جنرل گارڊن ۾ روانگي جي تياري ڪريو.“

اِها آهي مختصر روئداد ان تاريخ ساز سفر جي، جنهن هن تاريخي مقالي کي جنم ڏنو ۽ اهو مقالو، دراصل، پاڪستان ۾ تعليم جي موضوع تي پاڪستان جي ٺهڻ وقت پهريون علمي ڪارنامو ليکيو ويندو آهي، پر افسوس ته اڄا تائين اسان جي علمي ۽ تدريسي حلقن کي اُن تي پَڙهڻ جي توفيق نه ٿي آهي.

ڊاڪٽر بلوچ صاحب پنهنجي Ph.D جي تحقيقي مقالي:

**"A national System of Education and the Education of Teachers".**

(تعليم جو قومي سرشتو ۽ اُستادن جي تعليم) جي ”تعارف“ ۾ لکي ٿو ته:

”مون جنهن سال پاڪستان قائم ٿيو، ان سال ئي ڪولمبيا يونيورسٽي جي استادن جي ڪاليج مان، تعليم جي شعبي ۾ M.A جي ڊگري حاصل ڪئي هئي، پر پوءِ سوچيم ته هاڻ پاڪستان جي نئين رياست جو وجود ۾ اچڻ کان پوءِ، اُتي جي تعليم جي قومي سرشتي بابت نوان خيال، ويچار، رٿون ۽ تجويزون پيش ڪجن جي اڳتي هلي پراڻي نَو آبادياتي (Colonial) انگريزي ڍانچي ۽ انتظامي جوڙجڪ جي جاءِ والارين. ازان سواءِ نئين تعليمي نظام ۾ خاص طرح اُستادن جي تعليم بابت ڪهڙيون تبديليون اچڻ گهرجن ته جيئن نوازائيده مملڪت خداداد ۾ تعليمي سرشتي کي ڪاميابي سان هلائي سگهجي.“

اِهوئي ڊاڪٽر بلوچ جي Ph.D جي Thesis جي پر مغز تحقيق جو موضوع خاص هو. ان موضوع تي ڊاڪٽر صاحب لاڳيتا ٻه ورهيه ڪولمبيا يونيورسٽي ۾ رهي 1948ع کان 1949ع تائين ڪم ڪيو، جنهن جي نتيجي ۾ ڊاڪٽر صاحب کي 10 مئي 1949ع تي ”ڊاڪٽر آف ايجوڪيشن“ (Doctor of Education) جي اعليٰ ترين سند عطا ڪئي وئي. ڊاڪٽر بلوچ پاڻ بحيثيت هڪ تعليمي مفڪر جي محسوس ڪندو هو ته نيئن مملڪت پاڪستان ۾ ڪوبه تعليمي نظام اصل ۾ وجود ۾ ئي ڪونه هو ۽ سڀ تعليمي ماهر ان ڳالهه تي متفق هئا ته اُن وقت جو انگريزي استعماري

(Imperial) سرڪاري تعليمي ڍانچو ۽ سِرشتو دراصل ڪنهن به طرح ۽ طريقي سان قومي سرشتي جي اوسر جو ٺوس بنياد پيش نه پئي ڪري سگهيو.

ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي مقالي جا پهريان چار باب  بالترتيب اُنهي جاکوڙ ۽ جستجو جي نشاندهي ڪن ٿا ته جيئن قومي تعليمي نظام جي از سر نو جوڙجڪ ۽ تشڪيل کهڙن فڪري بنيادن تي مشتمل هئڻ گهرجي. انهن چئن بابن جا عنوان ٻُڌائين ٿا ته ڊاڪٽر صاحب پنهنجي مقالي جو بڻ بنياد کهڙن اصولن تي رکيو آهي. باب اول جو عنوان آهي ”پاڪستان ۾ تعليمي تبديلي جو عمومي خاڪو، قومي آزادي جو پس منظر“ هن باب ۾ ڊاڪٽر صاحب هندستان جي تاريخ جو هڪ تفصيلي ۽ گهرو جائزو وٺندي، پاڪستان جي آزادي واري تحريڪ ۽ ان ۾ سنڌ جي ڪردار جو خصوصاً اپياس ڪيو آهي. محقق جا حواله جاتي ماخذ انگريزي تاريخ نويسَ، نيو يارڪ ٽائمز، اخبار، سر آرڪيبالڊ رولئنڊ ( Sir Archibald Roland) اڳوڻو معاشي مشير محمد علي جناح، گورنر جنرل پاڪستان ۽ انيڪ سياسي، سماجي مُحرڪات ۽ واقعات آهن، جن ۾ پاڪستان جي ٺهڻ کان اڳ واري مسلمان اڪثريت وارن صوبن جي اقتصادي، معاشرتي ۽ سياسي تاريخ جو اُپٽار هڪ ماهر سماجياتي سائنسدان جي عميق نظر سان قلمبند ڪيل آهي. مقصد ته پاڪستان جي وجود ۾ اچڻ وقت، پاڪستان جي پنجن

ئي صوبن سان ڪهڙا مسئلا درپيش هئا. هاڻ اچو ته هن سڄي علمي مقالي جو هڪ اجمالي جائزو وٺون.

تذڪرو: باب پهريون جو: باب پهرين جا ذيلي عنوان هن ريت آهن:

(الف) پاڪستان جي جوڙجَڪ

(ب) پاڪستان جا صوبا

(ث) پاڪستان جي ترقي

(ج) پاڪستان جي ترقي جا امڪانات

(د) پاڪستان جا مسئلا

باب ٻئين ۾ ڊاڪٽر بلوچ، برصغير ۾ برطانوي استعماري دور کان اڳ جي هندستان جي اسلامي تعليمي نظام جو هڪ عمومي جائزو پيش ڪيو آهي، جنهن ۾ پس منظر، پيش منظر ۽ تعليمي سرشتي جا بنيادي مول متا بيان ڪيا اٿس. هن باب جا ذيلي عنوان هن ريت آهن:

(الف) اسلامي سماج ۾ تعليم جو بُڻ بنياد ۽ ارتقا

(ب) اعليٰ تعليم جو واڌارو ۽ ويجهه

(ث) ادارتي ڍانچو (Institutional Infrastructure) ۽ نصاب تعمير ۽ تشڪيل.

(ج) اسلامي تعليم جي هندستان ۾ آمد

(د) هِند اسلامي تعليمي سرشتي جو ارتقا

(ر) مُغل دَور ۾ هند اسلامي تعليم جو نظام

وري ساڳي باب جي حصي (ب) ۾ ڊاڪٽر صاحب، استادن جي تعليم جي بابت هيٺين موضوعن تي تحقيقي نُڪتا پيش ڪيا آهن.
(الف) تعليم متعلق نظريا ۽ استادن، تدريس ۽ سکيا بابت نيون رٿائون ۽ سوچون.
(ب) تدريسي عمل جا طَريقا ۽ اُستاد سازي جو هُنر.
(ث) هندستان جي مسلمان حڪمرانن جي وقت ۾ تدريس جو وهنوار.

ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جي علمي مقالي جو ٽيون باب وري انگريزي بيٺڪي (colonial) دور تي مُحيط آهي. جنهن ۾ هڪ سير حاصل تجزيو ڪندي به هيٺئين ذيلي عُنوان سان قابل مُحقق (الف) جي ذيلي عنوان تحت هي سُرنامو ڏئي بحث جو آغاز ڪندي لکيو آهي ته:
’’موجوده تعليمي سرشتي جون اساسي پاليسيون ڪهڙيون آهن.
اڳيان هلي (ب) جي ذيلي عنوان جي هيٺ هيءُ سرنامو ڏئي پرائمري تعليم جو اُپٽار ڪيو اٿس. وري (ب) جا به اَٺ (8) جُزا ڪيا اٿس.
1. هيٺ ڏانهن نشيبي لاڙو وٺندڙ نظريه ۾ اعتقاد
**A belief in Downward Filtration Theory**
2. انگريزي ٻولي جو پرائمري سطح تي تعارف
**Introduction of English at Primary Stage**

3. مقامي برادرين طرفان برپا ڪيل اسڪولن سان دانسته ٻه اکيائي وارو سلوڪ ۽ خاص طور تي عدم تعاون

**Indifferent Attitude toward local community Schools and disregard of co-operation with the local communities**

4. ٻهراڙي جي علائقن وارن اسڪولن ڏانهن مڪمل لاغرضي ۽ غفلت

**The neglect of rural areas**

5. ڇاڙي واڙي مفت ۽ زوري تعليم جي نفاذ ۾ سرڪاري ڍرائي ۽ گوشناث واري روش يعني مستقل، منظم بي عملي واري پاليسي

**Delay in the introduction of free and compulsory education: A Policy of persistent inaction**

6. ماليات، انتظامي نظم و ضبط ۽ ذَميداري جا مَسئلا، مَڪاني ۽ صوبائي ڪَامورا شاهي جي وچ ۾ ٽڪراءِ

**Finance, control and Responsibility: Local versees the state**

7. معيار به مقابل مقدار

**Quality versus Quantity**

ڊاڪٽر نبي بخش صاحب ثانوي تعليم جي باري ۾ 6 عدد ذيلي عنوان ڏنا آهن، جيڪي هيٺئين ريت آهن:

1. ثانوي اسڪولن جي واڌاري جي سبب پرائمري اسڪولن جو نقصان.
2. ثانوي اسڪولن جي واڌاري جو محور شهري علائقا ۽ ان مان ٻهراڙي جي آبادي کي پهتل نقصان جو ڪاٿو.
3. انتظامي اپائن ۾ واڌارو ڪيئن آڻجي ته جيئن ثانوي اسڪولن جي معيار ۾ مثبت تبديلي اچي سگهي.
4. اسڪولي نصاب تي انگريزي ٻولي جي بالادستي.
5. پرائمري ۽ ثانوي درجن ۾ هم آهنگي ۽ ميلاپ جو فقدان.

سرڪاري سرشتي کان ٻاهر نڪتل فائنل امتحانن جي بالادستي (Domination of Final External Examination)

خاص طور تي ميٽرڪ جي امتحانن ۾، ثانوي تعليم جي نصاب جي سخت گيري واري يڪسانيت

مقالي جو باب چوٿون: هڪ جائزو

هيءُ سڄو باب برطانوي دور ۾ اُستادن جي تعليم بابت تفصيلي معلومات تي مُبني آهن. هن باب جا ذيلي عنوان هن ريت بيان ڪيل آهن:

1. پرائمري ۽ ثانوي استادن جي تربيتي تياريءَ ۾ ويڇا (Disparity)
2. تدريسي بمقابل پيشه ورانه (Academic Vs Professional) استادن جي تياري جي ڀيٽ.

3. اُستادن جي تعليم جي توسيع ۽ تربيت جو معيار.
4. استادن جي تربيت جي معيار ۽ ڪلاس روم جي اندر تدريس ۾ بهتري آڻڻ ۾ حائل رڪاوٽون.
5. ڪجھ بهترين ۽ ڪار آمد سفارشون جيڪي اُستادن جي تعليم کي بهتر بنائڻ لاءِ پيش ڪيون ويون هيون، انهن تي عمل نه ڪرڻ جا اسباب.
6. تعليم واري مرڪزي صلاحڪار بورڊ (Central Advisory Board) جون تازيون سفارشون خاص طرح سان اُستادن جي فني ۽ عملي تربيت، آئنده تربيتي پروگرام ۽ نوڪري جي سهولتن کي بهتر بنائڻ بابت تجويزون.
ڪجھ ذڪر باب پنجين جو: هن باب ۾ ڊاڪٽر بلوچ صاحب ۾ نئين قومي تعليمي سرشتي متعلق ڪي اهم ويچار ونديا آهن، جن جا خدوخال هن ريت بيان ڪري ٿو.
1. قومي تعليم جي اهميت.
2. موجوده تعليمي نظام کي بدلائڻ جي ضرورت ۽ نئين تعليمي سرشتي جي تعمير نو جي اهميت.
3. تعليمي معيار ۾ بهتري آڻڻ لاءِ ڪهڙن ذريعن جي ضرورت پوندي.
4. قومي تعليمي ادارن جا بنيادي ٿنڀ.
5. قومي تعليم جا مقصد ۽ مول متا.

6. ذهني تعليمي سوچ کي بدلائڻ جو طريقه ڪار ڪي خاص مسئلا ۽ تجويزون
هاڻ مختصراً باب ڇهين جو احوال ڏجي ٿو: جيڪو هن ريت آهي. هن باب ۾ محقق پاڪستان ۾ اُستادن جي تعليم جي تعميرِ نو بابت ڪجھ تجويزون پيش ڪيون آهن، جن جو اُپٽار ڪجي ٿو:
1. استادن جي تعليم جي اهميت
2. مڪاني اسڪولن جي ضرورتن سان واڳيل استادن جي تربيت جا مسئلا:
**Education of Teachers directly related to the needs of the local School System**
3. انگلئنڊ ۽ ويلس (Wales) جي اسڪولن لاءِ گهربل اُستادن متعلق هڪ نقطهء نظر.
4. آمريڪا ۾ اُستادن جي تعليم متعلق ڪجھ اهم ويچار ۽ نظريا.
5. پاڪستان ۾ اُستاد جي تعليم جي اهميت ۽ افاديت
6. اُستادن جي نوڪري دوران پيهر تربيت.
**In Service Education of Teachers**
باب ستين متعلق ڪجھ بيان: هي باب ايندڙ اهم ۽ ترت بنيادي اقدامن بابت تفصيلي سوچ ويچار تي محيط آهي. جنهن جا ذيلي موضوع هن ريت آهن:
1. تعليم کاتي جي نئين سر جوڙجَڪ

2. مُنتظمن جي پيشه‌ورانه تياري **(professional preparation)**

3. اسڪولي نصابن جي درجه بندي

**Differentiating the School Curriculum**

4. نصابن جي جوڙجَڪ واري عمل ۾ خود مختياري

**Freedom in designing curriculum**

4. ميٽريڪيوليشن امتحان جي متبادل جي تلاش

**Replacing the Matriculation Examination**

اَئون ۽ آخري باب اُستادن جي تعليم متعلق آهي، ان جو مختصر ذڪر هن ريت آهي:

1. اُستادن جي تعليم جي متعلق منظم پروگرام جي تشڪيل.

**Having the organized program of Teacher Education**

2. پيشه ورانه انعامن جي سلسلي جو جاري ڪرڻ ۽ واڌارو.

**Increasing the professional rewards**

3. پرائمري استادن جي مان مرتبي کي مٿانهون ڪرڻ ۽ سندن تعليم جي معيار کي بلند ڪرڻ.

**Raising the level of Education and the Status of Primary of Primary Teachers**

4. نصاب جي تشڪيل جي خودمختياري

**Freedom to design the Curriculum**

5. ذارين امتحاني سلسلن جو خاتمو

**Abolition of the External examination**

6. تربيت جي دورانيه کي وڌائڻ

**Extending the period of training**

7. هن منصوبي جي طرفان تيار ڪيل تجويزن جي عمل درآمد ۾ حائل رڪاوٽون

**Problems involved in the implementation of proposals offered in this project report**

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جو هيءُ محققانه ۽ عالمانه ڪارنامو ان وقت تڪميل تي پهتو جڏهن پاڪستان جي رياست معرض وُجود ۾ اچي چڪي هئي. هيءُ سڄو علمي سلسلو، دراصل پاڪستان جي ٺهڻ کان ٺيڪ ٻه سال پوءِ ڪولمبيا يونيورسٽي، نيو يارڪ طرفان Ph.D جي ڊگريءَ لاءِ مناسب سمجهي، ممتحن طرفان منظور ڪيو ويو هو. هن تحقيقي طويل مقالي جي خاص اهميت، ان حقيقت ۾ مضمر آهي ته هيءُ پهريون دانشورانه بحث و مباحث آهي جيڪو پاڪستان جي تعليمي نظام ٿي گهٽي عرق ريزي کان پوءِ مڪمل ڪيو ويو. هن طويل مقالي جو موضوع خاص آهي ته نئين رياست جو تعليمي سرشتو ڪهڙو هئڻ گهرجي ۽ ان کي اڳتي وڌائڻ لاءِ ڪهڙيون رٿائون ۽ منصوبا بنديون ڪرڻ گهرجن.

انهن سيني مفڪرانه نُڪتن ۽ مدلل تجزين کي هڪ نظرياتي ڍانچي(Framework) ۾ هڪ مربوط ۽ منطقي مفروضن ۽ وضاحتن سان پيش ڪري، لائق ريسرچ ڪندڙ چڙ مستقبل جي تعليمي سرشتي جي پيش بندي جو هڪ تفصيلي خاڪو (Outline) بااختيار پاليسي ساز ادارن آڏو رکيو آهي. افسوس جي ڳالهه وري اها آهي ته اهڙي عميق علمي ڪاوش جو قدر نه ان وقت جي سنڌ سرڪار يا حڪومت پاڪستان جي ڪار پردازن ڪيو ۽ اهو قيمتي علمي مسودو، فقط هڪ خطي نسخي (Manuscript) جي شڪل ۾ ئي مرحوم ڊاڪٽر بلوچ جي ذاتي ڪتب خانه ۾ رهيو. اجا به وڌيڪ اچرج جهڙي ڳالهه اها آهي ته سنڌ يونيورسٽي جي بااختيارن ۽ وائيس چانسلرن ڪڏهن به هن مسودي کي ڪتابي صورت ۾ آڻڻ جي ڪوشش نه ڪئي. وري به جس هجي پروفيسر محمد يوسف شيخ (پرنسپال ڪيڊٽ ڪاليج لاڙڪاڻو) کي جنهن سال 2003ع ۾ هن اهم علمي پورهئي کي سنڌ انسٽيٽيوٽ آف پاليسي اسٽڊيز لاڙڪاڻو طرفان ڇپائي پڌرو ڪيو.

**Sindh Institute of Policy Studies**

ڊاڪٽر بلوچ کي هن ڪتاب جي ڇپجڻ جو جو تمام گهڻو اونو رهندو هو ۽ پاڻ هن ڪتاب جي ”تعارف“ ۾ لکي ٿو ته:

”جيتوڻيڪ هيءُ ڪم اجا تائين غير مطبوعه (اڻ ڇپيل) رهيو آهي، پر مان ان کي پنهنجي طرفان مختلف عالمن سان

زير بحث آڻيندو رهيو آهيان ۽ ويچار ونديندو رهيو آهيان ۽ ڪيترن تحقيق ڪندڙن جي وقت به وقت رهنمائي ڪئي اٿم. ڊاڪٽر صاحب سنڌ انسٽيٽيوٽ آف پاليسي اسٽڊيز لاڙڪاڻي جو ڊورائتو آهي ۽ آخر ۾ وري پنهنجي امريڪي اُستادن جو به مشڪور آهي، جتي هُو 1946ع کان 1948ع تائين زير تعليم رهيو ۽ اڳيان هي دَقيق ۽ ڳُوڙهو علمي تحقيقي رٿا تڪميل تائين پهچايائين. ڊاڪٽر صاحب جي هن ڪتاب جو پهريون باب هندستان جي آزادي واري تحريڪ جي پس منظر بيان ڪري ٿو جيڪو ڪتاب جي بنيادي ڍاڪي جي طور ڪم آندو ويو آهي. لائق محقق جي مطابق، هندستان جي پوري تاريخ جيڪا سورهين صدي عيسوي کان پهريائين ڪڏهين به هڪ سياسي اقتدار اعليٰ (Sovereignty) ماتحت نه رهي هئي، سا مختلف دورن ۾ جاگرافيائي ايڪي (Geographical Unity) جي باوجود سياسي طور تي يورپ کنڊ جي تاريخ وانگر مختلف بادشاهتن، شهنشاهتن، نسلن، سپيتائن ۽ ٻولين جو آماجگاهه رهي آهي. قديم شهنشاهه چندر گپت موريا (312-296 B.C.) جين ڌرم جو پوئلڳ هو. اشوڪ وري ٻُڌ مذهب جي پرچار ڪندو رهيو(268-226B.C.). وڪرم ڏُت (380-413B.C) برهمڻ شاهي جي بالادستي لاءِ ڪوشان رهيو. هرشا وري سنه 648 A.D. ۾ ٻُڌمت جي مُرلي وڄائي. انهن سڀني ناليوارن حاڪمن جو طاقتور مغربي ۽ ڏکڻ هندستان جي بادشاهن ۽ راجائن ۽ اتر

اولهه(North Western) جي منگول تاجڪ ۽ افغان فاتحين سان تنازع البقاء (Survival of the fittest) وارو سلسلو جاري رهيو. سڀ کان آخري متحد ڪندڙ طاقت ۽ قوت جنهن هندستان جي مُتنوع سماجي، ثقافتي ۽ نسلي وايو منڊل کي هڪ رکيو اهو فقط ڪنهن هڪ يا هڪ کان وڌيڪ مذهبن جو مستقل اثر. هندستان جي تاريخ جي مختلف دَورن (Epochs) ۾ هندو مت، ٻُڌ مت ۽ اسلام جو عوام ۾ ميلاپ آڻيندڙ ڪرشماتي اثر هندستان کي متحد رکندو آيو آهي. جڏهن انگريزن 1857ع عيسويءَ کان هندستان کي پنهنجي رياڪارانه، مڪارين سان عوام کي ويڙهايو (Divided and Rule) ۽ حڪومت ڪيو جي نيتي (Policy) تحت بالادستي حاصل ڪئي. تڏهن 19 صدي عيسوي جي آخر تائين به مسلمانن جي سياسي، سماجي ۽ تعليمي حيثيت، انگريزن جي نظر ۾ ناقابل برداشت رهي ۽ هنن اڳيان هلي هندو قوم پرستي کي هَٿي ڏياري. هندو ڪانگريس ۽ مسلم ليگ جي وچ ۾ نيٺ گهرو جنگ (Civil War) جو خطرو انگريزن جي مُسلسل ڪانگريس نوازي جي ڪري تقريباً ننڍي کنڊ جي ورهاڱي جو سبب بڻي، ۽ آخرڪار Divide and quit (ورهايو ۽ ڀڄ ٿيڙ) جي پاليسي ڪري پاڪستان کي هڪ آزاد ملڪ جي حيثيت ڏئي هندستان کان الڳ ڪيو ويو. زير بحث ڪتاب جي فاضِل مُصنف نئين مسلمان رياست جي قومي تعليمي سرشتي بابت اڳيئي پيش بَندي ڪري ڇڏي هئي،

جَنهن جو خَاڪو هيءُ عالمانه مقالي جي صورت ۾ پيش ڪيل آهي، جنهن جي اجمالي تفصيل پاڻ اڳواڻ ئي بيان ڪري چُڪا آهيون.

نئين رياست ۾ اُستادن جي تعليم جو سرشتو ڪهڙو هوندو. انهي تي ڊاڪٽر بلوچ مفصل روشني وڌي آهي، جنهن جا بنيادي خدوخال هن ريت آهن:

سنه 1868ع ۾ هڪ انگريزي دانشور لارڊ لارينس (Lord Lawrence) چيو هو ته برطانوي سرڪار کي هندستان جي حُڪمراني ڪرڻ وقت سڀ کان وڌيڪ خطرناڪ جوکم اُتي جي عوام جي ناخواندگي (Illiteracy) آهي. اِهي پوائنٽا لفظ نه فقط برطانوي حڪومت جي لاءِ هاجيڪار ثابت ٿيا پر نوازائيده مملڪت خداد پاڪستان جي سَرواڻن لاءِ به چڻ هڪ مايوس ڪندڙ صورتحال هُئي. پاڪستان جي باني، پاڪستان جي پهرين تعليمي ڪانفرنس (پاڪستان ايجوڪيشن ڪانفرنس، نومبر 1947ع) ۾ واشگاف لفظن ۾ هيئن چيو هو ته:

**"There is no doubt that the future of our state will and must greatly depend upon the type of education we give our children and the way in which we bring them up as future citizens of Pakistan."**

(ان ڳالھ ۾ ڪوبه شڪ نه آهي ته پاڪستان جي مستقبل جو دارومدار اُن حقيقت تي آهي ته، اسين پنھنجن ٻارن کي ڪھڙي قسم جي تعليم ڏيون ٿا ۽ ڪھڙي طرح سان انهن کي پاڪستان جا ذميدار شهري بنجڻ جي تربيت ڪريون ٿا).

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ مطابق تعليم ۽ روشن ضمير عام راءِ (Enlightened Public Opinion) ڪنھن به ڌارئي حملي جي سَد باب ڪرڻ جا بنيادي عَنصر ٿي سگهن ٿا. قومي تعليم ۽ صحيح تربيت دراصل قومي بچاءَ ۽ قومي سلامتي جا صحيح ضامن ٿي سگهن ٿا. جيئن ته موجوده تعليمي نظام بديسي يا انگريزي سماج جي واڳ ڌڻين طرفان هندستان جي مظلوم عوام مٿان مُسلط ڪيو ويو آهي، ان ڪري هن پوري جوڙجڪ کي نئين سر اڏڻ جون هيٺيون تجويزون پَيش ڪري ٿو:

1. انساني ۽ اخلاقي بُنياد (Human and Ethical Foundation): جيئن ته اسلام جو بنيادي متو دين آهي، ان ڪري اسان جا قدر (Value) ۽ ايمان (Faith) اسان کي زندگي گهارڻ جا سونهري نُسخا ٻڌائين ٿا. پنهنجي اخلاقي ۽ شعوري حيثيت سان اسلام انساني قدرن (Human Values) جو حامل نظريه حيات آهي ۽ سندس سماجي ۽ معاشرتي (Sociological) سوچ (Perspective) ۽ فڪر (Viewpoint) هڪ عالمي معاشري يعني اُمتي ۽ بين

الاقوامي برادري (Universal Brotherhood) ۽ اخوت جي پرچار ڪري ٿو. اسلام جا سياسي مضمرات ( Political Implications) بنيادي طور تي انساني برادري، جمهوري روايتن ۽ هر انسان کي برابر سهولتن ۽ روزگار جي مساوات جي نَويد ڏئي ٿو. هڪ صحيح اسلامي معاشري ۾ مذهبي، اخلاقي ۽ لاديني (secular) قدرن ۾ ڪو فرق رکڻ دراصل اسلامي تعليم جي نفي آهي. جيڪي به لاديني عمل يا ڪم ٿين ٿا، اُهو دراصل ايمان ۽ تقويٰ جي مول مَتنَ جي شعوري ڪاوشن جا مَرهون مِنت آهن ۽ اِهي انساني ترقي جي راهه تي گامزن ٿيڻ جا اٽوٽ جُز آهن.

2. هڪ صحيح ۽ صالح معاشري جي تعليمي نظام ۾ انساني قدر و قيمت کي اولين حيثيت حاصل آهي ۽ اِها ئي ماڻهو کي خود شَناسي ۽ خود يا وري جي دڳ تي پُهچائي ٿي. ڊاڪٽر بلوچ پنهنجي مقالي ۾ بار بار پاڪستان ۾ تعليمدانن لاءِ هيٺيان هَدف مقرر ڪري ڏئي ٿو، جن کي حاصل ڪرڻ کان پوءِ، هڪ مُڪمل قومي تَعليمي پاليسي تشڪيل ۾ اَچي سگهي ٿي. اِهي اهداف هيٺئين ريت آهن:

خَود شناسي ۽ خُودياوري، انساني رشتن جو قدر و قيمت، سماجي انصاف ۽ شهري ذميواري. ڊاڪٽر بلوچ صاحب تعليم جي بنيادي ڪاجن ۾ سَماجي، نَظرياتي، رُوحاني ۽ پيشه ورانه صلاحيتن جي حُصول کي مُقدم ڄاڻايو آهي. پاڻ قائد اعظم

جي پيغام کي به ورجايو اٿن ته سائنسي ۽ هُنري سِکيا ڏيڻ سان اسين پنهنجن نوجوانن جي بهتر مستقبل جي تعمير ڪري سگهون ٿا. ان لاءِ اسان کي سائنس، تجارت، واپار ۽ هنري پيشن تي وڌيڪ توجهه ڏيڻو پوندو. ڊاڪٽر صاحب جي راءِ موجب هڪ بهتر پاڪستان جي خوشگوار آئيندي جي لاءِ سڀ کان وڌيڪ لازمي ۽ بنيادي تقاضا ڪردار سازي ۽ ذاتي لياقتن جو حُصول آهي ۽ انهن ذاتي اخلاقي ۽ روحاني مقصدن کي حاصل ڪَرڻ جي لاءِ ڊاڪٽر بلوچ وٽ هي ناياب اَمرت ڌارا آهي، جنهن جي تشريح ڪرڻ ۽ ان تي صحيح طريقي سان عمل ڪرڻ سان هِڪ بهتر ايماندار، باشعور، باضمير ۽ بااصول شهري ڪما حقه پنهنجو پاڻ تعليم يافته سڏائي سگهي ٿو:

امرت ڌارائي اُصول :

(1) پالڻهار جي هستي ۾ يقينِ ڪامل ۽ پُختو ايمان

(2) اِنسان جي عظمت جو اعتراف ۽ مالڪ جي مخلوق کي هڪ جهڙائي سان ورتاءُ ڪرڻ، بنا ڪنهن نسلي، جنسي، فقهي ۽ معاشي مَت ڀيد جي.

(3) انساني مساوات جي برتري ۽ بالادستي، رنگ، نسل، عقيدي جي تفرقي کان سواءِ.

(4) سماجي ۽ معاشرتي گوناگونين ۽ بوقلمي شناختن (Various Identities)، ثقافتن، تهذيبن ۽ قبيلن جي شناخت ۽ سُڃاڻپ ۾ ويساهه ۽ انهن جي پذيرائي ڪرڻ. جيئن مغربي

تهذيب جي هنري بالادستي (Technical Hegemony) جو فسانو، مشرقي قدامت پرستي مٿان پنهنجو تسلط قائم ڪري نه سگهي.

(5) اِنساني برادري جو احساس ۽ هر ذي شعور ڪي اِهو محسوس ڪرائڻ ته هو ڏاڍي جي ڏاڍ، ظُلم، جَبر ۽ شر کان محفوظ آهي.

(6) ٻين جي سهائتا ڪرڻ جو فطري احساس رکڻ جيڪو هڪ صحيح طور سان پڙهيل لکيل انسان کي وحشي ۽ اڻ پڙهيل انسان کان بنيادي طرح سان جُدا ڪري ٿو.

(7) دائمي اَمن ۽ اَهنساء جي برتري، جيئن انسان ذات جنگ و جدل واري سماج کان ٻاهر نڪري، عقل ۽ دانش جي سلطنت جو هڪ بااخلاق ۽ باهمت فرد ٿي، انسان ذات جي فلاح و بهبود لاءِ ڪم ڪندو رَهي. سڀ کان آخر ۾ ڊاڪٽر بلوچ صاحب اخلاقي قدرن جي اوليت ۽ افاديت جي اُپٽار ڪري ٿو ۽ چئي ٿو ته حتمي معنيٰ ۾ پڙهيل لکيل انسان اُهو ئي ليکڻ ۾ ايندو جيڪو اخلاقي قدرن ۽ ماڻهپي ۾ ويساهه رکندو ۽ امن ۽ آشتي جي واٽ جو پانڌيئڙو ٿيندو.

ڊاڪٽر بلوچ هن مقالي ۾، جيئن ته اڳتي عرض ڪري چُڪا آهيون، ڪُل 7 باب رکيا آهن، جن ۾ باب پهرين کان وٺي باب چوٿين تائين قومي تعليم جي ازسر نو (Reconstruction) بابت نظرياتي (Theoretical) بحث

ڪيل آهي. باب پنجين ۾ وري تعليم حاصل ڪرڻ جي عمل ۾ ڪهڙيون مثبت تبديليون آڻڻ گهرجن، ان تي تفصيلي گفتگو ڪيل آهي. باب ڇهين ۾ اُستادن جي سکيا (Teaching) متعلق نهايت ماهرانه انداز ۾ هڪ عمومي نقشو ( General Outline) چٽيل آهي، جيڪو هڪ نوزائيده آزاد ملڪ ۾ ڪار آمد ثابت ٿيڻ گهرجي. سڀ ڪان وڌيڪ، بنيادي نُڪتو، جنهن تي فاضل تحقيق ڪندڙ زور ڏئي ٿو ته اِهي ڪهڙيون لازمي ۽ اٽل گهرجون آهن جيڪي اُن نئين سماج ۾ اُستادن جي سکيا لاءِ شامل ڪرڻ گهُرجن. باب پنجين ۾ پاڪستان جي پهرين تعليمي ڪانفرنس جي ان تاريخي ٺَهراءَ جو ذڪر ڪيل آهي، جنهن ڄاڻايل آهي ته هي خاصيتون هڪ پڑهيل ۽ خوانده انسان ۾ پيدا ڪرڻ، تعليم جو بنيادي مقصَد آهن:

**i. Spiritual and moral Integrity**

روحاني ۽ اخلاقي ايمانداري

**ii. Individual Competency**

انفرادي قابليت

**iii. Economic Efficiency**

معاشي قابليت ۽ هوشياري

**iv. Social Competency (Including Cultural Advancement)**

سماجي هوشناڪي بشمول ثقافتي ترقي جي لاءِ وڌڻ جي جستجو

**v. Civic Responsibility (including preservation of national Freedom and promotion of International Co-operation)**

شهري ذميواري (بشمول قومي آزادي جو بچاءَ ڪرڻ ۽ بين الاقوامي سهائتا جو فروغ.)

باب ٻئي ۾ اسلامي تعليم جا پيا اَنيڪ رنگ روپ چٽيل آهن. انهي ساڳئي باب ۾ اسلامي معاشري جي تاريخي پس منظر جو به تفصيل سان ذڪر ڪيل آهي، جڏهن مدرسن ۾ هڪ منظم نظام بَرپا هو. سَرندي وارن طبقن جي مدد ۽ سَهڪار ۽ نگراني، امتحاني سرشتو، نَصاب جي تَشڪيل، ذهني ۽ فڪري خودمختياري ۽ مدرسن ۽ معاشري جا پاڻ ۾ اَتوٽ لاڳاپا بيان ڪَيل آهن. ڊَاڪٽر بلوچ صاحب جي فڪر ۽ سوچ مطابق نَئين نظرياتي مملڪت پاڪستان ۾ حاڪمن کي ماضي جي اُنهن شاندار روايتن تي عمل ڪندي نئون نظام مرتب ڪرڻ گهرجي.

ٽئين باب ۾ فاضل تحقيق نگار هڪ مربوط خاڪو ڏئي ٿو ته جيڪو تفصيلاً تجزياتي جائزو وٺي موجوده تعليمي نظام جي تشريح ڪري، متروڪ ۽ غير مؤثر پاليسين ۽ عَملن جي نشاندهي ڪري ٿو ته اُن مُدي خارج ۽ اُڏوهي ڪَاٺل تعليمي سَرشتي ۾ ڪَهڙيون، مثبت لاپائتن ۽ جاندار روايتن کي هٽي

وَنائي سگهجي. باب ٽئين ۽ چوٿين ۾ محقق جي سڄي توجه اُنهن بنيادي مسئلن ۽ پاليسين ۽ طريقه ڪارن (Methodology) تي آهي، جن ڪارڻ تعليمي ترقين ۾ خاطرخواهه واڌارو نه ٿي سگهيو ۽ اسان جو معاشرو يورپ جي مقابلي ۾ پُٺ تي پئجي ويو. فاضل مصنف وري به تبديلي جي لاءِ صدا بُلند ڪري ٿو ۽ اِها تبديلي ان تعليمي ۽ معاشي نظام جي لاءِ تمام اڻ ٽر ۽ اٽل آهي جيڪو هڪ آزاد ملڪ ۾ ترقي لاءِ خواب ڏسي ٿو ۽ انهن خوابن جي ساپيان جو زرين اَمرت ڌارا ۽ نُسخه ڪيميا، ڊاڪٽر بلوچ جي هن علمي مقالي جي بَغور مطالعي ڪرڻ کان پوءِ هڪ باشَعور ۽ سُڄاڻ قاري کي اَوس مِلندو. باب پنجين ۾ ڊاڪٽر موصوف تعليمي نظام جي از سر نو تشڪيل جو هڪ تفصيلي پروگرام پيش ڪيو آهي. پاڻ بيان ڪن ٿا ته، تعليمي تبديلي جا مُنبع ۽ مُحرڪات ڪهڙا اهن ۽ قومي تَعليم جا مَول مَتا ۽ مقصد بيان ڪندي هو مستقبل جي پيش بندي ڪري ٿو. اِهي سڀ تجويزون هڪ ذهين ۽ فطين تعليمدان جي قلم مان نِڪرن ٿيون جيڪو هڪ بديسي يونيورسٽي جو طالب علم آهي، هو اُتي پنهنجي نئين آزاد ٿيل ملڪ جي پرائمري، ثانوي تعليم، اُستادن جي سکيا، مادري ٻولي جي فروغ لاءِ مڪاني حُڪومتن جي ذميواري سان گڏوگڏ صوبائي ۽ وفاقي سرڪار جي ڪردار بابت پُرمَغز بحث ڪري ٿو. ساڳئي مقالي جي باب ڇهين ۾ ڊاڪٽر صاحب اُستادن جي سکيا بابت متفڪر آهي چاڪاڻ ته

هن کي خبر آهي ته آمريڪي نظامِ تعليم ۾ ڪَهڙي طرح سان استادن جي تَربيت تي بنيادي توجهه ڏنو ويندو آهي.

ڊاڪٽر بلوچ جي هن مقالي جا نگران هيءُ لائق ۽ فائق اُستاد هئا. جن تفصيل هن ريت صُفحه اول تي ڏنل آهي. (انگريزي اصل جو نقل پيش ڪجي ٿو).

**"Proposal for the Education of Teachers in Pakistan for the new National System of Education.**

هيٺ درج ٿيل آهي:

**A Report of a type B Project**

**By**

**Nabi Bakhsh Khan Baloch**

**This Project is recommended for approval by the Student's Project Committee whose individual certificates of approval are on file in the Advanced School.**

مُمتحن اُستادن ۽ تحقيقي نگرانن جا نالا هن ريت ڏنل آهن:

**Clarence Linton, Members of Committee**

ڪلارنس لنٽن

**Florence B Stratemeyer, Member of Committee**

فلارنس بي اسٽيٽائر

**Karl W Bigelow, Major Advisor**

ڪارل ڊبليو بِگلو

**Approved by the Committee on the Degree of Education Date May 4, 1949.**

هن ڪميٽي 4 مئي 1949ع تي منظور ڪيو.

**Submitted in partial fulfillment of the requirements for the Degree of Doctor of Education in the Advanced School of Education, Teachers College, Columbia University 1949.**

(نوٽ) مٿين عبارت جو ترجمو هن ريت آهي:

هيءُ مقالو تعليم جي ڊگري ڏيڻ واري ڪميٽي جي منظوري بعد 4 مئي، 1949ع تي پي ايچ. ڊي جي ڊگري لاءِ ڊاڪٽر آف ايجوڪيشن جي عنوان سان تعليم جي اعليٰ اسڪول، اُستادن جي ڪاليج، ڪولمبيا يونيورسٽي لاءِ ڪامياب قرار ڏنو ويو.

فاضل محقق برطانوي هند جي وقت جي ڇپيل انيڪ رپورٽن مان گهڻو استفادو حاصل خاص طور تي لائق مصنفن ۽ محققن نرولا Narullah ۽ نائڪ Naik جي اهم ڪتاب History of Education in India during the British Perrihd(برطانوي دور ۾ هندستان ۾ تعليم جي تاريخ)

پيا خاص حوالا جيڪا هن مقالي جي اهميت ۽ افاديت کي اجاگر ڪن ٿا، انهن جو ذڪر ڪرڻ هت مناسب سمجهان ٿو، اهي اهم تاريخي ماخذ آهن:

**1. Pithawala Maneck B: An Introduction to Pakistan Its Resources and Potentialities, The Pakistan Herald, 1948.**

**2. Colonel Sir Thomas Holdich: Gates of India, MacMillan & Co London 1910.**

**3. Economic Progress of Pakistan: The Publications and Foreign Publicity Department. The Government of Pakistan, Karachi, 1948.**

**4. The New Yark Times, Sunday December 6, 1948, New York.**

**5. Observation of Sir Archibald Rowlands, former Financial Advisor to Mr. M.A. Jinnah, the late Governor General of Pakistan, quoted from the his recommendations in "View of Pakistan", Pakistan Information Service, Vol.2, No.18, Government of Pakistan, Karachi.**

**6. Pakistan, issued by the Embassy of Pakistan, Washington D.C. 1948.**

**7. Proceedings of the Pakistan Educational Conference Government of Pakistan, Ministry of the Interior (Education Division), Karachi, 1948.**

**8. Hitti, Philli K: History of the Arabs, Mac Millan and Co. London, 1937.**

**9. Draper, John William: History of the Intellectual Development of Europe, Rev. Ed. Harper and Bros. New York and London, 1899. Vol. II.**

**10. Randall, J.H. Ir. The Making of the Modern Mind, Houghton Mifflin Co. New York 1940.**

**11. Jaffar, S.M.: Education in Muslim India: Being an Inquiry into the State of Education during the Muslim Period of Indian History (1000-1800A.D.), Published by S. Muhammad Sadiq Khan, Kisa Khani, Peshawar City, 1936.**

**12. Law, N.N.: Promotion of learning in India during Mohammadan Rule (by Mohammedans), London, 1916.**
**13. Bernier, Travels in Mogul Empire: Constable Co. Ltd. London.**
**14. Ibn-e-Batuta: Travels in Asia and Africa: Translated by H.A. Gibb. George Rutledge & sons London, 1929.**

ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ صاحب هن ڳالھ جو قائل آهي ته پاڪستان جو هر صوبو پنهنجي مخصوص حالتن مطابق پنهنجي تعليمي نظام ۾ از سر نو ڦير ڦار ڪري مادري ٻولين جي اهميت کي اردو سان متصادم نه ڪندي اڳتي وڪ و ڌائي سگهي ٿو. هن صاحب جي نظر ۾ هندستان جي هر صوبي جون پنهنجون مخصوص حالتون هن اَمر جون متقاضي آهن ته پاڪستان ۾ ڪنهن هڪ مرڪز پرست (Centrist) نظام جي مسلط ڪرڻ بجاءِ صوبائي خودمختياري جي ۽ مادري ٻولي بالادستي ڪنهن به طرح سان اردو ۽ انگريزي جي سياسي تسلط هيٺ اچڻ نه گهرجي ڇاڪاڻ ته هر علائقي جا پنهنجا تاريخي ۽ سماجي پس منظر آهن، جنهن انگريزي سرڪار کي مجبور ڪيو ته سنڌ ۾ سنڌي ٻولي ۽ سماج جي انفراديت جو تحفظ ڪيو وڃي. اُستادن جي تعليمي پروگرام جي بَابت فاضل محقق کي اهو مستقل اونو آهي ته سنڌ جي مخصوص حالتن موجب انهن جي تربيت ٿيڻ

گهرجي ۽ پاڻ (بلوچ صاحب) ستين باب ۾ انهن رڪاوٽن جي نشاندهي ڪري ٿو، جيڪي سونهاري سنڌ ۾ خاص طور تي حائل رهيون آهن ۽ جن جي ڪارڻ سنڌ پنهنجي ماضي جي شاندار روايتن جي ابتڙ نئين آزاد مُلڪ ۾ هڪ تعليمي وڳوڙ جو بَک ٿي رهي آهي. مصنف جو هيءُ تحقيقي ڪارنامو افسوس ته وقت جي دست برد سبب الائي ڪهڙين مصلحتن جي ڪري، نه مادر علمي سنڌ يونيورسٽي، يا ان جي انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي يا سنڌي ادبي بورڊ اهڙي اهم تحقيقي ڪم کي عام پڙهندڙن ۽ محققن جي نظرن اوجهل رکيو، جنهن جي سڀ کان وڏي ذميواري خود سنڌ يونيورسٽي لاڳيتن لائق ۽ فاضل وائيس چانسلرن تي عائد ٿئي ٿي. وري به جس آهي هڪ خانگي تحقيقي اداري کي، خاص طور تي سندس مهتمم پروفيسر محمد يوسف شيخ چيئرمن "Sindh Institute of Policy Studies"لاڙڪاڻو، جنهن هي شاندار علمي ۽ تحقيقي مقالو 60 سالن کان پوءِ ڇپرائي. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي دانشورانه عظمت کي عوام الناس ۽ عالمن آڏو ميڙتا لاءِ پيش ڪيو. ڇا ايئن آڪسفورڊ يونيورسٽي پريس يا هارورڊ يونيورسٽي پريس يا ڪئمبرج وارا پنهنجي اڳوڻن وائيس چانسلرن جا ڪتاب عوام کان پوشيده ڪري رکندا آهن. پري ڇو وڃو، پنجاب يونيورسٽي وارن، اداره ثقافت اسلاميه، اقبال اڪيڊمي، اڪادمي ادبيات پاڪستان، انجمن ترقي اردو، مقتدره قومي زبان اقباليات ۽ لسانيات ۽ تعليم تي پنهنجن محسنن جا ڪيترائي تحقيقي مقالا ڇپايا آهن. پاڻ وٽ ته دراما ۽ افسانه به سنڌالاجي وارن ڇپائي، سنڌ شناسي کي نئون روپ ۽ رنگ ڏنو آهي. ريسرچ ۽

فڪشن ۾ زمين آسمان جو فرق آهي، جنهن تي لکين رپيا بجيٽ خرچ ڪئي وئي آهي. آهي ڪو خود احتساب ڪرڻ وارو فرد يا ادارو؟ هن ڪتاب جي لاءِ اهو ئي عرض ڪبو ته محترم حبيب الله صديقي، پنهنجي اُستاد محترم جي هي تاريخي وٿ جلد سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪري، تعليمدانن ۽ طالب علمن جي پياس اُجهائي.



ڊاڪٽر نواز علي شوق

## ڊاڪٽر بلوچ جِي شاهه لطيفؒ جي رسالي تي ڪيل تحقيق جو مختصر جائزو

**جڏهان ڪر ٿيام، ساڃاهه سپيرين سين،**
**تڏهان ڪر تِرَ جيترو، هڪ وير نه وسريام،**
**اندر روح رهيام، سڄڻ اوطاقون ڪري.**

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ سان جنهن ڏينهن کان نيازمنديءَ جو سلسلو شروع ٿيو، ان ڏينهن کان ئي اهڙو ناتو جُڙي ويو، جو

ڪڏهن به ختم ٿي نه ٿو سگهي. توڙي جو پاڻ اسان کان هميشه هميشه لاءِ وچڙي ويا آهن، پر دل ۾ سدا ياد آهن.

رفتيد ولي، نه از دِل ما.

پاڻ اوطاقي مڙس هئا، جيئن اوطاقن تي سگهڙن ۽ سياڻن سان ڪچهريون ڪيائون، تيئن نه فقط منهنجي من ۾، پر پنهنجي هر چاهيندڙ جي من ۾ چڻ ڪچهريون ڪري رهيا آهن. محفلن جو مچ مثل آهي، اهو ڪٿي وسامي سگهجي ٿو؟ چاڪاڻ ته:

لائي جو وئا، سو منجهيئي مچ ٻري،
سو اُجهامي ڪِئا، جن سوريندڙ سپرين.

اهڙو انسان اسان کان ڪيئن وسري سگهي ٿو، جنهن اسان جون دليون پاڻ وٽ قابو ڪري ڇڏيون آهن. ان ڪي وسارڻ اسان جي وس ۾ ناهي ڇو ته:

مَنُ پريان نيئي، پڳهيو پاڻ ڳري

جنهن ادبي اداري ۾ وڃان ٿو ته اتي ڊاڪٽر بلوچ جا ڪتاب موجود، جنهن ڪتب خاني ۾ يا جنهن بڪ اسٽال تي وڃجي ٿو ته ڊاڪٽر صاحب جا ڪتاب موجود، يونيورسٽين ۾ وڃجي، ته اتي به ڊاڪٽر صاحب جا ڪتاب حاضر. ڪو محقق، سنڌي ادب، لسانيات، لغات، لطيفيات، ڪلاسيڪي شاعري ۽ لوڪ ادب تي تحقيق ڪرڻ جو ارادو ڪري، ته ان لاءِ ڊاڪٽر بلوچ جا ڪتاب لازمي. ڪو ايم.ايس يا پي ايچ.ڊي ڪرڻ جو ارادو ڪري ته ان لاءِ به ڊاڪٽر بلوچ جا ڪتاب رهبري ۽ رهنمائي ڪن ٿا.

شمس العلماء مرزا قليچ بيگ جي دور ۾ سنڌي ادب کي شاهوڪار بڻائڻ لاءِ هر وکر جي ضرورت هئي. اهو ئي سبب آهي جو مرزا صاحب ادب جي هر صنف تي سوين ڪتاب لکي، ان کي مالا مال ڪيو. بعد ۾ تخصيص ڪرڻي پئي ته سنڌي ادب کي ڪهڙين شين جي وڌيڪ ضرورت آهي.
ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ پهريون عالم آهي، جنهن سنڌ کي اهي سڀ شيون ڏنيون، جن جي سنڌي قوم کي ضرورت هئي. مثال طور سنڌي ڪلاسيڪي شاعري، خاص طور شاه جي رسالي جو مستند متن، لوڪ ادب، لغات، سنڌي موسيقي جي تاريخ، سنڌي ٻولي ۽ ادب جي جامع ۽ مستند تاريخ وغيره.
اهي سمورا ڪم ڏاڍا ڏکيا هئا. اهوئي سبب آهي جو انهن ڪمن ۾ ڪنهن به هٿ نه وڌو هو. ڊاڪٽر بلوچ کي جيئن ته سنڌ، سنڌي زبان ۽ ادب سان عشق هو ۽ حضرت عشق عاشق کي ايڏو حوصلو ۽ همت ڏئي ٿو، جو سڀ مشڪلون آسان ٿي وڃن ٿيون. اهوئي سبب آهي جو هن سنڌ جي سچي عاشق اهي سمورا علمي، ادبي ۽ تحقيقي ڪم سهڻي نموني مڪمل ڪيا. سنڌي لوڪ ادب هڪ اٿاه سمنڊ مثل آهي. اهو سڄي سنڌ ۾ ٽڙيل پکڙيل هو ۽ اهو گهڻي ڀاڱي زباني روايتن تي ٻڌل هو. لکيل مواد ۽ زباني روايتون گڏ ڪرڻ، انهن جي ڇنڊڇاڻ ڪري معياري متن تيار ڪرڻ ۽ ان صنف جو جامع مقدمو لکڻ ۽ شاعرن جي سوانح لکڻ ڪيڏو نه ڏکيو ڪم هو، پر ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي حوصلي ۽ همت

ڪي سلام آهي، جنهن لوڪ ادب جا 42 ضخيم جلد تيار ڪيا، جيڪي سنڌي ادبي بورڊ پاران ڇپجي پڌرا ٿيا. ان کان علاوه ڊاڪٽر صاحب مختلف وقتن تي، مختلف هنڌن تي سُگهڙن ۽ ڏاهن سان جيڪي ڪچهريون ڪيون، تن ڪچهرين جو مواد ترتيب ڏنو ته ڏهه جلد تيار ٿي ويا. اهي ڏهه جلد ”رهاڻ هيرن ڪاڻ“ عنوان هيٺ مختلف ادارن پاران ڇپجي چڪا آهن. انهن ڪتابن ۾ به لوڪ ادب جو وڏو خزانو محفوظ ڪيو ويو آهي.

مختلف ملڪن جي زبانن ۾ لوڪ ادب جو ڪجهه نه ڪجهه ذخيرو موجود هوندو. عربي، جيئن ته هڪ قديم ۽ شاهوڪار زبان آهي، تنهنڪري ٿي سگهي ٿو ته لوڪ ادب جو سڀ کان گهڻو ذخيرو ان ۾ موجود هجي. ان کان پوءِ سنڌي واحد زبان آهي، جنهن ۾ سڀ کان گهڻو لوڪ ادب موجود آهي. ان مان سنڌي زبان ۽ ادب جي وسعت جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو.

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جو اهو ڪمال آهي جو هن جنهن موضوع واري ڪتاب جو مقدمو لکيو ته ان ۾ اها ٻولي استعمال ڪئي، جيڪا ان موضوع سان ٺهڪندڙ هئي. جيڪڏهن لوڪ ادب جي مختلف موضوعن تي لکيل ڊاڪٽر صاحب جا مقدما ڌار ڪتابي صورت ۾ ڇپرايا وڃن ته ان مان هڪ ته پڙهندڙن کي سنڌي لوڪ ادب بابت وڏي معلومات ملي ويندي، ٻيو ته پڙهندڙن کي ڊاڪٽر صاحب جو سنڌي ٻوليءَ تي عبور جو اندازو ٿي ويندو.

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جو هونئن ته هر تحقيقي ڪم لاجواب آهي، پر بلوچ صاحب شاهه جي رسالي تي جيڪا محنت ۽ جاکوڙ ڪئي، سا مثالي آهي، تنهن ڪري سندن ٻين تحقيقي ڪارنامن کي ڇڏي سندن شاهه جي رسالي تي ڪيل تحقيق جو مختصر جائزو پيش ڪجي ٿو.

هيءَ هڪ حقيقت آهي ته ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ کان اڳ جن عالمن شاهه جي رسالي جو مستند متن تيار ڪرڻ لاءِ جاکوڙ ڪئي، تن کي ٻن ٽن قلمي نسخن کان وڌيڪ نسخا هٿ اچي نه سگهيا. مگر ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ سالن جا سال محنت ڪري پنجاهه قلمي نسخا ۽ سورهن ڇاپي نسخا سامهون رکي مستند متن تيار ڪيو. ايترا قلمي نسخا هٿ ڪرڻ ڊاڪٽر صاحب جو وڏو ڪارنامو آهي. هن ان لاءِ ڪيڏا پنڌ ڪيا هوندا. ماڻهن کي ڪيتريون منٿون ڪيون هونديون. ڪيترو ڇڻ ڇواءُ ڪرايو هوندو. ان ۾ نه ڄاڻ ڪين ڪيترا سال لڳا هوندا. پوءِ اهي سمورا قلمي نسخا پڙهڻ، مقرر اصولن مطابق پيٽڻ، ڇنڊڇاڻ ڪري، سهڻي ترتيب سان شاهه جي رسالي جو مستند متن تيار ڪرڻ ڪو معمولي ڪم نه هو. هي اهڙو ڪم هو، جيڪو ڊاڪٽر بلوچ جي هٿان ئي ٿي سگهيو ٿي. انهن قلمي نسخن ۾ ڪاتبن پاران لکيل آڳاٽي سنڌي پڙهڻ، هر ڪنهن جو وس جي ڳالهه نه آهي، اسان پارو ليکڪ ان آڳاٽي سنڌيءَ جو هڪ صفحو هڪ هفتي ۾ به شايد نه پڙهي سگهيو. اهڙي مشڪل سنڌي جا

هزارين صفحا پڙهڻ ڪنهن سنڌي زبان جي سچي عاشق ۽ ٻوليءَ جي ماهر جوئي ڪم آهي. اهو تحقيقي ڪم ڪرڻ لاءِ عشق، حوصلي ۽ همت جي ضرورت هئي. سوال اهو آهي ته اهو ميدان سپني لاءِ ڪليل هو. ٻين چو نه ان ڀڙ ۾ پير پاتو؟
جڏهن ڪنهن ادبي محفل جي موقعي تي ڪو مقرر ذاتي بغض سبب اختلاف ڪندو آهي ته ڏاڍو ڏک ٿيندو آهي. اهو ائين آهي جيئن ڪو ماڻهو چوي ته تاج محل جي هيءَ سِر هيئن نه هوڻئن هجي ها! اعتراض ۽ اختلاف ته آسان آهن، پر ڪو ڀهريائين تاج محل جهڙي شاندار عمارت ٺاهي ته ڏيکاري. ڪو ڊاڪٽر بلوچ جهڙو ڪم ڪري ته ڏيکاري. اختلاف جو هر ڪنهن کي حق آهي، پر اهو مدلل هئڻ گهرجي.
ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جلد پهرئين ۾ شاهه لطيفؒ جي سوانح عمري جنهن مدلل نموني لکي آهي. ان جو داد ڏيڻو پوي ٿو. هن سڀ کان پهرين بنيادي ماخذ هٿ ڪيا ۽ اهي شايع ڪرايا.
انهن ڪتابن ۾ شاهه جي عاشق مير عبدالحسين سانگي جو ڪتاب ”لطائف لطيفي“ جيڪو فارسي زبان ۾ لکيل هو، اهو هن 1967ع ۾ ڇپرائي پڌرو ڪيو. بعد ۾ ان جو سنڌي ترجمو، ڊاڪٽر عبدالرسول قادري ڪيو. جيڪو پڻ شايع ٿيو. شاهه صاحب جي هڪ ٻئي عاشق شمس العلماء مرزا قليچ بيگ 1887ع ۾ شاهه صاحب جي سوانح بابت انگريزي زبان ۾ ڪتاب لکيو. جيڪو ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي ڪوشش سان

1980ع ۾ شاهه عبداللطيف ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز پاران شايع ٿيو. مرزا صاحب ان انگريزي ڪتاب جو سنڌي ترجمو ڪري سنه 1897ع ۾ ”احوال شاهه عبداللطيف ڀٽائي“ جي عنوان سان شايع ڪرايو. ڊاڪٽر صاحب ان جي سوڌ سنوار ڪئي ۽ ان جو نئون ڇاپو 1972ع ۾ شاهه عبداللطيف ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز پاران شايع ٿيو. سنه 1889ع ۾ ليلا رام وتڻ مل جو ڪتاب "The life, Religion and Poetry of Shah latif" ڇپجي پڌرو ٿيو.

انهن عالمن کان اڳ مير علي شير قانع پنهنجن ٽن ڪتابن- ”تحفة الڪرام“، ”مقالات الشعراء“ ۽ ”معيار سالڪانِ طريقت“ ۾ حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائي بابت مختصر احوال ڏنو هو. ڊاڪٽر صاحب نه صرف اهي آڳاٽا ماخذ آڏو رکيا، پر ان کان پوءِ شاهه لطيفؒ جي سوانح تي جيڪي ڪتاب شايع ٿيا، سي سڀ سندن مطالع هيٺ رهيا. پر اهي سمورا ماخذ ”حڪايتن جي حجاب“ ۾ ڍڪيل هئا. حڪايتن وارا پردا هٽائي، ڊاڪٽر صاحب ”حقيقتون“ پڌريون ڪيون. ان لاءِ ڪيس وڏي جاکوڙ ڪرڻي پئي. شاهه صاحب جي ولادت واري هنڌ بابت به عالمن جا مختلف رايا هئا. انهن مان اڪثر عالمن ڀُڏ سُڏ تي شاهه صاحب جي ولادت واري هنڌ بابت پنهنجي راءِ ڏني پر ڊاڪٽر بلوچ پهريون عالم آهي، جنهن نه فقط شاهه صاحب جي سوانح بابت سمورا ماخذ آڏو رکيا، پر پاڻ انهيءَ علائقي ۾ ڪيترائي پنڌ

ڪيائون. ”هالا حويلي“، ”ڀِنڊِءَ پور“، ”سُئي قندر“، ”گنباٺ“ ويا ۽ ان جي آس پاس جي ڳوٺن ۾ وڃي وڏي عمر وارن ماڻهن سان ملاقاتون ڪري، معلومات حاصل ڪئي. ۽ ڪن اڳين روايتن کي مدلل نموني رد ڪيو. مثال طور جلد پهرئين مان هڪ اقتباس پيش ڪجي ٿو:

”.....لونگ فقير مهيسر جنهن جي مزار شادي شهيد لڳ خيرپور ميرس ضلعي ۾ آهي، تنهن جي فقيرن ڪٿان ٻڌو ته شاهه عبداللطيف ڀِنڊِءَ پور ۾ ڄائو هو يا اتي چلو ڪيو هئائين سو اتي وڏي مسجد ٺاهيائون. مير سانگي پوءِ ’لطائف لطيفي‘ ۾ ان جو ذڪر ڪيو ۽ ڀئي پور (صحيح ڀِنڊِءَ پور) کي شاهه صاحب جي ولادت جي جاءِ ڪري ڄاڻايو. ان بعد مولوي دين محمد وفائي به ’لطف اللطيف‘ ۾ انهيءَ ساڳي ڳالهه کي ورجايو. ٻئي طرف ليلا رام وتڻ مل لالواڻي پنهنجي ڪتاب ۾ ’هالا حويلي‘ (ڀٽ کان 18 ميل ڏکڻ- اوڀر) جو نالو لکيو. باوجود انهيءَ جي لالواڻي جي پوئلڳي ڪندي گربخشاڻي به ”هالا حويلي“ کي شاهه جي ولادت ڪري ڄاڻايو. مرزا قليچ بيگ وري ’ڀِنڊِءَ پور‘ ۽ ’هالا حويلي‘ ٻنهي کي ڳنڍڻ جي ڪوشش ڪئي جو لکيائين ته: ڀٽائي صاحب جي ڄمڻ جي جاءِ ’هالا حويلي‘ ۾ هئي جا ڀئي پور (صحيح ڀِنڊِءَ پور) سان لڳ ڏکڻ- اڀرندي ڪنڊ ڏي هئي.

جنهن گهر ۾ شاهه صاحب ڄائو هو، اتي پوءِ هڪ مسجد جوڙائي وئي هئي، جا اڃا تائين نصير واهه جي ڪلهي بيٺل آهي. مرزا

صاحب جي هيءَ سڄي عبارت خيالي آهي ۽ سرزمين جي ڄاڻ کان سواءِ لکي وئي آهي. شاهه لطيفؒ ساڳئي وقت هالا حويلي ۽ ڀِٽَ پور ۾ مسجد جي پرواري گهر ۾ تولد ٿي نه ٿي سگهيو، ڇاڪاڻ جو ڀِٽَ پور کان ”هالا حويلي“ ڪافي پري آهي، ٻيو ته اها ڏکڻ- اوڀر طرف ڪانهي، پر اتر- اوڀر طرف آهي. ’ڀِٽَ پور‘ تعلقي حيدرآباد ۾ ۽ ”هالا حويلي“
تعلقي ٽنڊي الهيار ۾ آهي. (ص- 12-11)
ڊاڪٽر بلوچ کان اڳ شاهه صاحب جي ولادت بابت اسان جي عالمن تمام مختصر احوال ڏنو هو، پر ڊاڪٽر صاحب انهيءَ عنوان تي تفصيل سان لکيو آهي، ان کان علاوه هن شاهه صاحب سان لاڳاپيل ماڳ مڪان پاڻ وڃي ڏٺا، ان کان پوءِ وڏي سوچ ويچار بعد شاهه صاحب جي سوانح لکي. اهو مواد شاهه جو رسالو، شاهه جو ڪلام، جلد پهرئين ۾ 67 صفحن تي مشتمل آهي، ايڏي گهڻي مواد سان گڏوگڏ ڊاڪٽر صاحب ڪي نهايت ئي اهم تصويرون پڻ شامل ڪيون آهن، جن جو شاهه صاحب جي سوانح سان تعلق آهي، مطلب ته ڊاڪٽر صاحب کان اڳ شاهه جي شارحن، شاهه صاحب جي سوانح متعلق ايترو تفصيل سان ۽ مدلل نموني ڪونه لکيو هو ۽ نه وري اهي ماڳ مڪان وڃي ڏٺا هئا.
اختلاف جو هر محقق کي حق آهي پر، اهو اختلاف اهڙن دليلن تي ٻڌل هجي جو پڙهندڙ قبول ڪن ۽ جن شاهه جي سوانح متعلق

فارسي، سنڌي ۽ انگريزي ڪتاب آڏو رکيا هجن ۽ شاهه صاحب جي سوانح سان تعلق رکندڙ ماڳ مڪان ڏوري ڏٺا هجن. پر جيڪڏهن ائين نه آهي، ڪو گهر ويهي چوي ته مون کي اختلاف آهي، ته ان اختلاف کي ڪو به قبول نه ڪندو، چو ته گهر ۾ ويهي لکڻ ۽ ڪا جاکوڙ نه ڪرڻ لاءِ ائين ئي چوڻو پوندو ته:

ڏونگر نه ڏوري، سڪڻ جون سڏون ڪري،
گهر ويٺي گهوري، چندڙو چام پنهونءَ تان.

هيٺئر ڊاڪٽر صاحب جي محنتن سان تيار ڪيل شاهه جي رسالي جي ڏهن جلدن جو مختصر نموني تعارف ڏنو وڃي ٿو.

شاهه جو رسالو، شاهه جو ڪلام (جلد پهريون):

هن ڪان اڳ پهرين جلد ۾ آيل سوانح بابت احوال ڏنو ويو آهي. ٻي ڳالهه ته ڊاڪٽر صاحب پهريون عالم آهي. جنهن رسالي جي پهرئين جلد جي باب ٻئين ۾ ''شاهه جي رسالي جي اصليت ۽ حقيقت ۽ رسالي جي قلمي نسخن ۽ ڇاپن جي سڃاڻپ'' جي عنوان هيٺ تفصيل سان لکيو آهي، جيڪو 40 صفحن تي مشتمل آهي. ان ڪان پوءِ ٽئين باب ۾ رسالي جي تدوين ۽ تاريخ بابت تمام قيمتي مواد ڏنو ويو آهي، جيڪو 27 صفحن تي مشتمل آهي. چوٿين باب ۾ رسالي جي ترتيب متعلق مواد موجود آهي، جنهن کي هيٺين ٻن حصن ۾ ورهايو ويو آهي:

**الف:** قلمي ۽ ڇاپي رسالن واري ترتيب.

**ب:** رسالي جي معياري متن لاءِ معياري ترتيب. هيءُ باب 26 صفحن تي مشمل آهي. باب پنجون پڻ 26 صفحن تي پکڙيل آهي، جنهن جو عنوان آهي:

”شاهه جي ڪلام جي پرک جا معيار“

باب ڇهين جو عنوان آهي:

رسالي جي جامع مستند متن لاءِ صورت خطي. هيءُ باب 11 صفحن تي مشتمل آهي.

دل ته چاهيو ٿي ته هر باب تي روشني وجهڻ گهرجي، پر ائين ڪرڻ سان مقالو، مقالي بجاءِ ڪتاب ٿي وڃي ها. اميد ته پڙهندڙ رسالي جي پهرئين جلد ۾ آيل مواد جو غور سان مطالعو ڪندا، مطالعي ڪرڻ کان پوءِ کين اهميت جو اندازو ٿي ويندو. هتي فقط ايترو عرض ڪرڻ گهران ٿو ته ڊاڪٽر بلوچ کان اڳ شاهه جي شارحن رڳو روايتن جي آڌار تي شاهه صاحب جي سوانح لکي هئي، جنهن جو مٿي ذڪر ٿي چڪو آهي. پر هن مقدمي ۾ جيڪي ٻيا اهم عنوان آهن، انهن تي ڪڏهن غور ويچار ڪونه ڪيو هو. ان جو شايد هڪ سبب هيءُ ٿي سگهي ٿو ته انهن عالمن کي شاهه صاحب جا ايترا گهڻا قلمي نسخا هٿ نه اچي سگهيا هئا، تنهن ڪري هو مٿي ذڪر ڪيل عنوان مقرر ڪري، هرهڪ عنوان تي بحث ڪري. اسان کي پنهنجي راين کان آگاهه نه ڪري سگهيا.

”شاهه جو رسالو، رسالي جو ڪلام“ جي پهرين جلد ۾ شاهه صاحب جي تفصيلي ۽ مدلل سوانح ڪان پوءِ سُر ڪلياڻ ۽ يمن جو مستند متن شامل آهي. شروع ۾ سُر ڪلياڻ جو تعارف ڪرائيندي لکيو اٿن ته:
”سُر ڪلياڻ شاهه جي رسالي جي ’الحمد‘ آهي، جنهن ۾ رسالي ۾ سمايل شاهه جي اعليٰ فهم ۽ فڪر جو رس ۽ روح موجود آهي. سُر ڪلياڻ شاهه جي رسالي جي ڪنجي آهي، جنهن سان ٻين سُرن ۾ سمايل فڪر جا دروازا کلن ٿا، ۽ جنهن جي مطالعي سان اهي مڙيئي مکيه معنوي اشارا ۽ اهڃاڻ ملن ٿا، جن جو وڌيڪ تفصيل ۽ تفسير رسالي جي باقي ٻين سُرن ۾ موجود آهي.“
ان کان پوءِ ڊاڪٽر صاحب عالماڻي انداز ۾ سُر ڪلياڻ ۽ يمن ڪلياڻ ۾ سمايل فڪر تي روشني وڌي آهي. ٻنهي سُرن ۾ سمايل فڪر بيان ڪرڻ کان پوءِ داستان وار هر داستان ۾ سمايل فڪر تي عالماڻي انداز ۾ روشني وڌي آهي، ان کان پوءِ متن ڏنو ويو آهي. ساڄي پاسي بيت ۽ وايون ڏنل آهن ته وري کاٻي پاسي نمبر وار انهن جي سهڻي سمجهاڻي ڏنل آهي.
آخر ۾ متن جي پيٽ ۽ سمجهاڻي ڏنل آهي، جنهن ۾ مختلف قلمي ۽ ڇاپي رسالن ۾ آيل بيتن ۽ واين جي پيٽ سان، صحيح پڙهڻيون ڏنيون ويون آهن ۽ لفظن جي معنائن تي تحقيق ڪئي وئي آهي. ان کان پوءِ ضميمو ڏنو ويو آهي، جنهن ۾ مختلف قلمي رسالن ۾ ساڳين لفظن لاءِ ڪاتبن جي اصلوڪي صورت خطي ڏني وئي

آهي: مثال طور لفظ آڱريون تي نظر وجهون ٿا ته اهو لفظ ڪاتبن مختلف نموني لکيو آهي، اسان جي رهنمائي لاءِ اها پراڻي سنڌي پڻ ڏني وئي آهي. جيئن ته شاهه صاحب جي رسالي جا قلمي نسخا هر ماڻهو ڏسي نه ٿو سگهي. ڊاڪٽر صاحب اهو سُٺو ڪيو، جو هن اسان کي مختلف لفظن جي آڳاٽي صورت خطيءَ کان واقف ڪرايو.

شاهه جو رسالو، شاهه جو ڪلام (جلد پيون):

پهرئين جلد وانگر، هن جلد ۾ پڻ بيتن ۽ واين جي معياري متن قائم ڪرڻ خاطر، هر بيت ۽ هر وائي کي هيٺين ڇهن تحقيقي معيارن تي پرکيو ويو آهي.

1. ماخذن طور رسالن جي تعداد جو معيار
2. رسالن جي قدامت جو معيار
3. رسالن جي پيٽ جو معيار
4. سنڌي ٻولي ۽ بيان جي سهڻائي جو معيار
5. اعليٰ شاعريءَ جو معيار
6. اعليٰ فهم ۽ فڪر جو معيار

پهرئين جلد جي تاليف وقت ڊاڪٽر صاحب کي 45 قلمي نسخا هٿ اچي سگهيا هئا، پر هن ٻئي جلد جي تاليف وقت پيا چار قلمي نسخا هٿ آيا. يعني هيءُ جلد تاليف ڪرڻ وقت رسالي جا 49 قلمي ۽ 16 ڇاپي رسالا سندن مطالعي هيٺ رهيا.

ڊاڪٽر صاحب هر سُر جي داستانن ۽ هر هڪ داستان هيٺ بيتن ۽ واين جي ترتيب تي پورو ڌيان ڏنو. هيءُ انتهائي مشڪل مسئلو هو جيڪو هن وڏي دانائيءَ سان موضوع جي تقاضا، بيان جي ربط ۽ معنيٰ جي سلسلي جي لحاظ سان وڏي ويچار کان پوءِ حل ڪيو ۽ خاص توجهه، هر بيت ۽ وائي جي هر لفظ ۽ هر سٽ کي مختلف قلمي توڙي ڇاپي رسالن سان پيٽڻ ۽ وڌيڪ صحيح ۽ سهڻين پڙهڻين طرف ڏنو ويو.

شاهه جو رسالو، شاهه جو ڪلام (جلد ٽيون):
هن جلد ۾ سُر گهاتو، سُر ڪاهوڙي، سُر ڪاپائتي، سُر بلاول، سُر پرڀاتي، سُر ڪارايل ۽ سُر ڏهر جو جامع ۽ مستند متن شامل آهي. ان کان علاوه تفصيلي مقدمو ۽ سمجهاڻي ڏنل آهي.
هن جلد ۾ آيل سُرن ۾ سمايل فڪر تي ڊاڪٽر صاحب تفصيل سان روشني وڌي آهي. پر شروع ۾ مختصر لفظن ۾ هر هڪ سُر جو تعارف پڻ ڪرايو آهي، جيڪو هن ريت آهي.

سُر سامونڊي: جيڪو پيشه ور وڻجارن واپارين ۽ ٻيڙياتن ناکئن جي سامونڊي سفرن ۽ ڪشالن جو يادگار آهي.
سُر گهاتو: جيڪو سمنڊ ۾ شاهي مڇين ۽ مڇين جي گهور ۽ شڪار ڪندڙ پيشه ور گهاتوئن جو يادگار آهي.

سُر ڪاهوڙي: جيڪو جهنگن جبلن ۾ ڏاکڙا ڪندڙن ڏُٿ ڏورڻ وارن محنت ڪشن جي حيلن ۽ همتن جو يادگار آهي.
سُر بلاول: جيڪو پيشه ور جاجڪن ۽ محتاج منگتن جي سپڙ در سوالن ۽ سندس سخاوت واري ڪردار جو يادگار آهي.
سُر پرڀاتي: جيڪو پيشه ور منگتن مڱڻهارن جو سخي سردارن کي ڳائڻ، ساراهڻ ۽ ڏات گهرڻ واري رسم جو يادگار آهي.
سُر ڪارايل: جيڪو تلاون، سُرن، ڍنڍن جو چڪ چلڙ ۽ پاڻيءَ واري ماحول ۽ ان جي پکين جي ذات مان هنجن جي سهڻائي ۽ صفائي واري ڪردار جو آئينو آهي.
شاهه جو رسالو، شاهه جو ڪلام، (جلد چوٿون)
شاهه لطيفؒ جي رسالي جي مستند ۽ معياري متن جي چوٿين جلد ۾ سسئي جا پنج سُر شامل آهن: آبري، معذور، ديسي، ڪوهياري ۽ حسيني.
ڊاڪٽر صاحب هن جلد جو جيڪو مقدمو لکيو آهي، ان ۾ هڪ عنوان آهي: ”سسئي جي تمثيل ۾ اعليٰ فهم ۽ ادراڪ جا اهڃاڻ، ان عنوان هيٺ ڊاڪٽر صاحب لکيو آهي، ”سسئي جي سُرن ۾ سمايل مرڪزي موضوع ۾ يعني ”سسئي جو پنهون پٺيان هلڻ ۽ پنهونءَ کي ڳولڻ“ ۾ حق ۽ حقيقت جي تلاش جو سبق سمايل آهي، جنهن کي شاهه صاحب سسئي جي زباني هن طرح بيان ڪيو ته:
اول آخر آهه، هلڻ منهنجو هوت ڏي

سسئي جي پهرئين سُر جي پهرئين بيت جي هيءَ پهرين سٽ سسئي جي پنجن ئي سُرن ۾ سمايل فڪر جي ڪُنجي آهي. سسئي جي تمثيل سان، هن هڪ سٽ جي ستن لفظن مان اعليٰ فهم ۽ فڪر جا ڪيئي رخ روشن ٿين ٿا، جن لاءِ تفصيلي رخ ۽ بيان جي ضرورت آهي.“ (ص-3)

ڊاڪٽر صاحب مقدمي ۾ ان جي مختصر وضاحت ڪئي آهي، جيڪا ڇهن نڪتن تي مشتمل آهي. هتي انهن نُڪتن جو اختصار پيش ڪجي ٿو:

1. داستان جي سطح تي، ان اعلان مان سسئي جي اعليٰ ڪردار جي مثالي صورت نمايان ٿئي ٿي.

2. هن زميني زندگي ۽ انسان جي اعليٰ عملي ڪردار لاءِ سسئي جي مثالي ڪردار مان ترغيب ملي ٿي ته هر انسان کي زندگيءَ ۾ هڪ اعلي مقصد سامهون هجي، جنهن لاءِ هو پڪي ارادي سان مسلسل طور جدوجهد ڪري. شاهه صاحب طرفان تاڪيد ته:

تتي ٿڌي ڪاهه، ڪانهي ويل هجڻ جي

3. سسئي جي تمثيل ۾، تصوف ۽ طريقت جو ”طالب ۽ مطلوب“ وارو اعليٰ مفهوم مضمر آهي.

4. سلوڪ ۾ ”وصال“ جي ويجهي منزل تي سسئي کي پنهونءَ ڪان سواءِ ڪا صورت ئي ڪانه ٿي سُجهي.

5. حقيقت ۾ شاهه پاڻ سالڪ آهي. پاڻ سسئي آهي: علم، عمل ۽ انصاف سان انسان کي وهمن ۽ وسون مان آجو ڪيو.
6. سڀ کان اعليٰ اتاهون مفهوم اهو جو هن سٽ ۾ انساني زندگيءَ جي ازلي حقيقت جو راز سمايل آهي:
اول آخر آهه، هلڻ منهنجو هوت ڏي.
شاهه جو رسالو، شاهه جو ڪلام (جلد پنجون)
هن جلد ۾ سُر راڻو، سُر ليلان، سُر ڪاموڏ ۽ سُر سورٺ جو مستند متن ڏنل آهي.
ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ شاهه جي رسالي جي سُرن جي ترتيب اهڙي رکي آهي جو پڙهندڙ هڪ ته شاهه جو فڪر سولائيءَ سان سمجهي سگهي ۽ ٻيو ته موضوع ۽ مقصد جي لحاظ سان سُرن ۾ معنوي ربط قائم رهي.
انهيءَ اصول مطابق پهرين ٽئن جلدن ۾ سُر سلسلي وار رکيا ويا آهن. پهرين ۾ ڪلياڻ ۽ يمن، ٻئي ۾ کنڀات، بروو ۽ سري راڳ ساموندي لاڳيتا رکيا ويا آهن. ڇو جو اهي معنوي نوعيت جا آهن. جلد ٻئي جو آخري سُر ساموندي ۽ جلد ٽئين جا ست سر گهاتو، کاهوڙي، ڪاپائتي، بلاول، پرڀاتي، ڪارايل ۽ ڏهر لاڳيتا رکيا ويا آهن، جو انهن ۾ سنڌ جي ڌنڌن ۽ پيشن وارن جي زندگيءَ جا ڻاڻا ۽ اهڃاڻ سمايل آهن. ان کان پوءِ سسئي جا پنج سر ۽ پوءِ پنجين جلد وارا سر انهن نَون سُرن ۾ زندگيءَ جي ٻاهرين مشاهدن بدران، بنيادي طور تي انسان جي اندروني جذبن

۽ احساسن جو مانداڻ منديل آهي. اهو نَو ئي سُر، انسان جي سماجي رشتن ۽ انهن رشتن کي نباهڻ لاءِ ست ۽ صبر، غم ۽ درد جا داستان آهن.

شاهه جو رسالو، شاهه جو ڪلام (جلد ڇهون)

هن جلد ۾ سُر رپ، سُر پورب، سُر رامڪلي ۽ سُر آسا شامل آهن. اهي چاريئي سُر فڪر جي لحاظ سان ڳوڙها سُر آهن. هنن سُرن تي اڳ تحقيق ڪانه ڪئي وئي هئي. خبر ناهي ته ڊاڪٽر گربخشاڻي هنن سُرن تي تحقيق ڪئي يا نه؟ جي ڪئي ته اها پڌري ٿي نه سگهي. چاڪاڻ ته گربخشاڻي واري رسالي جو چوٿون جلد اڄ ڏينهن تائين هٿ اچي نه سگهيو آهي. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ پهريون عالم آهي، جنهن هنن سُرن تي مثالي تحقيق ڪئي آهي.

هن جلد ۾ شامل بيتن ۽ واين جي پيٽ لاءِ ڊاڪٽر صاحب ستونجاهه رسالا سامهون رکيا، جن مان ستيتاليهه قلمي ۽ ڏهه ڇاپي هئا.

ڊاڪٽر صاحب مقدمي ۾ لکيو آهي ته:

”هن ڇهين جلد جي پهرئين سُر رپ جو مکيه موضوع غم ۽ گوندر درد ۽ فراق آهي ۽ پڻ ان جي هڪ داستان ۾ ور ۽ ونيءَ جي ناتي جو پس منظر سمايل آهي. انهيءَ ڪري معنوي لحاظ سان هن جلد جو پهريون سُر پوين ٻن جلدن (پنجين ۽ ڇهين) جي

سُرن ۾ سمايل درد ۽ فراق جي داستان سان ملائيندڙ ڪڙي آهي.“

پهرين جلد جي سُر ڪلياڻ ۽ سُر يمن وانگر، هن ڇهين جلد ۾ شامل چارئي سُر رِپ، آسا، پورب ۽ رامڪلي، معنوي سُر آهن ۽ اُهي شاهه جي اعليٰ فڪر جو آئينو آهن. سُر رپ ۾ گوندر ۽ غم، درد ۽ فراق جي حالتن ۽ ڪيفيتن کي نروار ڪيو ويو آهي. سُر پورب، سُر رامڪلي ۽ سُر آسا ۾ سمايل مرڪزي موضوع سچن سالڪن جو محبوب حقيقي جي وصال لاءِ ڪشالو ۽ ان ڪشالي ۾ حال وارين منزلن ۽ مقامن جو ذڪر آهي. (ص-1 ۽ 2)

شاهه جو رسالو، شاهه جو ڪلام، (جلد ستون)

هن جلد ۾ سُر مارئي، سُر سهڻي ۽ سُر سارنگ جو جامع ۽ مستند متن شامل آهي. حسب معمول ڊاڪٽر صاحب هيءُ جلد به وڏي محنت ۽ دانائي سان تيار ڪيو آهي. ڊاڪٽر صاحب هر جلد ۾ آيل سُرن بابت جامع معلومات ڏني آهي. هن جلد بابت مقدمي ۾ لکيو اٿن ته:

”هن جلد ۾ شامل پهريان به سُر جيتوڻيڪ ظاهري معنيٰ ۾ ’عمر مارئي‘ ۽ ’سهڻي ۽ ميهار‘ جي روايتي ڳالهين سان تعلق رکن ٿا، مگر اعليٰ عرفان جي آئيني ۾ اهي تخليق ڪائنات جي ازلي حقيقت جا مظهر اهن، جنهن مطابق هر شيءِ پنهنجي اصليت ڏي موٽڻ لاءِ مشتاق آهي. انهيءَ ازلي حقيقت مطابق مارئي

پنهنجي اصلي وطن ڏانهن وڃڻ چاهي ٿي ۽ سهڻي درياءَ جي هن پار واري رسمي زندگيءَ بدران هن پار جي دائمي بقا ۽ خوشيءَ واري زندگيءَ لاءِ دنيا جي دهشت وارو درياءَ تري ٿو. تصوف جي اعليٰ عرفاني فڪر ۾، سالڪ لاءِ فنا ۽ وصال واريون اهي آخري منزلون آهن. انهيءَ لحاظ سان انهن ٻن سُرن کي ٻين سڀني سُرن جي آخر ۾ آندو ويو آهي. معتبر روايتن موجب ٻڻ سُر سُهڻي جي وائي ”ڪهڙي منجهه حساب، هلڻ منهنجو هوت ڏي“ شاهه صاحب جو آخري ڪلام آهي. سُر سارنگ سنڌ ۽ سڄي جهان جي آبادي لاءِ خير ۽ دُعا جو سُر آهي ۽ انهيءَ لحاظ سان اهو دعا طور آخر ۾ رکيو ويو آهي. (ص-8)

**شاهه جو رسالو، شاهه جو ڪلام (جلد اٺون ۽ نائون)**

هي ٻئي جلد گڏي شايع ڪيا ويا آهن، جن ۾ شاهه لطيفؒ جو مڪمل رسالو محفوظ آهي ۽ ان ۾ شامل ڪلام، شاهه عبداللطيفؒ جو پنهنجو ڪلام آهي.

هيءَ هڪ حقيقت آهي ته شاهه صاحب جي حياتيءَ ۾ يا سندن وصال کان پوءِ، شاهه صاحب جي شيدائين رسالا تيار ڪيا ته ان ۾ شاهه جي ڪلام سان ٻين شاعرن، سالڪن ۽ سگهڙن جو ڪلام ٻڻ شامل ڪري ڇڏيائون. جيڪو به قلمي نسخو ڏسبو ته ان ۾ شاهه صاحب جي ڪلام سان گڏ ٻين شاعرن جو ٿورو گهڻو ڪلام ضرور نظر ايندو.

هيءُ ڳڏيل جلد شاهه عبداللطيفؒ جي پنهنجي ڪلام جو سچو سربستو صحيح رسالو آهي. جيڪو ڊاڪٽر بلوچ ڀٽيهن سالن جي تحقيق، پنجاهه قلمي ۽ سورهن ڇاپي رسالن جي مطالعي ۽ ڀيٽ سان، شاهه جو پنهنجو ڪلام، زيرن زبرن سان، صحيح صورت ۾، معياري ترتيب ۽ معنيٰ سميت اسان کي ڏنو، جيڪو هڪ مثالي ڪم آهي،

شاهه جو رسالو: رسالي جو ڪلام (جلد ڏهون)

هيءَ هڪ نئين شيءِ آهي. هن کان اڳ شاهه جي ڪنهن به شارح ان قسم جو ڪم ڪونه ڪيو هو. هن جلد ۾ جملي قلمي ۽ ڇاپي رسالن ۾ شامل ڪلام مان، شاهه جي ڪلام کان جدا ڪيل پيو 'رسالي جو ڪلام' معياري پرک ۽ سمجهاڻيءَ سميت شامل آهي، يعني اهڙو ڪلام جيڪو 'شاهه جي رسالي' جي اڳين قلمي ۽ ڇاپي رسالن ۾، جيڪي تيرهين صدي هجري جي آخر ۽ چوڏهين جي شروع تائين لکيا يا ڇپيا ويا، تن مان ڪنهن نه ڪنهن رسالي ۾ موجود آهي، پر اهو شاهه صاحب جو پنهنجو نه پر ٻين سالڪن، فقيرن، شاعرن ۽ سگهڙن جو چيل آهي. ان ڪلام کي تحقيق ۽ تنقيد جي اعليٰ معيارن تي پرکي، شاهه جي ڪلام کان جدا ڪري، هن جلد ۾ 'رسالي جو ڪلام' طور صحيح صورت ۾ سهڻي ترتيب سان رکيو ويو آهي. (ص-1)

ڊاڪٽر صاحب جي اها عظمت آهي جو ايڏي وڏي محنت جي باوجود هو پنهنجي تحقيق کي حرف آخر نه ٿو سڏي. جلد ڏهين جي مهاڳ ۾ لکيو اٿائين ته:

”هت اهو ڄاڻائڻ ضروري آهي ته تحقيق ۽ تنقيد جي اعليٰ معيارن جي پرک سان، وڏي سوچ ويچار بعد، ’شاهه جي ڪلام‘ ۽ ’رسالي جي ڪلام‘ کي جدا ڪيو ويو آهي. مقدمي ۾ پرک جي انهن معيارن کي تفصيل سان بيان ڪيو ويو آهي. انهن معيارن مطابق جيئن ’شاهه جو ڪلام‘ صاف صحيح متن سان ڏنو ويو آهي، تيئن هن جلد ۾ ’رسالي جو ڪلام‘ پڻ صحيح تحقيق مطابق ڏنو ويو آهي. شاهه جي رسالي جي جامع مستند متن جون اهي ٻه جدا پر مڪمل ۽ صاف صحيح صورتون آهن: يعني ’شاهه جو ڪلام‘ ۽ ’رسالي جو ڪلام‘.

جيڪڏهن آئنده ڪي ٻيا وڌيڪ معتبر قلمي رسالا دستياب ٿيا ته انهن جي روشنيءَ ۾ انهن ٻن صورتن کي اڃان به وڌيڪ پرکي ضروري ترميم ڪئي ويندي. پر جيڪڏهن ڪو پڙهندڙ پنهنجي ذوق ۽ ذهن مطابق، ’رسالي جو ڪلام‘ ۾ شامل ڪنهن سُر، داستان، بيت يا وائي کي ’شاهه جو ڪلام‘ ڪري سمجهي، يا ’شاهه جو ڪلام‘ ۾ شامل ڪنهن سُر، داستان، بيت يا وائيءَ کي ’رسالي جو ڪلام‘ ڪري سمجهي ته هو اختيار وارو آهي. (ص III)

هيءَ هڪ حقيقت آهي ته شاهه لطيفؒ جي ڪلام جي قلمي نسخن ۾ ٻين شاعرن جو ڪلام شامل ٿي ويو، جيڪو يا ته شاهه صاحب پاڻ فقيرن آڏو پڙهيو، يا ڪن ٻين سالڪن ۽ شاعرن سندس محفل ۾ پڙهيو. جنهن لاءِ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جلد ڏهين ۾ لکيو آهي ته:

”موجوده ’شاهه جا رسالا‘ شاهه جي ’حاضري جي ڪلام‘ وارا ڪشڪول آهن، جن ۾ شاهه صاحب جي پنهنجن بيتن ۽ واين کان سواءِ ٻين درويشن جي ڪلام جي ’پنج ڪٽي‘ پڻ شامل آهي.“ (ص 1)

ڊاڪٽر بلوچ کان اڳ جن عالمن شاهه جي ڪلام ۽ سوانح تي تحقيق ڪئي، تن جي به اها ئي راءِ هئي ته شاهه جي رسالي ۾ ڌاريو ڪلام (ٻين شاعرن جو ڪلام) شامل آهي. انهن عالمن ۾ مير عبدالحسين سانگي، مرزا قليچ بيگ، ليلا رام وتڻ مل لالواڻي، ڊاڪٽر هوتچند گربخشاڻي، مولانا دين محمد وفائي، ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽو اچي وڃن ٿا.

ڊاڪٽر گربخشاڻي پهريون عالم آهي، جنهن شاهه جي رسالي مان ڌاريو ڪلام ڌار ڪيو. هن ابتدا ڪئي. ڊاڪٽر بلوچ ان کي توڙ تائين رسايو.

ڊاڪٽر گربخشاڻي اهو ڌاريو ڪلام ڌار ڪري ڦٽي ڪري ڇڏيو. هن ان کي ڪا اهميت ڪانه ڏني. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ پهريون عالم آهي، جنهن رسالي ۾ آيل ٻين شاعرن جي

ڪلام کي محفوظ ڪيو، ان سان ڊاڪٽر بلوچ جي دانائي ۽ سنڌي زبان سان محبت جو چٽو ثبوت ملي ٿو. ڊاڪٽر بلوچ اهو ڪلام ذهين جلد ۾ محفوظ نه ڪري ها، ته اهو ڪجھ عرصي کان پوءِ ضايع ٿي وڃي ها. اهڙو ڪلام جيڪو شاهه صاحب جي حاضريءَ ۾ پڙهيو ويو. سو ضايع ٿيڻ سان سنڌي ادب کي وڏو نقصان رسي ها. ڇاڪاڻ ته ان ۾ لڳ ڀڳ ستر آڳاٽن شاعرن جو ڪلام موجود هو. انهن مان گهڻي ڀاڱي ڪلام اهڙو هو. جنهن ۾ شاعر جو نالو آيل هو. پر ڪجھ ڪلام اهڙو هو. جيڪو بغير نالي جي هو. انهن مان ڪي شاعر شاهه صاحب کان اڳ جا ڪي شاهه صاحب جي دور جا ته ڪي شاهه صاحب کان پوءِ جا شاعر هئا. انهن شاعرن جي سوانح لکڻ ڏاڍيو ڏکيو ڪم هو، اهو ڏکيو ڪم ڊاڪٽر بلوچ ئي ڪري سگهيو ٿي ۽ هن اهو ڪم تمام سهڻي نموني سرانجام ڏنو. ڏٺي سگهوري ڪين وڏي ڇمار ڏني ۽ هن پنهنجي حياتيءَ جو هر پَلُ سجايو ڪيو.

هن شاهه جي رسالي جي مستند کان علاوه ٻيو ايترو ته گهڻو ذخيرو ڏنو آهي جنهن جو هر لفظ موتي مثل آهي.اهو ادبي خزانو ڪڏهن کٽڻ جو نه آهي. اها هڪ اهڙي ويڙهي آهي جتان ادب جا اجايل پي وري پيا پيئندا. اها ويڙهي سُڪي نه ويندي، ڇاڪاڻ ته ان قسم جي ويڙهين کي ڀٽائيؒ دعا ڪري ويو آهي:

شال مَ سُڪي ويڙهي، جئان پي پين.

ڀٽائيؒ شايد اهڙن ئي انسانن لاءِ دُعا ڪئي آهي:

وڏي چام چمار، جنھن مياڻيون موڪيون.
الله پاڪ ڊاڪٽر بلوچ صاحب کي جنت ۾ جايون ڏئي. واقعي ھن ادب جون مياڻيون موڪيون ۽ ان کي مالا مال ڪيو.

ڊاڪٽر نواب عابد لغاري

# ھنجون ھاريان سڄڻ ٽُنھنجي ڪري

## (ڊاڪٽر بلوچ جون ساروڻيون)

ھيءَ ڪله ڪلھوڪي ڳالھ آھي سنڌ جي عظيم شاعر غالبِ سنڌ فيض بخشاپوري جي ''ڪلياتِ فيض'' جي رونمائي ۽ ورسي 14 اپريل 2011ع تي ملھائڻ لاءِ تياريون زور شور سان جاري ھيون. نواز علي بومڪي سان گڏ اسلام آباد جو سفر پيي ٿي چڪو. مخدوم محمد امين فھيم ۽ مير ھزار خان بجاراڻي وفاقي وزيرن سان ملاقاتون به ٿيون. انھن صاحبان ھن ورسيءَ ۾ شريڪ ٿيڻ تي راضپو به ڏيکاريو، پر صدارت ته اڳي وانگر ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ کان ڪرائڻ لاءِ اسان سائين قلندر شاھ لڪياري ۽ ڊاڪٽر اسد جمال پلي کي ساڻ ڪري ڊاڪٽر

صاحب کي ڪيل اطلاع مطابق 12 وڳي سندن ناٺي ۽ پاڻٺي عرض محمد خان جي جاءِ قاسم آباد تي پهتاسين، وڏي خوش دليءَ سان آجيان ڪندي ڊاڪٽر صاحب بهار بهار پئي ٿيو ته اسين ساڻن ملڻ جو وڙ ڪري آيا آهيون. ڇا شخصيت ڇا نهٺائي، ڇا حلم ۽ پيار، هڪ هڪ سان گفتگو ڪندي وڏي پاٻوهه پئي ڏيکاري. اهو ڏينهن نه وسرندو، پر چوي ائين ته ڪارڊ ۾ منهنجو نالو نه لکجو، مون صدر آصف علي زرداري طرفان ڏنل ”ستاره امتياز“ تمغي لاءِ برگيڊيئر... طرفان بار بار اسرار جي باوجود معذرت ڪئي ته آءٌ اچي ڪونه سگهندس، باقي اسلام آباد ۾ رهندڙ منهنجي اولاد مان ڪوبه اچي تمغو وصول ڪري ته ان تي هو به تيار نه پيا ٿين. آخر 23 مارچ وارو ڏينهن گذري ويو. پوءِ ڊاڪٽر عبدالغفار سومري صاحب چيو ته اهو تمغو آءٌ کڻي ٿو اچان. ڊاڪٽر صاحب ٻڌايو ته ”چيو مانس، مون کي هاڻ انهن شين سان ڪا دلچسپي نه رهي آهي. گهڻو ڪجهه ڪيو اٿم. گهڻائي ايوارڊ مليا آهن. هاڻي انهن جو شوق ئي نه رهيو آهي.“

مون کي ان ڏينهن ٿورو محسوس ٿيو هو ته اڄ 12 وڳي جو وقت مليو آهي ۽ 12 وڃي ويا آهن. وڏي قرب، محبت ۽ پيار سان وري وري شڪريو ادا ڪندي چيو هئائين ته هاڻي مون کي وٺي اچڻ وارو، اشارو ڊاڪٽر اسد جمال پلي ڏانهن هو ۽ سندس پر پٺ اهو نالو وٺي پاڻ هميشه سندن مون کان پڇندو هو، اهو ئي جملو مون ورجائيندي چيو هو: (سائين ”بديع الجمال“

تي اهو ذمو آهي.) سڀ ڏاڍا ڪلندا خوش باش ٻاهر نڪتاسين ۽ ڇڙوڇڙ ٿياسين، فقط نواز علي مون سان گڏ هو، فيض ادبي ڪانفرنس جو ڪرتا ڌرتا، ڏاڍو خوش هو ته ڊاڪٽر صاحب اڄڻ جي حامي ڀري قرب ڪري ڇڏيو. پاڻ جيڪي بهترين 20 شيلڊون ادبين ۽ شاعرن کي ڏيڻ لاءِ ٺهرائي رهيو هو، انهن ۾ ڊاڪٽر صاحب لاءِ ڪابه شيلڊ فٽ نه پئي ٿئي. پر اهو يقين هو ته سندن مبارڪ هٿن سان پاڪستان جي معروف ادبين ۽ اسڪالرن کي اهي ڏياريون وينديون.

اڃا ٻه ڏينهن مس گذريا ته ڪيپٽن غلام حسين ”مشتاق“ سچاروي جي فون صبح 10 وڳي بار بار موبائيل تي وڄي رهي هئي. اطلاع هو ته 11 وڳي پير آفتاب شاهه مٽياروي جي بنگلي تي گڏجاڻيءَ ۾ ڊاڪٽر بلوچ صاحب کي صدارتي تمغو (ايوارڊ) ڏيڻ جي رسم ادا ڪئي پئي وڃي، اوهان کي ڪنهن به صورت ۾ ان ۾ شريڪ ٿيڻو آهي. تقريب ۾ حيدرآباد جا ڪئين عالم، اديب ۽ اسڪالر گڏ ٿيا هئا. وڏي رونق لڳل هئي. اڄ جو ڏينهن هو ٻاهريون ماڻهو فقط وفاقي سيڪريٽري ڊاڪٽر عبدالغفار سومرو هو، جيڪو پڻ صدارتي ايوارڊ 23 مارچ تي وصول ڪري چڪو هو. پاڻ ڊاڪٽر بلوچ جو پي ايچ. ڊي ۾ شاگرد پڻ آهي. اسٽيج سيڪريٽري جا فرائض گل محمد عمراڻي سر انجام ڏنا ۽ نهايت خوبصورت انگريزيءَ ۾ ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي علمي، ادبي، سماجي، تعليمي ۽ ثقافتي خدمتن کي مختصر ۽

جامع طور تي سموهي خوبصورت انداز ۾ تلاوت ڪلام پاڪ سان ڪيو ويو ۽ بعد ۾ سچاروي صاحب خوبصورت نعتِ رسول ﷺ سان نوازيو. اسڪالرز مان هڪ هڪ ڪي سندن خواهش تي ڳالهائڻ جو موقعو ڏنو ويو. مون ڪلان علاوه جن بين عالمن، اديبن ۽ شاعرن ڊاڪٽر صاحب جي شخصيت ۽ خدمتن تي ڳالهايو، انهن ۾ پروفيسر قلندر شاه، انعام شيخ، عنايت بلوچ، نفيس ناشاد، ڊاڪٽر حبيب الله صديقي ۽ ٻين ڪيترن پنهنجي اندر جا آواز ۽ ڏڙڪنون ظاهر ڪيون. آفتاب شاه دوستن جي آمد ۽ من موهيندڙ مانجهاندي ۾ شرڪت لاءِ ٿورا مڃيا. آخر ۾ ڊاڪٽر صاحب کي گذارش ڪئي وئي ته پاڻ به ڪجھ عنايت ڪن. پاڻ پنهنجي نهٺائيءَ واري انداز ۾ فرمايائين ته اڄ آءٌ ٻارڙي ڪندي پنهنجون چند يادگيريون ٿو پيش ڪريان، اهي هي ته پاڻ مختلف عالمي گڏجاڻين ۾ پنهنجا ويچار ونديا هئائون يا پيپر پڙهيا هئائون ۽ سندن انهن ڪاوشن کي خوب ساراهيو ويو هو، انهن جو مختصر طور تي ذڪر ڪيو هئائون، خدا ڪري ته سندن نالي سان صوبائي حڪومت سنڌ طرفان لطيف آباد ۾ قائم ڪيل انسٽيٽيوٽ جي ذهين ڊائريڪٽر گل محمد عمراڻي اهي محفوظ ڪيون هجن. چاڪاڻ ته ڊاڪٽر صاحب پهريون پيرو انهن يادگيرين جو اظهار ڪيو هو ۽ باقي ساروڻين کي اڃا به پيش ڪرڻ جي اميد ڏياري هئائون. ڪاش! اهي به پاڻ لکي ويا هجن. ان ڏينهن به 12 وڄي چڪا هئا پر ان

خطري جو احساس ڪونه هو. اجا انهيءَ آچر ڪي به ڏينهن مس گذريا ته اربع جي ڏينهن 6 اپريل تي صبح ساجهر ئي موبائيل فون تي ايس.ايم.ايس جي آمد شروع ٿي وئي. 20 صديءَ جو عظيم عالم، اسڪالر، جڳ مشهور سنڌي پاڪستاني، ايشيائي عالمي مفڪر، مدبر سنڌي ادب جو ابو ڪلاسيڪل ادب جو شارح، سنڌي لوڪ ادب جو سرواڻ، ڪيترن ئي ادارن جو باني مباني ۽ عظيم درسگاهن جي مضبوطيءَ جو ضامن جديد سنڌي ٻوليءَ جو پارکو، لطيف سرڪار جي شخصيت، خاندان ۽ پيغام جو عظيم محافظ ۽ پارکو ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ لاڏاڻو ڪري ويو: سَند سان ڏهن (10) جلدن ۾ ”شاهه جو رسالو“ اهڙي ته انداز ۾ پيش ڪندڙ، جو آئنده جو پارکو ۽ محقق ان جي رهنمائي کان سواءِ ذرو به اڳتي وڌي نه سگهي. سنڌ يونيورسٽيءَ جو علامه آءِ.آءِ.قاضي سان گڏجي ڄام شوري جي وسيع علائقي تي پکڙيل ڪئمپس جو قائم ڪندڙ، جتي مهراڻ يونيورسٽي آف انجنيئرنگ ائنڊ ٽيڪنالاجي ۽ لياقت ميڊيڪل يونيورسٽي جيڪي پهرين ڪاليجن جي صورت ڄاوا، نپنا، وڌيا ويجهيا ۽ اڄ اهي به يونيورسٽين جي اوج تي رسيا. ڪيترائي علمي ادبي ۽ تعليمي ادارا پڻ يونيورسٽي ڪئمپس قائم ٿيڻ ڪري نه فقط اوڏانهن منتقل ٿيا بلڪه ايڏي اوج تي رسڻ بعد انهيءَ ”ڄام شورو“ نالي کي اهو اعزاز حاصل ٿيو جو پهرين ڪجهه نه هئڻ جي باوجود سِڌو سنئون ضلعي هيڊ ڪوارٽر جو

ان ڪي نالو مليو، ۽ ڊاڪٽر بلوچ صاحب پنهنجي وصيت مطابق
پنهنجي مربي علامه آءِ.آءِ.قاضي جي پرسان مدفون ٿيڻ جي
آرزو پڻ ماڻي ويو. ڪيترين ئي سياسي ۽ سماجي توڙي علمي
ادبي شخصيتون اسان جي سامهون ۾ وصل جو پيالو پِي پنهنجي
حقيقي رب سان وڃي مليون آهن پر ڊاڪٽر صاحب، الله ڪيس
جنت الفردوس ۾ پنهنجي محبوب ۽ ڊاڪٽر صاحب جي محبوب
حضور پاڪ ﷺ جي ٽولي ۾ شامل شريڪ ۽ رکي، جنهن جي
نقشِ قدم تي هلندي پاڻ ساري عمر جاکوڙي، ويل مَ وڃنو، جهد
مسلسل جاري رکيو. ”تن ۾ تؤنس پرينءَ جي“ رکي، هر اهو
ڪم ڪيو، جيڪو ٻين جي ڪرڻ لاءِ ممڪن نه هو، ”تتي ٿڌي
ڪاهه، ڪانهي ويل ويهڻ جي“، تي هميشه گامزن رهيو ۽ ”تون
ڪا ڪاني پاءِ، ونين ۾ وصال جي“ تي عملي پيرا رهندي اهو
ڪي ڪيو جو قيامت تائين سنڌ توڙي هند ۽ دنيا وارن لاءِ هڪ
بي مثال علم ۽ عمل جا نشانبر رهندڙ ڪارناما هوندا. سپ ڪان
پهرين مون ئي سنه 2 هزار جي 14 جنوري تي حيدرآباد جي
نذرث گرلس ڪاليج جي آڊيٽوريم ۾ سچو ڏينهن رس رهاڻ سان
ملهائي هئي ۽ سندن عظيم خدمتن کي علمي ادبي طور تي 24
تي حصن ۾ ورهائي هر موضوع تي الڳ الڳ اسڪالرن کان
مقالا لکرائي ۽ پيش ڪرايا هئا. اهو ڏينهن سخت سرديءَ جو
هو، هال جا در دريون سڀ بند هئا ۽ هي علمي ڪانفرنس
مسلسل ساڍا اٺ ڪلاڪ جاري رهي هئي. منجهند جو 12 وڳي

شروع ٿيندڙ رات جو سادي 8 وڳي پوري ٿي هئي. اهو جنوري جو سڄو مهينو سنڌي اردو اخبارن ۾ فقط ڊاڪٽر بلوچ ئي مضمونن ۾ نظر اچي رهيو هو. افسوس جو اهو سڀ مواد اخبارن ڏي هليو ويو ۽ ڪتابي صورت ماڻي نه سگهيو. پر شابس آهي محمد عثمان منگي صاحب کي، جنهن منهنجي اها حسرت ۽ ناڪامي ڪاميابيءَ ۾ بدلي ڊاڪٽر صاحب سان نه فقط وري وري نشستون قائم ڪيون پر سڀ مواد ٽن جلدن ۾ ڇپڙ ڪان پوءِ ٻيو به ڪيتروئي مواد ٻين ڪتابن ۾ آڻي هن سنڌ جي شيڪسپيئر (ٻولي ۽ ادب جي حوالي سان) محفوظ ڪيو آهي.

مون کي اهو به اعزاز حاصل آهي ته جڏهن 1966ع ۾ رهبر ڊائجسٽ جاري ڪيو هئم ته ڊاڪٽر صاحب سان اولڊ ڪئمپس جي ڊڪشنري ۾ ساڻس برابر ملندو ۽ سندن دعائون ۽ حوصله افزائي وصول ڪندو رهيس. 1979ع ۾ لاڙ ۽ ٿرپارڪر جي علائقن جا ماهوار ”نئين زندگيءَ“ لاءِ فوٽو گرافڪ ٽوئر ڪيم ته سندن چاهت مطابق اتان جي چوپائي مال تي لڳل سجاٽپ وارن ڏنين جا فوٽو به ورتم. اهو ڪهڙو هنڌ ۽ ماڳ يا دڙو/ پڙو هو، جتي محمد سومار شيخ ۽ معمور يوسفاڻي، عزيز جعفراڻي يا ولي سروري سان گهمندي ڊاڪٽر صاحب جو ذڪر يا سندن لوڪ ادب ۽ تاريخ جي ڪتابن جو ذڪر نه ٿيو هجي! ڊاڪٽر صاحب اهڙي ته ڏاهپ ۽ تخليق سان اهو سڄو مواد سهيڙيو،

سموهيو ۽ تحقيق سان پيش ڪيو آهي جو اڄ جو ترقي پسند اٿيسٽ ان مان بيزار آهي، چوي ٿو ”اسين ته سنڌ جي تاريخ مان ڦاسجي ويا آهيون“ ۽ انهن جو وري ڪو وڏو هيئن ٿو چوي ته ”سنڌ جي سچي تاريخ ڪوڙ ئي ڪوڙ تي ٻڌل آهي“. ڪيڏا ته مجبور ۽ محدود ٿي ويا آهن اهي ماڻهو، جيڪي لطيف سائين ۽ ٻين ڪلاسيڪل شاعرن جي پيغام کان ٻه وانجهيل آهن ۽ اخبارون ۽ رسالا ته پنهنجا ڪيائون ۽ ڪيپائون پر هر طرف کان اهي محدود ۽ مجبور آهن، عوام کي ڪيئن ٿا اعتماد ۾ وٺي اڳتي وڌي سگهن. هاڻي جو عوام اهو اڻ پڙهيل ۽ جاهل عوام ڪونهي. ڊاڪٽر صاحب جي لوڪ ادب ۽ تاريخ کي پڙهي، ساڻن لاتعداد علمي ادبي ڪچهريون ڪري اهو ڪجھ حاصل ڪري چڪو آهي جو مون کي يقين آهي ته اتان جو عوام سنڌن ڳچي ۾ پئجي ويندو ۽ جان ڇڏائڻ مشڪل ٿي پوندن. ڊاڪٽر صاحب ماٺ ميٺ ۾ قرب ڪچهريون ڪرڻ جو ڪوڏيو هو. اوچتو نڪري ويندو هو ۽ ڪچهري واري هنڌ الائي ڪٿان ڪٿان جا ڊاڪٽر صاحب جا عاشق اچي پهچندا هئا. ڊاڪٽر صاحب جي ڪنهن به ڪچهريءَ کي سنڌ، ادب، تاريخ، شخصيت ۽ تهذيب و ثقافت کان ٻاهر نه ڏٺو ويو هوندو. ويندي مختلف ذاتين ۽ سگهڙن جي باري ۾ پاڻ مطالعو ڪرڻ بعد ڪچهرين ۾ سگهڙن کان ڏور، بيت، واين ۽ ڪافين توڙي ڏِنن مان پنهنجو مقصد ڪڍي ڪتابن جا پيٽ پريندو رهيو. هن کان

اڳي مون جيڪڏهن ڪين ”سنڌي ثقافت، تاريخ ۽ لوڪ ادب جي يونيورسٽي“ چيو آهي ته اهو بي جا نه آهي پر ان ۾ اهو به اضافو ڪندس ته پاڻ هلندڙ گهمندڙ يونيورسٽي هو. پاڻ ڪئين پيرا مون سان گڏ عمرڪوٽ طرف هليو. ڊاڪٽر اسد جمال پلي جنهن لاءِ هو بديع الجمال جو نالو وڏي پاٻوھ مان وٺندو هو يا لطف علي پلي يا عبدالواحد عاصي هڪڙو وٽ جيڪي ڪچهريون ڪيون، اهي سڀ يا ته پلي ذات بابت هيون يا ڪن ٻين ذاتين تي ٿيون، خدا ڪري ته ڊاڪٽر صاحب جي اها تحقيق جيڪا يقيناً مڪمل ته ڪانه ٿي هوندي، چاڪاڻ ته پاڻ به اجا ڪچهريون ڪرڻ جو اظهار ڪري چڪو هو، پر اهو يقين اٿم ته جيترو ڪجھ لکيو هوندائين، اهو به قابلِ قدر هوندو. ڊاڪٽر صاحب جون اهي قرب ڪچهريون 60 سالن کان مٿي جي عرصي تي ان لاءِ مشتمل چوندس، چاڪاڻ ته سندن پهريون ڪتاب ”پيلاين جا ٻول“ جيڪو پاڪستان جي قيام جي وقت منظر عام تي آيو هو، هڪ پيري 70 جي ڏهاڪي ۾ جڏهن بلوچستان جي شهر لاکرا ويو هئس ته اتان جي ڪن بلوچن مون کان پڇيو ته ڊاڪٽر صاحب وري ڪڏهن ايندو! واھ ڊاڪٽر صاحب واھ، تو واقعي بلوچ هجڻ جو بهترين ثبوت اهو ڏنو جو سڀ کان پهرين هيءُ ڪتاب لکيو ۽ بلوچستان جو دورو ڪيو هو. ڊاڪٽر صاحب جا تعلقات هر ننڍي وڏي شهر، ڳوٺ ۽ واهڻ جي عام ۽ خاص ماڻهن سان رهيا. سندس حافظو به پلا جو هو.

سائين جڏهن ڪي نوجوان، ٻار ٻيڙا اچي ملندا هئا ۽ پنهنجي ابن ڏاڏن ۽ مامن چاچن جو حوالو ڏيندا هئا، ته پاڻ يڪدم سڃاڻي وٺندا هئا ۽ پوءِ انهن جي خاندان بابت مختلف ماڻهن بابت سوال ڪندا هئا. انهن جي فن، فڪر ۽ سگهڙائپ بابت تعريف ڪندا هئا. حضرت شاھ عبداللطيف اگر سنڌ جي عام ڪسب وارن کي پنهنجي لافاني ڪلام ۾ محفوظ ڪيو ته ڊاڪٽر بلوچ صاحب انهن جي ڪسب ڪمال کي اجاڳر ڪيو. نتيجو هيءُ نڪتو ته مختلف قرب ڪچهرين ۾ اڪثر ماڻهو پنهنجي پنهنجي خاندان بابت پڇندا ۽ معلومات حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا هئا. واھ ڙي منهنجا محب مٺا سنڌي ادب، ثقافت ۽ سماج جا خادم، تنهنجو لقب ته ”مخدوم ادب“ سونهين ٿو. يونيورسٽي علم و ادب ”معمار ادارن علم و ادب“ يا ”درسگاھ علم و ادب، تاريخ ۽ ثقافت“ جيڪي ڪجھ به چئجي ۽ لکجي، اهو سڀ تنهنجي حيثيت ۽ اهميت کان گهٽ ۽ اڻپورا لقب آهن، تون اهو عالم، اديب ۽ اسڪالر آهين، جنهن سنڌ کان ٻاهر رهندي اسلام آباد يونيورسٽي جو بنياد مضبوط ڪيو، هجره ڪائونسل اسلام آباد کان علاوه لاهور ۽ ٻين شهرن ۾ علمي ادبي ادارن ۾ فعال ۽ ڪامياب ڪردار ادا ڪيو. سنڌ ۾ سنڌي ادبي بورڊ، سنڌالاجي ۽ سنڌي لينگئيج اٿارٽيءَ کان علاوه سنڌ عجائب گهر، علامه دائودپوٽه لائبريري ۽ ٻين شهرن جي ثقافتي ۽ تاريخي ادارن کي پنهنجن قيمتي مشورن سان مضبوط ڪيو، شاھ لطف

الله قادري، لطيف سرڪار، قلندر لعل شهباز، سچل سرمست، شاهه عبدالڪريم، مصري شاهه، فقير نواب ولي محمد ۽ ٻين ڪيترن ڪلاسيڪل شاعرن تي ڪتاب يا مضمون اهڙي ته انداز ۾ لکيا جو تحقيق جا عظيم دروازا کلي ويا، اساسي شاعرن، دانشورن، اديبن ۽ مؤرخن کان علاوه، ديبل بندر، رني ڪوٽ ۽ موئن جو دڙي کان وٺي ننڍن وڏن دڙن ۽ پڙن تي سچو مواد سمو هي سنڌ کي تاريخي طور اجاگر ڪيو. هن موقعي تي ڪجهه اهي ڳالهيون به ظاهر ڪندس جن جو فقط مون کي ئي علم آهي، اُهي هي ته خاموش طبع ۽ چنبدي ڦوڪي هڪ هڪ لفظ توري تڪي ڳالهائڻ واري ادبي هنر جو مالڪ، هزارين تقريبات ۽ سيمينارن جي صدارت ڪندڙ يا مهمان خاص رهندڙ ۽ خصوصي نوٽ سان وڏين وڏين ملڪي ۽ غير ملڪي ڪانفرنسن ۾ پنهنجي خيالات جو اظهار ڪندڙ، ڪڏهن به مٿن تنقيد ڪندڙن يا اجاين سوالن اٿاريندڙن کي جواب نه ڏيندڙ اهو ادبي امام هو جيڪو سنڌي، اردو، انگريزي، فارسي ۽ عربي علوم ۽ زبانن مان استفادو ڪندڙ هو، جنهن کي امام ابن تيميه، يا امام غزالي يا شاهه ولي الله يا وقت جو مخدوم محمد هاشم ٺٽوي چئجي ته وڌاءُ ڪونه ٿيندو، هو پنهنجي دور جو علامه هو. هيءُ پهريون مخدوم پروفيسر ايمريٽس ڊاڪٽر علامه نبي بخش خان بلوچ هو جنهن جي حياتيءَ ۾ ئي سنڌ يونيورسٽي اولڊ ڪئمپس ۾ موجود ماڊل اسڪول ۾ سنڌي لينگئيج اٿارٽيءَ جي هال کي

سندن عظيم نالي سان منسوب ڪيل آهي. پر اتي بس نه ٿيندي، اجا سندن نالي سان چيئر قائم ڪرڻ، سنڌ يونيورسٽي جي نئين ڪئمپس جي ڪنهن ڊپارٽمينٽ ۽ ڪنهن روڊ ۽ حيدرآباد توڙي سانگهڙ جي شهرن ۾ روڊن ۽ بلڊنگن جا نالا عنقريب رکيا ويندا.
هتي اهو ذڪر ڪرڻ مقصود آهي ته هڪ سفر ۾ جڏهن آءٌ ساڻن گڏ پير جهندي (نئين سعيد آباد) ڪنهن عربي ڪتاب جي ڳولا ۾ وڃي رهيو هئس ته ڪانئن پڇيو هئم: سائين! اوهان سنڌ ۽ پاڪستان جي سڀني درگاهن تي ويندا رهيا آهيو. موجوده دور ۾ اوهان کي ڪهڙو سجاده نشين هر طرح سان بهترين لڳي ٿو.
پاڻ بنا هٻڪ ۽ اٽڪ جي وراڻيو هئائين ”پير سائين پاڳارو، هو پنهنجيٰ فڪر، فهم ۽ ادراڪ ۾ لاثاني آهي.“
باوجود انهيءَ جي ته ڊاڪٽر صاحب ۽ سندن خاندان پاڳاره خاندان جو مريد آهي پر اهو جواب مون کي سندن حقيقت پسنديءَ ۾ نظر آيو.
جڏهن ڪڏهن دل جون ڳالهيون ڪندو هو، هڪ ڀيري ٻڌايائين ته فلاڻو ڪتاب... سنڌ جي فلاڻي اسڪالر... کي ڏسڻ لاءِ ڏنو هئم، هن اهو ڪتاب پنهنجي نالي سان ڇپرائي ڇڏيو. هڪ ڀيري عرض ڪيم ته
شاهه لطيف جو اهو رسالو جيڪو سر سهڻيءَ سان شروع ٿئي ٿو، ان جي هڪڙي ڪاپي انڊين لائبريري لنڊن ۾ ٻي هتي فقط مون وٽ هئي. اهو قديم قلمي رسالو مٽيارين جي ڪنهن

لائبريري جو هو، مون منصوره لائبريري کي ڊونيٽ ڪيو هو. ڪو زمانو هو جو توهان اهو رسالو ڏسڻ ۽ پڙهڻ لاءِ اتي ڏيپرن ۾ آيا هئا ۽ پروفيسر محمد سليم ميمڻ جي گهر جي ڀاهران هڪ کٽ تي ويٺي ۽ مطالعو ڪندي مون توهان کي ڏٺو هو، بعد ۾ توهان اهو رسالو وڌيڪ مطالعي لاءِ اتان وٺي آيا هئا. منهنجو نالو ان تي لکيل به هو پر توهان پنهنجي ڏهن جلدن واري ”شاهه جو رسالو“ ۾ اهو ”منصوره وارو رسالو“ لکيو آهي. توهان ڪٿي ڪنهن به هنڌ منهنجو ذڪر ڪريو ها ته مون کي خوشي ٿئي ها. بهرحال اهو رسالو واپس منصوره لائبريري کي نه پهچڻ جو سبب اهو ٻڌايائون ته ڪانئن ڪير کڻي ويو آهي. پاڻ اهو نالو... به مون کي ٻڌايائون پر ظاهر نه ڪرڻ جو چيائون، فقط معلومات رکڻ جو تاڪيد ڪيائون.
ڊاڪٽر صاحب جهڙو ماڻهو ڪن ماڻهن کان سخت ناراض هوندي به ان جو اظهار نه ڪندو هو، پر مون کي معلوم آهي ته اهي هڪ ٻه ماڻهو ڪير هئا، يا آهن جن ذهني طور تي کين سخت تڪليف ڏني هئي، پر بعد ۾ مون اهو به ڏٺو ته پاڻ انهن سان ڪڏهن به ناراضگيءَ وارو انداز اختيار نه ڪيائون.
افسوس جو سڄي عمر صبح شام تڪڙو تڪڙو واڪ ڪندڙ انسان پڇاڙي واري عمر ۾ گوڏن جي تڪليف کان سخت پريشان هو. ان کان پهرين هڪ ڀيري لاهور جي ٽن ڏينهن واري سيمينار ۾ هوٽل فيليٽيز ۾ رهيل هئاسين، پاڻ مهمانن لاءِ

آيل بس ۾ ويهڻ بدران پنڌ جناح هال ڏانهن ايڏو ته تڪڙو هلندو هو جو آءٌ سندن پويان ڊوڙندو ويندو هئس. ڪو وقت مون به سندن علاج حڪيم عبداللطيف غوري کان ڪرايو هو. پر فائدو نه پهتو، پر پاڻ ان جو شڪريو به ادا ڪيائين. هو ڪارٽيزون کان سخت اِلرجڪ هو، ”ڇا سچي عمر ان تي هلڻو پوندو!“ ۽ آءٌ سوچيندو هئس ته ڊاڪٽر صاحب پنهنجي اجا ڪيتري عمر سمجهي ٿو. آخري ڏينهن ۾ گهر ۾ اهي لفظ ضرور ورجايائون ته مون جيترو ڪم ڪيو آهي ۽ جيڪي سوچيو هئم، اهو 99 سيڪڙو ڪري چڪو آهيان، هاڻي آءٌ مطمئن آهيان، جيڪڏهن آخري سفر تي روانو ٿيس ته مون کي ڪنهن ڳالهه جو فڪر يا رنج نه هوندو.

سندن لاءِ پنهنجا اهي شعر جيڪي مون سندن وفات کان به ڏينهن اڳ پير آفتاب شاهه جي جاءِ تي ورجايا هئا، انهن کي تڏهن به پسند ڪيو ويو ۽ اڄ به اهي پرپور طور تي سندن زندگيءَ جي عڪاسي ڪندڙ آهن:

تو عظمت جا مينار جيڪي بڻايا،
نبي بخش تنهنجا سي تحفا ئي آهن،
سدا جڳ ۾ مشهور رهندين تون سائين،
ادب جي دنيا ۾ سي مجتا ئي آهن.

----

نبي بخش اسان جو تون سرواڻ آهين،
ادب جي ته ڪيتر جي سرهاڻ آهين،
اها روشني ئي سچي رهبري آ،
تون سنڌي ثقافت جو اهڃاڻ آهين!

ڊاڪٽر بلوچ صاحب جون قيام پاڪستان ۾ پڻ وڏيون خدمتون هيون. پاڻ ان وقت نوشهروفيروز جي مدرسي کان وٺي سنڌ ڪاليج ڪراچيءَ جو شاگرد رهڻ، رياست حيدرآباد کان علي ڳڙهه يونيورسٽي تائين ذهين شاگرد هئڻ سان گڏ خاڪسار تحريڪ جو اهم آرگنائيزر رهندي سنڌ ۾ ان کي عام ڪيو ۽ آمريڪا جي يونيورسٽي ۾ پي ايڇ. ڊي ڪندي اتي برصغير تي ٿيندڙ مذاڪرن ۾ قائد اعظم ۽ مسلمانن جي مؤقف کي پيش ڪندڙ، پاڪستان جي قائم ٿيڻ بعد اتي پهريون جشن آزادي 14 آگسٽ 1947ع تي ملهايو جيڪو دنيا م هڪ رڪارڊ آهي ۽ اتان مهاجرن جي لاءِ ڪپڙا ۽ چندو گڏ ڪري پاڪستان موڪليندو رهيو. سڀ کان وڌيڪ ته مهاجر ڀائرن کي سنڌين تعزيتي ڪانفرنسون ڪرڻ گهرجن، جن جي لاءِ هن مجاهد مرد غازي هِن نندي ڪنڊ جي هُن پار سنڌن لاءِ لافاني خدمتون سر انجام ڏنيون هيون، تڏهن ته سنڌن اوچتي وفات تي منهنجي اندر مان جيڪي اڏما نڪتا ۽ موبائيل تي احباب کي موڪليم، اهي آهن:
6 اپريل تي سنڌن لاءِ هڪ شعر چيم:

هڪ وقت جو مدبر، سنڌي ادب جو خادم،
هڪڙي صدي جو عابد، ويو موڪلائي جڳ کان.
ٻيو شعر به دل تي تري آيو، چيم:
مادر تون علم جي ڏس، تنهنجو ئي هڪڙو ”عابد“
مدفون تنهنجي هنج ۾ ڊاڪٽر بلوچ ٿي ويو!
اجا اتي بس نه ٿي 15 اپريل تي وري به هڪ شعر سندن لاءِ اندر مان نڪتو:
حسن جو حبيب، ڪنهن ۾ نه ڏسان ڪٿ،
عابد چڙهي ويو سٺ، ڪامل هو جو قرب جو.
هڪ ٻيو به بيت سندن نذر ڪيم:
ڪونه ٿيندو ڪو بلوچ، هوت هيو لک برابر،
سُرهي هيس سوچ، ”عابد“ ٻيا خوشبو وٺن.
سبحان الله، سڄي سنڌ جي هر شهر ۽ ڳوٺن ۾ سندن لاءِ تعزيتي ميڙاڪا برابر جاري آهن. پوري ملڪ ۾ پڻ اهو سلسلو قائم آهي. 14 اپريل تي غالب سنڌ فيض بخشاپوري جي قومي ادبي ڪانفرنس ۽ ڪل پاڪستان اردو سنڌي مشاعرو ڊاڪٽر بلوچ هال سنڌي لينگئيج اٿارٽيءَ ۾ ٿيو هو، اتي به اڪثر شاعرن ڊاڪٽر صاحب کي خراج عقيدت پيش ڪيو. سچ هيءُ آهي ته ڊاڪٽر بلوچ سنڌ جي هر گهر جو هڪ ڀاتي هو، جنهن سان هر فرد پيار ڪيو ٿي ۽ ڪندو رهندو. منهنجو ذهن ته اجا ئي اهو قبول نٿو ڪري ته ڊاڪٽر صاحب اسان کان وڇڙي ويو آهي.

آءٌ ته ائين ٿو سمجهان ته هاڻي ئي فون ڪندس، ته فرمائيندو فلاڻي ٽائيم تي اچ يا پاڻ فون ڪندو ته ڪيڏانهن هلون، گهڻو وقت ٿي ويو آهي.

پر سچ پچ ته پاڻ موڪلائي ويو آهي. سندن خاندان جو ڪوبه فرد ساڻن ائين فري نه ڳالهائي سگهندو هو جيڪو ۽ جيترو آءٌ حجت سان ساڻن گفتگو ڪندو هئس. پاڻ هر سال فقير نواب ولي محمد لغاري جي ميلي ”چوٿين“ رمضان جي نسبت سان پنجين تاريخ صبح جو 10 وڳي مون سان تاجپور هلندو ۽ محفلِ سماع ٻڌندو ۽ ڪن راڳين تي فرمائشون رکندو هو. چوندو هو ته سنڌ ۾ هاڻي صوفياڻو راڳ فقط فقير صاحب ۽ محمد فقير جي درگاهه تي ئي ٿئي ٿو.

---

[(1)] رسيلا رنگ (ابياض 2) از: ڊاڪٽر عابد لغاري ص: 182.

[(2)] سنڌ يونيورسٽي علامہ آءِ.آءِ.قاضي جي مقبري پرسان ڊاڪٽر بلوچ جي آخري آرامگاهه جوڙي وئي. اها سندن وصيت پڻ هئي. (راقم)



غلام محمد لاکو

# ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ۽ فارسي علم و ادب

(هيءُ مطالعو ڪتابن جي تصنيف/ترتيب جي سالن جي لحاظ کان تيار ڪيو ويو آهي).

ويهين صديءَ جي سنڌ جيڪي به وڏا اديب، شاعر، محقق، تاريخدان ۽ نقاد پيدا ڪيا آهن، ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جو نالو انهن سڀني ۾ سر فهرست ڏسجي ٿو. ڊاڪٽر صاحب جا لکيل، مرتب ڪيل، ايڊٽ ڪيل ۽ جوڙيل ڪتاب ڪ سان هڪ سؤ کان به مٿي ٿيندا. انهن ڪتابن ۾ بلوچ صاحب نهايت معتبر ۽ مڃانهون اسڪالر ۽ عالم نظر اچي ٿو. ٻولين جي حساب سان مون کي فارسي، عربي، اردو، انگريزي ۽ سنڌي ٻولين ۾، سندن قلمي پورهيو سُجهي ٿو. هن مختصر مقالي ۾ اسين ڊاڪٽر صاحب جي فارسي علم و ادب لاءِ ڪيل خدمتن جو احاطو ڪنداسين.

سنڌ ۽ ايران صدين کان پاڙيسري ملڪ رهيا آهن. عربن، ايران کي فتح ڪيو ۽ اتي اسلام جي پکڙجڻ بعد، جڏهن جديد فارسي اُسري ۽ نسري نروار ٿي، تڏهن هن زبان، عربي رسم الخط قبول ڪيو ۽ ان ۾ شعر و شاعري توڙي تصنيف تاليف شروع ٿي. ايراني ادبيات جو ترت اثر سنڌ تي پوندو هو ۽ پوءِ

هندستان تي ٿيندو هو. سنڌ ۾ ايراني علم و ادب جا چٽا ثبوت، سومرن جي دور کان ملن ٿا. سمن جي دور ۾ ڪجھ وڏيڪ شاعرن جا نالا ملن ٿا، جن فارسي زبان ۾ شعر چيو(1). ارغونن جي دور کان فارسي ٻولي رياستي سرپرستيءَ ۾ آئي. ان طرح فارسي شعر و سخن ۽ ڪتابي ذخيرو پلان پل پيدا ٿيو. سنڌ ۾ هن زبان کي سرڪاري پُشتي ميرن جي زوال تائين حاصل رهي. برطانوي دور ۾ سرڪاري سهاري کان سواءِ به، هيءَ ٻولي ڪنهن حد تائين زندهه رهي ۽ ان ۾ شعرو شاعري ۽ تصنيف تاليف ٿيندي رهي. هن دور ۾، سنڌ (ڪراچي) مان فارسي اخبارون به جاري ٿيون. قيام پاڪستان کان پوءِ پوري ملڪ وانگر سنڌ ۾، پڻ هيءَ ٻولي زوال پذير آهي، جنهن هت سادا ٿي سؤ سال دربار، خانقاهه ۽ علمي مرڪزن تي راڄ ڪيو. ائين ٿو لڳي ته ايڪيهين صديءَ ۾ فارسي زبان جي سنڌ ۾ صفائي ٿي ويندي. اسين هت ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جي فارسي ادبيات لاءِ ڪيل خدمتن جو سرسري جائزو وٺنداسين.

(1) چچ نامه:

سنڌ ۾ 401هه/1010ع ڌاري هبارين جي جاءِ تي سومرن جي بادشاهي قائم ٿي. سومرن جي دور بابت ڪو معتبر اپياس نه هجڻ سبب، پڪ سان ڪجھ به نه ٿو چئي سگھجي. سومرن جي حڪومت ڪڏهن سمنڊ کان ملتان تائين قائم ٿيندي هئي، ته ڪڏهن وري هي بادشاهي لاڙ ۽ سيوهڻ تائين محدود رهجي

ويندي هئي. سومرن جا متعدد تختگاهه هئا ۽ انهن جا ويهن کان ٻه وڌيڪ بادشاهه ٿي گذريا. هيءُ دور ٽن صدين کان به وڌيڪ وقت تي حاوي آهي. سن 734ھ ۾ ابن بطوطه سنڌ ۾ هو، تڏهن هن سومرن خلاف بغاوتون ڏٺيون هيون. سن 1351ع ۾ سمن ڄامن ڀرپور مزاحمت ڪري سومرن جو خاتمو ڪيو ۽ سنڌ ۾ پنهنجي بادشاهت قائم ڪئي.

سنڌ ۾ فارسي ادب ۽ علم جا پڪا پختا ثبوت سومرن جي دور کان ملن ٿا. ناصرالدين قباچه 602ھ ۾ اترسنڌ ۾ ''اچ'' کي تختگاهه مقرر ڪري، پنهنجي حڪومت قائم ڪئي جنهن جون حدون بکر تائين هيون. باقي سڄي سنڌ تي سومرن جي سرداري جاري رهي. قباچه جو خاتمو 625ھ ۾ ٿيو. ٻن ڄڻن شاعرن جو ڏس پتو ملي ٿو، جن فارسيءَ ۾ شعر چيو ۽ اهي قباچه جي درٻار سان لاڳاپيل هئا. سنڌ جي لاءِ هن درٻار جي حوالي سان ٻه ڪتاب يادگار جي اهميت رکن ٿا. علي بن حامد ڪوفي فارسي زبان ۾ تاريخي ڪتاب ''چچ نامه''
سن 613 ھ برابر 1216ع ۾ مڪمل ڪيو ۽ محمد بن محمد عوفي 618ھ برابر 1221ع ۾ فارسيءَ ۾ شاعرن جو پهريون تذڪرو ''لباب الالباب'' مرتب ڪيو. سومرن جي دور ۾ فارسي ادب جي تعلق ۾ ٿيون نالو قلندر لعل شهباز جو آهي. هو561 ھ ۾ مرند (افغانستان) ۾ پيدا ٿيو، ۽ سيوهڻ جي شهر ۾ اچي قيام ڪيائين. هت ٻه سال رهيو هو جو 673ھ ۾ وفات ڪيائين.

تذڪرن ۾ قلندر لعل شهباز جي فارسي ادبيات جو ذڪر ٿيو آهي. البته هن ڏس ۾ ڪا ٺوس تحقيق نه ٿي آهي، جنهن جي ازحد ضرورت آهي. مغربي نقادن ۽ اسڪالرن جي نظر ”لباب الالباب“ تي پئي ۽ ان کي ويهين صديءَ جي ابتدا ۾، ايڊٽ ڪري شايع ڪيو ويو. هن ڏس ۾ ڪتاب جو پهرين ڀاڱو سال 1903ع ۾ پروفيسر برائون ايڊٽ ڪري لنڊن مان شايع ڪيو. ان بعد ٻيو ڀاڱو 1906ع ۾ علامّه محمد قزوينيءَ سان گڏ ايڊٽ ڪري پڌرو ڪيائين. هي ٻئي حصا هڪ جلد ۾ مرحوم سعيد نفيسيءَ جي سعيي سان تهران مان 1954ع برابر 1335هه.ش ۾ شايع ٿيا آهن. سنڌ جي هن خدمت جو ايراني عالمن ۽ محققن به واشگاف لفظن ۾ ذڪر ڪيو ڏسجي ٿو.

قباچه جي دربار جو ٻيو يادگار ڪتاب ”چچ نامه“ آهي. هي ڪتاب اصل ۾ ڪنهن عرب مؤرخ سنڌ جي عرب فتح بابت عربي زبان ۾ لکيو هو. ڪڏهن، ڪٿي ۽ ڪنهن- اصل ڪتاب لکيو، ان بابت گهڻي ڄاڻ ميسر ڪانهي. البته عربي ڪتاب جو فارسي ترجمو علي بن حامد ڪوفيءَ سن 613 هه برابر 1216ع ۾ مڪمل ڪيو ۽ ان کي قباچه جي وزير جي پٽ عين الملڪ فخرالدين حسين جي نالي منسوب ڪيائين. گمان آهي ته اصل ڪتاب جو نالو ”فتح نامه سنڌ“ هو، فارسيءَ ۾ الٿو ٿيو ته ”چچ نامه“ سڏجڻ ۾ آيو. ان جو وڏو سبب هي آهي ته ڪتاب ۾ راجه چچ جو ذڪر گهڻو ملي ٿو.

سنڌ جي تاريخ بابت هي پهريون تحريري دستاويز آهي. نه رڳو
ايترو پر سڄي برصغير پاڪ و هند ۾ تاريخ بابت هيءُ پهريون
تحريري ماخذ ڏسجي ٿو. ان بعد ئي هن خطي ۾ تاريخي ڪتاب
لکجڻ شروع ٿيا. ڪتاب ۾ اسلام کان اڳ جي سنڌ جي ٻن
حڪمران خاندانن: راءِ گهراڻو ۽ برهمڻ خاندان جو مفصل
احوال ملي ٿو. ان کان علاوه عرب فتوحات جو تفصيلي مواد
به هن ڪتاب ذريعي حاصل ٿئي ٿو. هن ڪتاب جي لکجڻ سان
سنڌ جي تاريخ نويسيءَ جو آغاز ٿيو ۽ پوءِ هر دور جي مؤرخ
”چچ نامه“ کي ڏسڻ ضروري سمجهيو. هيءُ سلسلو مير محمد
معصوم بکريءَ کان هلي خدا داد خان تائين پهتو.
جديد دور شروع ٿيندي ئي ”چچ نامه“ جي اهميت اجاگر ٿيڻ
لڳي. ايليٽ 1851ع ۾ هند بابت تاريخ جو خاڪو اٺن جلدن ۾
جوڙيو. جلد اول ۾ هن ڪتاب تي روشني وڌائين ۽ ڪي اقتباس
انگريزيءَ ۾ ترجمو به ڪيائين. شمس العلماء مرزا قليچ بيگ
مرحوم
”چچ نامه“ کي مڪمل طور تي انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪيو، جو
1900ع ۾ ڪمشنر پريس ڪراچيءَ شايع ڪيو. اڳتي هلي
مرزا صاحب ان کي ٻن حصن ۾ سنڌيءَ ۾ به پڌرو ڪيو. ان
هوندي به علي ڪوفيءَ جي اصل فارسي ترجمي جي اشاعت
شدت سان محسوس ڪئي وئي. ان ضرورت تحت ڊاڪٽر
عمر بن محمد دائود پوٽي صاحب ”چچ نامه“ جو فارسي

ايڊيشن تيار ڪيو، جنهن کي حيدرآباد دکن جي مجلس مخطوطات فارسيه سن 1939ع ۾ شايع ڪيو. ڊاڪٽر صاحب مرحوم مقدمي نگاريءَ کان ڪري تعليقات تائين سڄو ڪم فارسي زبان ۾ مڪمل ڪيو هو. سنڌي ادبي بورڊ هن ايڊيشن جي مدد سان ”چچ نامه“ جا سنڌي ۽ اردو ترجما ڇپرا ڪيا هئا. ان هوندي به علمي دنيا کي هن ڪتاب جي وڌيڪ مستند ۽ معتبر فارسي ايڊيشن جي ضرورت محسوس ٿي.

حڪومت پاڪستان پندرهين صدي هجريءَ جي آغاز وقت، نيشنل هجره ڪميٽيءَ جي تشڪيل ڪئي، جنهن جو صلاحڪار سنڌ جو هاڪارو عالم ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ هو. هن ڪميٽيءَ موقعي جي مناسبت سان علمي ڪم ڪرڻ جي رٿا جوڙي. اهڙين رٿائن مان هڪ پراجيڪٽ تحت پاڪ- هند جي اسلامي تاريخ پنجويهن جلدن ۾ پيش ڪرڻ جو پروگرام ٺاهيو ويو. هن اسڪيم موجب پهريون جلد ”سنڌ ۾ مسلمانن جي آمد“ عنوان سان شايع ٿيڻو هو. هيءُ جلد وري به ٽن حصن ۾ ورهايو ويو. حصو پهريون ”چچ نامو“ جو فارسي ايڊيشن، حصو ٻيون ان جو انگريزي ڇاپو، ۽ حصو ٽيون ساڳئي ڪتاب جو عربي ڇاپو. ان ريت ”فتح نامه سنڌ“ عرف ”چچ نامه“ جو جديد فارسي ايڊيشن تيار ٿيو، جنهن کي اسلام آباد جي تاريخ ۽ تمدن بابت قومي اداري 1982ع ۾ ڇاپي نروار ڪيو آهي.

سنڌ جي تاريخ جي هن پهرئين قديم ترين ماخذ ۽ هن خطي ۾ تحرير ٿيل اوائلي فارسي ڪتاب جو هيءُ جديد تحقيقي ۽ تنقيدي ايڊيشن، اسان جي دور جي بين الاقوامي شهرت يافته عالم ۽ محقق ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جو تيار ڪيل آهي. ڊاڪٽر صاحب هن ڪتاب جي سنڌي ادبي بورڊ لاءِ ڪيل سنڌي ۽ اردو ترجمن تي نظرثاني ڪئي هئي ۽ وضاحتي علمي ۽ تاريخي حاشيا تحرير ڪيا هئا. ان وقت ئي کين ”چچ نامه“ جي جديد ۽ مڪمل فارسي ڇاپي جي ضرورت محسوس ٿي هئي. ان ريت ڪي سبب هئا جن سبب ڊاڪٽر صاحب هن ڪم تي توجهه ڏنو. سندن خيال آهي ته ڊاڪٽر دائود پوٽي مرحوم هيءُ علمي ڪم نهايت عجلت ۾ پورو ڪيو هو، ان ڪري ڪتاب جو مذڪوره ايڊيشن تڪميل کي نه پهتو هو. ان ڏس ۾ پنجاب يونيورسٽيءَ ۾ سن 1061ھ جو ڪاپي ڪيل ”چچ نامه“ به جديد ايڊيشن لاءِ هڪ جواز پيدا ڪندو رهيو. قلمي نسخن ۾ هن ڪتاب جو هيءُ قديم ترين نسخو آهي جو دنيا ۾ موجود آهي. ڊاڪٽر دائود پوٽي به هن نسخي کي ڪتب آندو پر ان کي ايتري اهميت نه ڏني. لهٰذا ڊاڪٽر بلوچ صاحب هن قديم ترين نسخي کي اساس بنائي ۽ وڌيڪ ٻن نسخن کي به استعمال ڪري ”چچ نامه“ جو نئون ڇاپو تيار ڪيو. اهي به نسخا ڊاڪٽر دائود پوٽي جي نظر ۾ نه آيا هئا. ان کان علاوه ڪتاب جي درست ۽ مڪمل متن تيار ڪرڻ لاءِ وڏي تعداد ۾ عربي

ادبي ۽ تاريخي ماخذن کي به ڪتب آندو ويو آهي؛ ته جيئن نقل ڪندڙن جي غلطين ۽ جملي ٿيل ڪوتاهين جوازالو ڪري سگهجي. فاضل مرتب جي دعويٰ آهي ته هن ڏس ۾ کين گهڻي ڪاميابي حاصل ٿي آهي(2). جملي قلمي نسخن جا اختلاف آخر ۾ ڏنا ويا آهن، جنهن ڪري ڪتاب جو صاف سٿرو متن تيار ٿي پيو آهي. موجوده ڇاپي جي خاص خوبي هيءَ آهي ته انگريزيءَ ۾ 18 صفحن جي مقدمي سميت 158 صفحن تي مشتمل تاريخي ۽ وضاحتي حاشيا ڏنا ويا آهن. ان کان سواءِ مختصر مقدمو فارسي زبان ۾ به لکيو ويو آهي. ان طرح ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي ڪيل جاکوڙ ۽ محنت، علمي دنيا ۾ روز روشن وانگر عيان ٿي بيٺي آهي. ڪتاب جو انتساب ڊاڪٽر دائود پوٽي ۽ پروفيسر عبدالعزيز ميمڻ جي نالي ڪيو ويو آهي.

فاضل مرتب ڪتاب جي تفصيلي ۽ تنقيدي اڀياس کان پوءِ ڪي نتيجا ڪڍيا آهن.

(i) سنڌ جي عرب فتوحات جو ”چچ نامه“ مفصل تحريري رڪارڊ آهي جو ڪنهن به ٻئي ڪتاب ۾ نه ٿو ملي. ان ريت هي ڪتاب انبو مسلم اتهاس جو پهريون مستند دستاويز ٿي پيو آهي.

(ii) سنڌ جي فتح لاءِ ڪافي اڳ تياري ڪئي وئي هئي ۽ جنگي حڪمت عمليءَ جي(**Strategy**) خيال کان به خاص رٿا تيار ڪئي وئي هئي. فوج کي جو ڪجهه به گهربل هو سو ڏنو ويو

۽ خاص طرح بحري قوت کي به استعمال ڪيو ويو هو. نهايت معتبر ملٽري آفيسر سنڌ جي مُهم لاءِ چونڊيا ويا، جي هڪ کان سواءِ سڀ پنهنجي ڪمانڊر انچيف سان فادار رهيا.
(iii) جنگ جي لاءِ سنڌ ۽ عراق جي وچ ۾ مواصلات جو بهترين نظام قائم ڪيو ويو ۽ واسط ۾ حجاج جي دفتر کي، فوج جي جنرل هيڊ ڪئارٽر طور استعمال ڪيو ويو.
(iv) ان وقت اڪثر سنڌي قبيلا ٻڌ ڌرم سان لاڳاپيل هئا ۽ انهن برهمڻن جي راڄ سان سخت نفرت ڪئي ٿي، جن آخرڪار عرب فتوحات ۾ حملي آورن جي مدد ڪئي.
(v) اسلام کان اڳ سنڌ جي پاڙيسري رياستن: ڪشمير، جيسلمير، قنوج، ڪنيات ۽ گجرات جي حالتن کان علاوه، انهن سان سنڌ جي لاڳاپن جي خبر به هن ڪتاب مان ملي ٿي.
جيتوڻيڪ ”چچ نامه“ جي تاريخي ماخذ جي حيثيت ۾ اهميت به بحث هيٺ ايندي رهي آهي(3). ان هوندي به هن ڪتاب جي سنڌ جي اپياس ۾ هڪ دائمي حيثيت آهي، جنهن کان ڪو به انڪار نه ٿو ڪري سگهي. ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي هن ڇاپي جي به علمي دنيا ۾ مستقل حيثيت رهندي. ضرورت آهي ته هن ايڊيشن جي صرف متن جو صاف سٿرو ترجمو ڪرائي شايع ڪجي.
(2) حاصل النهج:

علي ڪوفي ۽ محمد عوفي توڙي قلندر لعل شهباز جي (وفات: 673ھ) کان پوءِ، ٻن صدين تائين سنڌ ۾ فارسي علم و ادب جي اوسر جا ڪي به اهڃاڻ نه ٿا ملن. حالانڪ سومرن جي زوال کان پوءِ 750ھ/1351ع ۾ سمن چامن جي حڪومت قائم ٿي. ان دور ۾ حالتون سازگار رهيون. امن امان قائم ٿيو. وڻج واپار ۽ زراعت توڙي پوکي راهي وڌي. سمن حاڪمن اڪثر ڪري تعليم ۽ عالمن جي سرپرستي ڪئي. خانقاهن ۽ صوفين کي ويجهو رکيو. آس پاس جي رياستن سان سٺا لاڳاپا قائم ڪيا. مرڪزي ايشيا ۽ ايران سان به ويجهو تعلق جڙيو. واپاري قافلا به آيا ٿي ته ايراني ادبيات،عالم ۽ اديب به سنڌ پهتا ٿي. ان دور تائين ايراني ادبيات جا نامور شاعر: فردوسي، خيام، عطار، رومي ۽ سعدي دنيا ۾ آيا ۽ پنهنجا ادبي شهپارا ڇڏي عدم ڏي راهي ٿيا. هي لکتون ۽ تخليقون سنڌ پهتيون هيون ۽ سنڌي عالم، ڏاها ۽ دانشمند انهن کان واقف هئا.

سنڌ ۾ فارسي ڪتاب ۽ تخليقون، خانقاهن ۽ مدرسن تائين پهچي چڪيون هيون. ليڪن ان هوندي به سمن جي دور جي صرف ٻن تاليفن جو پاڻ کي پتو پيو آهي ۽ اهي به عربي ٻوليءَ ۾ آهن.هڪ آهي ”الزبدة“ ۽ ٻي آهي ”تذڪرة المراد“. ڏهين صدي هجريءَ جي آغاز تائين خود سنڌي ماڻهن به فارسي شعر ۽ سخن ۾ مشق شروع ڪئي. به چار نالا- شيخ حماد جمالي،

چام ننڊو، مخدوم بلال ۽ عيسيٰ لنگوٽي- هي اهڙا نالا آهن، جن جا ٻه چار شعر تذڪرن ۾ محفوظ رهجي ويا آهن.
927ھ برابر 1520ع ۾ سمن جي پڄاڻي ٿي ۽ سنڌ ۾ ارغونن جي حاڪميت قائم ٿي. ان بعد ترخان ۽ پوءِ هندي مغل بالادست ٿيا. سنڌ تي هي دور 1150ھ برابر 1736ع تائين جاري رهيو. تان جو ميان نور محمد ڪلهوڙي وري ڏيهي حاڪميت قائم ڪئي. ارغونن جي اچڻ سان فارسي ٻوليءَ کي سنڌ ۾ سرڪاري سرپرستي حاصل ٿي(4). ايران، خراسان ۽ مرڪزي ايشيا کان سوين عالم، شاعر ۽ اديب سنڌ پهتا. انهن ديوان جوڙيا، تذڪرا تيار ڪيا ۽ تاريخون لکيون. هن دور کان سنڌ ۾ فارسي تصنيف ۽ تاليف جو سلسلو موجود آهي. ڌارين لکندڙن کان علاوه ڏيهي ماڻهن جي فارسي تحرير ۽ ڪتاب به ملن ٿا. سنڌ اندر ڏهين صدي هجريءَ (عيسوي سورهين صدي) ۾، فارسي شعر سان گڏ نثر به تحرير ۾ آيو. سنڌي ادبي بورڊ مخدوم نوح جو ”قرآن مجيد مترجم فارسي“، سن 1401ھ/1981ع ۾ شايع ڪيو آهي. فخري هرويءَ جا ٻه تذڪرا: ”روضة السلاطين“ ۽ ”جواهر العجائب“ سال 1968ع ۾ ساڳئي اداري ڇپيا آهن. سيد مير محمد پوراني 968ھ/ 1560ع ۾، سنڌ جي تاريخ تي ”نصرت نامہ ترخان“ ڪتاب لکيو، جو 2000ع ۾ ڪراچيءَ مان ڇپيو آهي. هي ڪتاب ”چچ نامہ“ ۽ ”تاريخ معصومي“ جي وچين ڪڙي

ليکيو وڃي ٿو. ٺٽي جي قاضي محمود سن 980ھ/ 1572ع ۾، سنڌ جي صوفين بابت هڪ ڪتاب ”تذڪرة الاولياء“ لکيو هو، جو اڄ ڏينهن تائين ظاهر نه ٿيو آهي. سيد علي ثانيءَ (وفات: 981ھ) فارسي نثر ۾ ”سسئي پنهون“ جو قصو قلمبند ڪيو. ياد رهي ته سيد علي مرحوم هيءَ تاليف، هڪ سنڌي تصنيف جي مدد سان تيار ڪئي هئي. مخدوم جعفر متعدد ڪتاب لکيا جن جو واسطو علم ۽ تعليم سان آهي. تعليم جي طريقي تي هڪ ضخيم عربي ڪتاب تيار ڪيائين ۽ بعد ۾ ان جو فارسيءَ ۾ خلاصو ”حاصل النهج“ جي نالي سان مرتب ڪيائين.

حاصل النهج- ڪتاب صفر 976ھ برابر آگسٽ 1568ع ۾ لکجي تيار ٿيو. ان دور ۾ بکر تي سلطان محمود (وفات: 982ھ) جي حڪومت هئي ۽ سيوهڻ کان عربي سمنڊ تائين مرزا محمد باقي حڪمران هو (وفات: 993ھ). مخدوم جعفر ابتدا ۾ ”نهجُ التَّعلَم“ ڪتاب عربيءَ ۾ لکيو هو جو ننڍي ڪنڊ ۾ تعليم جي طريقن **(Methods of Education)** تي اوّلين ڪتاب ليکجي ٿو. فارسي ڪتاب ”حاصل النهج“ ان جو نچوڙ آهي.

سنڌ جي برک عالم ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ هن فارسي ڪتاب کي ڳولي هٿ ڪيو. ڊاڪٽر صاحب خود به تعليم جي شعبي سان لاڳاپيل ۽ پنهنجي دور جو هڪ وڏو استاد رهيو آهي. پاڻ

هن ڪتاب جي اهميت کي محسوس ڪري ايڊٽ ڪيائين ۽ ان تي مفصل مقدمو انگريزي زبان ۾ لکيائين. مقدمي ۾ مخدوم جعفر جي سوانح تي روشني وجهڻ سان گڏ ڪتاب ”حاصل النهج“ جو خلاصو به تيار ڪيائين. فارسي زبان ۾ لکيل هي ڪتاب آسان ٻولي ۽ روان عبارت تي مشتمل آهي، جنهن ۾ ڪل اوڻيهه فصل يا حصا آهن. هي يادگار تصنيف سال 1969ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ طرفان شايع ٿي، جتي ڊاڪٽر صاحب ان وقت شعبهء تعليم جو سربراهه هو. مخدوم جعفر جي ”حاصل النهج“ جي حاصلات ۽ اشاعت، محترم ڊاڪٽر بلوچ صاحب جو هڪ زنده جاويد ادبي يادگار شمار ڪيو ويندو.
هن ڪتاب جو سنڌي ترجمو همعصر اديب مولانا عبدالرسول قادري صاحب ڪيو، جو سنڌي ٻوليءَ جي بااختيار اداري پاران سال 1993ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو آهي. سوا چار سؤ سال اڳ لکيل هن ڪتاب ۾ عجيب ۽ دانائيءَ سان ڀريل نُڪتا سمايل آهن. بلاشبه اڄ به جي اسين هن ڪتاب مان ڪو لاڀ پرايون، ته پنهنجي بگڙيل تعليمي نظام کي درست ڪري سگهون ٿا. مخدوم جعفر جهڙيءَ ريت آسان ٻولي ڪتب آندي آهي، ٺيڪ ان ريت سنڌي ترجمو به عام فهم ڏسجي ٿو. سنڌي ترجمي تي نئين مليل معلومات موجب، ڊاڪٽر صاحب پيش لفظ ۾ روشني وڌي آهي. مترجم عبدالرسول صاحب پڻ، معلوماتي مهاڳ لکيو آهي. البته ڪٿي ڪٿي قادري صاحب متن ۾ بنا ڪنهن

نشاندهيءَ جي ڪي واڌارا به ڪيا آهن. مثال طور تي فصل ارڙهين، ص 69 تي ڏنل آخري پيرا اصل فارسي ڪتاب ۾ ڪانهي. واڌارا ڪرڻ ڪو ڏوھ ڪونهي، پر ڪوشش ڪجي ته اصل متن ۽ اضافن ۾ فرق چٽو ٿي بيهي.

(3) بيگلارنامه:

سنڌ ۾ باقاعده فارسي ڪتب نويسي ڏهين صدي هجريءَ ۾ شروع ٿي. ورندڙ صديءَ ۾ هن ڏس ۾ وڏيڪ پيش رفت ٿي. نه رڳو ايترو پر موضوع ۽ عنوانن ۾ به وسعت پيدا ٿي. نثر توڙي نظم ۾ سنڌ جو اپياس اهم جاءِ والاريندو ويو. سنڌ جا لوڪ رومانوي داستان نثر ۽ نظم ۾ لکجڻ لڳا. ادراڪي بيگلاريءَ ”مثنوي چنيسر نامه“ (ليلا چنيسر)، مقيم ”مثنوي ترنم عشق“ (مومل مينڌرو)، مير معصوم ”مثنوي حسن وناز“ (سسئي پنهون)، ۽ ملاضيائي ٺٽوي ”مثنوي زيبا نگار“ (سسئي پنهون)- نالن سان مثنويون لکيون. جڏهن ته مير طاهر محمد ”عمر ماروي“ جو داستان نثر ۾ لکيو. ملاضيائيءَ جو مدار گذريل صديءَ ۾ سيّد علي ثانيءَ جي نثري تحرير تي مبني هو. هن دور ۾ سنڌ جي صوفين تي سيّد عبدالقادر ٺٽوي ”حديقة الاولياء“ (1016ھ) نالي هڪ تذڪرو لکيو جو ڇپجي چڪو آهي. ان طرح سنڌ جي سياسي تاريخ تي ”تاريخ معصومي“ (1009ھ) لکي وئي. مير معصوم جي هن ڪتاب کي ڊاڪٽر دائود پوٽي ايڊٽ ڪري 1938ع ۾ بمبئي مان شايع ڪرايو.

مير محمد معصوم بکريءَ کان پوءِ ”بيگلارنامه“ نالي سان سنڌ جي تاريخ تي هڪ وڏيڪ ڪتاب، ادراڪي بيگلاريءَ سن 1017ھ/1608ع ۾ لکيو. هن ڪتاب ۾ پوءِ سن 1034ھ تائين واڌارا ٿيندا رهيا. لوڪ داستان ”ليلا چنيسر“ بابت ساڳئي مصنف، سن 1010ھ ۾ هڪ مثنوي لکي جا سنڌي ادبي بورڊ ڇپي آهي. سمن جي زوال کان پوءِ جڏهن سنڌ وچ ايشيا جي قبيلن جي تسلط هيٺ اچي وئي، تڏهن جوق درجوق اتان کان مختلف قبيلا لڏي سنڌ پهتا ۽ هت عُهدا ۽ جاگيرون حاصل ڪري رتبا ماڻيائون. انهن ۾ ارغونن جو بيگلار خاندان وڏي اهميت رکي ٿو. کين نصرپور جي جاگير ۽ سرڪار حاصل ٿي. ادراڪي بيگلاري هن خاندان جو مصنف ۽ شاعر هو. پاڻ هي ڪتاب لکي پنهنجي ممدوح خاندان جي تاريخ ترتيب ڏئي محفوظ ڪيائين. ابتدا ۾ هن ڪتاب جي ليکڪ جي باري ۾ متضاد چاڻ موجود هئي. ليڪن جديد تحقيق ان بابت درست معلومات مهيا ڪئي آهي (5).

بيگلارن جي هن خاندان جا ٽي فرد تاريخ ۾ اهم جاءِ والارين ٿا. شاهه قاسم خان زمان جنهن جي حالات بابت ”بيگلار نامه“ نالي ڪتاب لکيو ويو. سندس پٽ مير ابوالقاسم سلطان، جنهن جي فرمائش تي ”مثنوي چنيسر نامه“ لکي وئي. خان زمان جو پيون پٽ مير شاهه مقيم سلطان، جنهن جي روايتن ۽ تحريڪ تي ”بيگلار نامه“ نالي ڪتاب وجود ۾ آيو. هن خاندان جي

ناليرن فردن جون قبرون اڄ به تورڪي نالي قبرستان ۾ موجود آهن. جيتوڻيڪ هي ڪتاب هڪ خاندان جي حالات بابت لکيو ويو، ليڪن اڄ ان کي سنڌ جي تاريخ جي هڪ اهم ماخذ جي حيثيت حاصل ٿي چڪي آهي. بيگلارن خود به تاريخ جي صفحن ۾ پنهنجو ڪردار ادا ڪيو. خان زمان کي ارغون-ترخان دور ۾ نهايت اهم ذميداريون مليل هيون. سندس وڏي پٽ جا اڳتي هلي سنڌ جي ترخان حاڪمن سان اختلاف پيدا ٿيا. ان طرح ميرابوالقاسم سلطان کي، ميرزا غازي بيگ ترخان انڌو ڪرايو. مير جي بهادري، همٿ ۽ ادب دوستي تاريخ ۾ مکيه جاءِ والاري ٿي. هن خاندان عمر ڪوٽ جي راڻن ۽ پٽين سان مٿيون مائٽيون ڪيون. ان ڪري کين ٿر تائين رسائي حاصل ٿي. اهو ئي سبب آهي جو ”بيگلارنامه“ کي عمرڪوٽ ۽ ٿر جي تاريخ ۾ به اهميت مليل ڏسجي ٿي. مختلف ڏيهي قبيلن جون حاڪمن سان ارڙايون، مجادلا ۽ مقابلا- هن ڪتاب ذريعي سڀ کان اول معلوم ٿيا. ان بابت اڳتي هلي ”تاريخ مظهر شاهجهاني“ ۾ وڌيڪ معلومات درج ڪئي وئي. سنڌ جي سومرن ۽ سمن بابت ابتدا ۾ مختصر چاڻ ڏني وئي آهي، مگر اها نهايت قيمتي ۽ معلومات پري آهي. ڪتاب جا ڪل پنجيھ باب آهن.

هن ڪتاب تي البته هيءَ تنقيد ڪئي وئي آهي ته، جنهن خاندان جي اتهاس بابت هيءُ ڪتاب لکيو ويو، خود ان گهراڻي جي

باري ۾ به اهو درست ۽ مڪمل معلومات مهيا نه ٿو ڪري. ان سڄي ماجرا ۾ به سنڌ جي سياسي تاريخ ۾، هن ڪتاب جي وڏي اهميت آهي. ايليٽ گذريل صديءَ ۾ ”بيگلار نامه“ جا ڪي ٽڪرا انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪيا ۽ ڪتاب بابت پنهنجن خيالن جو اظهار ڪيو. محمد صديق ميمڻ ان جو سنڌي ترجمو، اختصار سان ڪري، ان کي سنڌي مسلم ادبي سوسائٽي پاران 1947ع ۾ شايع ڪيو. ڪتاب جي قدامت ۽ تاريخي اهميت سبب، اڳتي هلي سنڌي ادبي بورڊ، فارسي ڪتابن جي اشاعت واري پروگرام تحت، ان جي ڇپرائڻ جو بندوبست ڪيو ۽ ان جي ايڊيٽنگ جو ڪم سنڌ جي ممتاز اسڪالر ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي حوالي ڪيو. ڊاڪٽر بلوچ صاحب هيءُ ڪتاب وڏي محنت سان ايڊٽ ڪيو ۽ ان تي ڪنهن مفصل مقدمي بجاءِ، مختصر نوٽ انگريزي زبان ۾ لکي ڇپرايو. سنڌي ادبي بورڊ هيءُ ڪتاب سال 1980ع ۾ ٻڏرو ڪري نروار ڪيو آهي. ناشر طرفان ڪجهه تاريخي مقبرن ۽ قبرن جا فوٽو گراف به ڪتاب ۾ شامل ڪيا ويا آهن. ضرورت آهي ته جلد کان جلد هن اهم تاريخي ڪتاب جو سنڌي ترجمو ڪرائي ڇپرايو وڃي (6).

(4) تاريخ طاهري:

سنڌ جي تاريخ بابت ورنڌڙ ڪتاب ٽٽي جي سيّد طاهر محمد نسيانيءَ سن 1030هه برابر 1621ع ۾ لکيو ۽ اڳتي هلي اهو

ڪتاب خود مصنف جي نالي جي پٺيان ”تاريخ طاهري“ سڏيو ويو. مؤرخ اصل ۾ هيءُ ڪتاب ٺٽي شهر جي تاريخ يعني”تاريخ بلده تهته“ نالي سان لکيو هو. سيد طاهر محمد سن 990هه ۾ ٺٽي ۾ ڄائو ۽ سن 1051هه ۾ وفات ڪيائين. سندس مزار اڄ به مڪلي ٽڪريءَ تي موجود آهي. سندس تعلق ٺٽي جي باغائي ساداتن سان هو ۽ مٿين مائٽين جي حوالي سان، درٻيلي جي سهتن ڄامن سان به لاڳاپيل رهيا. سيد طاهر محمد ۽ هن جو والد ميان حسن، سنڌ جي ارغون- ترخان حاڪمن جي درٻار سان وابسته هئا. هن ڪتاب کان علاوه مصنف ”عمرماروي“ جو داستان به نثر ۾ لکيو هو.

تاريخ طاهري، سنڌ جي اتهاس ۾ وڏي اهميت رکي ٿي. اصل ۾ مؤرخ هي ڪتاب ڏهن ڀاڱن ۾ رٿيو پر ان جا صرف پنج ڀاڱا مڪمل ٿي سگهيا. سومرا، سما ڄام، مرزا شاهه حسن ارغون، مرزا عيسيٰ ترخان ۽ ميرزا غازي بيگ ترخان- عنوانن سان هن ڪتاب جا پنج حصا آهن. ان ريت هيءُ ڪتاب سنڌ جي مقامي حاڪمن جي اتهاس جي حوالي سان وڏي اهميت رکي ٿو. سيّد طاهر محمد ڪن مقامي قصن کي به پنهنجي ڪتاب ۾ جاءِ ڏني آهي. ٺٽي ننگر جي تاريخ بابت هيءُ ڪتاب سڀ کان اول ”ترخان نامه“ جي لکندڙ حوالي طور ڪتب آندو آهي. ان بعد مير علي شير قانع ان کان مدد ورتي هئي. اڳتي هلي برطانوي دور جي شروع ۾ ايليٽ ان جا ڪي ٽڪرا ترجمو

ڪيا. سال 1928ع ۾ محمد صديق ميمڻ سنڌيءَ ۾ ”انتخاب تاريخ طاهريؒ“ نالي هن ڪتاب جو نهايت ئي اختصار ۾ ترجمو شايع ڪيو. هن سڄي ماجرا هوندي به اصل فارسي ڪتاب اجا نه ڇپيو هو.

سنڌي ادبي بورڊ جڏهن سنڌ بابت فارسي ڪتابن جي اشاعت جو پروگرام جوڙيو، تڏهن ان رٿا ۾ هن ڪتاب کي به شامل ڪيو ويو. هي علمي ۽ تاريخي ڪم ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي حوالي ڪيو ويو. ڊاڪٽر صاحب وڏي محنت سان ڪم جو پورائو ڪيو. فاضل ايڊيٽر ڪن ضروري تاريخي وضاحتن لاءِ فارسي زبان ۾ حاشيا ۽ تعليقات لکيا آهن، جن جي وڏي اهميت ڏسجي ٿي. ان طرح مصنف جي ڪيل غلطين جوازالو ڪيو ويو آهي. آخر ۾ مصنف ۽ ان جي ڪتاب بابت مفصل مقدمو انگريزي زبان ۾ لکيو ويو آهي، جنهن ۾ ”تاريخ طاهري“ تي تنقيدي نگاهه وڌل آهي. هيءُ ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ 1964ع ۾ شايع ڪري پڌرو ڪيو. اڳتي هلي ڪتاب جي اهميت جي پيش نظر، هن اداري ان جو سنڌي ترجمو سال 1988ع ۾ پڌرو ڪيو. هيءُ ترجمو محترم نياز همايونيءَ ڪيو آهي. مترجم پڻ آخر ۾ پنهنجي طرفان ڪي واڌارا ڪيا. علمي اعتبار سان هيءُ ترجمو پروسي جوڳو ڪونهي، ڇو ته مترجم ڪٿي ڪٿي اصل متن سان به هٿچراند ڪئي آهي. ان هوندي به هن تاريخي ڪتاب جي اصل ۽ ترجمي جي اشاعت وڏي

اهميت رکي ٿي ۽ ان جو سچو ڪريڊٽ سنڌ جي هن لائق فائق عالم ڏي وڃي ٿو.

(5) باقيات از احوال ڪلهوره:

ذڪر هيٺ ايندڙ ڪتاب باقاعده تصنيف ڪانهي. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب، ورهين جي تلاش ذريعي، سنڌ جي ڪلهوڙا حاڪمن جي متعلق، متفرقه مواد کي هٿ ڪري، هڪ ڪتاب کي ترتيب ڏنو. ان ريت ”باقيات از احوال ڪلهوره“ نالي ڪتاب ۾، نهايت قيمتي تاريخي مواد سامهون آيو، جنهن متعلق اڳ ۾ اسان جي ڄاڻ محدود هئي. هن ڪتاب ۾ ميان نور محمد ڪلهوڙي جي هڪ وڏيڪ تاليف؛ ميان غلام شاهه جي دور ۾ جدا جدا پرڳڻن جو وچور ۽ پيدائش؛ ۽ ڪلهوڙا حاڪمن جي اولاد مان ميان مير محمد ڪلهوڙي جي، ڪمپني سرڪار کي حڪومت جي واپسيءَ لاءِ ڏنل درخواست، ۽ ڪي ٻيا عنوان شامل ٿيا آهن. ان ڪري هن جلد ۾ شامل مواد، هر لحاظ کان نئون آهي ۽ پهريون ڀيرو ڇپجي نروار ٿيو آهي. ڪلهوڙن جي دور سان دلچسپي رکندڙن جي لاءِ هيءُ ڪتاب تمام گهڻي اهميت رکي ٿو. هن ڪتاب جي ترتيب بلاشبہ ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي اهم ڪاميابي آهي، جنهن کي وڏ ۾ وڏ ساراهڻ گهرجي. هيءُ ڪتاب سال 1996ع ۾ ڇپيو.

(6) جامع الڪلام في منافع الانام:

ڪلهوڙا- ٽالپر دور ۾، مخدوم عبدالله نرئي وارو مشهور عالم ٿي گذريو آهي. سندس تعليم ۽ ترتيب ٺٽي ۾ ٿي. بعد ۾ پاڻ ڪڇ ملڪ ڏي هليو ويو. سندن مزار به ڪڇ ۾ آهي. مخدوم عبدالله اڪثر ڪتاب سنڌي زبان ۾ لکيا. سندس سهيڙيل ڪتاب ”جامع الڪلام في منافع الانام“ نالي سان، ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جي سعيي سان ڇپيو آهي. هن ڪتاب ۾ سنڌي عالمن جا هڪ ٻئي ڏي لکيل خط گڏ ڪيا ويا آهن. ڪتاب ۾ 69 خط فارسي ۽ 36 خط عربي ٻولين ۾ آهن. خطن ذريعي ان دور جي سنڌ جي علمي حالتن جي پروڙ پوي ٿي. ڊاڪٽر بلوچ صاحب هن اهم علمي ڪتاب کي مرتب ڪيو. سنڌ جي فارسي ادب ۾ هن ڪتاب جي وڏي اهميت ڏسجي ٿي. سنڌي ادبي بورڊ 2006ع ۾ هن ڪتاب جا ٻه ايڊيشن نروار ڪيا. هڪ ڇاپو سنڌي مقدمي سان، ۽ ٻيون ايڊيشن اردو مقدمي ۽ مهاڳ سان.

(7) تاريخ بلوچي:

سنڌ جي تاريخ بابت مير علي شير قانع ”تحفة الڪرام“ سن 1188ھ/ 1774ع ۾ مڪمل ڪيو. ان کان پوءِ جي تاريخ کي مير عظيم الدين ٺٽوي ”فتح نامہ“ نالي مثنويءَ ۾ لکي محفوظ ڪيو. هيءَ مثنوي سال 1219ھ/ 1803ع ۾ تڪميل کي پهتي. تاريخي طور عظيم جي ڪتاب جي وڏي پذيرائي ٿي. سنڌي ادبي بورڊ هيءُ اتهاسڪ مثنوي، سال 1967ع ۾ شايع ڪئي، جنهن کي شير محمد نظاماڻي صاحب ايڊٽ ڪيو هو.

جنهن سال عظيم جو ڪتاب مڪمل ٿيو، ان سال ۾ سنڌ تي هڪ پيو ڪتاب پڻ تيار ٿيو. هيءُ ڪتاب عبدالمجيد جوکيي لکيو، جيڪو لکجڻ واري وقت کان ناپيد هو. قيام پاڪستان وقت ان جي واحد ڪاپي، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ کي هٿ آئي، تڏهن وڃي هن ڪتاب جي باري ۾ علمي دنيا کي معلومات ملي. مولانا غلام رسول مهر ”تاريخ ڪلهوڙا“ تي ڪم ڪندي، هن ڪتاب کي ڪتب آندو هو.

عبدالمجيد جوکيي جي هن ڪتاب ۾ مواد جي ڪيفيت، ساڳي عظيم جي تاريخي مثنويءَ جهڙي آهي. غلام شاهه جي وفات، سرفراز جو دور، ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن جون لڙايون، جنگ هالاڻي، ڪلهوڙا دور جو خاتمو، ميرن جي حڪومت، مير فتح عليءَ جي وفات، ۽ مير غلام عليءَ جي حڪومت؛ هن ڪتاب جا مکيه عنوان آهن. عنوانن جي يڪسانيت جي باوجود به، هن ڪتاب ۾ مجيد جوکيي ڪافي نيون ڳالهيون پڻ لکيون آهن. عظيم جو ڪتاب نظم ۾ لکيل آهي، جڏهن ته مجيد جوکيي پنهنجو ڪتاب نثر ۽ نظم ۾ مڪمل ڪيو آهي. تاريخي طور تي هن ڪتاب جي ڪلهوڙن جي زوال ۽ ميرن جي حاڪميت جي آغاز جي حوالي سان، بهرحال هڪ خاص اهميت آهي. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، اصل فارسي متن ترتيب ڏنو ۽ ڪتاب تي معلوماتي مقدمو لکيو. هن ڪم ۾ ڊاڪٽر خضر نوشاهي صاحب، ڊاڪٽر صاحب جي معاونت ڪئي. فارسي

متن کان پوءِ، نوشاهي صاحب جو ڪيل اردو ترجمو به، هن ڪتاب ۾ شامل ڪري، ان کي سال 1996ع ۾ شايع ڪيو ويو. سنڌ جي تاريخ ۽ فارسي ادب جي حوالي سان، هن ڪتاب جي اشاعت ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي هڪ وڏيڪ پائدار خدمت آهي.

عبدالمجيد جوکئي ڪجھ تاريخي قطعا به چيا، جي مٿي ذڪر ڪيل ”باقيات از احوال ڪلهوره“ جي آخر ۾ ڏنا ويا آهن. عبدالمجيد، ميين ابوالحسن ڏاهريءَ جي وفات تي به تاريخي قطعو چيو هو. هيءُ قطعو علامه غلام مصطفيٰ قاسمي صاحب، ڏاهري بزرگ جي ڪتاب ”ڪچڪولنامہ“ جي مقدمي ۾ ڏنو آهي. بهتر ٿئي ها، جيڪڏهن هيءُ قطعو به مذڪوره ڪتاب ۾، يا ”تاريخ بلوچي“ ۾ ڪٿي شامل ڪري، هڪ جاءِ تي محفوظ ڪجي ها.

(8) ديوان غلام:

ڪلهوڙن جي حڪومت 1783ع ۾ ختم ٿي. ان بعد سنڌ تي ٽالپرن جو راڄ قائم ٿيو. ٽالپرن نه رڳو فارسي علم و ادب جي سرپرستي ڪئي پر حاڪمن ۽ شهزادن خود به شعر چيو ۽ ڪتاب لکيا. ان طرح هن خاندان فارسي ٻولي ۽ ساهت جي به خوب آبياري ڪئي. سنڌ جي مقامي فارسي گو شاعرن ۽ اديبن کان علاوه، ايران جي اديبن به سندن سخاوت مان جهوليون ڀريون. هن دور ۾ جنهن خاندان کي حاڪمن کان پوءِ حڪومت

جي معاملن ۾ اهميت رهي، اهي تاجپور جا لغاري نواب ڏسجن ٿا. نواب ولي محمد خان لغاري وقت جو نهايت ئي با اثر فرد، وزير اعظم ۽ ڪامياب ڊپلوميٽ ٿي گذريو. علم ۽ ادب جي حوالي سان به نواب صاحب جو پنهنجو ڪردار آهي. سندس پائٽيو نواب غلام محمد لغاري، ميرن جي پوئين دور جو درٻاري ۽ اثر رسوخ وارو امير ٿي گذريو. هن فارسي شعر چيو ۽ ”ديوان غلام“ جوڙي راس ڪيو. سنڌي ۽ سرائڪي ڪلام به چيائين.

غلام محمد خان تاريخ 11 شعبان 1204ھ (اپريل 1789ع) تي پيدا ٿيو. سندس والد جو نالو علي محمد خان هو ۽ ڏاڏي جو نالو غلام محمد هو. هن غلام محمد به شعرو شاعري ڪئي، ديوان جوڙيو ۽ تخلصّ ”نگار“ رکيائين. ذڪر هيٺ آيل ”ديوان غلام“ جي شاعر غلام محمد خان، بنيادي ۽ ضروري تعليم کان پوءِ، حيدرآباد جي مير مراد علي خان (1828- 1833ع) جي درٻار ۾ ملازمت اختيار ڪئي. ليڪن کيس گهڻي اهميت مير صاحب جي وفات (1833ع) کان پوءِ حاصل ٿي، جڏهن سندس به پٽ: ميرنور محمد خان ۽ مير نصير خان حڪمران بنيا. اهڙي خبر سندس جوڙيل قصيدن مان پوي ٿي. ميرن جي صاحبي ختم ٿيڻ کان پوءِ نواب غلام محمد خان وڃي تاجپور وسائي. سندس ديوان مان معلوم ٿئي ٿو ته هن تاريخي تبديليءَ کان پوءِ، اسان جي هن شاعر ڪو به شعر نه چيو(7). پاڻ 09 جمادي الثاني

1279ھ/10- ڊسمبر 1862ع تي وفات ڪيائين ۽ پنهنجي خانداني قبرستان لڳ تاجپور ۾ دفن ٿيو. ٻي روايت موجب غلام محمد خان 2 ڊسمبر 1862ع تي اپپور (تعلقو سنجهورو) ۾ فوت ٿيو ۽ اتي ئي دفن ٿيو. پاڻ پنهنجي مُهرن تي هي سجع استعمال ڪيا اٿس:

1- ”چہ خوش نصيب ماکه غلامِ محمد ام“

2- ”منتّ خداي راکه غلامِ محمد ام“

3- ”شادم بدين شرف که غلامِ محمد ام“

4- ”نازم بہ بخت خود که غلامِ محمد ام“

انهيءَ شاعر غلام محمد لغاريءَ فارسي شعر چيو ۽ پنهنجو ڪلام ترتيب ڏئي ”ديوان غلام“ جوڙيائين. هيءُ ديوان ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ايڊٽ ڪيو، ۽ ان تي انگريزيءَ ۾ سهڻو مقدمو لکيو. سنڌي ادبي بورڊ ”ديوان غلام“ سال 1959ع ۾ ڇاپي پڌرو ڪيو آهي. شاعر پنهنجو تخلصّ ”غلام“ اختيار ڪيو. کيس پنهنجي شعر بابت ڪا وڏي خوشفهمي نه هئي:

غلاما! نظم شعرت گرچہ خام! ست

ولي گردد پسند نکتہ چيني!!

ڊاڪٽر ظهورالدين احمد صاحب پنهنجي ڪتاب ۾، غلام محمد خان لغاريءَ جي شعرن تي ڀرپور تنقيد ڪئي آهي (8).

(9) لطائف لطيفي:
ميرن جي راڄ جو خاتمو سال 1843ع ۾ ٿيو. ان ريت سنڌ ۾ فارسي ٻولي ۽ ساهت جو سرڪاري طرح پورائو ٿي ويو. ان هوندي به هي زبان پنهنجي تاريخي بنيادن ۽ قديم علمي خانوادن جي سهاري، سنڌ ۾ هلندي آئي ۽ ان ۾ علم ۽ ادب پيدا ٿيندو رهيو. ان جو هڪ ڀرپور مثال مير عبدالحسين خان ”سانگي“ ۽ سندس لکيل فارسي ڪتاب ”لطائف لطيفي“ جي روپ ۾ ملي ٿو. هيءُ ڪتاب شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي باري ۾ سن 1305ھ برابر 1888ع ۾ لکيو ويو.
سنڌ جو سداحيات شاعر حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائي 1102ھ برابر 1690ع ۾ ڄائو ۽ 14 صفر 1165ھ تي وفات ڪيائين. جديد تحقيق موجب اهو ڏينهن آچر جو هو ۽ انگريزي تاريخ 22 ڊسمبر 1751ع هئي. شاهه صاحب جو پهريون سوانح نگار مير علي شير قانع آهي. ان بعد رچرڊ برٽن، فريئر صاحب، ڊاڪٽر ٽرمپ، ۽ ڏيارام گدومل- پنهنجن ڪتابن ۾ سنڌ جي هن قومي شاعر جي سوانح تي مواد فراهم ڪيو آهي. ان کان پوءِ شاهه صاحب جي باري ۾ مڪمل ڪتاب لکڻ جو زمانو آيو. شمس العلماء مرزا قليچ بيگ پهريون اسڪالر آهي، جنهن هن علمي ڪم ڏي توجهه ڏنو. ان طرح پاڻ 1887ع ۾ انگريزي ۽ سنڌي ٻولين ۾ شاهه لطيفؒ بابت ٻه ڪتاب لکي پورا ڪيائين. هڪ سال پوءِ 1888ع ۾ مير عبدالحسين خان، سنڌ جي هن سدا

حيات شاعر بابت پنهنجو فارسي ڪتاب ”لطائف لطيفي“ جوڙي راس ڪيو.

مير عبدالحسين خان ”سانگي“ سنڌ جي آخري ٽالپر حاڪم مير نصير خان جو پوٽو هو. 1843ع ۾ حڪومت جي خاتمي کان پوءِ ميرن کي قيد ڪري ڪلڪتي ۾ رکيو ويو، جتي عبدالحسين خان 1267ھ برابر 1851ع ۾ پيدا ٿيو. اٺن سالن جو هو ته سنڌ واپس موٽيو. سندس تعليم ۽ تربيت ڪلڪتي ۾ به ٿي، ته حيدرآباد سنڌ ۾ به ٿي. کيس اردو، سنڌي ۽ فارسي ٻولين تي مهارت حاصل هئي. مير صاحب 8 ذي القعد 1343ھ برابر 12 جون 1924ع تي وفات ڪئي. کيس پٽ شاھ تي دفن ڪيو ويو. سندس مزار اڄ به شاھ صاحب جي مقبري جي پٺيان درست حالت ۾ موجود آهي.

مير صاحب سنڌيءَ جو قادرالڪلام شاعر ٿي گذريو آهي. سندس ڪليات ڇپيل آهي. ان کان علاوه اردو ۽ فارسيءَ ۾ به شعر چيو اٿس.

مرزا قليچ بيگ کان پوءِ سانگي مرحوم، حضرت شاھ صاحب بابت پنهنجو ڪتاب جوڙي راس ڪيو. اڪثر مواد ان دور ۾ شاھ لطيف بابت جاري روايتن تان ڪٺو ڪيائين، جنهن کي انگريزي زبان ۾ **Anecdotes** سڏيو وڃي ٿو. مير صاحب هن ڪتاب ”لطائف لطيفي“ ۾ ڪل ڇٽيھ حڪايتون گڏ ڪيون آهن. ان ريت شاھ صاحب

جي حياتي، فقيرن، خدمت گذارن، ڪرامتن، حسب نسب ۽ متعلقه ماڳن مڪانن جي باري ۾ روايتي مواد گڏ ٿيو آهي؛ جو هوند اڳتي هلي واسطيدار شخصن، مريدن ۽ خادمن جي وفات کان پوءِ ناپيد ٿي وڃي ها. اڄ شاهه لطيف بابت سنجيده ۽ سائنسي تحقيق جي دور ۾، مير صاحب جون جمع ڪيل ڪي ڳالهيون معقول نه ٿيون ڏسجن؛ ان هوندي به سانگي مرحوم جي ڪيل محنت وڏي اهميت رکي ٿي. هيءُ ڪتاب شاهه صاحب جي سوانح جي حوالي سان گهڻي اهميت رکي ٿو. ليڪن سنڌ ۾ فارسي ادب جي زوال پذير دور ۾، پيدا ٿيل ساهت جي ڏس ۾ به ان کي وڏي حيثيت حاصل آهي. فارسي نثر آسان ۽ عبارت سليس ڏسجي ٿي. ڪٿي ڪٿي مير صاحب شعر ۽ بيت به ڪتب آندا آهن. ان طرح اسان کي ڪتاب پڙهندي، سيد عبدالقادر جي تصنيف ”حديقة الاولياء“ ياد اچي ٿي، جنهن پڻ نثر ۽ نظم جو ميلاپ ڪرايو آهي. غالباً سڀ کان اول شمس العلماء ڊاڪٽر دائود پوٽي مرحوم جي هن ڪتاب تي نظر پئي ان بعد مولانا دين محمد ”وفائي“ مرحوم پنهنجو ڪتاب ”لطف اللطيف“ لکڻ وقت سانگي مرحوم جي تصنيف مان استفادو ڪيو. اڳتي هلي ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، شاهه صاحب جي جامع اڀياس جي سلسلي ۾، هن ڪتاب جي اشاعت جي سفارش ڪئي. آخرڪار ڊاڪٽر صاحب جي سعيي سان، شاهه عبداللطيف ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز، هي ڪتاب اصل فارسي زبان ۾ سال 1967ع ۾ شايع

ڪري پڌرو ڪيو. ان طرح ڪتاب ڇپجي علمي ادبي حلقن تائين پهتو. ساڳئي اداري ڪتاب جو سنڌي ترجمو سال 1986ع ۾ شايع ڪيو، جو مترجم عبدالرسول قادري صاحب ڪيو آهي. ڪن جزوي ڪوتاهين جي باوجود به سنڌي ترجمو سليس، روان ۽ وڻندڙ ڏسجي ٿو. هن ڪتاب جي اشاعت ۽ سنڌي ڇاپو، بذات خود هڪ يادگار ادبي ڪارنامو آهي.

(10) لُبِّ تاريخ سنڌ:

علي ڪوفيءَ سن 613ھ ۾ ”چچ نامہ“ فارسيءَ ۾ مڪمل ڪيو. ٺيڪ ست صديون پوءِ منشي خداداد خان 1318ھ ۾ ”لب تاريخ سنڌ“ ترتيب ڏئي پڌرو ڪيو. هيءُ ڪتاب امرتسر مان ليٿو تي 1318ھ/1900ع ۾ ڇپجي ظاهر ٿيو. ان طرح سنڌ جي فارسي تاريخ نويسي پنهنجي پڄاڻيءَ کي پهتي. منشي خداداد خان پراڻي سکر جو پٽاڻ هو. هو انگريز سرڪار جو ملازم، وفادار، ميرمنشي ۽ جاگيردار هو. هن فارسيءَ ۾ ڪي ٻيا ڪتاب پڻ لکيا، جي سڀ تاريخ بابت هئا. انهن ۾: وقائع سير جيسلمير، مڪران نامہ، خليج نامہ، پل نامہ، سياحت نامہ ۽ خيرپور نامہ- اچي وڃن ٿا. ليڪن انهن سڀني ڪتابن جي ڀيٽ ۾ سندس تاليف ”لب تاريخ سنڌ“ وڏي اهميت رکي ٿي. هن ڪتاب جي تحرير ۽ اشاعت وقت پوري ننڍي کنڊ وانگر فارسي ٻولي سنڌ ۾ به آخري پساهن ۾ هئي. اڪثر تصنيف ۽ تاليف مقامي ٻولين کان علاوه انگريزي زبان ۾ به ٿي رهي

هئي. جنهن سال هيءُ ڪتاب ڇپيو، ان سال سنڌ بابت لکيل پهرئين تاريخي ڪتاب ”چچ نامہ“ جو انگريزي ترجمو به ڇپجي ظاهر ٿيو. ياد رهي ته هيءُ ڪتاب فارسي زبان ۾ هو، جنهن کي مرزا قليچ بيگ مرحوم ترجمو ڪيو هو. منشي خداداد خان ڏگهي ملازمت کان پوءِ رٽائر ٿي، پراڻي سکر ۾ اچي پنهنجي ماڳ تي رهيو، جتي سن 1320ھ/ 1903ع ۾ وفات ڪري ويو.

لُبِّ تاريخ سنڌ، ٽن مکيه بابن تي مشتمل آهي. پهرئين باب ۾ سنڌ جو عمومي تعارف ڏنل آهي. ٻيون باب راءِ خاندان کان ٽالپرن جي زوال تائين مواد مهيا ڪري ٿو. هن باب لاءِ: چچ نامہ، معصومي،

تحفة الڪرام، ارغون نامہ، تاريخ طاهري ۽ بيگلارنامہ، تان مدد ورتل آهي. هن باب ۾ مصنف بکر جي مغل عملدارن جي لسٽ ڏني آهي، جا سنڌ جي ڪنهن به ٻي تاريخ ۾ ڏنل ڪانهي. ان ڪري هن باب جي وڏي اهميت ٿي پئي آهي. ٽيون باب جديد دور تي مشتمل آهي. هن باب ۾ چارلس نيپيئر کان سورهين ڪمشنر آر.جائيلس تائين جي تاريخ ڏنل آهي. ان ريت خداداد خان جي هن ڪتاب جو، هيءُ آخري باب بلاشبہ سنڌ جي تاريخ جي حوالي سان مکيه واڌارو ڏسجي ٿو.

منشي خداداد خان جي هن ڪتاب جي اهميت کي نظر ۾ رکندي، سنڌي ادبي بورڊ ان جي نئين ايڊيشن طرف توجہ ڪيو. هيءُ

علمي كم ڊاڪٽر
نبي بخش خان بلوچ جي حوالي ڪيو ويو. ڊاڪٽر صاحب چيپل
قديم ايڊيشن ۽ هڪ عدد قلمي نسخي کي سامهون رکي ڪم جو
پورائو ڪيو. ان طرح اڳ ڇپيل ايڊيشن جي پيٽ ۾ ”لب تاريخ
سنڌ“ جو وڌيڪ معتبر ڇاپو سامهون آيو. قلمي نسخي تان ڪي
ضميما به کنيا ويا، جي اصل ڇپيل ڪتاب ۾ نه هئا. مختصر مگر
ضروري وضاحتي حاشين کان علاوه فاضل ايڊيٽر، منشي
مرحوم جي سوانح ۽ ڪتابي ورثي بابت، انگريزي زبان ۾ جامع
مقدمو پڻ لکيو آهي. ڊاڪٽر صاحب يورپي عملدارن جي نالن کي
حاشين ۾، انگريزيءَ ۾ نشانبر ڪيو آهي. سنڌ جي ممتاز مؤرخ
سيد حسام الدين راشدي مرحوم، منشي خداداد کان علاوه خود هن
ڪتاب جي جديد ڇاپي تي پنهنجي عدم اطمينان جو اظهار ڪيو
هو(9). فارسي ڇاپي جو نئون ايڊيشن، جنهن کي ڊاڪٽر بلوچ
صاحب ايڊٽ ڪيو، سنڌي ادبي بورڊ سال 1959ع ۾ نروار
ڪيو. هن ڪتاب جي تاريخي اهميت سبب، سنڌي ادبي بورڊ ان
جو سنڌي ترجمو سال 1989ع ۾ پڌرو ڪيو. هيءُ ترجمو حافظ
خير محمد اوحديءَ جو ڪيل آهي. اوحدي صاحب حاشين ۾
منشي خداداد خان ۽ ايڊيٽر ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي ڪيل
غلطين جي اصلاح جي سنجيده ڪوشش ڪئي آهي. ان کان
علاوه سنڌي ڇاپو جزوي طرح سينسر پڻ ٿيل آهي. ان کان علاوه
ان ۾ انڊيڪس به ڪانهي، جا هڪ وڏي علمي کوٽ جي

عڪاسي ڪري ٿي. بورڊ هن ڪتاب جو اردو ترجمو 2009ع ۾ شايع ڪيو آهي. هيءُ ترجمو مختيار احمد حاجاڻي صاحب ڪيو آهي. خداداد خان مرحوم جي ”لب تاريخ سنڌ“ جو روسي ترجمو به ڇپيو، جو محمدي صافولوف جو ڪيل آهي. هن ايڊيشن جي اشاعت جي سال جي ڄاڻ نه ملي سگهي آهي.

(11) تڪملة التڪملة:

سنڌ جي فارسي گو شاعرن جو هيءُ تذڪرو، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي تحقيق ۽ محنت جو نتيجو آهي. هن ڪتاب ۾ فاضل محقق هڪ ته انهن شاعرن جو تذڪرو ڪيو آهي، جي اڳين تذڪره نويسن کان رهجي ويا هئا. ٻيو ته بعد جي زماني ۾ سنڌ اندر پيدا ٿيل فارسي شعر ۽ شاعرن جو به هن ڪتاب ۾ احاطو ڪيو ويو آهي. معذرت مصنف ۽ مقدمه، سنڌي زبان ۾ لکيا ويا آهن. مجموعي طرح سان هن تذڪري جا ڇهه حصا آهن. هيءُ تذڪرو مير علي شير ”قانع“ (مقالات الشعراء) ۽ مخدوم ابراهيم ”خليل“ (تڪمله مقالات الشعراء) جي تذڪرن جو هڪ تسلسل آهي. هي تذڪرو آرٽس فيڪلٽي سنڌ يونيورسٽي ڄام شوري 2007ع ۾ پڌرو ڪيو آهي. هيءُ ڪتاب ساڳئي سال ۾ ”سنده مين فارسي کا آخري دور“ نالي سان، مقتدره قومي زبان اسلام آباد پڻ شايع ڪيو آهي. پيش لفظ ۽ مقدمو وغيره اردو زبان ۾ لکيو ويو آهي.

## حوالا

(1) سنڌ ۽ ايران جي قديم تعلق تي ابتدائي دور جي شاعرن به پنهنجي شعرن ۾ روشني وڌي آهي (سيد حسام الدين راشدي: ”ڳالهيون منهنجي سنڌ جون“ ص 107- 109، سنڌي ادبي بورڊ 1992ع).
(2) هن ڏس ۾ البته وڏيک علمي بحث علي ڳڙه يونيورسٽيءَ جي پروفيسر ڊاڪٽر نذير احمد ڪيو آهي (ڏسجي: سنڌ يونيورسٽيءَ جي اردو شعبي جي جرنل ”تحقيق“ ۾ ڊاڪٽر صاحب جو ڇپيل مقالو، نمبر 5، سال 1991ع).
(3) ڏسجي پيٽرهارڊيءَ جو مقالو ڪتاب: ”سنڌ صدين ڪان“ مرتب: ممتاز مرزا، ص 191-201، شاه عبداللطيف ڀٽ شاه ثقافتي مرڪز حيدرآباد، سال 1982ع.
(4) هن عنوان تي علمي بحث مون هڪ مقالي ۾ ڪيو آهي (سه ماهي اردو، نمبر 2/ سال 1981ع).
(5) خواجه عبدالحميد يزداني لکي ٿو ته ”بيگلارنامه“ جي مصنف بابت ميرعلي شير قانع به ڪجھ نه لکيو آهي، ۽ نه وري مصنف ڪتاب جي باري ۾ پنهنجي دعويٰ ظاهر ڪئي آهي. البته ٺٽي جي مُلن جي ڪتبخاني ۾ هن ڪتاب جو هڪ قلمي نسخو هو، جنهن تي ادرا ڪي بيگلاريءَ جو نالو مصنف طور ڄاڻايل آهي (تاريخ ادبيات مسلمانان پاڪستان وهند، جلد4، ص 545، پنجاب يونيورسٽي لاهور 1971ع).

(6) بيگلارن جي حالات ۽ قبرستان بابت سڀ کان اول ڊاڪٽر بلوچ صاحب تحقيق ڪئي. ڏسجي سندن مقالو:

**Shah Qasim Khan Beglar and his Burial Place.**

جو پاڪستان هسٽري ڪانفرنس جي 1956ع واري روئداد ۾ ڇپيل آهي. هيءُ ڪتاب ڊاڪٽر سيّد معين الحق مرتب ڪيو ۽ پاڪستان هسٽاريڪل سوسائٽي ڪراچيءَ شايع ڪيو.

(7) ساڳيءَ ريت شاعر خليفو نبي بخش لغاري به ٽالپرن جي زوال کان پوءِ ويهه ورهيه زنده رهيو. ليڪن هو پڻ هن تاريخي تبديليءَ تي خاموش ڏسجي ٿو.

(8) پاڪستان مين فارسي ادب، ص 738، اداره تحقيقات پاڪستان، دانشگاهه پنجاب لاهور، 1977ع.

(9) تذڪره امير خاني، حاشيو، ص 298، سنڌي ادبي بورڊ، سال 1961ع.

---

♣ هن ڪتاب جو سنڌي ڇاپو سنڌي ادبي بورڊ 2006ع ۾ شايع ڪيو آهي. مترجم: ڊاڪٽر عبدالرسول قادري (ادارو)

* فارسيءَ جو سنڌي ترجمو بہ سنڌي ادبي بورڊ 2011ع ۾ ڇپيو آهي، ان جو سنڌيڪار مولانا سعيد احمد پنو آهي (ادارو)



محمد علي ڏيپلائي

# لوڪ ادب اسڪيم آڏو آيل رڪاوٽون ۽ انهن کي دور ڪرڻ لاءِ
# ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي تاريخي جدوجهد

**لوڪ ادب ۾ شوق جو آغاز:**

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ کي لوڪ ادب ۾ دلچسپي ٻالجتيءَ ۾ ئي سندن ناني علڻ خان لغاري ڏياري. ڪچهرين جو ڪوڏيو علڻ خان لغاري جنهن کي ڊاڪٽر صاحب 'اڻ پڙهيل داناءُ' چئي ياد ڪندو هو، کين ننڍڙي وهيءَ ۾ پاڻ سان گڏ ڪچهرين ۾ وٺي ويندو هو ۽ کين 'ڪچهريءَ جا آداب' سمجهائيندي تاڪيد ڪندو هو ته: ''معنيٰ تي ڌيان ڪر، جو معنيٰ عقل جو منڊ آهي!'' سندس چوڻ هو ته ''ڏٺل واقعو هرڪو بيان ڪري ۽ ٻڌل ڳالهه به هرڪو سڻائي. پر داناءُ اُهو جو اَڻ ڏٺي ۽ اڻ سُڻي ڳالهه ٻڌائي!'' اهڙن نُڪتن ۽ سمجهاڻين ننڍپڻ ۾ ئي ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ۾ هڪ قسم جو ادبي ذوق پيدا ڪيو ۽ ''نوان بيت، نيون ڪافيون ۽ نيون ڳجهارتون''

ڊاڪٽر صاحب لاءِ چڻ ته سوڪڙيون ٿي پيون، منجهن ڳالهيون
ٻڌڻ جو شوق جاڳيو ۽ ان جي معنيٰ سمجهڻ لاءِ تجسس پيدا
ٿيو. ڪو نئون بيت يا ڪا نئين ڳالهه تي يا ته انهيءَ کي ياد
ڪري ڇڏيندو هو يا وري نوٽ ڪري ڇڏيندو هو.

**لوڪ ادب تي ڪتاب لکڻ جو خيال ۽ ابتدائي قدم:**

جهوناڳڙهه ۽ علي ڳڙهه ۾ ڊاڪٽر صاحب عربي زبان جو نهايت
گهرو ۽ وسيع مطالعو ڪيو. عربي عالم 'مُبرد' جو ڪتاب
'الڪامل في ادب' (ادب ۾ ڪامل) پڻ پڙهيائون. ڪتاب جي
لکٽي هڪ سگهڙ واري هئي. مصنف جو چوڻ هو ته 'الشيءِ
باالشيءُ' يعني 'ڳالهه مان ڳالهه نڪرندي!' ڊاڪٽر صاحب
انهيءَ نُڪتي کان بيحد متاثر ٿيو. سندن خواهش ٿي ته جيڪر
اهڙي نموني تي سنڌي ادب ۽ تمدن تي پڻ ڪتاب لکجي. کين
اهو احساس پڻ ٿيو ته: ”اهڙي ڪتاب ترتيب ڏيڻ لاءِ وڏي
محنت ۽ جاکوڙ ڪرڻي پوندي، سنڌي علم ۽ ادب جي وسيع
ميدانن جا سير ڪرڻا پوندا، سنڌي تهذيب ۽ تمدن جي عميق
اونهاين ۾ ٽٻيون هڻڻيون پونديون، سنڌي ڪچهرين مان قسمين
قسمين انوکا گفتا گڏ ڪرڻا پوندا ۽ ان جي محاوري کي سمجهڻو
پوندو، سنڌ جي جدا جدا پاڙن ۾ وڃي اتي جي سگهڙن ۽ سالڪن
کان گهڻو ڪجهه سکڻو پوندو. مطلب ته هر گل جو واس وٺي،
سنڌي تمدن جي روح ۽ رس کي هڪ جاءِ تي گڏ ڪرڻو
پوندو.“

سنڌ هڪ هيرن جي کاڻ آهي، سنڌ جي ڳوٺ ڳوٺ، چپي چپي، گهر گهر ۽ ماڻهوءَ ماڻهوءَ جي سيني ۾ ڏاهپ، علم، تاريخ ۽ ڄاڻ جا املهه ۽ بي حساب خزانا محفوظ آهن. سنڌن خيال هو ته ”جيڪا شيءِ قلمبند ٿئي ٿي اها محفوظ ٿي وڃي ٿي. قصو هجي يا ڪهاڻي، روايت هجي يا حڪايت، جيڪڏهن اها قلمبند ٿئي ته پوءِ اها تاريخ بنجي وڃي ٿي!“ دراصل اهو ئي مواد نه صرف اسان جي لغت، ثقافت ۽ ادب واسطي اهميت جو حامل آهي. بلڪ سماجي تاريخ جي تشڪيل لاءِ پڻ بنيادي مواد مهيا ڪري ٿو. انهيءَ سلسلي ۾ سنڌن عملي ڪوشش جو پهريون دؤر سنه 1943ع کان سنه 1946ع تائين هليو جنهن کان پوءِ کين اعليٰ تعليم لاءِ آمريڪا اُسهڻو پيو. سنه 1949ع ۾ اُتان واپسيءَ تي انهيءَ سفر جي ٻيهر شروعات ٿي ۽ ترت ئي ”ٻيلاين جا ٻول“ جي تڪميل ٿي. سنه 1956ع ۾ ”مهراڻ“ رسالي ۾ ”پارس کاڻ“ جي عنوان سان ’توحيد‘ متعلق قديم سنڌي شاعرن جا ڏاهپ ڀريا نُڪتا نهايت دلچسپ ۽ پر اثر انداز ۾ پيش ڪيائون.

**لوڪ ادب سلسلي جي اسڪيم:**

سنه 1955ع ۾ ڊاڪٽر صاحب ”لوڪ ادب سلسلي“ بابت هڪ جامع رٿا سنڌي ادبي بورڊ آڏو پيش ڪئي جا سنه 1956ع ۾ منظور ٿي ۽ سنڌ يونيورسٽي جي ايلسا قاضي ڪيمپس جي گرائونڊ فلور تي ڏکڻ اولهه واري ڪُنڊ ۾ هڪ

ننڍڙي ڪمري ۾ لوڪ ادب سلسلي جي مرڪزي آفيس قائم ڪري ڪم شروع ڪيو ويو. انهيءَ ننڍڙي ڪمري ۾ ’جامع سنڌي لغت‘ جي آفيس اڳ ۾ ئي ڪم ڪري رهي هئي.

**لوڪ ادب اسڪيم جي مثالي ڪاميابي:**

ڊاڪٽر صاحب ۽ سندن اورچ ساٿين (جن ۾ سيد سردار علي شاهه، ڊاڪٽر غلام علي الانا، مخدوم غلام احمد، رشيد احمد لاشاري، عبدالڪريم سنديلو، محمد اسماعيل شيخ وغيره شامل هئا) جي بي لوث ۽ اڻ ٿڪ محنتن جا نتيجا جلد ۽ متواتر ظاهر ٿيڻ شروع ٿيا. پهريون جلد ”مداحون ۽ مناجاتون“ سنه 1959ع ۾ ڇپجي شايع ٿيو. سنه 1961ع جي شروعات تائين انهيءَ سلسلي جا نوَ (9) ضخيم جلد اچي ويا جن ۾ ’مناقبا‘، ’معجزا‘، ’مولود‘، ’ٿيهه اڪريون‘، (ٻه جلد)، ’هفتا، ڏينهن، راتيون ۽ مهينا‘، ’جنگنامه‘ ۽ ’واقعاتي بيت‘ شامل هئا.

**شخصي عناد ۽ حسد جي شروعات:**

پنجاهه ۽ سٺ وارا ڏهاڪا جتي سنڌي علم ۽ ادب جي واڌاري جي حوالي سان نهايت غير معمولي اهميت وارا ليکجن ٿا، اُتي ساڳئي ئي دور ۾ نظرياتي ڇڪتاڻ پڻ نهايت منفي ۽ افسوسناڪ صورت ورتي. شخصي حسد ۽ بغض جا معاملا پڻ نظرياتي ڇڪتاڻ جي آڙ ۾ طيءِ ٿيڻ لڳا. لوڪ ادب اسڪيم جي غير معمولي ڪاميابي ۽ انهيءَ جي نتيجي ۾ ڊاڪٽر

صاحب کي ملندڙ پذيرائيءَ ڊاڪٽر صاحب جي خلاف حسد ۽
بغض کي جنم ڏنو، جنهن جو اظهار نظرياتي چڪتاڻ جي آڙ
۾ به ٿيڻ لڳو. ان دور بابت ڊاڪٽر عمر چنڊ صاحب لکي ٿو:
”مون کي ياد آهي ته پنجاھ واري ڏهاڪي جي آخري سالن ۽
سٺ واري ڏهاڪي جي آخري سالن ۾ سنڌي ادب جا ٻه وڏا
گروھ بنجي ويا جيڪي هڪٻئي تي اخبارن ۽ رسالن ذريعي
خوب حملا ڪندا رهندا هئا..... پر ڏٺوسين ته ڊاڪٽر (بلوچ)
صاحب ڪنهن به مباحثي ۾ حصو ڪونه ورتو!“
چام ساقي صاحب هڪ هنڌ رقم طراز آهي:
”اسان سنڌي ماڻهو هڪ طويل عرصي کان ڊاڪٽر بلوچ
صاحب سان نا انصافي ڪندا رهيا آهيون.... ڊاڪٽر صاحب
کي هروپرو جماعت اسلاميءَ واري لابيءَ سان ڳنڍيو ويو
جڏهن ته پاڻ ائين نه آهي. افسوس جو اهو به نه سوچيو ويو ته
پير صاحب پاڳاري جو هيءُ همراھ جماعت اسلاميءَ سان
ڪيئن ٿو ٿِي سگهي؟ ٻي ڳالھ جنهن تي اُن وقت غور نه ڪيو
ويو ته ڊاڪٽر صاحب جماعت اسلاميءَ جو بنياد پرست هجي
ها ته پٺائيءَ تي ڪم ڪيئن ڪري ها!“
مون کي ياد آهي ته انهيءَ ئي دور ۾ ڊاڪٽر صاحب جو تحقيقي
ڪتاب ”سنڌي ٻوليءَ جي مختصر تاريخ“ شايع ٿيو. اهو
ڪتاب نج علمي هو، پر انهيءَ تي علمي انداز ۾ نظر وجهڻ
بدران جذباتي ۽ نظرياتي رنگ ۾ نڪته چيني ڪئي وئي ۽

ڊاڪٽر صاحب جي نظريي جي غلط تشريح ڪندي نوجوانن کي برغلائڻ جي سعي ڪئي ويئي.

**ڊاڪٽر صاحب جو رد عمل:**

ڊاڪٽر صاحب مخالفن جي حملن تي مڪمل خاموشي اختيار ڪندي، پنهنجي ڪم سان لڳو رهيو. سندن چوڻ هو ته:

”مون جڏهن لکڻ پڙهڻ جو ڪم شروع ڪيو، تڏهن پاڻ سان واعدو ڪيو هئم ته منهنجو قلم ڪڏهن به، ڪنهن به مخالفت ۾ نه لکندو.... آءٌ جيڪڏهن ويهي تنقيدن جا جواب ڏيان ها ته هوند هيڏو پورهيو ڪين ڪري سگهان ها!“

نظرياتي چڪتاڻ بابت ڊاڪٽر صاحب فرمايو ته:

”....... گهڻا ماڻهو انهيءَ ڪري ڪاوڙيل آهن ته مون جهڙو ماڻهو سندن ڪئمپ ۾ شامل چو نه آهي؟ ٻي ڳالهه جيڪا ڪين نه وڻندي هئي، اها هئي منهنجي وطن دوستي.....“

**سازش جا سانپا:**

هاڻ حاسدن ڊاڪٽر صاحب خلاف منظم سازش جو ڄار وڇائڻ جا سانپا ڪيا. اهڙيءَ چرپر کان آگاهه ڪندي (مرحوم) پروفيسر علي نواز جتوئي ڪين هڪ خط ۾ لکيو ته هڪ اعليٰ سنڌي آفيسر ۽ دانشور ڊاڪٽر صاحب تي رنجش جو اظهار ڪندي ڏوهڏنو ته:

”...... (ڊاڪٽر) بلوچ حاسد آهي. نه ٿو چاهي ته ڪو به سنڌي (پي ايڇ. ڊي) ڊاڪٽر ٿئي. ..... جو مقالو رد ڪري ڇڏيائين.

امتحان ۾ گهٽ ڪي فيل ڪري ٿو.... ٻين جا مضمون پنهنجا ڪري ٿو ڇپائي.... وغيره وغيره.“

پنهنجي ڳالهه کي اڳتي وڌائيندي، جتوئي صاحب ساڳئي خط ۾ ٻڌايو ته:

”شام جو پير..... وٽ وڃڻ ٿيو، جنهن مون کي ٻڌايو ته توهان جي خلاف وڏي منظم سازش ٿي رهي آهي!“

**سازش طرف عملي قدم:**

جولاءِ 1962ع جي شروعات ۾ ڪراچيءَ جي هڪ انگريزي پندرنهن روزه اخبار پنهنجي 8 جولاءِ واري پرچي ۾ ڊاڪٽر صاحب جي ترتيب ڏنل لوڪ ادب سلسلي جي ڏهين ڪتاب ”مناظرا“ ۾ آيل مواد کي بنياد بنائيندي نه صرف ڪتاب بلڪ ان سان گڏ لوڪ ادب اسڪيم ۽ خود ڊاڪٽر صاحب جي شخصيت تي پڻ نازيب حملا ڪيا. هن تنقيدي مضمون جو عنوان هو:

"Gutter Scholar from Sindh takes a dive into the stink pool of vulgarity."

انهيءَ عنوان جو ترجمو منهنجي لاءِ آسان نه آهي. پر شايد اهو هن ريت ٿي سگهي ٿو:

”گندي ناليءَ جو سنڌي عالم، فحاشيءَ جي بدبودار ڏُٻي ۾ ٽٻي ٿو هڻي!“

مذڪور مضمون ۾ نه صرف ”مناظرا“ تي ڪُڌا حملا ڪيل هئا، پر ڊاڪٽر صاحب جي ڪردار ڪشي ڪندي، ڪين سنڌ يونيورسٽي توڙي ٻين قومي ادارن مان خارج جو مطالبو پڻ ڪيل هو. ٻين ڳالهين کان سواءِ مضمون ۾ لکيل هو ته:

1.”سنڌ جا ڪي اهڙا فرزند به آهن جن اهڙا شعر به ڇپيا جيڪي هڪڙي خيال کان سنڌ جي باوقار نالي جي بي عزتيءَ جو باعث سمجهيا ويندا!“

2. ”’مناظرا‘ جي عنوان هيٺ 750 صفحن ۾ سنڌ جي سرزمين جي هيٺان وهندڙ گندين نالين جو سمورو فحش مواد گڏ ڪيو ويو آهي! “

3. ”ڏسجي ٿو ته ڊاڪٽر بلوچ هن ڪتاب مان سٺو مواد خارج ڪرڻ لاءِ وڏي محنت ڪئي آهي!“

4. ”ڪتاب ۾ شامل سمورو مواد، انساني شرافت لاءِ ايڏو ته اڻ سهائيندڙ آهي جو انهيءَ جو ڪوبه حصو هن مضمون ۾ شامل ڪرڻ اسان لاءِ مشڪل ٿي پيو آهي.....“

ايترو سڀ لکڻ کان پوءِ ”سنڌي پوسٽ“ جي ايڊيٽر امين ترين مطالبو ڪيو ته:

”لازم آهي ته ڊاڪٽر بلوچ جهڙي شخص کي هڪ اهم تعليمي اداري (سنڌ يونيورسٽي) تان فوراً هٽايو وڃي. ڪيس انهيءَ عهدي تي فائز رکڻ جو مطلب ٿيندو اسان جي تباهي. اهو اسان جي فرزندن ۽ نياڻين واسطي وڏي هاڃي جو باعث ٿيندو.“

پنهنجي ياداشتن ۾ ڊاڪٽر صاحب رقم طراز آهي ته:

”ڪراچيءَ جي انگريزي اخبار ’سنڌي پوسٽ‘ لوڪ ادب ڪتاب ’مناظرا‘ خلاف لکيو. مقصد هو ته ڪتاب تي بندش پوي. ڪراچيءَ جي ڪمشنر جي آفيس ۾ اها پاليسي طئي ٿي چڪي هئي!“

**ڊاڪٽر صاحب سان همدرديءَ جو اظهار:**

سنڌي پريس ۽ عالمن انهيءَ معاملي تي مضبوط رد عمل ڏيکاريو. روزنامه ”عبرت“ جي 17- جولاءِ 1962ع واري پرچي ۾ ان وقت جي ايڊيٽر مرحوم شيخ علي محمد هڪ زوردار ايڊيٽوريل ۾ لکيو ته:

”.... صاف ظاهر آهي ته (اها تنقيد) ڪتاب ڪان وڌيڪ ڪتاب جي مرتب ڊاڪٽر نبي بخش جي ذات ۽ سنڌي ادبي بورڊ کي نشانو بنائڻ لاءِ لکي ويئي آهي يا لکائي ويئي آهي. اهڙو ايڊيٽر جيڪو سنڌيءَ جي الف-ب ڪان به واقف نه هجي ۽ جنهن، اسان سمجهون ٿا ته ڪتاب پوريءَ طرح پڙهيو به نه آهي ۽ نه ئي وري سمجهيو آهي، ڏسجي ٿو ته ڪنهن جي پڙڪائڻ تي اهڙي قسم جي غلط ۽ غليظ تنقيد ڪئي هئي.

”...... مذڪور اخبار، ڊاڪٽر صاحب کي سندس موجوده عهدي تان هٽائڻ جو مشورو به ڏنو آهي.... ڪيس معلوم هجڻ گهرجي ته ڊاڪٽر صاحب کي غير ملڪن مان وڏن عهدن جو آڇون ٿينديون هيون، پر هن صاحب صرف مادر وطن جي

خدمت ڪرڻ جي خيال کان سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ ملازمت اختيار ڪئي... ان سڄي تحرير جو مطلب ڊاڪٽر صاحب کي پاڪستان جي عوام جي نظرن ۾ ڪيرائڻ ۽ سنڌي ادبي بورڊ کي ڪنهن نه ڪنهن طريقي سان نقصان پهچائڻ آهي.“

ساڳئي اخبار جي 27 جولاءِ واري پرچي ۾ مخدوم امير احمد صاحب هڪ خط ۾ امين ترين کي مخاطب ٿيندي چيو ته:

”جناب اعليٰ! سنڌي تهذيب جا رڳو اوهان ٺيڪيدار نه آهيو.... مان ته سمجهان ٿو ته اوهان کي ڊاڪٽر بلوچ تي ڪي خارون آهن، جن کان متاثر ٿي، هن ڪتاب جي آڙ ۾ ڊاڪٽر صاحب مان ڪٿرون ڪيڻ گهريون آهن.... مون کي ته ڊپ آهي ته جيڪڏهن اهڙا نقاد صاحب پيدا ٿيا ته هو ڪنهن وقت قرآن شريف ۽ حديث شريف مان ڪي به اهڙا جملا ڳولهي خاڪم بدهن، خود خدا تعاليٰ ۽ رسول اللهﷺ تي به حملا ڪرڻ شروع ڪندا !“

پروفيسر ممتاز حسين به ساڳئي ڏينهن”عبرت“ ۾ شايع ٿيل هڪ خط ۾ سنڌين کي اپيل ڪئي ته:

”جيئن ته هيءُ مسئلو سنڌي ادب ۽ سنڌي عوام سان وابسته آهي، ان ڪري سنڌ جي عوام کي اپيل ٿي ڪجي ته هو انهيءَ سنڌي دشمن اخبار خلاف جوڳو قدم کڻي انهيءَ جي لاف زنيءَ کي بند ڪن.“

لاهور مان غلام نبي ميمڻ صاحب (حيدرآباد جو نامور وڪيل ۽ ان وقت اولھ پاڪستان جو وزير قانون هو) هڪ خط ذريعي ڊاڪٽر صاحب سان يڪجهتيءَ جو اظهار ڪندي خط لکيو:
”اخبار واري بڪواس پڙهي افسوس ٿيو، مون کي ڪالھ معلوم ٿيو ته (امين ترين) يا ته پاڻ هڪ بليڪ ميلر آهي، يا ڪنهن حاسد جي چرچ آهي. يا ٻئي سبب آهن. ڪيس بلڪل صاف ۽ ظاهر آهي. اوهان فوراً پهريائين فوجداري ڪيس حيدرآباد ۾ داخل ڪريو. يقيني سزا کائي ويندو. ان بعد سول ڪيس داخل ڪريو. وڪيل جيترا گهرندا، مفت ۾ حاضر ڪبا. پاڻ به حاضر آهيان ۽ حيدرآباد کان وڪيل به حاضر آهن. انشاء الله ضرور سزا کائيندو. اوهان ڪتاب ۾ حالانڪ پنهنجي ذاتي راءِ کابه ڪونه ڏني آهي. لاض ولاضرار. اوهان جي بقا لاءِ ضروري آهي....“

**پراڻا پلاند:**

ڪورٽ ۾ ڪيس هلندي، (جنهن جو ذڪر اڳتي ايندو) ڊاڪٽر صاحب ظاهر ڪيو ته امين ترين پنهنجي اخبار ذريعي پراڻا پلاند وٺڻ جو خواهشمند هو. انهيءَ ڳالھ جو پس منظر هي آهي ته سنه 1947ع ۾ جڏهن ڊاڪٽر صاحب ڪولمبيا يونيورسٽي آمريڪا ۾ ڊاڪٽريٽ ڪري رهيو هو. تڏهن ساڳئي وقت امين ترين ڪيناڊا ۾ پڙهي رهيو هو. ڊاڪٽر صاحب آمريڪا ۾ ”مسلم اسٽوڊنٽ ايسوسيئيشن“ جا سيڪريٽري هئا. هڪ

ملاقات ۾ امين ترين خواهش ظاهر ڪئي ته آمريڪي ۽ ڪينيڊا جي مسلمان شاگردن جي گڏيل ايسوسئيشن ٺاهجي، پر اها ڳالهه ڊاڪٽر صاحب جي ساٿين قبول نه ڪئي. امين ترين اهڙي فيصلي تي ناراض ٿيو هو.

**ڊاڪٽر صاحب جو رد عمل:**

هيتري اخلاقي حمايت بهرحال عملي طور تي ڪا خاص لاڀائتي نظر نه پئي آئي. ڊاڪٽر صاحب جي دُوردرس نگاهن ڏٺو پي ته اهو معاملو آسانيءَ سان ختم ٿيڻ وارو نه هو. سازش وڏي سوچ سان ٺاهيل هئي. انهيءَ کي مُنهن پڻ وڏي هوش، دانشمنديءَ ۽ جرئت سان ڏيڻو هو. ڊاڪٽر صاحب هاڻ پنهنجي عملي زندگيءَ جي نهايت اهم چئلينج جو عملي جواب ڏيڻ لاءِ سندرو ٻڌي ميدان ۾ لهڻ جو فيصلو ڪيو.

ڊاڪٽر صاحب ڇائي ڇم کان مشڪلاتن کي منهن ڏيڻ جو عادي هو. پاڻ فطرتاً هڪ اسپورٽس مئن هو. ڪرڪيٽ، هاڪي ٿوڙي فٽ بال ۾ سڀ کان اڳرو رهندو هو. ٻين راندين ۽ اسڪائوٽنگ ۾ به وڏي ڪاميابي ماڻي هئائين. جوناڳڙهه ۾ ڪاليج جي ميس جي مئنيجري وڏي جهيڙي کان پوءِ هٿ ڪيائين ۽ اُتي سنڌي برياني متعارف ڪرايائين، خاڪسارن جي سَوَن تي مشتمل جٿي جي اڳواڻي ڪيائين. شاگرديءَ واري دور ۾ ڊسٽرڪٽ ڪائونسل جي طاقتور ميمبر سيٺ ڏيارام جي مخالفت جي باوجود پنهنجي ڳوٺ ۾ اسڪول جو پايو وجهڻ ۾

ڪامياب ٿيو. مخالفن کي ڪو اندازو ئي ڪونه هو ته بظاهر نهڻو نماڻو هي انسان پنهنجي عزت ۽ وقار جي دشمنن کي ڪيئن نه پنهنجي همٿ ۽ هوشياريءَ سان رُڪ جا چڻا چٻاڙائي سگهيو ٿي!

**پهريون مرحلو:**

پهرئين مرحلي ۾، قانوني حجتون پوريون ڪرڻ لاءِ ڊاڪٽر صاحب سنڌي ادبي بورڊ سان رابطو ڪيو ۽ اُميد ڪئي ته جهڙي حالت ۾ لوڪ ادب اسڪيم بورڊ جو پراجيڪٽ هو ۽ ”مناظرا“ انهيءَ پراجيڪٽ جو حصو هو. تنهنڪري بچاءَ لاءِ بورڊ اڳيان ايندو.. پر ائين نه ٿيو. ڊاڪٽر صاحب يونيورسٽي انتظاميه ۾ به اميد ساري ته اها يونيورسٽيءَ جي بنياد ۾ حصو وٺندڙ هڪ سينئر اُستاد جي وقار جو تحفظ ڪندي، پر اتان به خاطر خواهه موٽ نه ملي.

**ڪمشنر حيدرآباد سان لهه وچڙ:**

ٻئي مرحلي ۾ ڊاڪٽر صاحب هڪ خط ذريعي حيدرآباد جي ڪمشنر حيدرآباد جو ڌيان ڇڪايو جنهن اهو معاملو حيدرآباد جي ناميارو وڪيل ۽ لا ڪاليج جي پرنسپال عبدالجليل صاحب ڏانهن راءِ لاءِ ڏياري موڪليو. عبدالجليل صاحب پنهنجي راءِ ۾ شاهه لطيف، سچل، ساميءَ ۽ بيدل کان سواءِ ڊي. ايچ لاوينس جي ڪتاب جا حوالا ڏيندي ”مناظرا“ جي فحش هجڻ کان ته انڪاري ٿيو پر سندس خيال ۾ ”سنڌي پوسٽ“ يا

امين ترين خلاف قدم کڻڻ ڊاڪٽر صاحب جو ذاتي معاملو هو، انهيءَ معاملي ۾ سرڪاري طور قدم کڻڻ جو جواز نه هو.

**امين ترين خلاف بدناموسيءَ جو ڪيس:**

سموريون حجتون پوريون ڪندي، سنڌ يونيورسٽيءَ کان اجازت وٺي، ڊاڪٽر صاحب پنهنجي وڪيلن (عبدالقادر هاليپوٽي ۽ محمد ميمڻ) معرفت 23 جولاءِ 1962ع تي ايڊيشنل ڊسٽرڪٽ مئجسٽريٽ جي ڪورٽ ۾ امين ترين جي خلاف پاڪستان پينل ڪوڊ جي قلم 500 ۽ 504 جي تحت ڪيس داخل ڪيو.

**ڪيس جي ڪاروائيءَ ۾ پيش ايندڙ مسئلا:**

ڊاڪٽر صاحب ڪيس ته داخل ڪري ويٺو پر عملي مشڪلاتون ڏاڍي مونجهاري جو باعث ٿي پيون. پهريون مسئلو اهو اٿيو ته پنهنجي مدد واسطي شاهد ڪٿان آڻي!؟ بدناموسي جي ڪيس ۾ مدعيءَ توڙي سندس شاهدن کان ڏاڍي ڏکي آڏي پڇا ٿي سگهي ٿي. اهڙا ڪيس تمام وڏي طوالت پڻ وٺي سگهن ٿا. پنهنجن پراين جا اثر رسوخ، دشمنيون، دوستيون پڻ وڏا مسئلا پيدا ڪري سگهن ٿيون. انهن مڙني حقيقي ۽ خيالي خدشن ۽ ذاتي مصلحتن همدردن کي اڳيان اچڻ کان روڪي ڇڏيو ٿي.. ويتر اهو به معلوم ٿيو ته سنڌ يونيورسٽيءَ جا ڪي پروفيسر ۽ ڪي ٻيا صاحب ڊاڪٽر صاحب ۽ ڪتاب خلاف بيان ڏيڻ لاءِ سنبري رهيا هئا.

**ڏيپلائي صاحب جو ڪردار:**

پنهنجي ساروڻين ۾ ڊاڪٽر صاحب ٻڌائي ٿو ته:

”اهڙي دل شڪن ماحول ۾ ڏيپلائي صاحب اڳتي وڌيو ۽ دل و جان سان منهنجو ساٿ ڏنائين. منهنجي طرفان شاهدي ڏيڻ آيو. هن ’مناظرا‘ جي ٻوليءَ ۾ آيل لفظن ۽ اصطلاحن جي خاطر خواهه وضاحت ڪري، ڪتاب کي معياري ثابت ڪيو.“

ڊاڪٽر صاحب وڌيڪ ٻڌايو:

”ڪيس اٺ سال هليو. امين ترين جي پاران بئريسٽر پير محمد چنه (مون ۽ منهنجي شاهدن تي) ڏاڍيون جُهلون ڪيون. مون ڏاڍو سٺو.....“

امداد حسيني پنهنجي ساروڻين ۾ ٻڌائي ٿو:

”ان ڏس ۾ اچرج جي ڳالهه اها هن ته پروفيسر غلام حسين جلباڻي صاحب (عربيءَ جي پروفيسر) جنهن کي ساڃي درجو وارو سمجهيو ويندو هو، ”مناظرا“ جي مخالفت ۾ شاهدي ڏني ۽ محمد عثمان ڏيپلائيءَ، جنهن کي ڪاٻي ڌرجو سمجهيو ويندو هو، تنهن وري ’مناظرا‘ جي حق ۾ شاهدي ڏني. ڊاڪٽر صاحب اڄ تائين ڏيپلائي جا ان ڏس ۾ ڳڻ ڳائي ٿو. ڏيپلائي صاحب مون کي پاڻ ٻڌايو ته هن ’مناظرا‘ جي بچاءَ ۾ مذهبي ڪتابن جا حوالا ڏنا هئا!“

**نتيجا:**

1. مناظرا تي بندش ڪانه پيئي.

2. لوڪ ادب اسڪيم بنا ڪنهن رڪاوٽ جي هلندي رهي ۽ جملي 42 جلد مختلف صنفن تي شايع ٿيا.
3. ڊاڪٽر صاحب جي عزت ۽ وقار کي ڪابه لهس نه آئي.
4. ڪن دوستن جي وچ ۾ پوڻ تي ڊاڪٽر صاحب امين ترين کي معاف ڪري ڪيس ختم ڪرايو.

**مددي ڪتاب ۽ مواد:**

1. ڊاڪٽر بلوچ صاحب کان مليل ڪيس جو فائل.
2. مختلف موقعن تي ڊاڪٽر صاحب جون ڪيل تقريرون.
3. نيوزاينڊ اوپينيئن (جولاءِ/ آگسٽ 2007ع) ۾ آيل انٽرويو.
4. راقم الحروف سان ڪيل ڊاڪٽر صاحب جي ڳالھ ٻولھ.
5. ڊاڪٽر صاحب جا نوٽ.
6. ”ڊاڪٽر بلوچ هڪ مثالي عالم“
7. روزنامه ”عبرت“ جولاءِ 1962ع جا مختلف پرچا.



پروفيسر ڊاڪٽر نور افروز خواجه

# ڊاڪٽر بلوچ: سنڌي ادب جي عظيم هستي

پروفيسر ايمريٽس سنڌ يونيورسٽي ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ پوري برصغير جي هڪ اهڙي اهم علمي شخصيت جو نالو آهي، جن سنڌي ٻولي ۽ ادب کي هميشه زنده رکيو آهي. ان جي ترقي ۽ ترويج ۾ پاڻ سدائين اڳرا رهيا آهن. سنڌ جا ماڻهو ڊاڪٽر بلوچصاحب جهڙي گرانقدر علمي شخصيت تي جيترو فخر ڪن ٿا، شايد ئي ڪنهن ٻيءَ ٻوليءَ ۾ ڪنهن اديب ۽ عالم تي ڪير ڪندو هجي. ڊاڪٽر بلوچ صاحب سنڌي ٻولي ۽ ادب ۾ تمام وڏو مقام رکندڙ اسڪالر هئا. پاڻ ننڍي عمر کان وٺي مرڻ گهڙي تائين سنڌي ٻولي ۽ ادب جي خدمت ڪندي گذاري. سندن خدمتن جي عيوض کيس صدارتي تمغهٔ حسن ڪارڪردگي، تمغهٔ پاڪستان ۽ ستارهٔ قائد اعظم سان پڻ نوازيو ويو.

ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي پيدائش 1917ع ۾، ڳوٺ جعفر خان لغاري، تعلقي سنجهوري ضلعي سانگهڙ ۾ ٿي. ان وقت سنڌ ۾ خاص طور تي ڳوٺن ۾ اسڪول ڪونه هئا. پر ڊاڪٽر صاحب جي پڙهائيءَ جي شوق کي ڏسي، سندن چاچي ولي محمد خان، کين ٻين هنڌن تي سٺن اسڪولن ۾ پڙهائڻ لاءِ ويهاريو. پاڻ بمبئي يونيورسٽيءَ مان 1936ع ۾ مئٽرڪ جو امتحان پاس ڪري، بهاءُ الدين ڪاليج جهونا ڳڙهه ۽ مسلم يونيورسٽي علي ڳڙهه مان وڌيڪ تعليم حاصل ڪئي. ان کان پوءِ ڪولمبيا

يونيورسٽيءَ آمريڪا مان ايم.ايڊ ۽ ڊاڪٽر آف ايڊيوڪيشن جون اعليٰ ڊگريون حاصل ڪيائون.
ڊاڪٽر صاحب، پنهنجي زندگيءَ ۾ لکيل ڪتابن، مضمونن ۽ مقالن ۽ انٽرويوئن ۾، پنهنجي پوري زندگي، سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب سان جيڪو سندن عشق هو، اُنهيءَ بابت تفصيلي طور معلومات ڏني آهي، ته پاڻ ڪيترين تڪليفن سان تعليم حاصل ڪري، انگريزي، سنڌي، عربي ۽ فارسي ٻولين ۾ مهارت حاصل ڪري انهن ٻولين ۾ بي شمار ڪتاب لکي، پنهنجو نالو هميشه لاءِ زنده رکيو آهي. اهڙيون عظيم هستيون، جيستائين سنڌي قوم جو هڪ فرد يا سنڌي ٻولي موجود هوندي ڪتابن ۾ سونهرياکرن ۾ کيس ياد ڪيو ويندو.
ڊاڪٽر صاحب جن جي شخصيت، علميت، ڪمالات، ادبي چال ۽ علمي مرتبو پوريءَ دنيا ۾ چاتو سڃاتو وڃي ٿو. ڇاڪاڻ ته سنڌي ٻولي نه صرف سنڌ ۽ هندستان تائين بلڪه پوري دنيا ۾ ڳالهائي وڃي ٿي، ڊاڪٽر صاحب جي خدمتن ۽ سنڌي ۾ لکيل ڪتابن کي ايتري شهرت ملندي رهندي ۽ اهي ڊاڪٽر صاحب جي شخصيت تي فخر ڪندا رهندا.
ڊاڪٽر غلام علي الانا، ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي شخصيت علمي ۽ ادبي خدمتن بابت لکن ٿا ته:
”ڊاڪٽر بلوچ صاحب علم التعليم، ادبيات، لسانيات، علم اللغات، سنڌي ادب، سنڌ جي ثقافت، آثار شناسي، لطيف شناسي،

لوڪ ادب ۽ سنڌ شناسي تي وڏو دسترس رکندڙ، بين الاقوامي دانشور هجڻ جي حقيقت رکندڙ سنڌ جو اهو فرزند آهي، جنهن تي سنڌ وارا جيترو فخر ڪن اهو ٿورو آهي.“ (ڊاڪٽر الانا، نئين زندگي، 2000ع، ص 7)

ڊاڪٽر بلوچ صاحب پنهنجي تعليم مڪمل ڪري، 1951ع ۾ علامه آءِ.آءِ.قاضيءَ جي وقت ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ ايجوڪيشن ڊپارٽمينٽ ۾ پروفيسر ۽ پوءِ ان ئي انسٽيٽيوٽ جو ڊائريڪٽر مقرر ٿيا. پاڻ ان وقت سنڌي شعبو به قائم ڪرايائون. 53-1952ع کان وٺي 1959ع تائين ان جا انچارج چيئرمين رهيا ۽ شعبي ۾ ڪيترائي تحقيقي ڪم ڪرايائون. ان کان سواءِ پاڻ سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ نيو ڪئمپس جي پلاٽ وٺڻ کان وٺي، نيو ڪئمپس جي مختلف شعبن کي قائم ڪرڻ، پريس، ميوزيم وغيره ۾ علامه آءِ.آءِ.قاضيءَ جا ٻانهن ٻيلي ٿي رهيا. پاڻ وائيس چانسيلر ٿيڻ تائين، سنڌ يونيورسٽيءَ کي بهتر کان بهتر ڏسڻ لاءِ ڪوششون ڪندا رهيا.

ڊاڪٽر بلوچ صاحب پاڻ نه صرف هڪ استاد هئا، پر هڪ سٺا اسڪالر، هڪ سٺامنتظم پڻ رهيا. پاڻ ڪيترائي عهدا ماڻيائون پر هر عهدي تي نهايت ئي سچائي، ايمانداري ۽ جفاڪشيءَ سان ڪم ڪري پنهنجو پاڻ کي مڃرايائون.

1980ع ۾ اسلام آباد ۾، اسلامي يونيورسٽيءَ جا وائيس چانسيلر مقرر ٿيا. سنڌ يونيورسٽيءَ جا وائيس چانسيلر رهيا، نيشنل

انسٽيٽيوٽ آف هسٽاريڪل اينڊ ڪلچرل ريسرچ جا 1979ع کان 1982ع تائين ڊائريڪٽر رهيا، تعليم جا وزير (نگران) رهيا.1977ع کان 1979ع تائين ثقافت، آثار قديمه، رانديون ۽ صحت جا وزير مقرر ٿيا. 1979ع ۾ قومي ڪميشن تحقيق، تاريخ ۽ ثقافت جا چيئرمين مقرر ٿيا. 1983ع کان 1989ع تائين نيشنل هجره ڪائونسل اسلام آباد جا مشير ٿي رهيا. پاڻ اتي به ڪيترين ئي اسڪيمون ٺاهي، ڪتاب شايع ڪرايائون. سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جا 1991ع ۾ پهريان چيئرمين رهيا، جتي پاڻ سنڌي ٻوليءَ جي سکيا، ٻوليءَ جي واڌاري ۽ ٻوليءَ کي استعمال ڪرڻ وغيره بابت تمام گهڻو ڪم ڪيائون ۽ آخري وقت تائين سنڌ يونيورسٽي ۽ ٻين ادارن ۾ سينيٽ، اڪيڊمڪ ڪائونسل جا ميمبر ۽ سبجيڪٽ اسپيشلسٽ به هئا، جتي پاڻ ڪيترائي مفيد مشورا ڏيندا رهندا هئا. ڊاڪٽر بلوچ صاحب ڪيترن ئي موضوعن تي سوين ڪتاب ۽ بي شمار مقالا لکيا آهن. پاڻ ”گڏهه“ (تنقيدي) ڪتاب کان پوءِ ٻولي ۽ ادب تي ڪتاب لکيو، جنهن ۾ سنڌي ٻوليءَ جي ابتدا بابت پنهنجو نظريو پيش ڪيو آهي ۽ سنڌي ادب جي شروعات بابت وضاحت سان بيان ڪيو آهي.

ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي زندگيءَ جو وڏو ڪارنامو شاهه لطيف جي ڪلام کي مرتب ڪرڻ آهي. پاڻ لطيف سائين جي ڪلام جا وڏا ڄاڻو هئا. بلوچ صاحب ڪلام جي ڪيترن سُرن

ڪي ترتيب ڏيئي، شاهه جي ڪلام جا ڏهه جلد مڪمل تيار ڪري ان جي شرح تيار ڪئي. ان کان علاوه پاڻ جامع سنڌي لغت 1951ع، سنڌي- اردو لغت 1959ع، اردو- سنڌي لغت 1960ع ۾، جواهر اللغات، سنڌي اڪيچار، هڪ جلدي سنڌي لغات 1959ع، انگريزي- سنڌي لغات ۽ ٻيا به لغت جا ڪيترائي ڪتاب تيار ڪرايائون.

ڊاڪٽر بلوچ صاحب جو ٻيو وڏو ڪارنامو لوڪ ادب کي سهيڙڻ آهي. پاڻ سنڌي ادبي بورڊ جي مدد سان 1955ع کان منظور ڪيل رٿا مطابق ڪم شروع ڪرايو ۽ 38 صنفن تي، 40 کان مٿي ڪتاب شايع ڪرايائون. پاڻ انهيءَ بابت لکن ٿا ته:

”ان تجويز مطابق 1959ع کان لوڪ ادب جي سهيڙڻ جو ڪم شروع ڪيو ويو، انهيءَ سلسلي ۾ تعلقي وار ڪارڪن مقرر ڪيا ويا ته ڏنل هدايتن موجب ٻهراڙين مان مواد گڏ ڪري موڪلين. سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ سنڌي لغت آفيس سان گڏ، لوڪ ادب جي مرڪزي آفيس قائم ڪئي ويئي ۽ ڪارڪن مقرر ڪيا ويا ته مقامي طور گڏ ڪيل توڙي ٻاهران آيل مواد کي هدايتن موجب ورچي ورهائي، پيٽي صاف ڪري ڇپائڻ لائق بنائين.“ (ڊاڪٽر بلوچ، 1998ع، ص 56)

ڊاڪٽر بلوچ صاحب لوڪ ادب جي ڪم تي پنهنجو پاڻ مجايو. هن وقت تائين جيترو به ڪم ڊاڪٽر بلوچ جو ڪيل

آهي، ٻئي ڪنهن به اسڪالر نه ڪيو آهي. پاڻ سنڌ جو صدين
ڪان لڪل ۽ لَڪيل خزانو هٿ ڪري، ٿاهي، سنواري، سينگاري
پيش ڪيو. بقول ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي ته ايترو ئي مواد اڃا
اڻ ڇپيل موجود هو، جن ۾ لوڪ ڪهاڻين، بادشاهن، وزيرن،
شهزادن، سوداگرن، جادوگرن، جنن، ڀوتن، ڏائڻين، جانورن،
پکين ۽ انسانن جي عشق جي عقل، سمجھ، سياڻپ، همت،
شجاعت، بهادري ۽ همدرديءَ جا قصا ۽ نصيحت آميز نُڪتا،
مختلف روايتن سميت بيان ڪيا آهن. پاڻ لوڪ ڪهاڻين جا 7
جلد تيار ڪيائون، جن ۾ مقدما، ڪهاڻين جا تر ۽ ٻر، ڪهاڻين
جا ڪردار ۽ ڪهاڻين بابت تاريخي روايتن وغيره کي بيان
ڪيو آهي. ان کان سواءِ قصن ۽ عشقيه داستانن تي ڪتاب
لکيائون. معياري نظمن، ديني نظمن، مولود، مدح، ٿيهه اکريون،
مناظره، هفتا، ڏينهن ۽ راتيون، نظم، واقعاتي بيت، جنگ نامه،
ساٺ سنئوڻ، ڪافيون، لوڪ گيتن، جمالو، مورو، چلڙو،
لولي، همرچو کان علاوه ڳيچ وغيره سينگار شاعري، نڙبيت،
پرولي، هنر، ڏٺ، معما، ڳجهارت وغيره جي صنفن تي ڌار
ڌار ڪتاب لکي، انهن صنفن بابت ڄاڻ ڏيڻ سان گڏ، سگهڙن
جو ڪلام به شايع ڪرائي سنڌي ٻوليءَ کي مالامال ڪيو آهي.
سندن گڏ ڪيل انهيءَ خزاني جي ڪري سنڌي ٻوليءَ جي
قدامت، سنڌي ثقافت، سنڌ جي تاريخي ۽ سماجي سياسي حالتن،
ريتن رسمن، ڏنڌي واپار، ڀوڪي راهي، هنر سان گڏ سنڌ جي

شهرن، ڳوٺن، هنڌن، ماڳن جي ذڪر سان سنڌ جي ڏهن سخي ڏاتارن جي سخاوت جي هاڪ ملي ٿي. انهيءَ سموري ڪم جو ڪريڊٽ ڊاڪٽر صاحب ڏانهن وڃي ٿو.

انهيءَ کان علاوه ڊاڪٽر صاحب سنڌي ڪلاسيڪي شاعريءَ تي به تمام گهڻو ۽ تحسين جوڳو ڪم ڪيو آهي. پاڻ موسيقيءَ ۽ راڳ جا سٺا ڄاڻو هئا، ڪلاسيڪي شاعرن جي ڪلام ۽ سندن موسيقي تي ڪيل ڪم سارا ه جوڳو آهي. پاڻ 1973ع ۾ سنڌي موسيقيءَ جي تاريخ تي انگريزيءَ ۾ ڪتاب (Development of Music in Sindhi) لکيائون.

ڊاڪٽر صاحب سنڌي ڪلاسيڪي شاعرن شاه لطف الله قادري، شاه عنايت رضوي، شاه عبداللطيف ڀٽائي، خليفو نبي بخش لغاري، صوفي محمد صديق فقير، حمل فقيرلغاري ۽ نواب ولي محمد لغاريءَ وغيره جي ڪلام کي سهيڙي، ترتيب ڏيئي، انهن جي زندگيءَ ۽ ڪلام بابت مقدما لکي شايع ڪرايا آهن، جيڪو به سندن وڏو ڪارنامو شمار ٿئي ٿو.

پاڻ عربي، فارسي ۽ انگريزي ٻولين ۾ به ڪيترائي ڪتاب شايع ڪرايا آهن. سنڌ جي تاريخي ڪتابن، تاريخ معصومي، چچ نامه، تحفة الڪرام، تاريخ طاهري، لب تاريخ سنڌ، بيگلار نامه سندن ئي ڪوششن جو نتيجو ۽ ثمر آهن. ڊاڪٽر بلوچ صاحب جا سنڌ جي تاريخ بابت ڪافي مقالا لکيل آهن. پاڻ عربي، فارسي ۽ سنڌ جي علمي ادبي تاريخي ذخيري تي، پير حسام الدين

راشديءَ سان گڏجي سنڌي ادبي بورڊ جي رٿا تحت ڇپيا ٻه ڪيترائي ڪتاب شايع ڪرايا.
ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي شخصيت، سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب لاءِ ڪيل سندن خدمتن جو شمار ڪرڻ منهنجي وس کان ٻاهر آهي. ڊاڪٽر صاحب جي علمي ۽ ادبي خدمتن تي ته ڪئين ڪتاب لکي سگهجن ٿا. صرف هڪ مقالي ۾، ڊاڪٽر صاحب جي شخصيت کي پيش ڪرڻ ناانصافي ٿيندي. پر ادب جي هڪ ادنيٰ خادم جي حيثيت ۾، ڊاڪٽربلوچ صاحب تي ٻه ٽي لفظ لکي، پاڻ کي سندس پسند ڪندڙن ۽ متاثر ٿيندڙن ۾ شمار ڪرائي سگهان ٿي. ڇاڪاڻ ته منهنجي چيئرپرسن واري سڄي دؤر ۾، ڊاڪٽر بلوچصاحب سان سنڌي شعبي مان شايع ٿيندڙ ڪتابن 'ڪينجهر' جي مختلف پرچن لاءِ ۽ شاهه لطيف تي شايع ٿيندڙ ڪتابن 'اگهيا سُٽ سندا' ۽ 'لوچيان ٿي لاحد ۾' ڪتاب ۾ مقالن لاءِ ٽيليفون تي ڳالهه ٻولهه ۽ لکپڙهه ٿيندي رهندي هئي. اسان سندن لکيل مقالن کي ڪمپوز ڪري سندن چوڻ مطابق پروف ڏسڻ لاءِ) موڪليندا هئاسون ته ٻن ٽن ڏينهن ۾ پروف ڏسي موڪليندا هئا ۽ هر وقت منهنجي همت افزائي ڪندا رهندا هئا.
ان کان سواءِ سنڌي شعبي ۾ منعقد ٿيندڙ شاهه لطيف ليڪچر پروگرامن ۾ شرڪت ڪري، پنهنجي قيمتي راءِ ڏيندي اصلاح پڻ ڪندا رهندا هئا. سنڌي شعبي جي ڪتاب 'اگهيا سُٽ سندا' ۾ سندن تقرير پڻ شامل آهي.

آخر ۾ اها الله سائين کان دعا آهي ته کين جنت ۾ جاءِ ڏي (آمين) ۽ اسان سڀني کي توفيق ڏي ته سندن نقش قدم تي هلڻ جي ڪوشش ڪريون ۽ سندن نوازيل سرمائي کي پڙهون، سکون، سمجهون، عمل ڪريون ۽ سنڀالي رکون. ائين ڪرڻ سان ڊاڪٽر صاحب جن هر وقت، هر لمحي اسان جي دلين ۾ سدائين موجود رهندا.

**حوالا**


1. الانا، غلام علي، ڊاڪٽر، (مقالو) ’هڪ ڀيڄُو دانشور‘، (ڊسمبر 2000ع)نئين زندگي، انفارميشن ڊپارٽمينٽ آف پاڪستان ص 7.
2. جوٽيجو، عبدالجبار، ڊاڪٽر- ”ڊاڪٽر بلوچ- هڪ مطالعو،“ (1998ع) لاڙ ادبي سوسائٽي، بدين.




ڊاڪٽر عبدالرسول قادري

## سائين ڊاڪٽر بلوچ: عظيم استاد

(سندن خط ۽ پهرين ملاقات جو احوال)

سائين ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ولد علي محمد خان لغاري (اين. اي بلوچ، ڄم: 16 جنوري 1917ع- وفات 6- اپريل 2011ع). سر زمينِ سنڌ جو تاريخ ساز ۽ عظيم انسان هو. هُن جون لافاني تحقيقي ۽ علمي ادبي خدمتون سج جيان روشن آهن. سندس سنڌي ۽ انگريزيءَ ۾ خطن جا مجموعا شايع ٿيا آهن. اهي پنهنجي ليکي وڏو علمي خزانو آهي. انهن علمي ۽ تاريخي خطن ۾ ڪيئي هيرا جواهر سمايل آهن. اجا به علمي دنيا ۾ سندس گهڻائي خط علم دوستن وٽ ٽڙيا پکڙيا پيا آهن. ضرورت آهي ته انهن خطن کي ڳولي مواد مرتب ڪجي، ته اها وڏي علمي خدمت ٿيندي.

خط انساني زندگيءَ جو آئينو هوندو آهي، خطن مان لکندڙ جي شخصيت، علمي عظمت، اعليٰ فڪر ۽ اکرن جي خوشبوء ظاهر هوندي آهي. هونئن ته سائين ڊاڪٽر بلوچ جي خط و ڪتابت جو سلسلو هڪ عام ڀهراڙيءَ جي سالڪ سگهڙ کان وٺي، سنڌ پاڪستان ۽ دنيا جي مڃيل اسڪالر ليکڪن ۽ محققن تائين وسيع هو. مون علم جي طالب ۽ سندس رهبريءَ ۾ پي ايچ. ڊي جي شاگرد وٽ سائين ڊاڪٽر بلوچ جا ڪوڙ سارا عيد مبارڪ جا ڪارڊ ۽ خط محفوظ آهن. اهي خط سنڌي، انگريزي ۽ عربيءَ ۾ لکيل آهن. انشاءَ الله تعاليٰ انهن سمورن خطن کي تعليقات ۽ سوانح حيات سان گڏ ڪتابي صورت ۾ شايع ڪيو ويندو. في الحال يادگيريءَ قائم رکڻ لاءِ انهن خوشبودار خطن

مان چوند خط هتي شامل آهن. خطن جو مختصر پس منظر ۽ تعارف به شامل آهي ته، جيئن خطن جي علمي اهميت سامهون رهي.
سائين ڊاڪٽر بلوچ اڄ کان ٽيهه سال اڳ منهنجي لکيل خط جي موٽ ۾ پهريون خط اسلام آباد مان لکيو. جيتوڻيڪ ان وقت پاڻ اسلامي يونيورسٽيءَ جو وائيس چانسلر هو. منهنجو خط سنڌ جي سرتاج شاهه عبداللطيف ڀٽائي ? (1102هه- 1165هه) جي بيتن بابت هو، پر سندس حضرت شاهه ڀٽائي ۽ هن جي پيغام سان محبت هئي، ان ڪري شاهه لطيف جي حوالي سان رهنمائي ڪيائون. پوءِ منهنجو اهو پهريون خط ۽ ان تي جوابي نوٽ سندس خطن جي مجموعي ”سڄڻن جا سلام“ ۾ به شامل آهي.

**باسمه تعاليٰ**

ڊاڪٽر اين. اي بلوچ
پوسٽ باڪس نمبر 1230
اسلام آباد
3 ربيع الاول 1401هه
10 جنوري 1981ع

پيارا ادا عبدالرسول
اسلام عليڪم

اوهان جو خط مؤرخه 22 صفر 1401هجري پهتو. اوهان نهايت پيارو ۽ تفصيلي خط لکيو آهي ۽ اوهان جي نيڪ خيالن تي مون کي گهڻي خوشي ٿي آهي، مبارڪ باد!
شاهه عبداللطيف ؟ نه فقط سنڌ جو وڏو شاعر ۽ مفڪر هو، پر هو دنيا جي وڏن شاعرن مان هڪ آهي. اعليٰ تخيل، نيڪ ۽ پاڪيزه جذبات سندس شعر جو روح آهن. هو ڪابه اهڙي هيٺاهين ڳالهه ڪونه ٿو ڪري، جيڪا عام ماڻهو ڪندا آهن. اها ئي سندس ڪلام جي صحيح پرک آهي، البت جيئن ڪن وڏن شاعرن سان ٿيو آهي، تيئن ڀٽائي صاحب جي نالي به ڪيئي بيت ۽ ڳالهيون منسوب ڪيون ويون آهن، جيڪي ڀٽائي صاحب جي شايان سان ناهن. ”ملا ملا“ وارا بيت جن ۾ گِلا آهي، سي پوين احمقن جا ٺهيل آهن. انهن کان سواءِ ڪي پيا بيت جن ۾ گلا ناهي، پر ميار آهي، سي به پهرئين دور جي رسالن ۾ ڪين آهن ۽ پوئين دور (اڄ کان سؤ سال کن اڳ) جي رسالن مان به بلڪل آخر ۾ لکيل هڪ ٻن قلمي رسالن ۾ آهن، پر انهن اڳين رسالن ۾ اهڙا ڪيئي بيت ۽ وايون آهن، جيڪي ٻين جا آهن ۽ ڀٽائي صاحب جا ناهن. ڀٽائي صاحب جي بيتن ۽ واين جي پرک اها آهي ته، انهن ۾ سوچجي ته ”لفظن يا معنيٰ جي ڪيتري سهڻائي آهي“ جن بيتن ۾ لفظ يا معنيٰ جي سهڻائي ناهي، سي ڀٽائي جا آهن ئي ڪين. در محمد ڪمال صاحب پنهنجي مضمون ۾ صحيح خيال

پيش ڪيو آهي. اميد ته اوهان به خير سان هوندا. سلام سنگت کي.

**مخلص**

نبي بخش

[ڪن ماڻهن واتان ”ملا ملا نه چئو“ ۽ ”ملا مرئي ماء“ جهڙا بيت شاهه ڀٽائي جي نالي منسوب ٻڌبا هئا. انهن بيتن جي تحقيق خاطر سائين ڊاڪٽر بلوچ کي خط لکيو ويو. هيءُ مٿيون تحقيقي جواب ان خط جي پس منظر ۾ لکيل آهي. ان کان پنجويهه سال پوءِ جڏهن سندس خطن جو ڪتاب ”سچڻن جا سلام“ 2005ع ۾ ڇپيو ته، ان ۾ منهنجو لکيل خط علمي اهميت خاطر شامل ڪرڻ سان گڏ هيٺان پاڻ هيءُ نئين سر وضاحتي نوٽ لکي شامل ڪري حقيقت کي ويتر چِٽو ڪيو.]

خط ۾ لکيل بيت، انهن پڙهڻين سان ’شاهه جي رسالي‘ جي ڪنهن به قلمي نسخي يا ڇاپي ۾ ڏنل ناهن ۽ شاهه صاحب جي شعر ۽ فڪر جي معيار کان ڪِريل آهن. مڪتب ۾ پڙهائيندڙ ’مُلا‘ (پرائمري ٽيچر) تي، مفڪرن ۽ صوفين سالڪن گهڻي وقت کان تنقيد ڪئي، پر اها تنقيد تعليمي نقص جي لحاظ سان هئي. شاهه صاحب پڻ ان طرح تنقيدي بيت چيا، جيڪي رسالي جي مستند متن ۾ سريمن جي داستان 3 هيٺ موجود آهن. جيڪي بيت پوءِ فرقيواريت يا جهالت سببان ’ملا‘ لاءِ حقارت طور چيا

ويا. تن جي شروعات هڪ اوائلي بيت جي غلط پڙهڻي سان ٿي. اهو بيت قاضي قادن جي ڪلام ۽ پوءِ شاهه جي ڪن رسالن ۾ شامل ٿيو. اصل بيت اڻ ڄاڻ طبيبن بابت هو ته:

پٽو ڦٽو پيٽ ۾، وڍي مُلا ماهه،
ڏائين ڏني ڏوڙ ۾، الله اوري آهه.

يعني مرض اندر ۾ آهي، پر طبيب پيو ٻاهرين جسم وٽان (ملا) گوشت ڪوري: يعني اڻ ڄاڻ حڪيم مٿي ۾ ٿيي هنئين آهي ۽ الله ٿل منهنجي آهه اگهائي (اوري). هن بيت ۾ (مُلا) جي معنيٰ (وٽان) هئي ۽ موضوع جاهل حڪيم جو هو. اها ڳالهه هڪ ته عام پڙهندڙ کي سمجهه ۾ نه آئي ۽ ٻيو ته مخالفن ان کي ملا (مولوي) جي معنيٰ ۾ ڦيرائي پڙهيو ته:

ملين مٿي ماء، جئن پٽو ڦٽو پيٽ ۾،
سچاڻي الله، ٿيي ڏنائين ڏوڙ ۾.

تفصيل لاءِ ڏسو ”شاهه جو رسالو: رسالي جو ڪلام“ مستند متن جلد ڏهون 1999ع، صفحو 265. نبي بخش. ”سچڻن جا سلام“ صفحو 197.

[اهو خطن جو سلسلو آخر تائين جاري رهيو. ان وچ ۾ ملاقاتون ٿيون. منهنجن ڪتابن جا مقدما لکيائون. شاهه عبداللطيف ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز، سنڌي ادبي بورڊ، سنڌي لينگئيج اٿارٽي ۽ ڪلهوڙا سيمينار ڪميٽي طرفان ڪتاب شايع ڪرايائون. پي ايچ. ڊي لاءِ شوق ڏياري، عنوان به پاڻ ڏنائون ۽ ڪم پايهء تڪميل تي پهچايائون.]

خطن جو سلسلو جاري هو ته پاڻ اسلام آباد مان لکيائون ته: ”آءٌ 26- 27 نومبر 1987ع تي حيدرآباد ايندس. اتي اچو ته ملاقات ڪريون.“

پوءِ شايد ڪنهن سبب ڪري سندس حيدرآباد جو پروگرام تبديل ٿيو. باخبر رکڻ لاءِ وري هي خط لکيائون.

اسلام آباد

25 ربيع الاول 1408هه

18 نومبر 1987ع

ادا عبدالرسول قادري بلوچ

السلام عليڪم،

اوهان کي به ڏينهن اڳ خط لکيو اٿم ته آءٌ 26-27 تاريخ هن مهيني جي حيدرآباد هوندس. اهو پروگرام بدلجي ويو آهي، هاڻي 12-13 ڊسمبر تي حيدرآباد ۾ هجڻ جو پروگرام آهي. هيءُ اطلاع انهيءَ لاءِ ڏنم ته اوهان کي ڪا تڪليف نه ٿئي.

## مخلص

نبي بخش

[جيڪڏهن پاڻ مون کي خط نه لکن ها، ته به خير هو. آءٌ حيدرآباد ۾ قرب وارن علم دوستن سان ملي ۽ پنهنجي لائبريريءَ لاءِ ڪتاب وٺي ڳوٺ موٽي اچان ها. پر ڪين وقت ۽ واعدي جو قدر هو. ان ڪري هڪ اڻ واقف ۽ نه ڏٺل ماڻهو ڏانهن به ٻه ڏينهن ترسي، پنهنجي پروگرام تبديل ٿيڻ جو اطلاع لکي نهايت عالي ظرفي جو مثال قائم ڪيائون.]

پهرين ملاقات: آءٌ واعدي موجب حيدرآباد وڃڻ لاءِ رات سڪرنڊ ۾ وچي رهيس. صبح جو گورنمينٽ بس ۾ حيدرآباد روانو ٿيس. صبح جو ساڍي نائين بجي ڪوارٽر نمبر 12، ڪئمپس حيدرآباد پهتس. اتي سائين ڊاڪٽر بلوچ جو ڏوهٽو فاروق مليو. جنهن احترام طور ڊاڪٽر بلوچ صاحب ”ناني“ جي بجاءِ ”بابو“ ٿي سڏيو. فاروق اندر ڪمرو کولي ويهاريو ۽ ڊاڪٽر صاحب ڏي منهنجي نالي جي چٺي کڻي ويو. موٽي اچي ٻڌايائين بابو سائين ڊاڪٽر صاحب اندران در بند ڪيو لکڻ ۾ مصروف آهي. ڏهين بجي ازخود ٻاهر نيرن ڪرڻ لاءِ ايندو. سائين ڊاڪٽر بلوچ کي چٺي ملي تمام گهڻو خوش ٿيو. ماني موڪليائين. ان بعد چانهه به آئي. ان وچ ۾ پاڻ به نيرن ڪري ٻاهر اچڻ لڳو. مون، فاروق سان ڪچهري پئي ڪئي ۽ ڊاڪٽر

بلوچ جي لکڻ پڙهڻ، روزانه مصروفيت ۽ زندگيءَ جو ٽائيم ٽيبل گذارڻ جو تفصيل پئي معلوم ڪيو. فاروق ٻڌايو ته:
”بابو سائين فجر نماز پڙهي، قرآن شريف جو دور ڪري، ورزش خاطر اڌ مني ڪلاڪ لاءِ ٻاهر پنڌ نڪري ويندو آهي. واپس اچي چانهه پي لکڻ پڙهڻ لاءِ اندر ڪمري ۾ دروازو بند ڪري علمي ادبي ڪم ڪندو آهي. ڏهين بجي نيرن ڪري آفيس، سرڪاري ڪم لاءِ ويندو آهي. ٻارهين کان ٻين بجي دوران آيل ماڻهن سان علمي ادبي ملاقات جو وقت آهي. ٻين بجي گهر اچي منجهند جي ماني کائي، ٻيهري نماز پڙهي آرام ڪندو آهي. شام جو پنجين بجي کان لوڪ ادب آفيس ۾ رات جو اٺين بجي تائين ويهندو آهي. اتي لوڪ ادب، لغت ۽ شاهه جي ڪلام تي تحقيق جو ڪم جاري هوندو آهي. اهو ڪم ٻئي عملي سان گڏ استاد شيخ محمد اسماعيل جي سهڪار سان سائين ڊاڪٽر بلوچ جي نگرانيءَ ۾ ورهين کان هلندڙ آهي. رات جو اٺين بجي کان پوءِ گهر اچي ماني کائي ٽيليويزن تي خبرون خاص ڪري تاريخ جا پروگرام ڏسندو آهي، پوءِ آرام ڪندو آهي. اهو بابا سائين جو ورهين کان معمول آهي. هونئن اسلام آباد، يا ٻئي علمي سفر ۾ ٽائيم ٽيبل ۾ مٽ سٽ ٿيندي آهي. گهر، اولاد ۽ اسان جي تعليمي نظرداري به پيار ۽ شفقت سان ڪندو رهندو آهي.“
ائين ڪندي شيخ محمد اسماعيل هڪ اڏيري لال جي پاسي جي سيد عبدالمنعم عرف محمد شاهه سان گڏ ڊاڪٽر بلوچ سان ملڻ

اندر آيو. سائين ڊاڪٽر بلوچ واندو ٿي اسان وٽ آيو. پهريان مون سان پاڪر پائي مليو ۽ سجاتائين، جيتوڻيڪ اڳ ۾ ڪونه مليا هئاسون. پين سان ملي ويهڻ شرط چيائين ته، شاهه صاحب! اسان جي اڳ ۾ خطن ذريعي علمي ڏي وٺ آهي ۽ گهڻيون ڳالهيون ڪرڻيون آهن، ان ڪري پهريان احوال توهان سان. هن شاهه صاحب ٻڌايو ته، ”اسان شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي ڀيڻ جو اولاد آهيون.“ پوءِ سائين ڊاڪٽر صاحب بيبي بتول ۽ بيبي لعل جي حوالي سان شاهه صاحب کان تفصيلي احوال پڇيو. ان کان پوءِ وڏي ڊائري جيڏي سائي نوٽ بڪ تي اهو سمورو احوال اتي جو اتي قلم بند ڪري، وري شاهه صاحب کي پڙهي ٻڌايو. خاص ڳالهه ته شاهه صاحب وٽ پنهنجو شجرو لکيل هو. ڊاڪٽر صاحب هن کي چيو ته، اهو شجرو پيٽي ڏسبو. مون کي آڻي ڏيو يا آءٌ اوهان وٽ اوڏانهن روبرو اچي شجرو لکي پيٽيان. شاهه صاحب شجرو آڻي ڏيڻ جو وعدو ڪيو. ان کان پوءِ پاڻ شاهه صاحب کي ٻاهر دروازي تائين ڇڏي موڪلائي آيو.

ان بعد مون سان مخاطب ٿيو ته اوهان جا خط، تحفا ۽ پيغام پهتا مهرباني. ڪالهوڪي سنڌي ادبي بورڊ جي ميٽنگ ۾ اوهان جو ڪتاب ”مخدوم محمد هاشم ٺٽوي“ منظور ٿي ويو. مون بورڊ جي گڏجاڻي ۾ چيو ته، هيءُ ڪتاب مون ڏٺو آهي ۽ ان جو مصنف تمام لائق آهي. ان کان پوءِ مون کان ذاتي زندگيءَ جو سربستو احوال پڇيائين. مون کيس ٻڌايو ته: فارسي ۽ عربي ۾

فاضل ۾ مدرسي ۾ مُدرس هوس. پوءِ سرڪاري نوڪري ۾ آيس. سيد امداد محمد شاهه جي گورنمينٽ هاءِ اسڪول مجيد ڪيرئي ۾ 15 گريڊ ۾ آهيان. هن سان تاريخ ۾ ايم.اي جو امتحان فرسٽ ڪلاس ۾ پاس ڪيو اٿم ۽ مطالعي ۽ ڪتابن سان عشق آهي.

پاڻ افسوس ڪرڻ لڳو ته اصل ڪم مدرسي جو هو، اهو تعليمي سلسلو نه ڇڏيو ها ۽ اسڪولي تعليم ته نقل آهي. ايم. اي امتحان تي خوش ٿيو ۽ چوڻ لڳو ته پي ايچ. ڊي چو نه ٿا ڪريو؟ مون چيو ته، طريقه ڪار بابت معلومات ڪانهي، ان لاءِ ڇا ڪبو؟ پاڻ ٻڌايائين ته سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ علامه آءِ. آءِ. قاضي چيئر قائم ڪئي اٿن. ان جو مون کي اعزازي پروفيسر مقرر ڪيو اٿن. ان ڪري منهنجي نگرانيءَ ۾ داخلا وٺو. اوهان لکو ته ڊاڪٽر بلوچ کي منهنجو گائيڊ مقرر ڪن. مون سندن همت افزائي تي شڪريو مڃيو ۽ هائوڪار ڪيم.

ان کان پوءِ مون کان منهنجو پروگرام پڇيائون. مون چيو ته بس اوهان جي ملاقات لاءِ آيو هوس. پاڻ چيائون ته چڱو مون کي به ايڏانهن سعيد آباد هلڻو آهي، ڪهڙي سواري تي هلون؟ مون کين چيو ته گورنمينٽ بس آهي، پر ان کان بهتر حيدرآباد، نواب شاهه ويگن سروس آهي. پاڻ چيائون ته اوهان هلي ويگن تي جاءِ رکو، ته آءٌ اچان ٿو. آءٌ ٻاهر نڪري ڪمند جو رس پي، ڪيلا وٺي رڪشي ۾ پڻاڻ ڪالوني ويگن اڏي تي آيس، ته پاڻ اڳ ۾

پهچي ويا هئا ۽ هڪ ويگن مان لهي رهيا هئا. چيائون ته هن ويگن ۾ ٻن ڄڻن جي جاءِ خالي آهي، پاڻ ٿي ڄڻا آهيون، ان ڪري ٻي ويگن ۾ ٿا ويهون. ٿيون ساڻن ڏوهٽو فاروق به گڏ هو. ان وٽ ٿيلهي نما ننڍي بيگ هٿ ۾ هئي. ٻي ويگن ۾ ويهي فاروق کي چيائون ته، سائين لاءِ فروٽ وٺي اچ ۽ منهنجو ڪرايو به پاڻ ڏنائون. پاڻ دريءَ کان ٿي ويٺا. پر ۾ مون کي ويهاريائون ۽ فاروق منهنجي پاسي ۾ ويٺو. ويگن هلي ته پاڻ مون سان حال احوال اورڻ لڳا. جيڪو احوال سعيدآباد تائين هلندو رهيو. ان جو نچوڙ هيءُ آهي ۽ اهي سڀ ڳالهيون منهنجي رهنمائي لاءِ هيون:

* پاڻ چيائون ته ماڻهو چون ٿا ته وقت ڪونهي جو ڪم ڪجي، ائين نه آهي. رات ڏينهن ۾ چوويهه ڪلاڪ آهن. ڪلاڪ ۾ سٺ منٽ ۽ منٽ ۾ به سٺ سيڪنڊ آهن. اسان جي نوڪريءَ جي ذميداري تمام گهٽي ۽ مصروفيت به آهي، پر پوءِ به ايترو ڪم ڪريون ٿا. اوهان به وقت جو قدر ڪريو ۽ ڪم ڪريو.

* مون کي علمي شوق ڏياريندي چيائون ته ويهو نه، جتي به وڃو ته ڪو پراڻو قبرستان هجي ته اتان جا ڪتبا نوٽ ڪري ڇڏيو، جيتوڻيڪ اهو مقام 1940ع جو هجي، پر سو سوا سال اڳ جو هجي ته بهتر. مون پاڻ اوهان جي تر ۾ مخدوم ساند لڳ خياري جو ڪتبو اتاريو هو، پر وقت ٿورو هو، سڪرنڊ ويجهو اهو تاريخي ماڳ آهي، ان تي تحقيق ڪريو. ڪنهن وٽ ڪو

قلمي ڪتاب، خانداني ناياب نسخو هجي، ته ان جو احوال يعني ٻولي، موضوع، صفحا وغيره نوٽ ڪريو.
* مون خود ان سلسلي ۾ سڪرنڊ ويجهو خياري شريف جو ڪتب خانو ڏٺو هو. پير معين الدين خياري وڏو عالم ۽ حڪيم هو. ان جو ڪتب خانو ڏٺو هو. رهائش ٿي ڏينهن پير رفيع الدين خياروي وٽ هئي. ان وقت سونهاري ڪاري هئس، ڏاڍو صالح شخص هو. خوش قسمتيءَ سان مون انهن سڀني قلمي ڪتابن جي لسٽ ٺاهي هئي. هينئر خبر ناهي انهن خياري وارن ڪتابن جو ڇا ٿيو؟ مون وٽ انهن قلمي ڪتابن لسٽن جو مواد به ڪتاب جيترو آهي.
* اوهان به فوٽو گرافي لاءِ ڪئميرا ورتو. تاريخي جاين، مزارن، مدرسن ۽ قلمي ڪتابن جا فوٽو ڪڍي، پاڻ وٽ محفوظ ڪندا وڃو. اهو مواد اڳتي هلي سنڌ جي تاريخ بابت ڪم ايندو.
* مٽياري جي ويجهو آياسين ته، چيائون ته مٽياري ۾ به مڪلي، ٺٽي، روهڙي، بکر ۽ سيوهڻ وانگر تاريخ دفن ٿيل آهي، پر ڪو ان تاريخ کي اجاگر ڪري. ويجهي دور ۾ پير غلام مجدد سرهندي هتي جو برجستو ۽ لائق انسان هو. خود شاهه عبداللطيف جي نسبت ڪري هن ماڳ جي وڏي اهميت آهي.
* پٽ شاهه جي سامهون آياسون ته ”هالن جي مخدومن ۽ ڀٽائي“ جي باري ۾ ٻڌايائون ته، ”لطائف لطيفي“ ۾ جيتري قدر سندن اختلاف آيل آهن، انهن ۾ مبالغو آهي، البت ڪجهه اختلاف پاڙي

جي ڪري هُئن. پاڻ ان ئي دور جي هڪ شاعر جو بيت پڙهي ٻڌايائون، جنهن ۾ اختلاف جو ڇڻو اظهار هو. اهو بيت ياد نه رهيو. وڌيڪ چيائون ته موجوده مخدوم طالب الموليٰ پلو لائق ماڻهو آهي. جيڪڏهن پنهنجي سواري هجي ها ته هينئر ان وٽ به هلون ها.

* مون کان پڇيائون ته غلام محمد خانزئي جو رسالو ڏٺو اٿوَ؟ مون چيو ته نه. پاڻ چيائون ته اهو رسالو نه وڃجو. آءٌ اوهان کي ڏيندس. اهو بزرگ خانزئي يا پٺاڻ ٿي سگهي ٿو يا بلوچ. وڌيڪ وضاحت ڪندي چيائون ته، هڪ ليڪ سعيد آباد کان سنڌو اوپر سرهاري تائين، ٻي ليڪ نواب شاهه کان قاضي احمد تائين، ٽين ۽ چوٿين ليڪ قاضي احمد کان وايا سڪرنڊ، سعيد آباد تائين. مطلب ته انهي وچ جو اهو بزرگ آهي. اهو اوهان جو تر آهي. اوهان سندس ڳوٺ ڳولي ٻڌائجو، ته خانزئي ڪٿي جو هو؟

* منهنجي پڇڻ تي ٻڌايائون ته، علامه آءِ. آءِ قاضي ۽ ڊاڪٽر دائود پوٽو علم جا پهاڙ ۽ اسان کان سينيئر هئا. باقي اسان، محمد ابراهيم جويو، پير حسام الدين راشدي، مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي ۽ ٻين گڏجي سنڌ جي علمي ادبي ڀلائي لاءِ ڪم ڪيو آهي. سنڌ جي علمي سر زمين ۾ گل ٻوٽا ۽ باغ بوستان پوکيا آهن. جيتوڻيڪ هر گُل جي پنهنجي پنهنجي خوشبوءِ آهي، پر سڀني اهل قلم جي نظر سنڌ جي ڀلائي ۽ علمي آبياري تي آهي.

* ان ڏس ۾ ٻڌايائون ته پير حسام الدين راشدي کان هڪ سهو ٿي وئي. آءٌ سنڌ يونيورسٽي جو وائيس چانسلر هوس. مون ۽ سيد غلام مصطفيٰ شاهه ڪوشش ڪري، سنڌ يونيورسٽي لاءِ سندس ڪتب خانو وٺڻ جو خيال ڪيو. بل به ٺهي ويا، پر 25 هزار وڌيڪ تي قاسمي صاحب جي صلاح ۽ پاڻ ڪتاب اسلام آباد وڪڻي ڇڏيائين. سنڌ جي محبت جي تقاضا هئي ته اهو ناياب املهه ڪتب خانو هتي سنڌ ۾ هجي ها ته، سنڌ جي شاگردن کي تمام وڏو علمي نفعو پهچي ها!
* مون کي وصيت ڪيائون ته ڪنهن به ڪم ۾ لالچ نه ڪجي. الله اجورو ڏيندو ۽ علمي ادبي ڪم جاري رکجي.
* مون سندن مضمونن ۽ مقالن گڏ ڪرڻ جو ذڪر ڪيو، جو اڳ ۾ خطن ذريعي اهو سلسلو زير نظر هو. پاڻ چيائون ته اوهان پلي محنت ڪريو. آءٌ نئين شيء ميدان ۾ آڻڻ جي ڪوشش ڪندو آهيان. ڪراچيءَ ۾ ڪنهن عورت شايد منهنجي شخصيت ۽ ادبي خدمتن تي ڪم ڪيو آهي. ان جي خبر به مون کي پوءِ پئي آهي. ان ڪري اهيy ڪم پيا ٿيندا. اوهان پلي مواد گڏ ڪريو. لکڻ جي ضرورت ڪانهي. مضمون، مقالا فوٽو اسٽيٽ ٿي سگهن ٿا.
* نواب شاهه جي شاعر الحاج رحيم بخش ”قمر“ ۽ اديب قريشي حامد علي خانائي لاءِ سلام ڏنائون ۽ چيائون ته لائق شخص آهن. اهڙن ماڻهن جو قدر ڪونهي. پر انهن ماڻهن

جي سخت ضرورت آهي. قمر صاحب کي چئجو ته پنهنجو رسالو لکندو رهي آخر ڇپائبو ۽ قريشي کي چئجو ته تاريخي ۽ تحقيقي مقالا لکندو رهي، اها ساهتي ۽ سنڌ جي وڏي خدمت ٿيندي.

سعيد آباد شهر اچڻ وارو هو. ان ڪري مون کي چيائون ته اوهان مون سان 19 ڊسمبر ڇنڇر ڏينهن حيدرآباد ۾ ملجو. اوهان کي پنهنجا ڪتاب به ڏيکاريندس، پر آهي ڪاٻاڙي خانو. ”معيارِ سالڪان طريقت“ به اوهان کي ڏيندس. ڏسڻ ڇا جو؟ اصل ترجمو ڪريو ته ڇپرايون.

* آخر ۾ مون کي چيائون ته آءٌ ايندڙ جمعي 18 ڊسمبر تي سڪرنڊ حمل فقير لغاري جي ميلي تي حاضري پرڻ ايندس. سائين امداد محمد شاه زور پريو آهي. اوهان مون سان اتي ڇو نه مِلو؟ مون چيو ته ائين ته ڏاڍو سٺو. مون حمل فقير تي اچڻ جو وعدو ڪيو.

اوچتو ڊرائيور ويگن کي تڪڙي بريڪ هنئي. ذري گهٽ ويگن اڳيئين گاڏي کي لڳڻ کان بچي وئي. ان تي سائين ڊاڪٽر بلوچ ويگن ڊرائيور کي هڪل ڪري چيو ته: ٽريفڪ قانون ڪونه پڙهيو اٿئي ڇا؟ ته پنهنجي گاڏي اڳيئين سواري کان ڪيتري فوٽن تي پري هلائڻي آهي. ان تي ڊرائيور شرم سار ٿيو ۽ آئيندي اُبهرائي نه ڪرڻ جو واعدو ڪيائين.

ويگن سعيد آباد شهر ۾ پيٽرول پمپ وٽ پهتي ته اسان لٿاسون. سائين ڊاڪٽر بلوچ ۽ فاروق کان موڪلائي وري آءٌ ويگن ۾ چڙهيس ۽ سڪرنڊ اچي لٿس. پوءِ ڳوٺ ٻي سواريءَ ۾ ڳوٺ دڙي مگسي پهتس. سائين ڊاڪٽر بلوچ جا ڳُڻ ۽ ڳالهيون، علمي شوق ۽ صلاحون هينئين سان هنڊائي، انهن تي عمل ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو رهيو آهيان. سندن علمي شوق ڏيارڻ، رهنمائي ۽ صلاح سان مسلسل جدوجهد ڪري پي ايچ. ڊي ڪئي اٿم. پنجويه ڪتاب ڇپيا آهن ۽ ڳچ ڪتابن تي ڪم هلندڙ آهي. خاص ڪري ”تاريخ سڪرنڊ“ مڪمل ٿيڻ تي آهي.

آءٌ واعدي موجب 18 ڊسمبر جمعي جي ڏينهن نماز کان پوءِ موٽر سائيڪل تي پنهنجي ڀاءُ دلشير مگسي سان حمل فقير لغاري ويس. آءٌ پهتس ته سائين ڊاڪٽر بلوچ اسٽال پئي ڏٺا. آءٌ حمل فقير جي مزار تي دعا گهري، سائين بلوچ صاحب سان وڃي مليس. پاڻ ڀاڪر پائي مليو ۽ چيائين ته اوهان واعدو پوري ڪري حمل تي آيا، پر مون کان واعدو پورو نه ٿيو، جو ”معيار سالڪان طريقت“ ڪونه ڪٺي آيس. مون اڃڻ سان اوهان جي جانچ ڪئي ۽ سائين امداد شاهه کان پڇيو. چڱو ٿيو اوهان آيا. ان کان پوري 4 بجي ادبي مجلس شروع ٿي. تلاوت لاءِ تاج جويي اعلان ڪيو ته، عبدالرسول قادري اچي تلاوت قرآن پاڪ ڪري. مون سورة والعصر پڙهي. ان کان پوءِ ڏيڍ ڪلاڪ کن سگهڙ ۽ شاعر اديب شعر پڙهندا رهيا. ان دوران نواب شاهه مان

رحيم بخش ”قمر“ به آيو. آخر ۾ سائين امداد محمد شاھ تقرير ڪئي، خاص ڪري حمل فقير تي ترقياتي ڪمن جي حوالي سان.
صدارتي تقرير سائين ڊاڪٽر بلوچ صاحب پوڻين ڇهين بجي ڪئي، تقرير ۾ چيائين ته: ”حمل فقير تي پهريان اڄ کان 44 سال اڳ شاگرديءَ جي زماني ۾ اچبو هو. حمل شاعر سان گڏ استاد به هو ۽ مدرسي ۾ پڙهائيندو هو. جيڪڏهن حمل فقير جو ڪو نئون ڪلام هٿ اچي، ته ان کي چنڊڇاڻ ڪري شايع ڪندس.“
6 بجي ادبي مجلس پوري ٿي. سائين ڊاڪٽر بلوچ صاحب کان موڪلائي قمر صاحب ۽ اسان رات ڳوٺ دڙي مگسي اچي رهياسون.

20- مسجد روڊ ايف 6/4 اسلام آباد
25 ذوالحج 1405ھ
11 سيپٽيمبر 1985ع

فاضل محترم عبدالرسول قادري بلوچ
وعليڪم السلام ورحمة الله و برڪاته
اوهان جو خط مؤرخه 11 ذوالحج 1405ھ مليو. پڙهي خوشي ٿي جو اوهان معلومات حاصل ڪري رهيا آهيو ۽ مطالعي ۾ مشغول آهيو. اللّٰهم زِد فَزِد!

2. ’لطائف لطيفي‘ جو سنڌي ترجمو ڪريو. ڇپائڻ جي انتظام جي ڪوشش ڪنداسون.

3. جيئن ته شاهه صاحب جي سوانح ۽ رسالي تي ڪم ٿي رهيو آهي. انهيءَ ڪري اميد ته ”معيار سالڪان طريقت“ جو عڪس مون وٽ پهچي ويندو ۽ اوهان ڏانهن به موڪليندس. مون ’لطيف ڊائجسٽ‘ مئي- جون وارو نه ڏٺو آهي جو ملڪ کان ٻاهر هوس. ان کي حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪندس.

4. مخدوم محمد هاشم بابت ڪتاب لکڻ تي مبارڪ هجي. اهو تمام ضروري آهي ته مخدوم صاحب جا تصنيف ڪيل گهٽي ۾ گهٽا ڪتاب ڏسو ته، جيئن سوانح بابت وڌيڪ مواد حاصل ٿي سگهي. هڪ باب اميد ته مخدوم صاحب جي تصنيفن بابت ڏيندا. (اوهان جي ڏنل بابن جي فهرست ۾ موجود آهي.) ”اتحاف الاڪابر“ ۽ ٻيا ڪتاب اهم آهن. اميد ته ”بذل القوة في حوادث سِني النبوه“ جو مقدمو (سائين مخدوم امير احمد صاحب مرحوم جو لکيل) اوهان پڙهيو هوندو، وڌيڪ صلاح آئنده.

5. ڪتب خاني قائم ڪرڻ جي مبارڪ هجي. حاضر مون وٽ ڪي وڌيڪ ڪتاب ٻيل هوندا ته موڪليندس، پر اهو ڪم حيدرآباد وڃڻ بعد ٿيندو.

مخلص

نبي بخش عفي عنہ

[سائين ڊاڪٽر بلوچ جي شاهه پٺائي سان وڏي محبت هئي. پاڻ عبدالحسين ”سانگي“ جو فارسي ڪتاب ”لطائف لطيفي“ ايبٽ ڪري ڇپرايائون. مون کي ان جي سنڌي ترجمي ڪرڻ لاءِ تاڪيد ڪيو اٿن. اهو ترجمو سنڌن مقدمي سان ڇپيو ۽ پيٺ شاهه جي ميلي تي 1986ع ۾ ان جو افتتاح ٿيو. علي شير ”قانع ٺٽوي“ جو فارسي ڪتاب ”معيار سالڪان طريقت“ برٽش ميوزم لنڊن ۾ هو. ان جي عڪس ملڻ جو پڌايو اٿن. مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ ڪتاب لکڻ لاءِ طريقه ڪار ۽ ماخذن جي نشاندهي ڪئي اٿن. سنڌن صلاح سان مون لائبريري سيٺ ڪري سهڻي نموني ٺاهي ته ان تي مبارڪ ڏني اٿن.]

اسلام آباد
22 جمادي الاول 1408ھ
13 جنوري 1987ع

عزيزم عبدالرسول
السلام عليڪم
اوهان جو خط مؤرخه 18 جمادي الاول پهتو، احوال معلوم ٿيو. اوهان رجسٽرار سنڌ يونيورسٽي ڏي ليٽر لکو ته، مون

کي Ph.D ۾ داخلا جا ٻه فارم موڪليو جو آءٌ داخل ٿيڻ چاهيان ٿو. ڪو واقف هجي ته اهو ٻه اوهان لاءِ فارم وٺي سگهي ٿو.
آءٌ انشاء الله 1 تاريخ ۽ 2 تاريخ فيبروري جي حيدرآباد هوندس اتي ملندا ته وڌيڪ صلاح ڪنداسون.
مون اوهان جي لاءِ مير علي شير قانع جي ڪتاب جي فوٽو ڪاپي ٻه هٿ ڪئي آهي ۽ اوهان جي حوالي ڪندس.
اميد ته بخير و عافيت هوندا.

مخلص

نبي بخش عفي عنہ

[مون کي روبرو Ph.D لاءِ همٿائي ان جي داخلا لاءِ طريقيڪار لکيو اٿن. منهنجي مهربانن ڊاڪٽر محمد قاسم سومري ۽ ڊاڪٽر غلام محمد لاکي يونيورسٽي مان فارم وٺي ڇڏيا. آءٌ ڪين حيدرآباد مليس فارم صحيح ڪري شايد مسٽر فاروقي ڏين هو، ان کي ڇيائون. ”معيار سالڪان“ بابت يادگيري ڪئي اٿن.“

علامه آءِ. آءِ قاضي چيئر
سنڌ يونيورسٽي اولڊ ڪئمپس حيدرآباد
1991-03-05

مخدوم محمد هاشمؒ بابت پي ايڇ. ڊي ڊگري لاءِ ڪم

اوهان جو خط مؤرخه 22 جنوري 1991ع مليو احوال ٿيو. پي ايچ. ڊي ۾ داخلا وارو ليٽر رڪارڊ تي رکيو ويو آهي. وڌيڪ هدايتن وٺڻ لاءِ جڏهن اچو 12 بجي جي وچ ۾ مِلو. اميد ته اوهان پنهنجو ڪم پوري محنت ۽ تحقيق سان ڪري رهيا آهيو.

نبي بخش

[سندن شوق ڏيارڻ ۽ مهرباني سان Ph.D ۾ داخلا ٿي وئي. سنڌ يونيورسٽي اهڙو اجازت نامي جو ليٽر مون ڏي سڪرنڊ موڪليو ۽ گائيڊ جي حيثيت ۾ کين به ليٽر مليو. ان بابت آگاهه ڪري تحقيق ڪرڻ لاءِ تاڪيد ڪيو اٿن. وڌيڪ رهنمائي لاءِ وقت بوقت حيدرآباد ۾ ملڻ جو وقت مقرر ڪيو اٿن.]

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ

12. سنڌ يونيورسٽي (اولڊ ڪئمپس)

حيدرآباد سنڌ. 27-05-1999

محترم ڊاڪٽر عبدالرسول قادري سلمہ الله

السلام عليڪم ورحمة الله و برڪاتہ

اوهان جو خط پهتو ۽ اوهان جي علمي ذوق ۽ ڪوشش جو تفصيل معلوم ٿيو. اللّٰهم زِد فَزِد!

ڪتاب ’بيان العارفين‘ ملفوظات شاهه عبدالڪريم (فارسي) جا به قلمي نسخا دستياب ٿيا آهن. مقصد آهي ته انهن ٻنهي کي سامهون رکي صحيح متن قائم ڪري، ان جو سنڌي ترجمو

ڪجي. منهنجي آڻو وري به اوهان جو نالو آهي. ترجمي لاءِ ۽ متن لاءِ ڇئن مهينن جو مدو تجويز ڪيل آهي ۽ پندرهن هزار رپيا معاوضو طئي ڪيل آهي. سنڌي بيت البت پڙهڻ ۾ ڏکيا آهن، انهن جي درستگي آءٌ ڪندس. جيڪڏهن هن ڪم ۾ دلچسپي هجي ته اطلاع ڏيندا. اميد ته بخير و عافيت هوندا.

مخلص

نبي بخش

**نوٽ:** ”اسان جو ڳوٺ جعفر خان لغاري“ اوهان جي لاءِ هٿ ڪري رکيو اٿم. ذرا ضخيم ۽ قيمتي ڪتاب آهي. پوسٽ ۾ هيٺ مٿي ٿي سگهي ٿو. ڪنهن کي چوندا ته هتان هٿو هٿ وٺي وڃي يا جڏهن اوهان ايندا تڏهن پاڻ کڻي ويندا.

نبي بخش

[جيئن ته مون فارسي ۾ ڪتاب ترجما ڪيا ۽ اهي ڇپيا هئا. جيئن: لطائف لطيفي، تحفة الطاهرين، رشف الزلال، حاصل النهج، منشور الوصيت ۽ تحفة المسلمين، اها کين خبر هئي. تنهن ڪري شاه ڪريم جي فارسي ملفوظات جي متن ۽ ترجمي لاءِ لکيو اٿن.

سندن ابتدائي آتم ڪهاڻي ”اسان جو ڳوٺ“

ڪتاب هٿو هٿ ڏيڻ لاءِ چيو اٿن.]

ڊاڪٽر اين. اي بلوچ

علامه قاضي چيئر سنڌ يونيورسٽي

اولڊ ڪئمپس حيدرآباد سنڌ
2005-04-15

عزيزم ڊاڪٽر عبدالرسول قادري، سلمہ الله
وعليڪم السلام ورحمة الله و برڪاتہ
اوهان جو خط مؤرخه 29 صفر 1426ھ/9- اپريل 2005ع مليو، ڪتاب به پهتا. اوهان يادگيري ڪئي، جنهن لاءِ مهرباني. مخدوم سرور نوحؒ تي لکيل اوهان جو ڪتاب ڏٺم، ته اهو اوهان منهنجي نالي منسوب ڪيو آهي ۽ پڻ پيش لفظ ۾ پيارا الفاظ آندا آهن. اها اوهان جي قلب جي وسعت ۽ علمي بصيرت آهي، آءٌ ممنون آهيان.
2. مزيد ڪاپيون جيئن اوهان چيو آهي تيئن مظهرالحق صديقي صاحب ۽ ڊاڪٽر عبدالغفار سومري کي پهچائيبيون.
3. تذڪره ۽ حديقہ جا مبيضه موڪلي ڏيو. اهي بورڊ طرفان شايع ٿيندا. اهڙو فيصلو ٿيل آهي.
اميد ته اوهان بخير عافيت هوندا. صحت جو گهڻو خيال رکندا. مون کي به عارضو آهي ۽ درا (؟) ڪرڻ ۾ غفلت پئي ٿئي!
مخلص
نبي بخش
[مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جي سوانح ۽ علمي خدمتن بابت سندن رهنمائي ۾ پي ايچ. ڊي بابت لکيل تحقيقي ڪتاب سنڌي

ادبي بورڊ ڇام شوري طرفان ڇپيو ته، سنڌن ۽ دوستن لاءِ خذمت ۾ ڪاپيون موڪليم ۽ علمي احسان منڌي طور اهو ڪتاب سنڌن نالي منسوب به ڪيم، ته پاڻ ان کي منهنجي قلبي وسعت ۽ علمي بصيرت ڄاڻائي ممنون ٿي شڪر گذاري ۽ مظهرالحق صديقي ۽ ڊاڪٽر عبدالغفار سومري کي به ڪاپيون موڪلڻ لاءِ خط لکيو اٿن.

سنڌ جي صوفين بابت ڪتاب ”تذڪرة المراد“ عربي قلمي ۽ حديقة الاولياء فارسي (مرتب: سيد حسام الدين راشدي) ڪتابن جو سنڌي ترجمو ڪرڻ لاءِ مون کي چيو هئائون. انهن ٻنهي مترجم: ڪتابن کي سنڌي ادبي بورڊ طرفان ڇپائيءَ لاءِ منظور ڪرائي اطلاع ڏنو اٿن. جڏهن ادبي بورڊ ٻئي ڪتاب ڇپيا ته همت افزائي لاءِ خط ۾ لکيائون ته: ”مون کي دلي خوشي آهي جو اوهان پنهنجو علمي ادبي ڪم نهايت سهڻي نموني سان ڪري رهيا آهيو. اوهان سٺو ترجمو ڪيو آهي. مبارڪ باد!“

مقصد ته سنڌن خوشبودار خطن ۾ علم و ادب بابت رهنمائي، همت افزائي ۽ پيغام عمل سمايل آهي.]

ڊاڪٽر غلام علي الانا

# هڪ گھڻ رُخو ودوان

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جو تعارف ڪيئن ڪرائجي ۽ ڪهڙن لفظن سان ڪرائجي. اهو تمام مشڪل آهي. اسان جو هيءُ بزرگ، علم التعليم، ادبيات، لسانيات، علم اللغات، سنڌي ادب، سنڌ جي ثقافت، آثار شناسيءَ، لطيف شناسيءَ، لوڪ ادب ۽ سنڌ شناسيءَ تي وڏي دسترس رکندڙ، بين الاقوامي دانشور هجڻ جي حيثيت رکندڙ سنڌ جو اهو فرزند هو، جنهن تي سنڌ وارا جيترو فخر ڪن، اهو ٿورو آهي.

ڊاڪٽر صاحب هڪ گھڻ- پهلو ۽ ڀرپور دانشور هو. سندن ڇاڻ جو اهو پهلو چاهي علم التعليم جو هجي يا ادبيات جو، اهو پهلو چاهي علم اللسان جو هجي يا علم اللغات جو، اهو پهلو چاهي سنڌ جي آثار شناسيءَ جي باري ۾ هجي يا سنڌ جي ثقافت جي باري ۾، اهو پهلو سنڌ شناسيءَ متعلق هجي يا لطيف

شناسيءَ متعلق، اهو پهلو اساسي ادبيات بابت هجي يا لوڪ ادب جي باري ۾ هجي؛ ڊاڪٽر صاحب انهن سڀني علمن ۾ وڏي ڄاڻ رکندڙ عالم ۽ مبلغ هو. انهن سڀني علمن مان ڊاڪٽر صاحب جي ڪهڙي علم جي ڄاڻ جي باري ۾ لکجي، اهو آسان نه آهي.

جيڪڏهن سنڌي ٻوليءَ جي بڻ بنياد جي باري ۾ ڪو تحقيقي ڪم ڪبو ته ان سلسلي ۾ به اسان جو هيءُ عالم، هڪ رهبر مثل، ٻورائو ٻٽجي اڳيان اڳيان هلي، رهبري ڪندي محسوس ڪجي ٿو. جيڪڏهن سنڌي لغات جي باري ۾ قلم ڪٽبو ته اسان جو هيءُ بزرگ دانشور، علم اللغات جي جديد فن جي ماهر جي حيثيت ۾ موجود ملندو. جيڪڏهن سنڌ شناسيءَ جي باري ۾ ڪنهن رُٺا تي تحقيق ڪبي ته سنڌ جو هيءُ ودوان هڪ سونهين جي حيثيت ۾ محقق جي مدد ڪندو.

ڊاڪٽر بلوچ صاحب هڪ عالم به هو، هڪ شاعر به هو، سنڌ جو سيلاني به هو ۽ سنڌ شناس توڙي لطيف شناس ودوان به هو. اسان جي هن بزرگ عالم هر موضوع تي لکيو آهي. هن سنڌ جي موسيقيءَ جي تاريخ کان وٺي سگهڙپائيءَ واري فن تي تمام گهڻو ڪجهه لکيو هو، ۽ زندگيءَ جي آخري گهڙيءَ تائين روزانه باقاعدگيءَ سان لکندو رهيو. لهٰذا ڊاڪٽر صاحب ”بسيار نويس“ عالم هو.

مون سنڌ وطن جي هن بين الاقوامي عالم کي سنڌ کان ٻاهر، سنڌ سان، سنڌ وارن سان، سنڌ دوستن سان، قرب ۽ محبتون ونڊيندي ڏٺو. اسلام آباد ۾ مون کين ڪجھ ٻيءَ شخصيت جي حيثيت ۾ محسوس ڪيو، ۽ سنڌ اندر ڪنهن مختلف شخصيت جي حيثيت ۾.

ڊاڪٽر صاحب اسان کي سنڌي ادب جي تاريخ، نئين مواد ۽ نئين سوچ سان پڙهائي، ڊاڪٽر صاحب سنڌي لوڪ ادب جي تاريخ جي حوالي سان سنڌ وارن کي وير- ڪهاڻين، رزميه بيتن، لوڪ ڪهاڻين ۽ مقامي روايتي رسم ۽ رواج وارن موضوعن واريءَ لوڪ شاعريءَ کان واقف ڪرايو، جن کان سنڌ جا ماڻهو اڳ تمام گهٽ واقف هئا.

شروع شروع ۾ لکيل سنڌي ادب جي هڪ اڌ تاريخ ۾، ڀاڳو ڀان جي حوالي سان، سنڌ جا ماڻهو البت دودي چنيسر واريءَ ڳالھ جي ڪن ٿورن بيتن کان ضرور واقف هئا، پر ڊاڪٽر بلوچ صاحب هن سلسلي ۾ وڏي تحقيق ڪري ٿر، راجسٿان، لاڙ، لس ٻيلي، ڪوهستان ۽ بلوچستان جا سئر سفر ڪري، سنڌي ٻوليءَ جي هن گم ٿيل خزاني کي هٿ ڪري، سنڌ جي ماڻهن جي اڳيان آندو، جنهن ڪري هند سنڌ جا سنڌي اديب، شاعر، عالم ۽ فاضل، سنڌ جي هن گم ٿيل علمي خزاني کان واقف ٿيا.

ڊاڪٽر بلوچ صاحب کان اڳ جيتوڻيڪ ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلي، موسوي برادران، الله بچائي سمي ۽ ڪن ٻين ماهرن

ڳجھارتن، هنرن، پرولين، ڏٺ، ڏور، ڏھس ۽ سينگار جي بيتن جو انفرادي طور ذڪر ضرور ڪيو هو. ڊاڪٽر سنديلي صاحب هن سلسلي ۾ پنهنجي ڪتاب ”سنڌ جو سينگار“ ۾ ”ڏھس نامو“ ڇپائي پڌرا ڪيا، پر ڊاڪٽر بلوچ صاحب لوڪ ادب جي علم کي، هڪ فن ۽ تحريڪ طور سنڌ جي ٻهراڙي توڙي شهري عوام تائين پهچايو، جنهن ڪري سنڌ جي عوام ۾ هيءُ علم ۽ هيءُ ادب مقبوليت جي درجي تي پهتو.

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب سنڌ ۽ لس ٻيلي جي پاڪستان جو پهريون عالم ۽ سخن شناس هو، جنهن ڳوٺن ۾ رائج ”عوامي ادب“ کي پهريون ڀيرو ”لوڪ ادب“ جي نالي سان سنڌ ۾ متعارف ڪرايو ۽ سنڌي ٻوليءَ ۾ ان جي وصف مقرر ڪئي. سنڌي ادبي بورڊ طرفان سندن تيار ڪيل ”لوڪ ادب رٿا“ تحت ڇپايل پهرين ڪتاب ”مداحون ۽ مناجاتون“ جي مهاڳ ۾ ”لوڪ ادب“ جي سنڌي زبان ۾ پهريون ڀيرو وصف بيان ڪندي ۽ فرمايو اٿن ته:

”سنڌي ٻوليءَ جي عام ادب جون اهي جملي جنسون، جيڪي هن وقت تائين ٻهراڙيءَ جي عوام ۾ مروج آهن، تن کي ”لوڪ ادب“ تسليم ڪيو ويو آهي. انهيءَ ذخيري ۾ سنڌي ادب جون معياري جنسون پڻ شامل آهن، مثلاً: مداحون، مولود، ٺيه اکريون ۽ ڪافيون وغيره. مگر جيئن ته اهي هن وقت تائين ٻهراڙيءَ ۾ عام مقبول ۽ مشهور آهن، انهيءَ ڪري انهن کي

پڻ لوڪ ادب جي دائري ۾ شمار ڪيو ويو آهي. هن تجويز هيٺ ڳڻ ڪيل لوڪ ادب کي بعينہ ”فوڪ لور“ (Folk lore) جي مغربي مفهوم سان تعبير ڪرڻ صحيح نه ٿيندو.“
ڊاڪٽر صاحب اڳتي لکي ٿو ته:
”اسان جي ملڪ ۾ شهري زندگي اجا ايتري وسعت يا خاص نوعيت اختيار نه ڪئي آهي جو اها خواص جي زندگيءَ ۽ تمدن جو، يا ”معياري ادب“ جو سرچشمو بنجي. سنڌي زندگيءَ جو مرڪزي دائرو اجا تائين ڳوٺ آهي ۽ انهيءَ ڪري سنڌي ادب جو وڏو ذخيرو اهو ئي آهي، جو عوام جي زندگيءَ جو آئينو آهي. انهيءَ ڪري هن مرحلي تي سنڌي ٻوليءَ جي لوڪ ادب ۽ معياري ادب جي وچ ۾ حد فاصل ڪري نٿي سگهجي(1).“
سنڌ جا نقاد، ڊاڪٽر بلوچ صاحب جن طرفان ”لوڪ ادب“ جي بيان ڪيل انهيءَ وصف کي مقبول ڪن يا نه ڪن، پر اهو ضرور مڃڻو پوندو ته ڊاڪٽر بلوچ صاحب پهريون سنڌي محقق هو، جنهن سنڌي لوڪ ادب جي تحقيق جي سلسلي ۾ ڪا وصف ۽ ڪي اصول مقرر ڪيا، جن پوءِ اڳتي هلي هن ادبي سلسلي کي وڌايو ۽ ترقي وٺرائي.
ڀارت ۾، ڊاڪٽر نارائڻ ڀارتيءَ ”سنڌي لوڪ- ساهت“ جي عنوان تي پنهنجي Ph.Dجي ڊگريءَ لاءِ ٿيسز لکي هئي، پر ڀارتي صاحب، علم ادب جي هن ميدان ۾ ڊاڪٽوريٽ جي

ٻگرِيءَ لاءِ وڏي جاکوڙ، تحقيق ڪرڻ جي باوجود هو سنڌ جي دانشورن، جهڙوڪ: ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلي، موسوي برادران ۽ سنڌ جي بزرگ عالم ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي پيٽ ۾، هن ڏس ۾، لوڪ ادب جي سماجي، ثقافتي، لسانياتي ۽ ادبي خوبين ۽ خصوصيتن جي سلسلي ۾ وڏيڪ تحقيق ڪرڻ جي سگهه ساري نه سگهيو. ڊاڪٽر بلوچ صاحب ”سنڌي ادبي بورڊ“ جي ”لوڪ ادب جي رٿا“ تحت چاليھ ڪتاب ڇپائي پڌرا ڪيا.

”سنڌي لوڪ ادب رٿا“ جي شروع ڪرڻ، بلڪه اهڙي رٿا لاءِ سوچڻ کان اڳ، ڊاڪٽر بلوچ صاحب لس ٻيلي جا چڪر لڳايا، ۽ پهريون ڀيرو نه فقط لس ٻيلي جي سنڌي ٻوليءَ جي شاعرن جي جوڙيل ڪلام سميت لوڪ ادب جي ڌار ڌار صنفن کي، ڌار ڌار عنوانن موجب گڏ ڪيو، پر ان سموري مواد تي عالمانه تحقيقي ۽ تنقيدي تبصرو پڻ ڪيائون. ان تي ڀرپور مقدمو پڻ لکيائون، جنهن ڪري لوڪ ادب واري شاعري، ان جون صنفون ۽ لس ٻيلي واري پوري علائقي ۾ رهندڙ لوڪ ادب جا سنڌي شاعر، سنڌ ۾ پهريون دفعو مانوس ٿيا. لس ٻيلي مان هٿ ڪيل ”لوڪ ادب“ جي مجموعي کي ڊاڪٽر بلوچ صاحب جن ”ٻيلاين جا ٻول“ نالو ڏنو.

هن ڪتاب (ٻيلاين جا ٻول) ۾ لوڪ ادب جي شاعرن جي ٻوليءَ جي حوالي سان ڊاڪٽر بلوچ صاحب جيڪو مهاڳ لکيو

هو، اهو سنڌي ٻوليءَ ۽ سنڌي ادب جي تاريخ ۾ بي بها علمي خزاني جي حيثيت ٿو رکي. انهيءَ مهاڳ کي بار بار پڙهڻ سان ڊاڪٽر صاحب جي سخندانيءَ، حسن بيانيءَ ۽ اسلوب کي داد ڏيڻ کان سواءِ رهي نٿو سگهجي. ”پيلاين جا ٻول“ جي پهرين ڇاپي ۾ ڊاڪٽر بلوچ صاحب سنڌي ٻوليءَ جي انهيءَ ادبي سرمايي کي ”عام سنڌي شاعري“ سڏيو آهي، جنهن کي پوءِ ”لوڪ ادب“ وارو عنوان ڏنائون. ”پيلاين جا ٻول“ ڪتاب جي مقدمي ۾ ڊاڪٽر بلوچ صاحب لکي ٿو ته:

”سنڌ جي دهقاني شاعري يا نج سنڌي شاعري خاص طرح سنڌين جي حيات جو آئينو آهي، جنهن ۾ اک وجهڻ سان اهل سنڌ جي رهڻي ڪهڻيءَ جي اصليت پنهنجي سڄي جوڀن، جنسار، رنگ روپ، خيال وخط، خوبين توڙي خامين سميت سربستي نظر اچي ٿي(2).“

عوامي شاعريءَ جي وصف جي سلسلي ۾ ڊاڪٽر صاحب جن اڳتي فرمائين ٿا ته:

”سنڌ جي نج عوامي شاعري هڪ اعليٰ ۽ عجيب فن آهي، جنهن کي قابل استادن سموهي، سينگاري، هڪ مستقل علم يا سائنس جي درجي تي پهچايو آهي. هن فن جون گوناگون شاخون آهن. سٽاءَ جي لحاظ کان ’ڳاهه‘، ’بيت‘ ۽ ڪافي ٽي مکيه قسم آهن. ۽ معنوي لحاظ کان ’ڏٺ‘، ’معما‘، ’هنر‘،’ڏور‘، ’مولود‘ ۽ ’سينگار‘ مڙيئي هن فن جا مظهر

آهن. وري هن فن کي پکيڙڻ ۽ پڌري ڪرڻ لاءِ به سمجهوارن جو هڪ خاص نظام آهي. هڪڙا ”شاعر“ جي اڻ سيون ۽ اڻ ڏٺيون ڳالهيون پنهنجي شعرن ذريعي نروار ڪن؛ ٻيا سگهڙ يا انهن شاعرن جا راوي جي شاعرن جي گفتن ۽ بيتن کي ياد ڪري، ٻين تائين پهچائين.

سڻڻ ٻڌڻ وارن مان هڪڙا ”سالڪ“ جي ڳالهه جو سُر سَهي ڪن ۽ گفتن جي معنيٰ ۽ مراد ڪڍن؛ ٻيا ”سمجهو“ جي ٻڌي سمجهي واهواه ڪن ۽ ٿيان ”نالي ماڻهو“ جي سڻن پر سمجهن ڪين. اهڙن اڄاڻن کي عام شاعرن، جانورن برابر ڪيو آهي ته:

”رڍن اڳيان رباب، وڄائيندي ورهيه ٿيا(3).“

منهنجي خيال موجب لوڪ ادب جي وصف ۾ شاعرن، سگهڙن، سالڪن، سمجهو ماڻهن ۽ عام ماڻهو جي وصف ۾ ڪلاس بندي، هن کان اڳ ڪنهن به محقق، ماهر، شاعر يا نقاد مقرر ڪانه ڪئي آهي. ڊاڪٽر بلوچ صاحب جن جي انهيءَ وصف ۾ ڪلاس بنديءَ جي آڌار تي اهو چئي سگهجي ٿو ته هاڻي سنڌ جي سگهڙن جي ڪچهرين ۾ شريڪ ٿيڻ کان پوءِ اهو محسوس ڪيو ويو آهي ته سگهڙپائيءَ وارو فن، جنهن جو ذڪر ڊاڪٽر بلوچ صاحب جن ڪيو آهي، ڪچهرين مان ختم ٿيندو وڃي. اڪثر احباب، سگهڙ هجڻ جي دعوا ته ڪن ٿا پر ڏٺو ائين ويو آهي ته انهن منجهان سگهڙپائيءَ واري

خصوصيت گهٽبي وجي. هنن مان اڪثر ماڻهن کي ڪانئن اڳ وارن شاعرن جون جوڙيل لوڪ ادب واريون صنفون، ٻگها بيت، سينگار جا بيت، هنر، ڏٺ ۽ ڏهس وغيره ياد ئي ڪونه هوندا آهن، جنهن خصوصيت جي ڪري انهن کي ”سگهڙ“ يا ”راوي“ چئي سگهجي، جنهن وصف موجب هو ڪانئن اڳ وارن شاعرن جي جوڙيل گفتن، ٻولن ۽ بيتن وغيره کي ياد ڪري، سنڌ جي ڏار ڏار ڳوٺن ۽ وستين ۾ ٿيندڙ ڪچهرين ۾ زباني طور پڙهڻ ۽ ماڻهن کي اهي ٻڌائين.
مون ويجهڙائيءَ ۾ ٿيل اڪثر ڪچهرين ۾ ڏٺو آهي ته اهي ماڻهو جيڪي پاڻ کي سگهڙ سڏائين ٿا، يا سنڌ جا ملوڪ سگهڙ هجڻ جي دعويٰ ڪن ٿا، اهي اهڙين ڪچهرين ۾ فقط پنهنجو جوڙيل ڪلام يا پنهنجا جوڙيل بيت، هنر، ڏنون ۽ ڳجهارتون وغيره ته ٻڌائين ٿا پر انهن مان اڪثريت کي سانوڻ فقير، شيخ ابراهيم، ڪبير شاهه، نم، چڱي جت، جلال ڪٽيءَ، صابر موچيءَ توڙي لوڪ ادب جي ٻين سرواڻ شاعرن جو ڪلام بلڪل ياد ڪونه هوندو آهي. اهڙا ماڻهو پنهنجو ڪلام- سينگار جا بيت وغيره به گهڻو ڪري عروضي شاعريءَ جي وزن تي جوڙيندا آهن. اهڙن ماڻهن کي شاعر ته چئي سگهجي ٿو پر انهن کي ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي مقرر ڪيل وصف موجب سگهڙ هرگز چئي نه سگهبو، توڙي جو هو لوڪ ادب سلسلي جا ڪيڏا ئي وڏا شاعر ڇو نه هجن.

ڊاڪٽر بلوچ صاحب جن جتي لوڪ ادب جي وصف ۽ لوڪ ادب جي شاعرن، سگهڙن ۽ لوڪ ادب جي ڪچهرين ۾ شريڪ ٿيندڙ ماڻهن جي ڪلاس بندي ڪئي آهي، اتي لوڪ ادب جي ذخيري ۾ ڪم آندل ٻوليءَ جي خوبين جي باري ۾ به معلوماتي ۽ علمي چنڊچاڻ ڪئي آهي. مثال طور ”ٻيلاين جا ٻول“ ڪتاب ۾ ڊاڪٽر صاحب لوڪ ادب جي صنفن ۾ ڪم آندل ٻوليءَ جي باري ۾ لکي ٿو ته:

”عام شاعري لغت جي اڻ کٽ کاڻ آهي، عام جو شاعر سرزمين سنڌ جي هر خطي ۽ هر ماحول جو نيپاج آهي، هو عام فهم زبان ۽ ان جي اصطلاحن جي علاوه، پنهنجي تر ۽ جوءِ جي خاص لفظن ۽ محاورن جو به ماهر آهي، جن کي هُو پنهنجي شعر ۾ فطري طور، ان جي اصلي ۽ حقيقي خواهه اصطلاحي معنيٰ ۾ استعمال ڪري ٿو. اهڙيءَ طرح هر ماحول ۽ هر پاڳي جي شاعرن، پنهنجيءَ ٻوليءَ کي شعر جي ماٽيءَ ۾ ولوڙيو ۽ ڪيترن ئي نون ۽ انوکن لفظن کي مکڻ جي ڦُٽين مثال پنهنجي کٽي مٺي جهڻ ڳاڏيون، پارکن جي آڏو پيش ڪيو آهي. جيڪڏهن ملڪ جي هر ونهيين ولوڙيندڙ شاعرن وٽان، انهيءَ مهيءَ ۽ جهڻ جي ورڇ ونجي ته هوند لفظن ۽ لغت جي گيهه مکڻ جا ڍڳ لڳي وڃن ۽ اسان جي سنڌي زبان سائي، سرهي ۽ سٺي ٿي پوي(4).“

ڊاڪٽر صاحب اڳتي لکي ٿو ته:

”عام جا شاعر، اصلي ۽ نج سنڌي ٻوليءَ جا ابا آهن. هنن جي
ارد گرد، روزمره جي گفتگوءَ ۾ لفظن جي وڏ ڦُڪ ۽
اصطلاحن جي فطري گهڙ ڀڄ لڳي پئي آهي. نوان نوان محاورا
۽ الفاظ برجسته زبانن مان نڪري، عام ڪچهرين ۾ پچي، پختا
ٿي، پيا، رواج ۾ اچن. ٻوليءَ جو، اصلي لفظن جو ذخيرو به نج
ٻهراڙين ۾، جن کي شهري هوا اڃا گندو ڪونه ڪيو آهي،
محفوظ ۽ سلامت آهي ۽ وڏڙن جي صدري دفتر ۾ سمايل آهي،
۽ پشت بپشت موروثي طور هلندو اچي. هر ڪنهن فن ۽ ڌنڌي
جي اطوارن، اوزارن، محاورن ۽ معنائن جا نج سنڌي نالا،
اصلي سنڌي ڪاريگرن وٽ محفوظ ۽ مروج آهن. لوهارن،
وادين، ڪورين، ڪنڀارن ۽ ملاحن وٽ انهن فني نالن جون
فهرستون موجود آهن(5).“
لوڪ ادب رٿا ۽ لوڪ ادب جي خزاني ۾ ڪم آندل ٻوليءَ تي
تجزئي کان پوءِ ڊاڪٽر صاحب جو ٻوليءَ جي حوالي سان ٻيو
ڪمال جهڙو ڪم، ”جامع سنڌي لغات“ هڪ شهپارو آهي
جيڪو پنجن جلدن تي مشتمل آهي. سنڌي ادبي بورڊ جي اها
هڪ ٻي اهم ۽ وڏي رٿا هئي، جنهن جو ڪم شروع ۾ اسان
جي بزرگ شخصيت ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي حوالي
ڪيو ويو.
سنڌي علم اللغات جي سلسلي ۾ ڊاڪٽر بلوچ جو اهم ڪارنامو
”جامع سنڌي لغات“ آهي، سا پنجن جلدن تي مشتمل آهي، سا

سنڌي ادبي بورڊ طرفان ڇپائي پڌري ڪئي وئي. هن لغات جو پهريون جلد 1960ع ۾ شايع ٿيو ۽ پنجون جلد 1988ع ۾ ڇپايو ويو.
ڊاڪٽر صاحب ”جامع سنڌي لغات“ جهڙيءَ رٿا جي پنجن ئي جلدن تي ڪم ڪري، انهن مان پهريان ٻه جلد ڇپائي سنڌ ۽ سنڌي ماڻهن جي لاثاني خذمت ڪئي. هن لغت جا پويان جلد علامه غلام مصطفيٰ قاسمي جن ايڊٽ ڪري سنڌي ادبي بورڊ طرفان ڇپايا. سنڌي ٻوليءَ جي باري ۾ اهي اهڙا اهم موضوع آهن، جن تي ڪوجنا ڪرڻ ۽ ڪم ڪرڻ جي تمام گهڻي ضرورت هئي. انهن پنجن ئي جلدن جي مڪمل ڪرڻ کان پوءِ به لفظن جو ڪيترو ئي خزانو رهجي ويو ۽ يا نوان لفظ ٺهي ويا آهن، جن کي انهيءَ رٿا ۾ بتدريج شامل ڪرڻ گهربو هو؛ يعني سنڌي ادبي بورڊ جي کي پنهنجي انهيءَ رٿا کي هميشه لاءِ مسلسل جاري رکڻ گهرجي ها ته جيئن سنڌي ٻوليءَ جي هيءَ اهم رٿا قائم ۽ دائم رهي.
هن دعوا ۾ مون سان ڪوبه ماهر انڪار نه ڪندو ته ڊاڪٽر صاحب علم اللغات جو وڏو ڄاڻو هو. سنڌي ٻوليءَ ۾ هن قسم جي تحقيق، هڪ وڏي ۽ اهم ڪارنامي جهڙي حيثيت رکي ٿي.
سنڌي زبان ۾ لغت نويسيءَ جي ابتدا 1836ع ۾، مسٽر ڊبليو.ايڇ.واٿن ڪئي. هن جي تيار ڪيل لغت جو عنوان هو

”سنڌي زبان جي ووڪيبيولري“. ان کان پوءِ ڪئپٽن جارج اسٽئڪ ۽ ٻين هن موضوع تي تحقيق ڪئي. انهن لغتن جي هڪ وڏي فهرست آهي، پر اسان جي همعصرن ۾ ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلي ۽ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جا نالا وڏا نالا آهن، جن جي تحقيقي ڪم جي آڏو اسان جا سر جهڪيو وڃن.

ڊاڪٽر صاحب بلڪل درست فرمايو آهي ته:

”لغت سازي هڪ مسلسل عمل آهي. ڪنهن به ٻوليءَ جي لغت هڪ ڀيرو ٺاهي پوءِ ڇڏي ڪانه ڏبي، پر وري وري پئي ٺاهبي. اهو انهيءَ ڪري جو ڪنهن به ٻوليءَ جي جملي لفظن ۽ اصطلاحن کي فقط هڪ ئي ڪوشش سان سهيڙڻ مشڪل آهي، خاص طرح سنڌي ٻولي پنهنجي لغت جي سرمايي جي لحاظ سان ايڏي وڏي شاهوڪار ٻولي آهي، جو ڪنهن ڀيرينءَ ڇپيل لغت جا ڏهه ٻيا ايڊيشن شايع ڪجن ۽ هر ايڊيشن ۾ رهجي ويل لفظن ۽ اصطلاحن جو اضافو ڪجي ته به اجا ڪي لفظ ۽ اصطلاح رهجي ويندا.

ٻيو ته علمي ۽ فني لحاظ سان به لغت جي پهرئين ايڊيشن کي سنوارڻو پوندو ۽ اها سوڌ سنوار هر ايڊيشن ۾ هلندي ايندي.

ٽيون ته هر زنده ٻوليءَ ۾ ڪجه عرصي بعد ڪي نوان لفظ ۽ اصطلاح رائج ٿين ٿا، جن کي وقت جي معياري استعمال مطابق لغت جي هر نئين دور ۾ داخل ڪرڻو پوندو(6).“

ڊاڪٽر صاحب جن جنهن جذبي تحت ”جامع سنڌي لغات“ تي تحقيق ڪرڻ جو ذڪر ڪيو آهي، اهو به پڙهندڙن جو ڌيان لهڻي: ڊاڪٽر صاحب جن لکن ٿا ته:

”جامع سنڌي لغات جي تياري ۽ تڪميل هڪ جذبي ۽ جوش جو نتيجو هو. ان وقت سڀني سچاڻن کي وڏي افسوس وارو افسوس دامنگير هو ته: مار! اجا سنڌي ٻوليءَ جي پنهنجي (سنڌي- مان- سنڌي) لغت به موجود ڪانهي(7)!“

هن لغات (جامع سنڌي لغات) جو مواد 3088 صفحن ۾ ڇپيل آهي، جنهن ۾ شامل لفظن ۽ اصطلاحن جو تعداد بقول ڊاڪٽر بلوچ صاحب نوي کان ٿيانوي هزارن تائين آهي.

ڪنهن به لغات جي مطالعي کان اڳ پڙهندڙن جي ذهن ۾ هي سوال ضرور پيدا ٿيندا آهن ته:

(الف) لغت ڇا کي چئبو آهي؟

(ب) لغت نويسي ڇا آهي؟

(ت) لغت نويسيءَ جا ڪهڙا اصول ۽ پئمانا آهن؟

(ث) لغت جا ڪهڙا قسم آهن؟

(ج) روزمره جي استعمال ۾ رائج لفظن تي مشتمل لغات لاءِ ڪهڙيون ڪهڙيون ڳالهيون ضروري آهن؟

ڊاڪٽر نبي بخش خاب بلوچ جن پنهنجن مرتب ڪيل لغات ”جامع سنڌي لغات“ جي باري ۾ پنهنجن خيالن جو اظهار ڪيو آهي، ان سلسلي ۾ قبله مخدوم محمد زمان ”طالب المولیٰ“

سائينءَ جن جي مرتب ڪيل ڪتاب ”لغات سنڌي محففات“ لاءِ منهنجو لکيل تفصيلي مقدمو پڙهي سگهجي ٿو. انهيءَ مقدمي ۾ لغت جي وصف ڏيڻ کان پوءِ، لغات جا قسم به ڄاڻايا ويا آهن. مثال طور لغت جا خاص خاص قسم هي آهن:

(الف) لهجي وار يا اپڀاشا- اپڀاشائن تي مشتمل لغات: هن قسم وارين لغتن ۾ ڪنهن به ٻوليءَ جي ڪنهن به هڪ لهجي يا هڪ کان وڌيڪ لهجن ۾ رائج ٿيل لفظن ۽ اصطلاحن جي ذخيري کي گڏ ڪيو ويندو آهي.

سنڌ ۾، سنڌي ٻوليءَ لاءِ هن ڏس ۾ سنڌي ٻوليءَ جي لهجن تي گهڻو ڪم ڪونه ٿيو آهي. ڪاڪي ڀيرومل پنهنجي ڪتاب ”سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ“ ۾، سنڌي ٻوليءَ جي لهجن جي باري ۾ ڪجھ قدر چند چاڻ ڪئي آهي، ان جو مدار به گريئرسن جي ڪتاب: ”لنگئسٽڪ سروي آف انڊيا“ جي اٺين جلد ۾ شامل ڪيل مواد تي آهي.

سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ هن سلسلي ۾ ڪن لهجن تي تحقيق ڪرائي، اهي ڪتاب شايع ڪرايا آهن. في الحال سنڌي ٻوليءَ جي جن جن لهجن تي تحقيقي ڪم ٿيو آهي، ان ۾ انهن لهجن وارن خطن ۾ اتي جي روز مرھ واريءَ ٻوليءَ/ ٻولين تي ڪافي معلومات ملي ٿي. اهڙي معلومات هيٺ ڄاڻايل ڪتابن مان ملي سگهي ٿي:

(1) سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ، ڪاڪو ڀيرومل آڏواڻي

(2) ٻيلاين جا ٻول، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ
(3) سير ڪوهستان، مصنف الله بچايو سمون
(4) لاڙ جو سير، مصنف الله بچايو سمون
(5) تاريخ ريگستان (2 جلد) مصنف رائچند راٺوڙ
(6) بدنصيب ٿري، مصنف محمد اسماعيل عرساڻي
(7) آفتاب ادب، مصنف حڪيم فتح محمد سيوهاڻي
(8) سنڌي ٻولي ۽ ادب جي مختصر تاريخ، مصنف ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ
(9) لاڙ جي ادبي ۽ ثقافتي تاريخ، مصنف ڊاڪٽر غلام علي الانا.
(10) سنڌي ٻوليءَ جي لساني جاگرافي، مصنف ڊاڪٽر غلام علي الانا
(11) ڪڇين جا قول، مصنف ماستر محمد سومار شيخ
(12) لاڙ جي لغت، مصنف ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو
(13) سبيءَ جي ٻولي، مصنف ڊاڪٽر داد محمد خادم بروهي
(14) شڪارپور جي ٻولي، مصنف ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي.
(15) ماٿيلي ۽ اباوڙي جي ٻولي، مصنف شيخ محمد فاضل
(16) ٿر جي ٻولي، مصنف ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو ۽ ڊاڪٽر هدايت پريم
(17) اترادي ٻولي، مصنف ڊاڪٽر هدايت پريم

(18) ماڇر، ڪڪرالي ۽ ڪاري جي ٻولي، مصنف حافظ حبيب سنڌي

(19) سنڌي ۽ براهوئيءَ جو تقابلي مطالعو، مصنف ڊاڪٽر داد محمد خادم بروهي

هن ڏس ۾ پارٽ ۾ ڀاشا وگيان جي مشهور سنڌي ودوان، ڊاڪٽر پرسي گدواڻيءَ پنهنجي ڪتاب ”سنڌي ٻوليءَ جي زيارت“ ۾ تمام گهڻي رهنمائي ڪئي آهي. هو لکي ٿو ته:

”ٻنيءَ ۽ ڪڇ جي دوري کان اڳ منهنجي من ۾ هميشه پيڙا هوندي هئي ته اڄ ڀارت جي غير- سنڌي ڀاشاوگيانين کي پنهنجا ڳوٺ آهن، نه فقط ايترو پر ڳوٺن ۾ ڳالهائيندڙ انيڪ اپڀاشائن جا قسم به آهن. ان سبب انهن لاءِ انيڪ ٻوليائي فرقن تي ڪم ڪرڻ جو وسيع دائرو آهي، پر منهنجي لاءِ فقط شهري سنڌي ٻوليءَ جا نمونا ڪم ڪرڻ لاءِ موجود آهن، خاص ڪري جڏهن الڳ الڳ پرديسن ۾، سيمينارن، ڪانفرنسن ۽ سمپوزيئن ۾ ويندو هوس ۽ پنهنجي ڀاشاوگياني دوستن کي الڳ الڳ جاتياتي اپڀاشائن (جيئن جت، سوڍا، سما، سومرا ۽ ٿيٻا وغيره) يا وري الڳ الڳ ڌنڌي جي آڌار تي ٺهيل اُپڀاشائن، جيئن ڪنپر، مهاڻا، لوهار ۽ رازا وغيره جي اپڀاس تي مقالا پيش ڪندي ڏسندون هوس، تڏهن بيحد پيڙا محسوس ڪندو هوس(8).“

ڊاڪٽر گدواڻيءَ هن ڏس ۾ وڏو ڪم ڪيو آهي. هن الڳ الڳ جاگرافيائي يا ٻوليائي اپڀاشائن کان سواءِ ڌار ڌار جاتياتي

اپپاشائن تي مشتمل لفظن جو ذخيرو گڏ ڪري، انهن جون لغتون ٺاهيون آهن. ڊاڪٽر گدواڻيءَ هن ڏس ۾ وڏو ڪم ڪيو آهي. هن جي راءِ موجب: جت، سوڍا، سما، سومرا ۽ ٿيٻا وغيره الڳ الڳ جاتيون آهن جن جي جاتيوار اُپپاشائن ۽ محاورن ۾ وڏو فرق آهي. يعني انهن جون جاتيوار اُپپاشائون آهن، جن جي لفظن کي گڏ ڪري هن ڌار ڌار جاتيوار لغتون ٺاهيون(9). ڀارت ۾ ڏکڻ هندستان جي انملائي يونيورسٽيءَ جي ڊراوڙي ٻولين واري اداري ۾ ته تمام گهڻو ڪم ٿيو آهي.
سنڌ ۾ به هن قسم وارين لغتن تي تحقيق ٿي سگهي ٿي؛ مثلاً: خواجن، ميمڻن، ٺڪرن، سوڍن، سوٿهڙن، مالهين، مهيشورين، ميگهواڙن، مهاڻن، جتن، ريباڙين، اوڏن، ڪولهن، ڀيلن، شڪارين، باگڙين، سمن، سومرن، شيدين، جوکين ۽ جاکرن وغيره جاتين جي جاتيوار ٻولين جون لغتون ترتيب ڏيئي سگهجن ٿيون.
ڊاڪٽر گدواڻيءَ پنهنجي مذڪوره ڪتاب ۾ ڏنڌي وار لغتن جو به ذڪر ڪيو آهي. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ پڻ پيشه ور ۽ ڏنڌي وارن جي ٻوليءَ جو ذڪر ڪيو آهي. انهن جي اوزارن ۽ محاورن وغيره جو ذڪر، لوڪ ادب سلسلي جي ڪتابن ۽ جامع سنڌي لغات ۾ به ملي ٿو. دراصل لوڪ ادب سلسلي واريءَ رٿا کان اڳ سنڌي ٻوليءَ جي اهڙي ذخيري کي گڏ ڪرڻ جي ڪوشش ڪنهن به سنڌي عالم ڪانه ڪئي هئي.

ڊاڪٽر صاحب، سنڌ جي ڌار ڌار ڳوٺن ۾ رهندڙ ماڻهن ۽ هنرمندن وٽ ويهي، انهن وٽ سندن ڌنڌن سان واسطو رکندڙ جيڪو به لغوي خزانو هو، ان کي گڏ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي.

سنڌ ۾ سيد محمد صالح شاهه به انهيءَ قسم جي لغات تيار ڪئي هئي. ڪنهن به ٻوليءَ ۾ ڌار ڌار ڌنڌن ۾ ڪم ايندڙ ڌار ڌار لفظن جي ذخيري تي مشتمل لغات، ٻوليءَ جي اڀياس لاءِ اهم سمجهي ويندي آهي. ان سلسلي ۾ ڊاڪٽر گدواڻيءَ جو رايو آهي ته:

”ڌنڌي وارين اپڀاشائن جو شبد- ڀنڊار ڪٺو ڪرڻ ۽ انهن لفظن جو اشتقاقي اڀياس ڪرڻ ته جيئن سنڌي ٻوليءَ جي اصلوڪن لفظن جي ڄاڻ پوي(10).“

لغات ۾ هڪ قسم اهو به آهي، جنهن کي ”ڌاتو ڪوش“ يعني Etymologicalڊڪشنري چئبو آهي. هن قسم وارين لغتن ۾ لفظن جا ڌاتو، بنياد، ماده ۽ اشتقاق ڏنا ويندا آهن. هن قسم واريون لغتون، ٻولين جي تاريخي ابتدا ۽ ارتقا جي اڀياس ۾ مدد ڪنديون آهن. سنڌي ٻوليءَ ۾ هن ڪيتر ۾ ڪو گهڻو ۽ معياري ڪم اڃا تائين ڪونه ٿيو آهي.

جيڪڏهن ڪن لغتن تي ڪم ٿيو به آهي ته اهو يا ته ’يڪطرفي‘ مطالعي وارو آهي يا ته ايتري معيار وارو ڪونهي. پر مڙيئي ٻين لغتن تان نقل ڪري خانه پوري ڪئي وئي آهي. سنڌ جي ماهرن، سنڌي ٻوليءَ جي لفظن جا ماده،

ڌاتو، بنياد يا اشتقاق، صرف سنسڪرت يا عربي ۽ فارسي ٻولين جي مادن يا ڌاتن جي بنياد تي ڪيا آهن، جڏهن ته هاڻي سنڌي ٻوليءَ جي بڻ بنياد واري سوچ ۾ انقلابي فرق اچي چڪو آهي. اهو ئي سبب آهي جو مون اهڙين لغتن کي ’يڪ طرفا‘ ’ڌاتو ڪوش‘ سڏيو آهي. هن سلسلي ۾ هن وقت تائين سنڌي ٻوليءَ جا جيڪي به ڌاتو ڪوش (Etymological dictionaries) ڇپجي ظاهر ٿيا آهن، اهي هي آهن:

(1) جامع سنڌي لغات

(2) وئنٿيتي ڪوش

(3) تحقيق لغات سنڌي

(4) هڪ جلدي سنڌي لغت

Philological Curibsities (5)

انهن ڌاتو ڪوشن کان سواءِ سنڌ جي ڪن شاعرن جي ڪلامن جا ڪوش پڻ لکيا ويا آهن، پر اهي به يڪطرفي نظرئي تي مدار رکن ٿا.

منهنجي نظر ۾ معياري ۽ گهڻ پاسائون ڌاتو ڪوش اهو چئي سگهجي ٿو، جنهن ۾ سنڌي ٻوليءَ جي لفظن جا ڌاتو، مصدر يا اشتقاق، گهڻ پاسائين مطالعي يعني پراڪرت، پالي، سنسڪرت، دراوڙي ٻولين، عربي، فارسي، گريڪ، پورچوگيزي، ڪشميري، داردي، منڊا، اوڏڪي، بروهڪي، بانگڙو، هڙوتي، مارواڙي، ميواڙي، پيلي، باگڙي/ واگڙي ۽

گجراتي ٻولين جي لفظن جي ذاتن جي آثار رکندو هجي، چاڪاڻ ته هاڻ اهو نظريو يا سنڌي ٻوليءَ جي پنهنجن اصلوڪن لفظن تي ٿي چڪو آهي ته سنڌي ٻولي ڪا سنسڪرت مان ڦٽي نڪتي آهي.

عزت مآب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي جوڙيل ”جامع سنڌي لغات“ هڪ ”گهڻ- مقصدي“ يا ”گهڻ- پاسائين لغات“ مڃي سگهجي ٿي. هن لغات ۾ به لهجيوار لفظن ۽ اصطلاحن جو وڏو خزانو، جاتيوار اپپاشائن جا شبد ڀنڊار، لفظن جا اچار، ذاتو، ماده ۽ اشتقاق ڏنا ويا آهن، لهٰذا سنڌي ٻوليءَ جي مڙني لغتن ۾ ”جامع سنڌي لغات“ هڪ بهترين ۽ بامقصد لغت چئي سگهجي ٿي. پنهنجي هن شهپاري ۾ ڊاڪٽر صاحب خود فرمائي ٿو:

”هن لغات لاءِ سڄيءَ سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ مان، عام رائج لفظن ۽ اصطلاحن کي سهيڙڻ لاءِ خاص ڪوشش ڪئي وئي. سنڌ جي هر ضلعي جي مکيه پاڳن ۾ مڪاني ماڻهو مقرر ڪيا ويا. انهيءَ لاءِ ته اُهي پنهنجي تر جي ٻوليءَ جا الفاظ ۽ اصطلاح هٿ ڪري موڪلين. مثلاً: ڪاسبن، ڪنڀارن، لوهارن، ڪورين، واڍن ۽ وڳهاملن وغيره جا الفاظ ۽ اصطلاح؛ جنسن جا نالا، جهڙوڪ: گاهن، جيتن، گلن ۽ پکين وغيره جا نالا؛ مقامي ريتين رسمن جهڙوڪ: شادي غمي، ميلن ملاکڙن جا اصطلاح؛ گهرو الفاظ جهڙوڪ: عورتن جا

اصطلاح ۽ پرت جا نالا وغيره؛ اٺن ۽ گهوڙن جي سازن، سنجن، پنڌن، بيمارين جا الفاظ ۽ اصطلاح؛ پوک جي مڙني قسمن جي پوکڻ ۽ سنڀارڻ جا الفاظ ۽ اصطلاح؛ ميوي جي فصلن جهڙوڪ: انب ۽ کجيءَ وغيره جا اصطلاح ۽ الفاظ. هن سلسلي ۾ هي احتياط پڻ رکيو ويو آهي ته جيئن سنڌي ٻوليءَ جي مڙني مکيه محاورن، جهڙوڪ لاڙ، سري، ٿر، ڪاڇي، ڪاري، ڪڇ ۽ لس ٻيلي جي مخصوص ٻولين جا انوکا عام رائج الفاظ ۽ اصطلاح، هن لغات ۾ شامل ڪري سگهجن(11).“

”جامع سنڌي لغات“ ثقافتي قسم واري لغت پڻ آهي، ڇاڪاڻ ته هن لغات ۾ سنڌ جي ثقافت سان واسطو رکندڙ موضوعن وارا لفظ پڻ شامل ڪيا ويا آهن. ڌار ڌار قومن ۽ ذاتين جي جاتيوار ثقافت جي جهلڪ وارا لفظ ۽ اصطلاح پڻ هن لغات ۾ گهڻي قدر شامل ڪيا ويا آهن.

ڊاڪٽر صاحب جاتيوار ۽ ڏنڌن وار لغتن کان سواءِ ثقافت واري دائري واريءَ لغت جون جيڪي خصوصيتون بيان ڪيون آهن، اهي سڀ خصوصيتون ”جامع سنڌي لغات“ ۾ موجود آهن. مثلاً: هر ڪرت ڪندڙ، هر جاتيءَ، هر پکي پسونءَ، جانور، جيت ۽ جنتر، وڻن ٽڻن، گاهن ۽ ٻوٽن، هنرن ۽ ڪاريگرن، گهرو قسم جا الفاظ، هار سينگار، سونهن سجاوٽ سان واسطو رکندڙ لفظ، اصطلاح ۽ پهاڪا، معياري ادب، ادب،لوڪ ادب ۽ ادبيات جي ڌار ڌار صنفن سان واسطو رکندڙ لفظ ۽ اصطلاح وغيره

هن لغات ۾ شامل ٿيل آهن. ان لحاظ سان جامع سنڌي لغات کي ”گهڻ- مقصدي“ يا ”گهڻ- پاسائين لغات“ چئي سگهجي ٿو. هن لغات جي مطالعي سان سنڌ جي تاريخ، علم ادب، قومن، قبيلن، ذاتين ۽ انهن جي ماڻهن کان سواءِ سنڌ جي ثقافت جي اڀياس لاءِ تمام گهڻي مدد ملي سگهي ٿي. انهيءَ نُڪتهء نگاهه کان هيءَ هيءَ لغات، سنڌي ٻوليءَ جي هر لحاظ کان لاثاني لغت چئي سگهجي ٿي.

مون شروع ۾ عرض ڪيو آهي ته اسان جو هي بين الاقوامي عالم، سنڌي ادب، لسانيت، سنڌي ثقافت، لوڪ ادب، تاريخ ۽ علم التعليم جي گهڻن- پهلوئن تي مهارت رکندڙ سنڌي عالم آهي. هن عالم، سنڌي ادب جي ڌار ڌار موضوعن، هر موضوع جي ڌار ڌار پهلوئن تي لاثاني خدمت ڪئي آهي. هن بزرگ جن جن موضوعن تي تحقيق ڪئي آهي، انهن مان هر پهلوءَ تي ڌار ڌار ڪتاب لکي سگهجن ٿا، جن جي ضرورت پڻ آهي.

حوالا

1- نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر: 1959ع، مداحون ۽ مناجاتون، لوڪ ادب سلسلي جو پهريون ڪتاب، سنڌي ادبي بورڊ ڪراچي/ حيدرآباد: مهاڳ، ص الف

2- نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر: 1970ع، ٻيلاين جا ٻول، (ٻيون ڇاپو)، حيدرآباد، زيب ادبي مرڪز، مقدمو، ص 1

3- نبي بخش خان بلوچ: ڊاڪٽر: 1970ع، ڏسو حوالو 2

4- نبي بخش خان بلوچي ڊاڪٽر: 1970ع، حوالو 2، ص 14
5- نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر: 1970ع حوالو 2، ص 15
6- نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر: 1998ع، هڪ جلدي لغت، حيدرآباد: سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو.
7- نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر: 1960ع جامع سنڌي لغات، (جلد پهريون) ڇام شورو، حيدرآباد: سنڌي ادبي بورڊ
8- پرسو گدواڻي، ڊاڪٽر: 1989ع، سنڌي ٻوليءَ جي زيارت گانڌي نگر: گجرات اڪادمي، ص ص 2 ۽ 3
9- پرسوگدواڻي، ڊاڪٽر: حوالو 8،
10- پرسوگدواڻي، ڊاڪٽر: حوالو 8
11- نبي بخش خان بلوچ ڊاڪٽر: ڏسو حوالو 7، مهاڳ

**مطالعي هيٺ آيل ٻيا ڪتاب**

1- نبي بخش خان بلوچ ڊاڪٽر، سپ رنگ
2- ڀيرومل آڏواڻي: 1956ع، سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ حيدرآباد: سنڌي ادبي بورڊ
3- الانا غلام علي ڊاڪٽر: 1970ع، لاڙ جي ادبي ۽ ثقافتي تاريخ.
4- الانا غلام علي، ڊاڪٽر: 1993ع، سنڌي ٻوليءَ جي لساني جاگرافي (ٽيون ڇاپو).
5- الانا غلام علي، ڊاڪٽر: 1984ع، سنڌي ٻوليءَ جو اڀياس



# سنڌ سان محبت ڪندڙ انسان: ڊاڪٽر بلوچ

## بابر منير قاضي

سنڌ سان سچي محبت ڪندڙ انسانن مان هڪ سچو انسان ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ به هڪ آهي، جنهن ڏينهن رات هڪ ڪري سنڌ جي علم و ادب، تاريخ، ثقافت، جاگرافي، لطيفيات ۽ لوڪ ادب تي تمام گهڻي اڻٿڪ محنت ڪري پاڻ کي سنڌ جو سچو سپوت ثابت ڪري ڏيکاريو ۽ اڄ اسين کيس سنڌ جو نامور اديب، مؤرخ، محقق ۽ تاريخدان، دانشور، لوڪ ادب ۽ لطيفيات جو ڄاڻو ۽ تعليمي ماهر طور کيس ڄاڻون ۽ سڃاڻون ٿا.

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ 30 صفر المظفر 1336ھ/16 ڊسمبر 1917ع تي علي محمد لغاريءَ جي گهر ۾ ڳوٺ جعفر خان لغاري تعلقي سنجهوري ضلعي سانگهڙ ۾ ڄائو. اهو ڳوٺ سندس وڏن جو ٻه سؤ سال کن اڳ جو آباد ڪيل آهي. سندس وڏا اصل ديري غازي خان جا هئا. ننڍڙو نبي بخش خان اڃا ڇهن- ستن مهينن جو مس هو ته سندن والد گذاري ويو. ان وقت سندن والد جي عمر 25 سال کن هئي. سندس والد جي وصيت مطابق ننڍڙي نبي بخش جي تعليم ۽ تربيت سندس چاچي ولي محمد خان لغاريءَ جي زير نگراني ۾ ٿي. ان کان سواءِ سندس ڏاڏي ۽ ناني به اهم ڪردار ادا ڪيو.

1924ع ۾ ننڍڙي نبي بخش کي ڪيس پرائمري اسڪول ڳوٺ پليو خان ۾ داخل ڪيو ويو، ان بعد ڪيس 1929ع ۾ نوشهري فيروز جي مدرسي هاءِ اسڪول ۾ داخل ڪرايو ويو. 1932ع ۾ جڏهن پاڻ اڃا چوٿين درجي انگريزي ۾ هو ته عربي لاءِ قرعهء فال مخدوم امير احمد جنهن تحفة الڪرام، تاريخ معصومي ۽ چچ نامي جو سنڌي ترجمو ڪيو هو، تي پيو. ڊاڪٽر بلوچ ٽه ماهي مهراڻ جي ”سوانح نمبر“ ۾ لکي ٿو ته:

”اها اسان جي خوشقسمتي هئي، جو مخدوم موصوف جهڙو لائق استاد اسان کي مليو، جنهن عربي ٻوليءَ لاءِ اسان ۾ هڪ خاص ذوق پيدا ڪيو. انهيءَ ابتدائي ذوق جي ئي برڪت هئي، جو ايم.اي تائين راقم عربي جي تعليم ورتي.“ (ص245).

هن مدرسي مان هن 1935ع ۾ مئٽرڪ جو امتحان پهرين نمبر سان پاس ڪيو. ان بعد ڊي. جي سنڌ ڪاليج ڪراچيءَ ۾ انٽر آرٽس ۾ داخلا ورتائون، ليڪن بعد ۾ بهاءُ الدين ڪاليج جهونا ڳڙهه ۾ داخلا ورتائون. انٽر ۾ به نمايان پوزيشن حاصل ڪرڻ کان پوءِ ساڳئي ڪاليج مان بي. اي آنرس 1941ع ۾ فرسٽ ڪلاس ۾ پاس ڪيائون ۽ بمبئي يونيورسٽيءَ ۾ ٽيون نمبر آيا. 1943ع ۾ علي ڳڙهه مسلم يونيورسٽيءَ مان ايم. اي (عربي) فرسٽ ڊويزن ۾ پاس ڪري سڄي يونيورسٽيءَ ۾ اول پوزيشن حاصل ڪيائون. ان کان پوءِ ايل.ايل.بي پڻ فرسٽ ڊويزن ۾ پاس ڪري سنڌ آيا. سنڌ مسلم ڪاليج ڪراچيءَ ۾ ڪجهه وقت پڙهائڻ شروع ڪيائون.
16 آگسٽ 1946ع ۾ غير ملڪي، اسڪالر شپ تحت آمريڪا ويا، جتي پهرين ايم.اي تعليم ۽ پوءِ تعليم جي ئي شعبي ۾ پي ايچ.ڊيءَ جي ڊگري ورتائون. Ph.D لاءِ سندس موضوع هو:
“A Programme of Teacher Education for the new state of Pakistan.”
ڊاڪٽريٽ جي ڊگري ملڻ کان پوءِ کين پاڪستان طرفان اقوام متحده ۾ نوڪري جي آڇ ٿي، جيڪا قبول ڪيائون، ليڪن پوءِ وزير تعليم جي طرفان وڏن آفيسرن کيس نااهل قرار ڏئي نوڪريءَ کان جواب ڏنائون. ڪتاب (سچڻ ساريندي“. ص 189 فوٽ نوٽ).

هن مان اهو ثابت ٿيو ته ڊاڪٽر بلوچ اها نوڪري ٺڪرائي نه هئي. جيئن ڪيترن ئي ڪتابن ۾ لکيل آهي ته ڊاڪٽر صاحب اها نوڪري ٺڪرائي هئي. بهرحال وطن واپس اچڻ بعد ڪين هڪ سال تائين بيروزگار رهڻو پيو. اهو هڪ سال پاڻ گهر ۾ ماٺ ڪري نه ويٺا، بلڪه سنڌ جي مطالعاتي دوري تي نڪري پيا، جتي سنڌ جا تاريخي ماڳ مڪان ۽ آثار قديمه ڏٺائون، ثقافتي رنگ ڏٺائون، ماڻهن سان علمي ۽ ادبي ڪچهريون ڪري لوڪ ادب جي صنفن جون روايتون قلمبند ڪيائون. ان سفر ۾ پاڻ سنڌ پوري جهاڳي وجي بلوچستان کان نڪتا. سندس اهو سفر 1949ع کان 1950ع تائين رهيو. سيپٽمبر 1950ع ۾ کيس مرڪزي حڪومت جي محڪمه داخلا جي شعبي اطلاعات ۽ نشريات ۾ ”او.ايس.ڊي“ (O.S.D) مقرر ڪيو ويو، جتي اڳتي هلي مرڪزي پبلڪ سروس ڪميشن کين ڪلاس وَن ۾ چونڊيو. ان بعد کين مرڪزي حڪومت پاڪستان طرفان مشرق وسطيٰ ۾ ”تعلقات ۽ اطلاعات عام“ لاءِ مقرر ڪيو. اتي ڪجهه وقت خدمتون انجام ڏيڻ کان پوءِ 1951ع ۾ علامه آءِ. آءِ قاضي صاحب جي چوڻ تي اتان استعيفا ڏئي سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ تعليم جي شعبي جو پروفيسر مقرر ٿيو، جتي پوءِ ڊائريڪٽر ۽ پوءِ ڊين فيڪلٽي مقرر ٿيو.

17 جنوري 1973ع ۾ بلوچ صاحب کي سنڌ يونيورسٽيءَ جو وائيس چانسلر مقرر ڪيو ويو، جتي پاڻ 2 آگسٽ 1973ع

تائين رهيا، ليڪن ڪجھ مهينن بعد کين پيهر 6 ڊسمبر 1973ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ جو وائيس چانسلر مقرر ڪيو ويو، جتان پوءِ وزيراعظم شهيد ذوالفقار علي ڀٽي جي چوڻ تي 22 جنوري 1976ع تي استعفيٰ ڏئي ساڻس گڏ اسلام آباد ويو، جتي کين وفاقي سيڪريٽري تعليم مقرر ڪيو ويو، جتي پاڻ آگسٽ 1977ع تائين ڪم ڪيائين. ان عرصي ۾ کيس فيڊرل پي ڪميشن (Federal Pay Commission) جو ميمبر ٿي رهيو. ڪجھ عرصي کان پوءِ کين ريويو بورڊ جو ميمبر ۽ بعد ۾ پهرين جولاءِ 1979ع ۾ کين ڊائريڪٽر، انسٽيٽيوٽ آف هسٽاريڪل ائنڊ ڪلچرل ريسرچ اسلام آباد مقرر ڪيو ويو. هن عهدي دوران کين بين الاقوامي اسلامي يونيورسٽي ٺاهڻ جو حڪم مليو، جنهن جي جڙي راس ٿيڻ کان پوءِ کين ئي 22 نومبر 1980ع ۾ هن يونيورسٽيءَ جو باني وائيس چانسلر مقرر ڪيو ويو. انهيءَ عرصي دوران پاڻ تاريخي ۽ ثقافتي تحقيق جي قومي ڪميشن جو چيئرمن به رهيو. آڪٽوبر 1979ع کان 1982ع تائين پاڻ هن ڪميشن جي نئين تشڪيل ۾ ڊائريڪٽر به رهيو.

آگسٽ 1983ع ۾ ڊاڪٽر صاحب کي نيشنل هجره ڪائونسل جو ايڊوائيزر مقرر ڪيو ويو. هن اداري ۾ رهندي ڊاڪٽر صاحب هڪ وڏي رٿا "The Great Books of Islamic Civilization" تيار ڪئي، ته جيئن چونديل اصل

ڪتابن جا حواشيءَ سان شايع ڪرايا وڃن. انهن Great Books جي چونڊ لاءِ پاڻ پنهنجن دوستن جهڙوڪ: ڊاڪٽر احمد حسن داني، حڪيم محمد سعيد، ڊاڪٽر حميد الله ۽ ٻيا قابلِ ذڪر آهن، کان مدد ورتائون. انهن هڪ سؤ چونڊ ڪتابن جا تفصيلي تعارف ڊاڪٽر بلوچ انگريزي ۾ لکيا، جيڪي 1989ع ۾ ساڳي اداري پاران "The Great Books of Islamic Civilization" 1989ع نالي سان شايع ٿيو.

1989ع ۾ ڊاڪٽر صاحب کي حڪومت جي تبديليءَ ڪري هجره ڪائونسل جي صلاحڪار جي عهدي تان هٽايو ويو. اهڙي طرح ڊاڪٽر صاحب پنهنجي ايامڪاري (1989ع-1983ع) ۾ چار ڪتاب ڇپرائي پڌرا ڪيا، ڇهن جي ڇپائي پوري ڪيائون ۽ نون ٻين تي ڪم کي فائينل ڪيائون، جيڪي پوءِ پيرزادي صاحب جي دور ۾ شايع ٿيا. ان بعد ڊاڪٽر صاحب اسلام آباد کان موڪلائي حيدرآباد ۾ سڪونت اختيار ڪئي ۽ لکڻ پڙهڻ ۽ تحقيقي ڪم کي لڳي ويا. ان ئي سال ڊاڪٽر صاحب، شاهه جي رسالي جي جامع اسڪيم تحت پهريون جلد شايع ڪرايو.

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ انهن سرڪاري عهدن کان علاوه مختلف علمي، ادبي، تاريخي ۽ ثقافتي ادارن ۽ انجمنن ۾ پڻ بطور ميمبر اهم خدمتون سر انجام ڏنيون. سڀ کان اڳ پاڻ "شاهه لطيف يادگار ڪميٽي" جيڪا هينئر ڀٽ شاهه ثقافتي

مرڪز جي نالي سان مشهور آهي، جو 1951ع ۾ ميمبر مقرر ٿيو، جنهن ۾ اڳتي هلي اعزازي سيڪريٽري جي عهدي تائين پهتا. ان يادگار ڪميٽيءَ جي طرفان ٿيندڙ شاهه عبداللطيف ڀٽائيؒ جي ساليانى ميلي ۽ ان ميلي جي موقعي تي ٿيندڙ ادبي ڪانفرنس جا منتظم به رهيا. هن ميلي خاص طور تي ميلي جي مناسبت سان ٿيندڙ ادبي ڪانفرنس ۽ موسيقيءَ جي محفل کي اوج تي رسايائون. ان ميلي ۾ سنڌ جي گمنام فنڪارن، ڳائڻن ۽ وڄتن کي وقت بوقت متعارف ڪرايائون، جن اڳتي هلي سنڌي سنگيت جي تاريخ ۾ وڏو نالو ڪيو. ڊاڪٽر صاحب هن اداري پاران هر سال ميلي ۾ پيش ٿيندڙ مقالن ۽ مضمونن کي سهيڙي مخزن جي صورت ۾ شايع ڪندا هئا، جهڙوڪ: ياد لطيف (1953ع ۽ 1954ع)، يادگار لطيف (1955ع کان 1959ع)، لطيفي سالگرهه مخزن (1960ع کان 1970ع تائين) وغيره.

1985ع ۾ جڏهن ”لطيف يادگار ڪميٽي“ جو نالو مٽائي ”ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز“ رکيو ويو، تڏهن ڊاڪٽر صاحب کي هن اداري جو اعزازي سيڪريٽري مقرر ڪيو ويو. ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي ڪوشش سان اديبن، عالمن، شاعرن ۽ راڳين لاءِ نه صرف ريسٽ هائوس تعمير ٿيو، بلڪه روڊ، مارڪيٽون، جلسه گاهه، لائبريري ۽ ميوزيم جون عمارتون، هالا جي هنرمند

ڪاشيگرن ڪان سرون جوڙائي، تعمير ڪرايون ويون. اهي مڙئي عمارتون 1961ع تائين ٺهي راس ٿيون.
1966ع ۾ ڊاڪٽر بلوچ صاحب بحيثيت اعزازي سيڪريٽري، ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز آڏو هيءَ تجويز پيش ڪئي ته ”شاهه لطيف جي هر سالگرهه جشن جي موقعي تي شاهه صاحب جي فن ۽ فڪر، ٻولي ۽ شاعريءَ جي خاص موضوعن ۽ رسالي جي سڀني سرن مان هرهڪ تي عالمانه بحث مباحثي خاطر ”مڪالمو“ منعقد ڪيو وڃي ۽ پوءِ اهي ڪتابي صورت ۾ شايع ڪرايا وڃن.“ ڪاميٽيءَ اها تجويز منظور ڪئي ۽ اهڙيءَ طرح اهو سلسلو 1967ع کان شروع ڪري 1977ع تائين پورو ڪيو ويو. انهن يارنهن سالن ۾ يارنهن ئي ڪتابي سلسله نڪتا جهڙوڪ: شاهه جي ڪلام ۾ اسلامي اقدار (1967ع)، شاهه جي ڪلام ۾ انساني اخلاق ۽ ڪردار (1968ع)، شاهه سنڌي ٻوليءَ جو معمار (1969ع)، سُرڪلياڻ جو مطالعو (1970ع)، سُر جمن جو مطالعو (1971ع)، سُر ڪنڀات جو مطالعو (1972ع)، سُر سريراڳ جو مطالعو (1973ع، سُر سامونڊي جو مطالعو (1974ع)، سُر سهڻي جو مطالعو (1975ع)، سُر سسئي آبري جو مطالعو (1976ع) ۽ سُر معذوري جو مطالعو (1977ع).
ڊاڪٽر بلوچ ساڳي سال ئي ڪاميٽيءَ کان ٻي رٿا به منظور ڪرائي ته شاهه لطيف جي سوانح، رسالي، پيغام ۽ فڪر متعلق

جديد سائنسي انداز ۾ تحقيق ۽ تدوين لاءِ اُپاءَ ورتا وڃن. ڪاميٽيءَ سندن اها رٿا به منظور ڪئي ۽ ڪين ئي اها رٿا سونپي. ڊاڪٽر صاحب ان سلسلي ۾ پهريان قلمي ۽ ڇاپي رسالا هٿ ڪيا ۽ انهن مان ڪيترائي رسالا شايع ڪرايائون، جيئن ته برٽش ميوزيم لنڊن وارو قلمي رسالو 1969ع ۾ شايع ڪرايائون، 1974ع ۾ 'سُرڪلياڻ' سان شروع ٿيندڙ ٿن آڳاٽن قلمي رسالن ڪي پيٽي شايع ڪيو ۽ 1977ع ۾ 'سُر سسئي' سان شروع ٿيندڙ ڏهن قلمي رسالن جي پيٽ سان هڪ رسالو شايع ڪرايائون. ان ڪان علاوه شاهه لطيف جي سوانح تي مشتمل مير عبدالحسين سانگيءَ جو فارسي ڪتاب ''لطائف لطيفي'' ايڊٽ ڪري 1967ع ۾ شايع ڪرايائون. 1972ع ۾ وري مرزا قليچ بيگ جو اڻ لڀ ۽ ناياب ڪتاب ''احوال شاهه عبداللطيف ڀٽائيؒ '' ۽ پنهنجو تصنيف ڪيل ڪتاب ''شاهه جي رسالي جا سر چشما'' شايع ڪرايائون. 1974ع ۾ وري پنهنجو ڪتاب ''شاهه جي رسالي جي ترتيب'' شايع ڪرايائون.

انهيءَ مٿين رٿا جي ٻئي ۽ آخري مرحلي مطابق ڊاڪٽر بلوچ صاحب ڪي ''شاهه جي رسالي'' جي جامع ۽ مستند معياري متن، ان جي سمجهاڻي ۽ تشريح ڪي مڪمل ڪرڻو هو. انهيءَ سلسلي ۾ پاڻ سنه 1980ع ڪان وٺي جدوجهد شروع ڪيائون ۽ 1999ع تائين ڏهه جلد، ڇاليهه قلمي ۽ سيڪي شايع ٿيل رسالن جي مدد سان شايع ڪرايائون.

1951ع ۾ ئي کين سنڌي ادبي بورڊ جو ميمبر به چونڊيو ويو. هن عرصي ۾ پاڻ بورڊ کان هيءَ تجويز منظور ڪرائي ته سنڌ جي تاريخ جا ٽي ڪتاب 1. فتح نامه سنڌ المعروف چچ نامو 2. تاريخ معصومي ۽ 3. تحفة الڪرام کي فارسي زبان مان ترجمو ڪري ضروري تصحيح، حواشي ۽ مقدمي سان ترجمو ڪرايا وڃن.“ بورڊ سندن اها تجويز منظور ڪئي ۽ ترجمي جو ڪم مخدوم امير احمد حوالي ٿيو ۽ تصحيح، حواشي ۽ تفصيلي مقدمي جي ذميداري کين سونپي وئي، جيڪي اڳتي هلي هڪ ٻئي پٺيان شايع ڪيا ويا.

ساڳي بورڊ جي ميٽنگ ۾ ”جامع سنڌي لغات“ جي ذميواري به ڊاڪٽر بلوچ صاحب حوالي ڪئي وئي ۽ کين ٽن سالن جو مختصر عرصو به متعين ڪري ڏنو ويو. ڊاڪٽر صاحب ڊسمبر 1951ع کان هن ڪم کي لڳا. هن لغت جي تياريءَ لاءِ هڪ مرڪزي آفيس سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ علامه آءِ. آءِ. قاضي صاحب وائيس چانسلر جي مهربانيءَ سان قائم ٿي ملي. ان کان علاوه تعلقيوار ڪارڪن به مقرر ڪيا ويا، جن جي محنت ۽ ڪوشش سان ڊاڪٽر بلوچ صاحب هيءَ لغت ٽن سالن جي عرصي ۾ مڪمل ڪري ورتي، ليڪن پوءِ ان ۾ ايتريون رنڊڪون وڌيون ويون جو ان لغت جو پهريون جلد 1960ع ۾، ۽ آخري پنجون جلد 1988ع ۾ شايع ٿيا.

1954ع ۾ جڏهن سنڌي ادبي بورڊ جي نئين سر تشڪيل ڪئي وئي، تڏهن به کين ميمبر طور مقرر ڪيو ويو. وري مارچ 1955ع ۾ بورڊ جي نئين تشڪيل ۾ کين سنڌ يونيورسٽيءَ جي نمائش ۽ طور بورڊ جو ميمبر چونڊيو ويو. 1956ع ۾ ڊاڪٽر بلوچ صاحب، سنڌي ادبي بورڊ جي ميمبرن اڳيان ”لوڪ ادب اسڪيم“ پيش ڪئي، جيڪا يڪدم منظور ڪئي وئي ۽ ان جي نگراني ۽ تڪميل به سندن حوالي ڪئي وئي. ڊاڪٽر صاحب هن رٿا تي جنوري 1957ع ۾ لوڪ ادب جي سهيڙڻ جو ڪم شروع ڪيو. لوڪ ادب جي رٿا جي مرڪزي آفيس به سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ ”سنڌي لغات“ ۾ قائم ڪئي وئي، جتي الڳ اسٽاف مقرر ڪيو ويو ۽ پڙ تعلقي وار ڪارڪن به مقرر ڪيا ويا ته ڏنل هدايتن موجب ٻهراڙين مان مواد گڏ ڪري موڪلين. مرڪزي آفيس ۾ مقرر اسٽاف، ٻهراڙين مان آيل مواد ۽ ڪتابن مان اتاريل مواد کي هدايتن موجب ورچي ورهائي، سوڌي سنواري ۽ پيٽي صاف ڪري ڇپائڻ لائق بنايو ۽ ان سڄي ڪم جي نگراني ۽ رهنمائي ڊاڪٽر بلوچ صاحب پاڻ ڪندو هو. نه صرف اهو بلڪ ڊاڪٽر صاحب پاڻ به واهڻن ۽ ڳوٺن ۾ وڃي سگهڙن ۽ راوين سان ملاقاتون/ ڪچهريون ڪري مواد هٿ ڪيو. ٻن سالن جي اڻٿڪ محنت ۽ ڪوشش کان پوءِ هن اسڪيم جو پهريون ڪتاب ”مداحون ۽ مناجاتون“ 1960ع ۾ شايع ڪيو ويو.

جيتوڻيڪ هن اسڪيم جي منظوريءَ وقت چاليهه ڪتابن جي سهيڙڻ لاءِ بورڊ ڪان پنجن سالن جو مدو مليو هو، ليڪن ڊاڪٽر بلوچ صاحب ۽ سندس ساٿين کي هن اسڪيم کي پورو ڪرڻ لاءِ ڇٽيهه سال لڳي ويا. ان جو ڪارڻ اهو ٻڌايو وڃي ٿو ته مواد جي سهيڙڻ لاءِ پنجن سالن جو مدو تمام گهٽ هو. ان ڪان علاوه ٻيو ڪارڻ ڪتابن جي ڇپائي به هو، جيڪا ڪيترن ئي سالن تائين التوا جو شڪار رهي. جس هجي مخدوم طالب المولىٰ مرحوم کي جنهن ذاتي دلچسپي وٺي اهي رنڊڪون دور ڪيون.

ڊاڪٽر بلوچ صاحب ان عرصي دوران ٽه ماهي مهراڻ جو سوانح نمبر (1957ع) پڻ ايڊٽ ڪيو. پاڻ، بورڊ جو سيپٽمبر 1961ع، 1968ع ۽ 1984ع ۾ پڻ ميمبر رهيو.

بلوچ صاحب، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي جي بانيڪارن مان پڻ آهي. 1962ع ڪان ئي ڪين سنڌالاجي جي صلاحڪار ڪميٽيءَ جو ميمبر مقرر ڪيو ويو. هيءُ ادارو پهرين سنڌي اڪيڊميءَ جي نالي سان قائم ٿيو هو ۽ پوءِ ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي ئي صلاح سان هن اداري جو نالو مٽائي ”انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي“ رکيو ويو. اداري جي اعزازي ڊائريڪٽر محمد حنيف صديقي جي وفات بعد 22 اپريل 1972ع ڪان 19 مئي 1972ع تائين ڪين سنڌالاجيءَ جو انچارج ڊائريڪٽر مقرر ڪيو ويو. ان ڪان پوءِ جڏهن پاڻ سنڌ يونيورسٽيءَ جو وائيس

چانسلر (17 جولاءِ 1973ع) مقرر ٿيا، تڏهن کين هن اداري جي سرپرستي به ملي. جنوري 1976ع تائين پاڻ اها ذميداري نڀاهي. ڊاڪٽر صاحب ئي هن اداري کي نئين عمارت ۾ منتقل ڪيو ۽ سنڌي مخزن ”علمي آئينو“ ۽ انگريزي جرنل ”Sindhological Studies“ جاري ڪيو ۽ پڻ اداري طرفان ڪيترائي ڪتاب ڇپرائي پڌرا ڪيائون. ان ۾ قائم ميوزيم لاءِ وڏي محنت ۽ جاکوڙ ڪان پوءِ مختلف ماڳن تان هٿ آيل شيون جمع ڪري بهترين ميوزيم قائم ڪيائون.

انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ کي سنڌ يونيورسٽيءَ کان ڌار ڪرڻ جون به ڪيتريون ئي ڪوششون ٿيون، ليڪن ڊاڪٽر صاحب جي ڏاهپ ان کي جدا ڪرڻ کان روڪيو. اها سندن اداري سان محبت ۽ خلوص جي ڪري ئي ممڪن هو.

جنوري 1990ع ۾ ڊاڪٽر صاحب سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ قائم ”علامه آءِ. آءِ. قاضي چيئر“ جو اعزازي ڊائريڪٽر مقرر ڪيو ويو. هڪ سال پوءِ جڏهن 29 جنوري 1991ع تي سنڌ اسيمبليءَ پاران ”سنڌي ٻوليءَ جي سکيا، سڌاري، ترقي ۽ ان جو استعمال وڌائڻ وارو ترميمي بل پاس ڪري“ سنڌي لئنگئيج اٿارٽي“ قائم ڪئي وئي، تڏهن ان جو ڊاڪٽر بلوچ کي پهريون چيئرمن مقرر ڪيو ويو. بلوچ صاحب ان وقت باوجود 74 سالن جي پنهنجي همت، ڪوشش، جدوجهد، جانفشاني، لگن ۽ ڏانوَ سان اداري کي مضبوط ۽ مستحڪم ڪيو. اداري پاران ڪيترائي نادر ناياب ۽ اڻ لڀ

ڪتاب شايع ڪرايائون، ليڪن مارچ 1994ع ۾ پاڻ هن عهدي تان استعفيٰ ڏنائون.

ڊاڪٽر بلوچ صاحب ايترين مصروفيتن باوجود ڏيڍ- به سؤ ڪتاب لکيا، اهي ڪتاب سنڌي، اردو، فارسي، عربي ۽ انگريزيءَ ۾ آهن، انهن ڪتابن مان اڪثر ايڊٽ ۽ ترتيب ڏنل آهن. هن هيٺ سندن چيپل ڪتابن جي فهرست ڏجي ٿي:

(الف) **سنڌي:**

1.گڏھ (تنقيد- 1946ع)
2. پيلاين جا پول (لوڪ ادب- 1951ع)
3. ڪليات حمل (مرتب- 1952ع)
4. ياد لطيف (1953ع)
5. تاريخ معصومي (ايڊٽ- 1953ع)
6. چچ نامو (ايڊٽ- 1954ع)
7. ياد لطيف (1954ع)
8. يادگار لطيف (1955ع)
9. يادگار لطيف (1956ع)
10. يادگار لطيف (1957ع)
11. تحفة الڪرام (ايڊٽ- 1957ع)
12. حيدرآباد (تحقيق- 1958ع)
13. يادگار لطيف (1958ع)
14. لاکو ڦلاڻي (تحقيق- 1958ع)

15. ڪل سنڌي ادبي ڪانفرنس (مرتب- 1958ع)
16. مداحون ۽ مناجاتون (لوڪ ادب- 1959ع)
17. يادگار لطيف (1959ع)
18. سنڌي- اردو لغت (1959ع)
19. لطيف سالگره مخزن (1960ع)
20. اردو- سنڌي لغت (1960ع)
21. جامع سنڌي لغات (جلد 1-1960ع)
22. مناقبا (لوڪ ادب- 1960ع)
23. معجزا (لوڪ ادب- 1960ع)
24. ٿيه اکريون (جلد 1-1960ع)
25. سنڌي لوڪ ڪهاڻيون (جلد1-1960ع)
26. لطيف سالگره مخزن (1961ع)
27. سنڌي نصاب (1961ع)
28. مولود (لوڪ ادب- 1961ع)
29. ٿيه اکريون (جلد2-1961ع)
30. هفتا، ڏينهن، راتيون ۽ مهينا (لوڪ ادب- 1961ع)
31. واقعاتي بيت (لوڪ ادب- 1961ع
32. مناظرا (لوڪ ادب- 1961ع)
33. سنڌي لوڪ ڪهاڻيون (لوڪ ادب جلد 4- 1961ع)
34. لطيف سالگره مخزن (1962ع)
35.سنڌي لوڪ ڪهاڻيون (لوڪ ادب جلد 5-1962ع)

36. سنڌي ٻوليءَ جي مختصر تاريخ (لسانيات- 1962ع)
37. ميين شاھ عنايت جو ڪلام (مرتب- 1963ع)
38. ڳيچ (لوڪ ادب- 1963ع)
39. سنڌي لوڪ ڪھاڻيون (جلد2- 1963ع)
40. لطيف سالگرھ مخزن (1963ع)
41. سنڌي لوڪ ڪھاڻيون (جلد3- 1963ع)
42. سنڌ جا عشقيه داستان- مشھور سنڌي قصا- 1 (لوڪ ادب 1964ع)
43. مشھور سنڌي قصا- ٻاهريان قصا ۽ عشقيه داستان (لوڪ ادب- 1964ع)
44. لطيف سالگرھ مخزن (1964ع)
45. سنڌي لوڪ ڪھاڻيون (جلد6- 1964ع)
46. سنڌي لوڪ ڪھاڻيون (جلد7- 1964ع)
47. تاريخ طاهري ايڊٽ (1964ع)
48. پروليون، ڏنون، معمائون ۽ ٻول (لوڪ ادب- 1965ع)
49. لوڪ گيت (لوڪ ادب- 1965ع)
50. لطيف سالگرھ مخزن (1965ع)
51. خليفي صاحب جو رسالو (مرتب 1966ع)
52. لطيف سالگرھ مخزن (1967ع)
53. ڪلام فقير نواب ولي محمد لغاري (مرتب 1986ع)
54. لطيف سالگرھ مخزن (1986ع)

55. سپ رنگ (موسيقيات- 1986ع)
56. شاهه لطف الله قادريءَ جو ڪلام (مرتب 1968ع)
57. شاهه جي ڪلام ۾ انساني اخلاق ۽ ڪردار (لطيفيات- 1968ع)
58. ڳجهارتون (لوڪ ادب- 1969ع)
59. لطيف سالگرهه مخزن (1967ع)
60. نڙ جا بيت (لوڪ ادب- 1969ع)
61. عشقيه داستان- ڍول مارو (لوڪ ادب- 1969)
62. مورڙو مانگرمڇ (لوڪ ادب- 1969ع)
63. ڪليات سانگي (مرتب- 1969ع)
64. شاهه جو رسالو (برٽش ميوزم وارو- 1969ع)
65. شاهه عبداللطيف- سنڌي ٻوليءَ جو معمار (مرتب- 1969ع)
66. شاهه جي ڪلام ۾ اسلامي اقدار (مرتب- 1969ع)
67. مصلح المفتاح- دائري وارن جي سنڌي (ايڊٽ- 1970ع)
68. لطيف سالگرهه مخزن (1970ع)
69. ڏور (لوڪ ادب- 1970ع)
70. سُرڪلياڻ جو مطالعو (مرتب- 1970ع)
71. شاهه جو رسالو (مرتب- 1970ع)
72. بيت (لوڪ ادب- 1971ع)

73. مشهور سنڌي قصا- عشقيه داستان -3- ليلان چنيسر (لوڪ ادب- 1971ع)

74. سر جمن جو مطالعو (مرتب- 1971ع)

75. تعليم چا جي لاءِ (نصاب – 1972ع)

76. احوال شاهه عبداللطيف ڀٽائي (ايڊٽ- 1972ع)

77. شاهه شريف ڀاڏائيءَ جو رسالو (مرتب- 1972ع)

78. شاهه جي رسالي جا سر چشما (تحقيق- 1972ع)

79. سُرڪنڀات جو مطالعو (مرتب- 1972ع)

80. سهڻي ميهار ۽ نوري ڄام تماچي (لوڪ ادب- 1972ع)

81. سُر سريراڳ جو مطالعو (مرتب- 1973ع)

82. شاهه جي رسالي جي ترتيب (تحقيق- 1974ع)

83. شاهه جو رسالو (مرتب- 1974ع)

84. سُر سامونڊي جو مطالعو (مرتب- 1974ع)

85. سُر سهڻي جو مطالعو (مرتب- 1975ع)

86. مومل راڻو (لوڪ ادب- 1975ع)

87. دودو چنيسر (لوڪ ادب- جلد 1- 1976ع)

88. سسئي پنهون (لوڪ ادب- 1976ع)

89. عمر مارئي (لوڪ ادب- 1976ع) 90. سورٺ راءِ ڏياچ ۽ هير رانجهو (لوڪ ادب- 1976ع) 91. سُر سسئي آبري جو مطالعو (مرتب- 1976ع) 92. دودو چينسر (جلد 2- 1977ع) 93. سُر معذوري جو مطالعو (مرتب- 1977ع) 94. شاهه جو

رسالو (مرتب- 1977ع) 95. سنڌي موسيقي جي مختصر تاريخ (تحقيق- 1978ع) 96. رسمون، رواج، سوڻ ۽ ساٺ (لوڪ ادب- 1978ع) 97. سومرن جو دور (لوڪ ادب- 1980ع) 98. سنڌي ٻولي ۽ ادب جي مختصر تاريخ (تحقيق- 1980ع) 99. جامع سنڌي لغات (جلد-2-1981ع) 100. راڳ نامون (مرتب- 1981ع) 101. جامع سنڌي لغات (جلد3- 1983ع) 102. جنگ نامه (لوڪ ادب- 1984ع) 103. جامع سنڌي لغات (جلد1- 1985ع) 104. رسالو غلام محمد خانزئي جو (مرتب- 1985ع) 105. قافيون (لوڪ ادب جلد1- 1985ع) 106. سنڌي سينگار شاعري (لوڪ ادب- 1986ع) 107. قافيون (لوڪ ادب- جلد2- 1987ع) 108. شاهه جو رسالو (مرتب- 1987ع) 109. جامع سنڌي لغات (جلد5- 1988ع) 110. شاهه جو رسالو (جلد1- 1989ع) 111. قافيون (جلد3- 1990ع) 112. رمضان واڍي جو راڳ (ايڊٽ- 1990ع) 113. شاهه عبداللطيف (مضامين- مرتب: ڊاڪٽر بشير احمد شاد- 1990ع) 114. سنڌي ٻولي ۽ ادب جي مختصر تاريخ (نئين سر وڌايل- 1990ع) 115. سنڌي هنر شاعري (لوڪ ادب- 1991ع) 116. فهرست (لوڪ ادب جي- 1991ع) 117. شاهه جو رسالو (جلد2- 1992ع) 118. سنڌي صورتخطي ۽ خطاطي جو مطالعو (تحقيق 1992ع) 119. سنڌ جي مڇي- مٺي جي مڇيءَ جو مطالعو (تحقيق-

1993ع) 120. انڊين ڪانٽريڪٽ ائڪٽ (1993ع) 121. هرگينو (1993ع) 122. سنڌي ٻوليءَ جو منظوم آڳاٽو ذخيرو (تحقيق- 1993ع) 124. شاهه جو رسالو (جلد3- 1994ع) 125. سنڌ جي مڇي- ڪاري جي مڇي (تحقيق- 1995ع) 126. شاهه جو رسالو (جلد6- 1995ع) 127. جواهر لغات سنڌي اڪيچار (مرتب- 1996ع) 128. شاهه جو رسالو (جلد10- 1996ع) 129. شاهه جو رسالو (جلد4- 1997ع) 130. شاهه جو رسالو (جلد5- 1997ع) 131. هڪ جلدي سنڌي لغت (مرتب- 1998ع) 132. شاهه جو رسالو (جلد 8 ۽ 9- 1999ع) 133. منهنجو ڳوٺ جعفر خان لغاري (تحقيق- 1999ع) 134. قاضي قاضن جو ڪلام (مرتب- 1999ع) 135. رهاڻ هيرن ڪاڻ (جلد1- 2000ع) 136. رهاڻ هيرن ڪاڻ (جلد2- 2001ع) 137. رهاڻ هيرن ڪاڻ (جلد3- 2002ع) 138. روشني (شاهه جي رسالي جي لغت- مرتب- 2002ع) 139. رهاڻ هيرن ڪاڻ (جلد4- 2003ع) 140. رهاڻ هيرن ڪاڻ (جلد5- 2003ع) 141. رهاڻ هيرن ڪاڻ (جلد6- 2004ع) 142. رهاڻ هيرن ڪاڻ (جلد7-6 2006ع) 143. رهاڻ هيرن ڪاڻ (جلد8- 2008ع).

## (ب) فارسي ڪتاب:

1. لب تاريخ سنڌ (ايڊٽ- 1959ع)

2. ديوان غلام (ايبڊٽ- 1959ع)
3. تاريخ طاهري (ايبڊٽ- 1964ع)
4. لطائف لطيفي (ايبڊٽ- 1967ع)
5. حاصل النهج (ايبڊٽ- 1969ع)
6. بيگلار نامه (ايبڊٽ- 1971ع)
7. فتح نامه (ايبڊٽ- 1980ع)
8. باقيات از احوال ڪلهوڙا (ايبڊٽ- 1996ع)
9. تاريخ بلوچي (ايبڊٽ- 1996ع).

## (ث) عربي ڪتاب:

1. ديوان ابي عطا (ايبڊٽ- 1961ع) 2. غرة الزيجات (ايبڊٽ- 1962ع).

## (ج) اردو ڪتاب:

1. سنڌ ۾ اردو شاعري (1970ع)
2. ديوان صابر (ايبڊٽ- 1984ع)
3. مولانا آزاد سبحاني (تحقيق- 1990ع)
4. ديوان ماتم (1994ع)
5. طلبه اور تعليم.

## (ح) انگريزي ڪتاب:

## (H) Books in English

**1. Sindh To day (1951)**

**2. Musical Instruments of Lower Valley of Sindh (1966)**

**3. The Traditional Arts & Crafts of Hyderabad Region (1966)**

**4. Spanish can to Jondo and its origin in Sindhi Music (1968)**

**5. Nahj-al-Tallum (1969)**

**6. Folk Music of Mehran Valley (1970)**

**7. Education in Sindh before the British of Conquest & the education policies of British Govt. (1971)**

**8. The Education Policy (1972)**

**9. Historical Development of Music in Sindh (1973)**

**10. The Great Books of Islamic Civilization (1989)**

**11. Lands of Pakistan (1995)**

**12. Advent of Islamic Indonesia (1986)**

**13. Sindhi Script & Orthography (1995)**
**14. Sindh- Studies Historical (2002)**
**15. Sindh Studies Cultural (2002).**
**16. Decipherment of Indus Script**

مٿين ڪتابن کان علاوه ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ڪيترائي سنڌي، اردو، فارسي ۽ انگريزي زبانن ۾ مضمون ۽ مقالا لکيا، جيڪي مختلف اخبارن ۽ رسالن ۾ شايع ٿيا. ضرورت آهي ته انهن تاريخي، ثقافتي، جاگرافيائي ۽ لسانياتي مضمونن ۽ مقالن کي سهيڙي مرتب ڪري شايع ڪرايا وڃن.

ڊاڪٽر صاحب جي مٿي ذڪر ڪيل خدمتن جي مڃتا ۽ اعتراف ۾ ڪيترائي انعام ۽ اعزاز مليا. سڀ کان پهرين ڊاڪٽر صاحب کي حڪومت پاڪستان پاران ”تمغهء پاڪستان“، 1968ع ۾ ”ستاره قائداعظم“، 1979ع ۾ ”تمغهء حسن ڪارڪردگي“(Pride of Performance)، ”اعزاز ڪمال“ 1991ع ۾ ۽ 2001ع ۾ ”ستاره امتياز“ جهڙا اعزاز ۽ انعام مليا. ان کان علاوه ڪيس مختلف علمي، ادبي ۽ ثقافتي ادارن پاران مڃتا ۽ نقد انعام ۽ شيلڊز مليون.

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ 6 اپريل 2011ع تي حيدرآباد جي سنڌي مسلم سوسائٽيءَ ۾ پنهنجي نياڻي (ڇاتي) جي گهر ۾ دل جي دوري پوڻ سبب وفات ڪري ويو. انا الله وانا اليه راجعون سندس عمر 94 سال هئي. سندن وصيت مطابق سنڌ

يونيورسٽيءَ ۾ سندن محسن ۽ همدرد، گائيڊ ڪندڙ ۽ روشني ڏيندڙ علامه آءِ. آءِ. قاضي جي مزار پرسان مٽي ماءُ حوالي ڪيو ويو. ڌڻي در دعا آهي ته سندن صغيره ۽ ڪبيره گناهه معاف ٿين ۽ جنت ۾ جاءِ ملينِ ۽ سندن پونيئرن کي صبر و جيل عطا ٿئي. (آمين)

حوالا:

1. ڊاڪٽر بلوچ- هڪ مطالعو- ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو. ڇاپو پهريون 1998ع.
2. سنڌي ادب جي تاريخ جو جديد مطالعو- مختيار احمد ملاح- ڇاپو پهريون- 2006ع.
3. سنڌي ٻوليءَ جا محقق- هدايت پريم.
4. ڊاڪٽر بلوچ: هڪ مثالي عالم- تاج جويو.
5. لوڪ ادب سلسلي جي مختلف ڪتابن جا مهاڳ.
6. سنڌي موسيقيءَ جي تاريخ- ڊاڪٽر بلوچ- ڇاپو ٻيو 2003ع.
7. Source Material on Sindh (1977) by M.H. Panhwar.
8. ٽه ماهي مهراڻ جا مختلف پرچا.
9. ماهوار نئين زندگي حيدرآباد جا مختلف پرچا.
10. ماهوار پيغام ڪراچيءَ جا مختلف پرچا.
11. ڇپيل سنڌي ڪتابن جي ببليوگرافي (1947ع ۽ 1973ع) تائين. ڇاپو اول 1976ع).

12. سچڻ ساريندي (خطن جو مجموعو) چاپو اول- 2005ع.
13. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، شخصيت اور فن- محمد ارشد شيخ. اڪادمي ادبيات پاڪستان- اسلام آباد، چاپو پهريون- 2007ع.



# سنڌي ٻوليءَ جو عظيم اتهاسڪار

## امداد حسيني

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ هڪ گهڻ پاسائين شخصيت جو مالڪ هو. بلوچ صاحب سنڌي ٻوليءَ تي به ڪم ڪيو، ته لغت تي به ڪم ڪيو آهي. لوڪ- ڪلاسيڪل اتهاس (شاعريءَ توڙي نثر) تي به لکيو آهي ته سنڌي سنگيت تي به لکيو اٿس.
سنڌي شاعريءَ جي سريلي صنف ڪافيءَ تي ٿي ضخيم جلد ڇپجي چڪو آهي، ته پاڻ شاعري به ڪئي اٿس.روايتي دؤر جي هڪ وڏي شاعر مير عبدالحسين "سانگيءَ" جو ڪليات به سهيڙيو اٿس، ته انهن سڀني ڪتابن تي پاڻ عاليشان مهاڳ پڻ لکيا اٿس.

حضرت شاھ عبداللطيف ڀٽائيؒ جي ڪلام ۽ سوانح تي ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جيڪو ڪم ڪيو آھي، انھيءَ جو سنڌي ادب ۾ ھڪ الڳ ۽ اعليٰ درجو آھي.

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ لڪڻ کي عبادت ۽ رياضت جو رتبو عطا ڪيو آھي ۽ ھن پنھنجي ڪم جي آڌار تي سنڌي ٻوليءَ جي ھڪ عظيم اتھاسڪار جو مرتبو ماڻيو آھي. ان ڪارڻ ئي اڄ سنڌ جي ھن عظيم سپوت کي خراج عقيدت پيش ڪندي اسين فخر محسوس ٿا ڪريون. ھتي مان صرف ڊڪشنري/ لغت آفيس جي حوالي سان ڪجھ ساروڻيون پيش ڪرڻ چاھيان ٿو.

تڏھن مان سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ پڙھندو ھئس ۽ ٽن

ڏينھن دوران ڊڪشنري آفيس ۾ پارٽ ٽائيم جاب پڻ ڪئي ھئم. مون کي اھا چڱيءَ طرح سُڌ نه ھئي ته ھڪ ڪمري واريءَ انھيءَ ڊڪشنري آفيس ۾ ڪيل ڪم جو تجربو آئيندي مون کي ڪيڏو نه ڪم اچڻ وارو ھو!

انھيءَ ڪمري ۾، قطار سان، آمھون سامھون ٽيبلون رکيل ھونديون ھيون ۽ انھن ٽيبلن جي پٺيان ڪرسيون رکيل ھونديون ھيون، جيڪي پٽ سان لڳل ھونديون ھيون. آمھون سامھون رکيل ٽيبلن وچان، ھڪ ماڻھوءَ جي لنگھڻ جيتري وِٿي ڇڏيل ھوندي ھئي. ٽيبلن تي ڪتابن، ڪاربن، ڪاڳرن جا ڍڳ پيل ھوندا ھئا.

شيخ محمد اسماعيل انهيءَ آفيس جو انچارج هو، سڀني ڪارڪنن جو ڪم ورهايل هوندو هو. لغت ۾ لوڪ ساهت... لغت ۾ وري مختلف اکر/ لفظ- لوڪ ساهت ۾ ڪهاڻيون، آکاڻيون، ڳالهيون، داستان، ڳيچ، گيت، ڳجهارتون، ڪهاڻين ۾ وري ڀن ڀن موضوع، لوڪ گيتن ۾ مختلف صنفون. صبح شام ڪم ٿيندو هو ۽ انهيءَ سڄي ڪم جو نگران ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ هوندو هو.

ڊڪشنري آفيس ۽ لوڪ ادب رٿا ۾ جيڪي ڪارڪن مون کي ياد آهن، اهي هي آهن:

شيخ محمد اسماعيل،

ڊاڪٽر اسدالله شاهه "بيخود" حسيني،

ممتاز مرزا،

طالب لوهار،

محمد يعقوب ميمڻ،

ولي محمد طاهرزادو،

شبير هاتف....

ڊڪشنري آفيس ۾ جيڪو به اُجورو ملندو هو، اهو ڪم ڪرڻ جو اجورو هوندو هو، نه ڪي ڪم نه ڪرڻ جو! ان ڪري اهميت وري به ڪم جي هئي ۽ اهو ڪم اڄ سڀني جي سامهون آهي. يقيناً لوڪ ساهت جي انهيءَ عاليشان عمارت جي اڏاوت ۾ ڊڪشنري آفيس جي سڀني ڪارڪنن جي محنت شامل هئي، پر ان سان گڏوگڏ انهن سون هزارن ڪارڪنن جي محنت پڻ شامل

هئي، جيڪي سنڌ جي ڪنڊڪڙڇ ۾ پکڙيل هئا، جن لاءِ ڪوبه اُجورو نه هو! پلا پنهنجي گهر اڻ جو به ڪو اجورو هوندو آهي ڇا!

ڇپيل ڪتابن مان مواد ڪيڻ کان سواءِ، سڄيءَ سنڌ مان جيڪو به مواد هو، اهو ڇانٽي ٿيندو هو. پوءِ لاڳاپيل ٽيبل/ ڪارڪن تائين پهچندو هو، جتي ان جي پڙهڻي سان گڏوگڏ ان ۾ درستيون به ٿينديون هيون. مختلف روايتن جي پيٽا ٿيندي هئي، ائين پهريون اسڪرپٽ تيار ٿيندو هو. شيخ محمد اسماعيل ان کي چيڪ ڪندو هو ۽ پوءِ ڊاڪٽر صاحب جي آڏو رکندو هو. ڊاڪٽر صاحب ان کي پهرئين کان آخري لفظ تائين ڏسندو هو، ويچار ونديندو هو، هدايتون ڏيندو هو ۽ ان پٺاندڙ پريس ڪاپي تيار ٿي، پريس ۾ هلي ويندي هئي.

اهو مواد جنهن وٽان به آيل هوندو هو، فوٽ نوٽ ۾ تَنهن جو نالو درج ڪيو ويندو هو. ان ريت هڪ ئي ڪهاڻيءَ، گيت يا داستان جون مختلف روايتون ڪم ايندیون هيون ته اهي به ڏنيون ويندیون هيون ۽ سڀني راوين جا نالا به ڏنا ويندا هئا. آيل مواد جي چنڊ ڇاڻ/ سوڌ سنوار جو ڪم جنهن به ڪارڪن جي ذِمي هوندو هو، ان جو نالو پريس ڪاپي تيار ڪندڙ جي حيثيت سان ڏنو ويندو هو ۽ ڇپجڻ کان پوءِ کيس ان ڪتاب جي هڪ ڪاپي پڻ ڏني ويندي هئي، ۽ اهو ان لاءِ ساري ڄمار ياد رهڻ وارو هڪ اعزاز هوندو هو. جڏهن ته مون کي ذاتي تجربو آهي ته ٻين

شخصن/ ادارن جي پھرئين اکر کان آخري اکر تائين، مسودن
کي پڙهيو ۽ سنواريو هوندم، پر انهن ۾ منهنجو نالو نه ڏنو ويو
هوندو! ان ڏس ۾ مان هتي صرف "کيڏوٽا" جو مثال ڏيڻ
چاهيندس. سحر، "هوا جي سامهون" جي اپپاس ۾ صفحي 17 تي
لکي ٿي:
"ان ريت گيت کيڏوٽا جو نه رڳو نالو هن جو ڏنل آهي، پر ان جا
سمورا معياري ترجما امداد جا ئي ڪيل آهن."
انهيءَ لکڻ مان منهنجي مراد صرف اها آهي ته تحرير جي پيشي
سان وابسته فردن لاءِ ايمانداري بنيادي شرط آهي ۽ ڊاڪٽر نبي
بخش خان پنهنجي هر ڪارڪن جي پورهئي جو قدر ڪيو ۽ ان
جي محنت کي مانُ ڏنو.
"لوڪ ادب رِٽا" هيٺ هڪ ڪتاب "مناظرا" به ڇپيو هو،
جنهن جي مخالفت ۾ ڪراچيءَ جي هفتيوار اخبار "Sunday
Times" ۾ مسلسل هڪ ليک اچڻ لڳو هو. نيت اهائي هئي ته
"مناظرا" تي بندش وجهرائجي. انهيءَ ليک کي بنياد بنائي،
ڪراچيءَ جي ڪمشنر وٽ هڪ ڪيس پڻ داخل ڪيو ويو
هو، جيڪو اٺ سال هليو ۽ فيصلو ڊاڪٽر صاحب جي حق ۾
ٿيو. ان ڏس ۾ اچرج جي ڳالھ اها آهي ته پروفيسر غلام حسين
جلباڻيءَ، جنهن کي ساڃي ڏر جو سمجهيو ويندو هو، "مناظرا"
جي مخالفت ۾ شاهدي ڏني ۽ محمد عثمان ڏيپلائيءَ، جنهن کي
کابيءَ ڏر جو سمجهيو ويندو هو، "مناظرا" جي حق ۾ شاهدي

ڏني. ڊاڪٽر صاحب آخري ڏينهن تائين ڏيپلائي صاحب جا ان ڏس ۾ ڳڻ ڳائيندا. ڏيپلائي صاحب پاڻ مون کي ٻڌايو هو ته هن "مناظرا" جي بچاءَ ۾ مذهبي ڪتابن جا حوالا ڏنا هئا.

جيتوڻيڪ مون جتي به نوڪري ڪئي آهي، اتي سنڌي ٻوليءَ، ادب ۽ ثقافت سان ئي منهنجو واسطو رهيو آهي، پر منهنجي پوري ڪيريئر ۾ ڊڪشنري آفيس اهو واحد ادارو هو، جتي جي نوڪريءَ کي مون ڪڏهن به نوڪري نه سمجهيو. اتي سڀئي ڪارڪن ٻوليءَ، ادب ۽ ڪلچر جا چاھڪ ۽ ان کي محفوظ ڪرڻ جي جذبن سان سرشار هئا.

ڊڪشنري آفيس ۾ ڪم هلندي جڏهن به ولي محمد طاهر زادو پنهنجي مخصوص انداز ۾ کلندو هو، تڏهن سڀ ڌانهس متوجهه ٿي ويندا هئا. پوءِ ڪونه ڪو ٽوٽڪو ٻڌائيندو هو، ته هڪ گڏيل ٽهڪ ٻُرندو هو. ڪڏهن وري شيخ صاحب چوڳو وجهندو هو ته "ابا هو چا پئي ٻڌايئي!" ۽ ائين ڪڏهن لفظن جي صورتخطيءَ/ معنيٰ بابت خيالن جي ڏي وٺ ٿيندي هئي، ته ڪڏهن ٽوٽڪا، نقل نظير، پهاڪا ۽ چوڻيون پيش ٿينديون هيون.

ڊاڪٽر صاحب پوري وقت تي آفيس ۾ ايندو هو ۽ پنهنجي ڪرسيءَ تي اچي ويهندو هو، جيڪا شيخ صاحب جي ٽيبل جي ساڄي پاسي رکيل هوندي هئي. ڊاڪٽر صاحب جي موجودگيءَ سان ڪارڪنن ۾ اُتساهه پرجي ويندو هو.

1992ع ۾ جڏهن مون کي سنڌي ادبي بورڊ جو سيڪريٽري ڪري رکيو ويو هو، تڏهن خبر پئي ته "لوڪ ادب رٿا" بند ٿي چڪي هئي. جڏهن ته ان وقت به "لوڪ ادب رٿا" هيٺ ڪجھ اهم عنوان تياريءَ جي مختلف مرحلن ۾ هئا، جيئن "چوٽيون".
هاڻي اهو ڪتاب ڪهڙي مرحلي ۾ آهي، ان جي مون کي ڪا خبر ناهي!
سنڌ جو لوڪ ادب سنڌي عوام جو قومي ورثو ته آهي ئي، پر اهو عالمي سطح تي پوري انسانيت جو ورثو آهي.
سنڌ جي لوڪ ادب جو دنيا جي لوڪ ادب ۾ ڪهڙو مقام آهي؟
سنڌ جا لوڪ گيت، سر توڙي موضوع جي لحاظ کان، دنيا جي لوڪ گيتن ۾ ڪهڙي اهميت رکن ٿا؟
دودي- چنيسر جي وير گاٿا جو عالمي رزميه شاعريءَ ۾ ڪهڙو درجو آهي؟
اهي سڀ سوال، جواب طلب آهن ۽ انهن جا جواب لهڻ گهرجن، مثلاً: ڪجھ ڪهاڻيون/ آکاڻيون اهڙيون آهن، جيڪي ٻين ٻولين ۾ به آهن، اهي سنڌ کان سفر ڪري ٻاهر پُهتيون، يا ٻاهران سفر ڪري سنڌ ۾ آيون! انهن سوالن جا جواب اسين تڏهن ئي لهي سگهنداسين، جڏهن اسين خود پنهنجي قومي ورثي بابت سچيت هونداسين.
سنڌ تي ڌڻي تعاليٰ جو اهو خاص ڪرم آهي، جو ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ اسان جي ڀُـڪي پيو، جن سنڌ جي

قومي ورثي کي محفوظ ڪري، ان کي ضايع ٿيڻ کان بچايو.

# ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ- سنڌ جو ليجنڊ

## پرفيسر سليم ميمڻ

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ويهين ۽ ايڪهين صديءَ جو اهو مايا ناز ڏاهو، محقق، ماهر ۽ اديب هو، جنهن جو مثال سندس همعصرن ۾ ملڻ محال آهي. پاڻ هڪ ئي وقت ستن ٻولين: سنڌي، انگريزي، اردو، بلوچي، فارسي، عربي ۽ سرائڪيءَ تي دسترس رکندا هئا ۽ سواءِ بلوچيءَ جي باقي ٻولين ۾ سندس عالماڻي تحقيق ۽ تاليف جو انگ سؤ کان به مٿي آهي. جڏهن ته عالماڻي ۽ محققاڻي مقالن جو انگ ان کان به وڌيڪ آهي. سندس تصنيفن کي مواد، مقدار ۽ معيار جي لحاظ کان پرکجي ته ننڍي کنڊ توڙي يورپ ۾ ڪير به سندس معيار ۽ مقدار کي برميچي نه ٿو سگهي. اهو ته هڪ اندازو ۽ ڪاٿو آهي پر مان سمجهان ٿو ته ان ڏس ۾ کوجنا ڪرڻ جي سخت گهرج آهي.

ڊاڪٽر صاحب ڪنهن هڪ شيءِ تائين پاڻ کي محدود نه رکيو. بلڪه هڪ ئي وقت لوڪ ادب، تاريخ، لغت، لسانيات، لطيفيات، موسيقي ۽ تعليم جي شعبي ۾ ڏينهن رات تحقيق ۽ تاليف جي وسيلي سنڌي ٻولي ۽ ادب کي مالامال ڪيو آهي. حقيقت ۾ ڏٺو وڃي ته هو فقط سنڌي ٻوليءَ جو ئي عالم نه هو، پر وقت ۽ حالتن کين ۽ سندس علمي ۽ کوجنائي پورهئي کي فقط سنڌ تائين محدود ڪري ڇڏيو آهي. سنڌي ٻوليءَ ۾ گهڻ رخي شعبن ۾ ان کان اڳ مرزا قليچ بيگ پنهنجي جاکوڙ وسيلي ادب جي مختلف صنفن سان گڏوگڏ سماجي علمن: لسانيات، صرف و نحو ۽ طبعي سائنس ۾ سنڌي ٻولي ۽ ادب کي مالامال ڪيو. مرزا صاحب 457 ڪتاب تيار ڪري سنڌ واسين کي ڏنا، پر بدقسمتي آهي هن قوم جي، جو ايڏي وڏي عالم جي ايڏي وڏي پورهئي کي مڪمل طور عام ماڻهن تائين نه آڻي سگهي آهي. اها اسان جي بيحسيءَ جي انتها آهي. ڪراچي يونيورسٽيءَ پاران ڪوئايل ادبي ريفرنس ۾ ادي مهتاب راشدي، سنڌي قوم جي نبض تي هٿ رکندي چيو هو ته: اسان کي اڃا اهو احساس ئي ڪونه ٿيو آهي ته اسان ڇا وڃايو آهي. اها حقيقت آهي ۽ اسان اڃا ان ڏک ۽ اذيت مان لنگهي رهيا آهيون جنهن ۾ اسان کي تڪليف جو احساس به ڪونهي، ڇڻ ته بيهوشيءَ جي عالم ۾ آهيون. تڪليف ۽ ڏک جو اندازو ۽ احساس ان ڪيفيت مان ٻاهر نڪرڻ تي ئي معلوم ٿيندو.

ڊاڪٽر بلوچ صاحب جنهن ڏينهن گذاري ويو، مون سنڌي ادب جي هڪ وڏي اديب کي فون ڪري، اها ڏکوئيندڙ خبر ڏني ۽ بعد ۾ ٻڌايم ته شام جو پنجين وڳي جنازي نماز آهي. سائين فرمايو: لالا منهنجو ساڻس ڪو تعلق نه هو، مان وڃي ڇا ڪندس؟ جي نبي بخش بلوچ صاحب جو سنڌي ادب ۽ اديبن سان تعلق نه هو ته ڪنهن سان هو؟ ڪراچي يونيورسٽيءَ جي شاهه عبداللطيف چيئر پاران آرٽس ڪائونسل ڪراچيءَ ۾ ڪوٺايل هڪ ريفرنس جي حوالي سان هڪ مهربان دوست کي عرض ڪيم ته ڊاڪٽر صاحب لطيفيات جي حوالي سان جيڪو علمي پورهيو ڪيو آهي، ان تي ڪجهه لکي اچو. سائين فرمايو: ”منهنجو ته ان تي ساڻس سخت اختلاف آهي.“ مون کين عرض ڪيو ته ان اختلاف تي اچي ڳالهايو.
سائين جن جي مهرباني، سائين جن آيا ۽ ڊاڪٽر صاحب لطيفيات جي حوالي سان جيڪي خدمتون سرانجام ڏنيون، ان تي تمام سٺو ڳالهايو.
حقيقت اها آهي ته سنڌي عالمن ۽ اديبن ۾ جيڪا نظرياتي ورهاست ٿيل آهي، ان موجب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جو تعلق ساڄي پاسي واري ڌر سان هو. جڏهن ته سنڌي اديبن ۽ عالمن جي گهڻائي کاٻي ڌر يا ترقي پسند سوچ رکندڙ آهي، اهڙي ريت ڊاڪٽر صاحب ان لڏي يا فڪر جي اديبن سان لاڳاپيل رهيو، جيڪي مذهبي لاڙن يا قدرن جي پٺڀرائي ڪندڙ هئا.

ڊاڪٽر صاحب جي شخصيت ۽ علمي پورهئي جو تجزيو ڪيو وڃي ته اڪثر پورهئي ۾ ان جو اظهار نه ٿو ملي. ڊاڪٽر صاحب ادب کي ادب ۽ علم کي علم سمجهي پنهنجي قابليت ۽ صلاحيت آهر ان تي عالماڻو ڪم ڪيو. ڊاڪٽر صاحب تي ان حوالي سان تنقيدون به ٿينديون رهيون، پر ڊاڪٽر صاحب جي اها سوچ رهي ته پاڻ ڪڏهن به ڪنهن کي يا ڪنهن تنقيد جو جواب ڪونه ڏنائون ۽ خاموشيءَ سان پنهنجو ڪردار ادا ڪندا رهيا.

ڊاڪٽر صاحب جنهن دؤر ۾ علم ۽ ادب جي دنيا ۾ قدم رکيو، اهو ترقي پسنديءَ جو دؤر هو، گهڻائي اديبن ۽ عالمن جي ان سوچ جي حامي هئي. جڏهن ته ڪجھ ساڄي ڌر جا پوئلڳ به هئا، جن ۾ ڊاڪٽر صاحب به شامل هو، پر ڊاڪٽر صاحب ڪڏهن به ڪنهن تڪراري معاملي ۾ نه پيو ۽ پنهنجو ڪردار اڻ ڌريو ٿي ادا ڪندو رهيو. لطيفيات ۽ ٻوليءَ جي بڻ بنياد بابت سندس نظرين ۽ ڪيل ڪم تي مٿس تنقيد به ٿي ۽ اختلاف به رهيو، پر اهو ادبي، علمي ۽ کوجنائي ڪم آهي، جنهن لاءِ هر عالم پنهنجي تجربي، مشاهدي ۽ علمي حيثيت آڌار ڪا راءِ قائم ڪري ٿو.

ڊاڪٽر صاحب جي علمي پورهئي تي گفتگو کان اڳ آءٌ سندس شخصيت تي ڪجھ روشني وجهندس.

مون پنهنجي نندپڻ ۾ ڊاڪٽر صاحب جي شخصيت جو ويجهو ۽ گهرو اڀياس ڪيو هو، هڪ ٻار جي حيثيت ۾ مون کين جيئن ڏٺو تيئن اوهان آڏو پيش ڪرڻ چاهيندس.

هي احوال آهي 1956ع کان 1965ع واري دؤر جو. ان وقت 1956ع ۾ منهنجي عمر 6 سال هئي، ان کان اڳ جون ڳالهيون ياد نه اٿم، پر 1956ع کان اڳتي جون ڳالهيون ذهن جي ڪمپيوٽر تي محفوظ آهن، جڏهن آءٌ ٽيچرس ٽريننگ ڪاليج فارمين جي پريڪٽسنگ اسڪول ۾ پهرين درجي جو شاگرد هئس. سنڌ يونيورسٽيءَ جي پراڻي ڪيمپس ۾ ڊاڪٽر بلوچ صاحب جا پاڙيسري هئاسين. پراڻي ڪيمپس ۾ ننڍي کان وڏي ڪوارٽرن جو تعداد 31 هو، جنهن ۾ پٽيوالي، چوڪيدار کان وٺي پروفيسر ۽ رجسٽرار تائين جي حيثيت جا ڪامورا رهندا هئا. بابا سائين (عبدالقادر ميمڻ) به انهيءَ دؤر ۾ پهرين آفيس سپرينٽنڊنٽ ۽ پوءِ اسسٽنٽ رجسٽرار جي حيثيت ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ خدمتون سرانجام ڏنيون.

بلوچ صاحب جو گهر پراڻي ڪيمپس جي بلڪل آخري ڇيڙي تي هو، بعد ۾ اتي يونيورسٽي پريس جي پرسان ڪجھ بيا گهر به ٺهيا جن ۾ پروفيسر قلباڻي ۽ درمحمد ناريجو اچي رهيا. پراڻي ڪيمپس ۾ انتظامي آفيسون به هيون ۽ لائبريري به هئي، ڪجھ تدريسي شعبا به هئا. ڪن شعبن ۾ صبح جو ته ڪن شعبن ۾ شام جو ڪلاس ٿيندا هئا.

بلوچ صاحب انهن ڏينهن ۾ نئون نئون ٻاهران Ph.D ڪري آيو هو. هميشه سوٽ ۾ رهندو هو، اونهاري ۾ به کين ٿڌي ڪپڙي زِين جو سوٽ پهريل رهندو هو. هلڪي بادامي رنگ جي سوٽ ۾

سندس شخصيت نهايت رعبدار، وزندار ۽ متاثر ڪندڙ هئي.
علامه آءِ.آءِ.قاضي صاحب ان دور ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ جو وائيس چانسلر هو، ان جي شخصيت به نهايت سحر انگيز هوندي هئي. صبح جو وڪٽوريا ۾ چڙهي يونيورسٽي ايندا هئا ۽ ايلسا قاضي کين روز چڙهڻ ۽ وڃڻ ايندي هئي. چڙهڻ ۽ وڃڻ جو منظر به نهايت دلڪش ۽ متاثر ڪندڙ هوندو هو. وڪٽوريا تان لهڻ مهل ايلسا قاضي، جيڪا هڪ جرمن خاتون هئي، پنهنجي ٻانهن ٻگهيريندي هئي ۽ علامه آءِ. آءِ قاضي صاحب ٻانهن تي پنهنجي ٻانهن رکي لهندا هئا ۽ ان ئي انداز سان پنهنجي آفيس تائين ويندا هئا. ميڊم ايلسا کين سندن ڪمري تائين پهچائي موٽندي هئي ۽ منجهند جو واپس وٺي وڃڻ مهل به ساڳيو رومانوي منظر ڏسڻ لاءِ ملندو هو.
ڊاڪٽر بلوچ صاحب روز پنهنجي گهر کان آفيس، جيڪا ودايالي بلڊنگ عمارت جي ساڄي حصي ۾ گرائونڊ فلور تي هئي، پنڌ ايندا ويندا هئا، پنڌ به ڪو گهڻو ڪونه هو.
پراڻي ڪيمپس جي ميدان ۾ ڦرندي، راند روند ڪندي بلوچ صاحب جي گهر تائين ويندا هئاسون، ته اتي هڪ عجيب لانڍي نما ڪمرو ٺهيل هو، جيڪو اڪثر ڏينهن جو به ڪليل رهندو هو. ڪجهه هنڌ پيل هوندا هئا. ڪيمپس ۾ بجلي هوندي به، اها لانڍي بجليءَ جي سهولت کان گهڻي عرصي تائين وانجهيل رهي. شام جو اتي سگهڙن، فنڪارن ۽ ڳائيندڙن جو وڏو انگ اچي گڏ ٿيندو هو، ڊاڪٽر صاحب سج لٿي کان پوءِ اتي ايندا هئا ۽ انهن

ڪي ٻڌندا هئا. اها محفل رات جو دير تائين جاري رهندي هئي، خاص طور چنچر ۽ آچر جي وچ واري رات جو لالٽين جي روشنيءَ ۾ سينگاريل ان محفل ۾ ممتاز مرزا مرحوم به هوندو هو. مان پهريان ته اهو لقاءُ پري کان ئي ڏسندو هئس، پر هڪڙي ڏينهن همت ڪري مان به لانڍيءَ ۾ گهڙي پيس. ڪو لوڪ فنڪار ڳائڻ ۾ مصروف هو، مان به هڪڙي ڪنڊ وٺي ويهي رهيس. فنڪار جڏهن ڳائي بس ڪئي ته ڊاڪٽر صاحب مون ڏانهن ڏسندي پڇيو ته بابا ڪير؟ مون کي ڳالهه سمجهه ۾ نه آئي، ماٺ رهيس.

ڊاڪٽر صاحب وري پڇيو ته بابا ڪير؟ مان وري به ماٺ رهيس. ڪنهن شخص مون کي ٻانهن کان وٺي چيو، ڊاڪٽر صاحب توهان کي مخاطب آهي. مون ڊاڪٽر صاحب کي ٻڌايو ته مان عبدالقادر جو پٽ آهيان، هت ڪيئن؟ منهنجي لاءِ اهو به ڏکيو سوال هو، ماٺ رهيس. ڊاڪٽر صاحب وري ٻيو سوال نه ڪيو.

ائين آهستي آهستي موکلن وارن ڏينهن ۾ مان ان لانڍيءَ ۾ وڃي ڪڏهن انهن سگهڙن ۽ فنڪارن کي ٻڌندو هئس. گهڻيون ڳالهيون سمجهه ۾ نه اينديون هيون. ڊاڪٽر صاحب انهن فنڪارن سان جيڪا گفتگو ڪندو هو، تنهن جي به گهڻي سمجهه نه پوندي هئي، پر جڏهن وڏو ٿي ڊاڪٽر صاحب جي علمي پورهئي جو اڀياس ڪيم ته پروڙ پئي اهو لوڪ ادب جي اسڪيم جو حصو

هو، جتي هڪ پاسي ڊاڪٽر صاحب ۾ سندس ٽيم جا ماڻهو وچي قصا، روايتون ۽ لوڪ ڪلام، ڳجهارتون، پروليون ۽ ٻيو لوڪ ادب سهيڙيندا هئا، ته ٻئي پاسي اتي سگهڙن ۽ فنڪارن کي ڊاڪٽر صاحب پاڻ وٽ گهرائي، سندس علمي حيثيت جي ڪٿ ڪرڻ کان سواءِ مواد کي ريڪارڊ ڪري سهيڙڻ جي عمل کي مڪمل ڪندا هئا. ائين ڊاڪٽر صاحب سان ڏيٺ ويٺ وڌي ۽ ڪلب جو ميمبر ٿي ويس. 1965ع تائين، جڏهن ڪراچي اچي نه وياسون، مان اڪثر وچي ان محفل ۾ ويهندو هئس. محفل ٻڌڻ کان پوءِ ڊاڪٽر صاحب سگهڙن ۽ فنڪارن کي چانهه پياريندو هو. هڪڙي ڏينهن پنهنجي مخصوص لهجي ۾ مون کان پڇيائون: بابا چانهه! مون چيو، سائين مان ڪونه پيئندو آهيان. چيائون ته، چڱو ڪندو آهين، ان کان پوءِ ڪڏهن به نه پڇيائون، نه ڪڏهن چانهه ملي.

ڊاڪٽر صاحب حقيقت ۾ فنڪار دوست هو، هو فنڪار جي تمام گهڻي عزت ڪندو هو، کين پائيندو ۽ همٿائيندو هو. تازو ڪجهه مهينا اڳ پاڻ غلام نبي مورائيءَ کي فرمائش ڪري هڪ فنڪار کي گهرايائون ۽ رات دير تائين نهايت سنجيدگيءَ سان ٻڌندا رهيا ۽ ان فنڪار کي گهور به ڏيندا رهيا.

انهن ڏينهن ۾ ڪيمپس تي سنڌي ڳالهائيندڙ چار پروفيسر رهندا هئا:

1. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ

2. ڊاڪٽر قاضي نبي بخش
3. ڊاڪٽر عبدالواحد هاليپوٽو
4. پروفيسر شفيع محمد ميمڻ
مٿيان چار ئي پروفيسر شادي شده ۽ ٻارن ٻچن وارا هئا. هڪ ڏنهن خبر پئي ته ڊاڪٽر عبدالواحد هاليپوٽي ٻي شادي ڪئي آهي. ڪجھ ڏينهن ۾ قاضي نبي بخش، جيڪو جرمني اعليٰ تعليم لاءِ ويل هو، واپس ٿيو ته سوسن نالي هڪ جرمن خاتون کي زال جي حيثيت ۾ وٺي آيو.
پوءِ خبر پئي ته ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ به ٻي شادي ڪري ورتي آهي.
مان اڪثر سوچيندو هئس ته انهن پروفيسرن شادي ڪئي آهي ته پوءِ شفيع محمد ميمڻ، جيڪو انسٽيٽيوٽ آف ايجوڪيشن ۾ پروفيسر هو، اهو ٻي شادي ڇو نه ڪري. ٿورو وڌو ٿيس ته پنهنجي ليکي ئي ان ڳالھ کي ائين سمجهيم ته هو ٽئي پروفيسر Ph.D هئا، تنهنڪري کين تعليمي ڊگريءَ سان گڏ ٻي گهريلو ڊگريءَ جي به گهرج هئي. ويچارو شفيع محمد بنا Ph.D هئڻ ڪري ان دولت کان محروم رهيو.
ڊاڪٽر صاحب جي علمي پورهئي جي جيڪڏهن ڪٿ ڪجي ته ان ڪم تي بلڪه سندن هر تصنيف تي کين Ph.D جي ڊگري ملڻ گهرجي، پر شاھ لطيفؒ تي ڀاڻ جيڪو ڪم ڪيو اٿن، تنهنجو ته ڪو ثاني ناهي. ڀاڻ پٽ شاھ ثقافتي مرڪز سان هڪ

ٻگهي عرصي تائين لاڳاپيل رهيا ۽ اتي ٿيندڙ ادبي ڪانفرنس ڪي ڪوٺائڻ ۾ نهايت اهم ڪردار ادا ڪيائون. شاهه لطيفؒ سان پنهنجي ان عقيدي کي به جاري رکيائون ۽ شاهه سائينءَ جي ڪلام کي وڏي محنت ۽ جاکوڙ ڪري ڏهن جلدن ۾ سهيڙي پيش ڪيائون. پاڻ اهو ڪم ٻٽيهن سالن جي عرصي ۾ مڪمل ڪيائون. رسالي جي تاليف ۾ ڊاڪٽر صاحب اٽڪل پنجاهه قلمي نسخن کي آڏو رکيو، انهن کي پيٽيو ۽ انهن سان گڏوگڏ ڇپيل رسالن کي پڻ آڏو رکيو، سندن ڪوجنا جي ان معيار ۽ ايڏي وڏي ۽ گهري ڇنڊڇاڻ جو ان کان اڳ ڪو به مثال نه ٿو ملي. ان محنت ۽ جاکوڙ مان سندن شاهه سائينءَ سان عقيدي ۽ محبت جي اظهار کان سواءِ شاهه جي رسالي جي هڪ مستند نسخي کي تيار ڪري سنڌ واسين کي سوکڙي ڏيڻ جي نيت جي پروڙ به پوي ٿي.

ڊاڪٽر صاحب جي ان پورهئي تي ڪجھ عالمن اعتراض به واريا آهن، ڪن وٽ شاهه لطيفؒ جي بيتن کي خارج ڪرڻ ۽ شامل ڪرڻ جي عمل تي مستند اعتراض به آهن، پر ضرورت ان ڳالهه جي آهي ته ان ڏس ۾ دليلن ۽ ثابتين سان ڳالهين کي رد ڪرڻ يا نه ڪرڻ جو فيصلو ٿيڻ گهرجي. ڊاڪٽر صاحب جو ترتيب ڏنل شاهه جو رسالو ڏهن جلدن ۾ ٻڌل آهي، جيڪو 6020 صفحن تي پکڙيل آهي. انهن ڏهن جلدن جي اشاعت ۾ به ڏهن

سالن جو عرصو لڳو. پهريون جلد 1999ع ۾ شايع ٿي پڌرو ٿيو، اهو هڪ علمي ڪارنامو آهي.

رسالي جو پهريون جلد جيڪو 1989ع ۾ پڌرو ٿيو، سو 865 صفحن تي ٻڌل آهي، جنهن ۾ 236 صفحن تي ٻڌل مقدمو آهي، جنهن ۾ شاهه سائينءَ جي پيرائتي سوانح حيات ۽ رسالي جي باري ۾ بنيادي ڄاڻ فراهم ڪئي وئي آهي. پهرين جلد ۾ شروعاتي ٻن سرن: ڪلياڻ ۽ يمن ڪلياڻ کي متن ۽ معنيٰ سوڌو پيش ڪيو ويو آهي. بيتن جي کوجنا جي ڏس ۾ ڊاڪٽر صاحب ڪجهه اصول ۽ معيار مقرر ڪيا آهن، جن جو پڻ پيرائتو ذڪر ڪيو ويو آهي ۽ انهن اصولن ۽ معيارن جي روشنيءَ ۾ بيتن کي رسالي ۾ شامل ڪرڻ يا نه ڪرڻ جو فيصلو ڪيو ويو آهي. رسالي جي اٺين ۽ نائين جلد ۾ خاص اشاعت هيٺ انگريزي ٻوليءَ ۾ مختصر مقدمو شامل ڪيو ويو آهي، اهو جلد کوجنا جي هر پهلوءَ کي روشن ڪري ٿو. ڊاڪٽر صاحب رسالي جي پهرين ستن جلدن کي کوجنا ڪندڙ ۽ ادب جي طالبن جي گهرجن کي آڏو رکندي تيار ڪيو ويو آهي. جڏهن ته اٺون ۽ نائون جلد، جيڪو گڏي هڪ جلد ۾ پيش ڪيو ويو آهي، 548 صفحن تي ٻڌل آهي، جنهن ۾ شاهه سائينءَ جي سوانح حيات، عرفان ۽ فڪر تي پيرائتو مقدمو، جڏهن ته ٻئي حصي ۾ رسالو متن ۽ معنيٰ سميت 29 سرن سميت پيش ڪيو ويو آهي ۽ ٻين رسالن ۾ آيل ٿيهون سر ”سر ڪيڏارو“ خارج ڪيو ويو آهي.

ان جلد ۾ رسالي بابت ڊاڪٽر صاحب ان جلد کي ”شاهه عبداللطيف جي پنهنجي ڪلام جو سچو سربستو صحيح رسالو ڪري ڪوٺيو آهي.“
ڏهن جلدن تي ٻڌل شاهه جو رسالو شايد ڊاڪٽر هوتچند مولچند گربخشاڻيءَ جي ان خواهش جي تڪميل هجي، جنهن ۾ پاڻ لکيو اٿائون ته:
”خوشيءَ جو باعث تڏهن ٿيندو، جيڪڏهن ڪو عالم اچي ۽ ان ايڊيشن کي رد ڪري، نئين سر محنت ڪري رسالي جو ان کان بهترين ايڊيشن شايع ڪرائي تڏهن منهنجي اها محنت قبول پوندي.“
ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جو جوڙيل ڏهن جلدن وارو جديد ايڊيشن اهڙي خواهش جي تڪميل آهي، جنهن لاءِ ڊاڪٽر بلوچ ڪسرنفسيءَ مان ڪم وٺندي لکي ٿو:
”منهنجو پيش ڪيل هيءُ مختصر جائزو ڪاش اهڙي تصنيف جي شايان شان هجي.“
جلد ڏهون شاهه صاحب جي رسالي ۾ شامل ٻين شاعرن جي ڪلام تي ٻڌل آهي، جنهن کي ڊاڪٽر صاحب شاهه جو رسلو ۽ اڳتي ”رسالي جو ڪلام“ جي عنوان سان ترتيب ڏنو آهي، اهو جلد 1996ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو آهي. ان ۾ سرڪلياڻ کان سر بسنت تائين ٻين شاعرن جو ڪلام موجود آهي، جيڪو رسالي جي قلمي نسخن ۽ ڇپيل رسالن ۾ شامل رهيو آهي. انهن بيتن کي

خارج ڪرڻ بدران ڪوجنا جي دائري ۾ آندو ويو آهي. ان مان اڪثر ڪلام کي ڊاڪٽر گربخشاڻي خارج ڪري ڇڏيو هو، جنهن بابت ”سنڌو“ رسالي ۾ هڪ ڊگهي عرصي تائين علمي بحث هلندو رهيو، اهو جلد 855 صفحن تي ٻڌل هو.

انهن بيتن کي ڏيڍ سان گڏوگڏ اهو به ڄاڻايو ويو آهي ته اهي ڪهڙن ڪهڙن رسالن ۾ ڏنل آهن. پنهنجي ليکي اهو ڪم رسالي جي تاليف ڪرڻ واري ڪم کان به وڌيڪ ڏکيو ۽ ڊگهو ڪم آهي، پر ڊاڪٽر صاحب ان کي به نهايت عالماڻي انداز ۾ پيش ڪيو آهي، جنهن لاءِ ڊاڪٽر صاحب يقيناً ڪيرون لهڻي.

# ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ سان لاڳاپيل ڪي يادون

## ڊاڪٽر درمحمد پٺاڻ

پنهنجي زندگيءَ جي اثاثن جو حساب ڪتاب ڪبو ته گهٽيون نسبتون اهڙيون به نڪري اينديون، جن تي جيترو فخر ڪجي، اوترو گهٽ آهي. انهن نسبتن مان هڪ نسبت اها به آهي ته پاڻ کي پنهنجي دور جي تمام وڏن ڏاهن، فيلسوفن، دانشورن ۽ مدبرن جي چانوَ ۾ ويهڻ جو موقعو مليو. انهن مان مخدوم قبله طالب الموليٰ، جي.الانا، پير حسام الدين راشدي ۽ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جا نالا ذڪر لائق آهن.

حضرت قبله مخدوم طالب الموليٰ، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ۽ پير حسام الدين راشدي سان غائبانه عقيدت شاگردي واري زماني ۾ ٿي. مان ذهين جماعت ۾ پڙهندو هئس. غريب خاندان سان تعلق هو. ان ڪري نه ته هاسٽل ۾ ٿي رهي سگهيس ۽ نه وري مسواڙ تي جاءِ ٿي وٺي سگهياسين. قائم شاه بخاريءَ جو مجاور سائين محمد عثمان ”احقر“ جمالي هوندو هو. منهنجو

پاڻ ۾ مان ساڻس گڏ رهندا هئاسين. سائين ”احقر“ جمالي نه فقط هڪ روحاني شخصيت هو، بلڪ سٺو شاعر به هو. مون کي مشاعرن ۾ وٺي ويندو هو. استاد ۽ خير خواهه جي ناتي سان هن جي شاعري مون کي ڏاڍي وڻندي هئي. انهيءَ زماني ۾ ڊاڪٽر بلوچ ”لوڪ ادب اسڪيم“ تي ڪم ڪري رهيو هو. مون سائين ”احقر“ جماليءَ جي هڪ مثنوي لکي، ان جو مسودو سنڌي ادبي بورڊ جي ايڊريس تي ڊاڪٽر بلوچ ڏانهن ڏياري موڪليو. موٽ ۾ سائين محمد ابراهيم جويي مون کي وراڻي ڏني هئي. ڊاڪٽر بلوچ سان منهنجو ائين اڻ سڌيءَ طرح واسطو طالب العلميءَ واري زماني ۾ ٿيو.

جڏهن مون گهر ويٺي سنڌيءَ ۾ ايم.اي پئي ڪئي ته لوڪ ادب تي مون ڊاڪٽر صاحب جا ڪتاب پڙهيا. پير حسام الدين راشديءَ جي علمي خزاني مان لاڀ به مون انهيءَ زماني ۾ ورتو. تنهن زماني ۾ هن ”سنڌي ڪافي جي موجد“ تي هڪ تحقيقي مضمون لکيو هو ۽ جنهن ۾ راءِ قائم ڪئي هئائين ته لاڏجيو سنڌي جو پهريون ڪافي گوشاعر آهي. حضرت قبله مخدوم طالب الموليٰ کي به مون انهيءَ زماني ۾ پڙهيو. مون کي سندن ڪتاب ”ڪافيون“ جي ضرورت پئي. اهو ڪتاب لاڙڪاڻي ۾ نه پئي مليو، انڪري مون کين خط لکيو. منهنجي تعجب جي حد نه رهي، جڏهن پنهنجي دور جي وڏي شاعر ۽ روحاني رهبر، هڪ طالب العلم کي وقتائتي موٽ ڏني. مون

سندن انهيءَ خط کي سالن جا سال سانڍي رکيو ۽ دوستن يارن کي ڏيکاري فخر مان چوندو هئس ته قبله طالب المولیٰ جهڙي وڏي ماڻهوءَ مون ڏانهن خط لکيو آهي.
ڊاڪٽر بلوچ سيلف ميڊ ماڻهو هو. تعليم ۾ ڊاڪٽريٽ ڪري آيو هو ۽ علامه آءِ.آءِ.قاضيءَ جهڙي ڏاهي ۽ انسان شناس فيلسوف ڊاڪٽر بلوچ کان پنهنجي لياقتن ۽ صلاحيتن مطابق ڪم ورتو. اهو ئي سبب آهي جو سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ ايجوڪيشن جي فيڪلٽي قائم ڪئي وئي. علامه آءِ.آءِ.قاضي ۽ ڊاڪٽر بلوچ جي سوچن ۽ لوچن جي عظمت انهيءَ ڳالهه مان ظاهر آهي ته هنن سنڌ ۾ تعليمي نظام کي درست قبلي ڏيڻ لاءِ اهو ضروري ڄاتو ته استادن کي تربيت ڏني وڃي. ڇو ته اهي استاد ئي آهن، جيڪي انسان سازيءَ وارو عظيم ڪم سر انجام ڏين ٿا، ان ڪري اهڙي اهم ڪم کي خوش اسلوبيءَ سان سرانجام ڏيڻ لاءِ استادن جي تربيت کي اولين ترجيح ڏني وئي. هن شعبي سان لاڳاپيل هئڻ ڪري ڊاڪٽر بلوچ جو علمي حلقو روز بروز سنڌ جي ڪنڊڪڙڇ ۾ پکڙبو رهيو. ڊاڪٽر بلوچ ائين سنڌ جي استاد برادريءَ جو سرواڻ بڻبو ويو. ٻئي طرف وري ادبي ميڙاڪن، خاص طور تي ”جميعت الشعراء سنڌ“ جي ساليانين ڪانفرنسن ۾ مقالا پڙهي ۽ صدارتون ڪري، پنهنجي علمي هاڪ ماڻيائين، انهيءَ شهرت، منصب ۽ محنت ڊاڪٽر بلوچ کي ”لوڪ ادب“، ۽ ”لغت“ واري اسڪيم ۾ وڏي مدد

فراهم ڪئي. انهن اسڪيمن ڊاڪٽر بلوچ کي سنڌ جو ابن بطوطه بڻائي ڇڏيو. اسان جي هن جاڪوڙي انسان سنڌ جو چپو چپو ڏٺو، سگهڙن ۽ سپورنجن سان ڪچهريون ڪيون ۽ ڪيترن تاريخي واقعن جي جاگرافيائي تحقيق ڪئي. هن جيڪي ماڳ مڪان ڏٺا، سگهڙن ۽ سالڪن سان ڪچهري ڪئي، اهو سمورو رڪارڊ ته منظر عام تي اچي نه سگهيو، البته ان مان ڪجهه مواد ”رهاڻ- هيرن ڪاڻ“ جي نالي سان ڪن ڪتابن جي صورت ۾ شايع ٿيو. ”رهاڻ- هيرن ڪاڻ“ ڊاڪٽر بلوچ جي علمي، ادبي ۽ تحقيقي جاکوڙ جو ئي رڪارڊ ڪونهي، پر سنڌ جي ثقافتي، سماجي ۽ جاگرافيائي تاريخ جو خزانو آهي. مون جڏهن سندس ”رهاڻ- هيرن ڪاڻ“ جا ٻه ڪتاب نظر مان ڪڍيا ته وڌيڪ وقت وڃائڻ کان سواءِ انهن جي انڊيڪس ٺاهي، جيڪا ”رهاڻ- هيرن ڪاڻ“ جي ايندڙ جلد ۾ شايع ٿي. ڊاڪٽر بلوچ جڏهن اها انڊيڪس ڏٺي ته ڏاڍو خوش ٿيو ۽ ان کان ترت پوءِ جڏهن گڏ حيات ۾ آيو ته مون کي چيائين ته: ”تاريخي ۽ تحقيقي اهميت واري مواد گڏ ڪرڻ ۽ ريسرچ انسٽرومينٽ ٺاهڻ ۾ توکي وڏي مهارت آهي. تو منهنجي ٻن ٽن ڪتابن جي انڊيڪس ٺاهي، نوجوان محققن کي هڪ نئون موضوع ڏنو آهي.“

ڊاڪٽر بلوچ کي مون مخدوم محمد امين ”فهيم“ جي شاعريءَ جو ڇپيل ڪتاب ڪٽي ڏيکاريو. مون انهيءَ ڪتاب جي محترم

مخدوم جميل الزمان ”جميل“ جي خواهش تي انڊيڪس ٺاهي هئي، جيڪا انهيءَ ڪتاب ۾ شامل آهي. اهو پهريون دفعو هو ته شاعريءَ جي ڪتاب جي انڊيڪس ٺاهي وئي هجي. ڊاڪٽر بلوچ اهو ڪتاب ۽ ڪتاب ۾ شامل انڊيڪس ڏسي چيو: ”ان ڪري ته چيم نه، ته تون ريسرچ انسٽرومينٽ ٺاهڻ ۾ پڙ آهين، ڪٿي شاعريءَ جو ڪتاب ۽ ڪٿي ان جي انڊيڪس. اهو ڏانءُ تو وٽ ئي آهي.“

ڊاڪٽر بلوچ سان منهنجون گهڻيون ڪچهريون نه ٿيون ان جو سبب اهو آهي ته مان ڪراچيءَ ۾ هئس ته ڊاڪٽر بلوچ حيدرآباد ۾ مان سنڌالاجيءَ ۾ آيس ته ڊاڪٽر صاحب اسلام آباد ۾ هو. ڊاڪٽر بلوچ جي پيٽ ۾ منهنجون مرحوم جي. الانا، مرحوم پير حسام الدين راشديءَ ۽ سندس وڏي ڀاءُ پير علي محمد راشدي ۽ قبله مخدوم طالب المولىٰ سان گهڻيون ڪچهريون ٿيون. مان ڪراچيءَ جي اسلاميه ڪاليج ۾ استاد هئس ۽ قبله مخدوم طالب المولىٰ کان سواءِ باقي بزرگ ڪراچيءَ ۾ رهندا هئا. مرحوم جي. الانا سان منهنجون گهڻيون ڪچهريون ٿيون. انهن ئي ڪچهرين مان هڪ ڪچهريءَ ۾ مخدوم محترم جميل الزمان ”جميل“ سان ڏيٺ ٿي، جيڪا پوءِ منهنجي نيازمنديءَ واري تعلق ۾ بدلجي وئي. الله جنت نصيب ڪري پير سائين حسام الدين راشديءَ کي، هيءُ وڏو عالم مون سان مهنجي طارق روڊ واري مسواڙي جاءِ ۾ ملڻ ايندو هئو.

سندس به اهو ۾ اهڙو رايو هوندو هئو، جيڪو ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ مون بابت قائم ڪيو هو. سائين پير حسام الدين راشدي ڪڏهن ڪڏهن ڪلندي ڪلندي فرمائيندو هو ته: ”اسان کي الهو ٻلهو ڪرڻ وارا شاگرد مليا، جي تون منهنجو شاگرد هجين ها ته سنڌ جي تاريخ ۾ تحقيق جا نوان باب مانوس ڪرايون ها.“
تاريخي اهميت واري مواد جي ميڙيءَ چونڊيءَ واري منهنجي سليقي ۾ طريقي جي نيڪ نامي ٿي ته مخدوم حميد هارون مون کي سيٺ حاجي عبدالله هارون بابت مواد ۾ معلومات گڏ ڪرڻ لاءِ ڪم ڏنو ۽ ان ڪم لاءِ مون کي هڪ ڪلاڪ تي ٻه سئو رپيا اجورو ڏيندو هو. انهيءَ ڪم مان مون جيڪي ڏوڪڙ ڪمايا، تنهن مان ڳوٺ ۾ گهر ٺهرايم. سيٺ حاجي عبدالله هارون تي مواد گڏ ڪرڻ شروع ڪيم ته پوءِ هڪ ڪاميٽي ٺاهڻ جي ضرورت محسوس ڪئي وئي ۽ پير علي محمد راشديءَ کي انهيءَ ڪاميٽيءَ جو چيئرمين مقرر ڪيو ويو. سائين پير علي محمد راشدي جي ”حاجي عبدالله هارون ميموريل ڪاميٽي“ جي چيئرمين ٿيڻ کان اڳ ”سنڌ محمدن ائسوسيئيشن بابت چند غلط فهميون“ جي عنوان سان منهنجو قسطن ۾ مضمون شايع ٿيو هو. انهيءَ مضمون ۾ مون سائين علي محمد راشديءَ تي سخت تنقيد ڪئي هئي. چو ته هن ”اهي ڏينهن اهي شينهن“ ۾ ”سنڌ محمدن ائسوسيئيشن“ بابت جيڪو احوال ڏنو هو، حقيقتون ۽ تاريخي واقعا ان جي تصديق نه پيا

ڪن. ان ڪري سائين جڏهن ڪاميٽيءَ ۾ منهنجو نگران ٿي
آيو ته اسان ٻنهي جا هڪٻئي سان تر سنوان نه رهيا. پوءِ به خدا
ڪيس جنت نصيب ڪري، چوندو هو ته تحقيق ۽ تحقيقي مواد
جي ميڙيءَ چونڊيءَ ۾ تنهنجو الڳ ۽ منفرد مقام آهي.
مان حاجي عبدالله هارون تي ڪم ڪري ئي رهيو هيس ته
عزت مآب پيڻ مهتاب اڪبر راشدي سنڌالاجيءَ جي انتظامي
اڳواڻ ٿي ۽ هوءَ مون کي سنڌالاجيءَ ۾ وٺي آئي. سنڌالاجي ۾
اچڻ سان مون کي وڏو نقصان اهو ٿيو ته هارون فيمليءَ جيڪو
گيني جا توبرا مون لاءِ کوليا هئا، اهي ”قومي خدمت“ واريءَ
خوش فهميءَ ۾ اتي ڪليل ئي ڇڏي آيس. جي سال کن اتي ڪم
ڪريان ها ته هميشه لاءِ منهنجي مالي حالت سڌري وڃي ها.
سنڌالاجيءَ ۾ اچڻ سان مون کي وڏو فائدو اهو ٿيو ته آءُ محترم
مخدوم جميل الزمان ”جميل“ ۽ محترم سعيد الزمان ”عاطف“
جي مهربانيءَ سان قبله مخدوم طالب الموليٰ جي ويجهو اچي
ويس. جتي مون کي رواداري، ماٺيپي، سليقي، علم دوستي ۽
بي نيازيءَ جو عملي روپ ڏسڻ جو موقعو مليو. هالا جي
مخدومن جو پنهنجو منفرد ڪلچر آهي، انهيءَ تي لکڻ لاءِ ڪو
الڳ موقعو ئي تلاش ڪري سگهجي ٿو. چو ته هتي اسان کي
ڊاڪٽر بلوچ جي حوالي سان ڳالهيون ڪرڻيون آهن.
ڊاڪٽر بلوچ سنڌ جي تعليم دانن ۽ محققن مان پهريون ماڻهو
آهي، جنهن کي وقتي (نگران) وزير ٿيڻ جو موقعو مليو. هن

پنهنجو اهو عهدو، پنهنجي نيڪ نامي، ايمانداري ۽ ماڻهپي ڪري ماڻيو. ڊاڪٽر بلوچ صاحب جا دوست خواه دشمن اها ڳالھ مڃيندا ته هن انسان ۾ اجايو گهمنڊ ۽ اجائي آڪڙ جهڙي ڪابه شيءِ ڪانه هئي. هو پنهنجي قول ۽ فعل ۾ سچو به هو ته سڌو به هو. ڊاڪٽر بلوچ جڏهن سنڌ يونيورسٽيءَ جو وائيس چانسلر ٿيو ته مان وڏي عقيدت ۽ اڪير سان ڪراچيءَ مان کهي ساڻس ملڻ آيس. مون کي انهن ڏهاڙن ۾ هنڌ سنڌ جي عالمن، اديبن، شاعرن ۽ ليکڪن جي فوٽن گڏ ڪرڻ جو خفت هوندو هو. مون انهن فوٽن جي مشتمل هڪ آلبم تيار ڪيو، جيڪو کيس تحفي طور پيش ڪيم. اڳ ۾ روبرو ملاقات ٿيل ڪانه هئي. ڪا ڄاڻ سڃاڻ ڪانه هئي، بس سندس عقيدت هئي، جيڪا مون کي وٽس ڇڪي آئي هئي.

انهيءَ کان پوءِ وري آءٌ نه ڊاڪٽر صاحب سان ويجهو رهيس ۽ نه وري علمي ۽ نظرياتي طور تي پري رهيس. حقيقت اها آهي ته هن کي نه ته ڪنهن مڃتا جي ضرورت هئي ۽ نه وري اجائي شهرت جي تانگھ. هن پلي انسان تي علمي ۽ قلمي حوالي سان جيڪي به تنقيدون ٿيون، ان جي موٽ نه ڏنائين.

ڊاڪٽر بلوچ جڏهن سنڌ يونيورسٽي جي وائيس چانسلريءَ مان فارغ ٿيا ته ڪن حلقن ۾ چوٻول ٿيو ته انتظامي ڪم سنڀالڻ اديبن ۽ محققن جي وس جي ڳالھ ئي ڪانهي. پر حقيقت ائين ناهي. علم ڏٺي ۽ قلم ڏٺي آدرشي انسان ٿيندا آهن. هنن ۾ ابتر حالتن کي

بهتر بنائڻ جو جذبو هوندو آهي. هو گند، ادارن جي سازشن، انتظامي منافقين ۽ اقربا پروري ۽ ٻين برائين جو حصو بڻجي نه سگهندا آهن. ان ڪري اوس ئي اختلافي رويا جنم وٺندا. جيڪڏهن ڪنهن دانشور ۽ محقق کي بااختيار ۽ آزاد حيثيت ۾ رکيو ۽ قبول ڪيو وڃي ته هو ادارن مان پيننگ ڪڍي، انهن کي مثالي ۽ فعال بڻائي سگهي ٿو. ڊاڪٽر بلوچ ۾ به بهتر تبديلي آڻڻ جو ڏانءُ موجود هو، پر اسان ان مان فائدو نه ورتو.

ڊاڪٽر بلوچ جڏهن سنڌي لئنگئيج اٿارٽي ۾ آيو ته هن علامه آءِ. آءِ. قاضيءَ جي سوچ ۽ فڪر وانگر مختلف هنڌن تي اسٽادن جون ڪانفرنسون سڏرايون ۽ انهن ۾ سنڌي ٻوليءَ جي لپي، تدريس، اهميت ۽ ٻين انيڪ پهلوئن کي موضوع بڻايو. اهڙي ڪانفرنس جڏهن لاڙڪاڻي ۾ ٿي ته هن پلي انسان انهيءَ موقعي تي مون کي به ياد ڪيو ۽ مون به انهيءَ ڪانفرنس ۾ تقرير ڪئي هئي.

ڊاڪٽر بلوچ لاءِ لاڙڪاڻي اچڻ جا ڪيترائي موقعا جڙيا، پاڻ هڪ اڌ دفعو مرحوم سگهڙ محمد ملوڪ جي ورسي جي موقعي تي آيا، هڪ دفعي اسان ”لاڙڪاڻه ڊسٽرڪٽ هسٽاريڪل سوسائٽي“ طرفان ڪانفرنس ڪرائيسين، جنهن جي صدارت ڪرڻ آيا. ڪيڊٽ ڪاليج لاڙڪاڻه جو پرنسپال محمد يوسف شيخ سندن مثالي عقيدتمند رهيو آهي. انهيءَ نسبت سان ڊاڪٽر بلوچ جي حياتيءَ ۾ ئي ڪيڊٽ ڪاليج جي

لائبريريءَ ۾ ”ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ڪارنر“ ٺاهيو. انهيءَ ڪارنر ۾ رکڻ لاءِ ڊاڪٽر بلوچ صاحب، تصويرون ۽ ڪتاب تحفي ۾ ڏنا هئا.
ڊاڪٽر بلوچ جڏهن به لاڙڪاڻي ايندو هو ۽ ڪيس وقت هوندو هو ته گل حيات انسٽيٽيوٽ ۾ دعا جا پير ضرور ڪٽي ايندو هو. اها ڳالهه مون لاءِ اعزاز برابر آهي ته اسان جي سينيئر محقق مان ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجي، منهنجي مربي استاد ڊاڪٽر غلام علي الانا ۽ ڊاڪٽر بلوچ ”گل حيات“ ڏٺو ۽ مون کي دعائون ڏئي ويا. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ گل حيات انسٽيٽيوٽ جي وزيٽرس بوڪ ۾ جيڪو لکي ماڻ بخشيو، اها گل حيات جي وڏي ڪان وڏي مچتا آهي. پاڻ لکيائيون ته: ”اسان يونيورسٽيون ٺاهيون ۽ انهن جي تحقيقي ڪارڪردگيءَ ڪان پلي پٽ باخبر آهيون. پر گل حيات جيڪو ڪم ڪيو آهي، اهو گهڻو منفرد ۽ اهميت وارو آهي.“ مرحوم سائين بلوچ جي هٿ اکري وارو اهو نوٽ گل حيات جي ويب سائيٽ تي موجود آهي.
ڊاڪٽر بلوچ جڏهن به گل حيات ۾ آيو ته ڏاڍو زور پريندو هو ته هيءُ هيڏو سارو خزانو ننيڙي ڳوٺ ۾ ضايع ٿيڻ نه گهرجي. مون ڪيس هر دفعي اهو پئي جواب ڏنو ته علم ۽ تحقيق نه ته عوام جي ۽ نه وري ڪنهن حڪومت جي اوليت رهي آهي. مون ڪي درخواست ڏيڻي پوندي ته مون وٽ سنڌ جي تاريخ جو

خزانو آهي ۽ ڪو مون کان مفت ۾ ئي وٺي. پوءِ درخواست تي غور ٿيندو ۽ اها رد به ٿي سگهي ٿي.
ڊاڪٽر صاحب جي بار بار ڏيان ڇڪرائڻ تي مون ٻي واٽ سوچي ورتي. انهن ڏينهن ۾ محترم مظهر الدين صديقي سنڌ يونيورسٽيءَ جو وائيس چانسلر هو. هن ۽ ميڊم مهتاب اڪبر راشديءَ مون کي سنڌالاجيءَ ۾ آندو هو. مون کيس خط لکيو ته آءٌ ڳل حيات جي ميڙي چونڊي مان سنڌالاجيءَ وارن جي پسند جي موضوعن تي مواد ڏيڻ لاءِ تيار آهيان. سنڌالاجي جيڪڏهن منهنجا اهي فائيل فوٽو اسٽيٽ ڪرائي ته مان ڪنهن معاوضي وٺڻ کان سواءِ ڏيڻ لاءِ تيار آهيان. صديقي صاحب سنڌالاجي وارن کي حڪم ڏنو، ۽ انهن جي رابطي قائم ڪرڻ تي مون فائيل فوٽو اسٽيٽ ڪرائي موڪلڻ شروع ڪيا. تان جو خط اچي پهتو ته في الحال ڪم کي روڪيو. اهو ڪم جيئن رڪيو، ته وري ماٺ ٿي وئي! سنڌالاجيءَ جيڪو مواد حاصل ڪيو، شرطن مطابق ان کي منهنجي نالي اتي قائم ڪيل ڪارنر ۾ رکڻو هو ۽ پڪ ئي پڪ اتي موجود هوندو.
ڊاڪٽر بلوچ صاحب سان جڏهن ملاقات ٿي ۽ کيس سموري صورتحال کان واقف ڪيم، جهڙوڪ هن جون اکيون پرجي آيون، ۽ چيائين ته: ”ڊاڪٽر صاحب! عالم ۽ علم کي اسان پنهنجو ئي نه ٿا ڪريون، الله معاف ڪري، ڪبيرو گناهه پيا ڪريون.“

ڊاڪٽر بلوچ ڪيڊٽ ڪاليج لاڙڪاڻي ۾ جيڪو پنهنجو ڪارنر قائم ٿيندي ڏٺو، ان لاءِ ڪتاب ۽ مواد ڏيڻ پٺيان سندن اها ڏاهپ ۽ حڪمت هئي ته سچي چمار جي ميڙي چوندي محفوظ هٿن ۾ هنڌن جي حوالي ڪجي.

ڊاڪٽر بلوچ پاڻ کان جونيئر محققن ۽ ليڪڪن جي عملي طور تي همت افزائي ڪندو هو. جڏهن ڊاڪٽر بلوچ صاحب ڏٺو ته گل حيات ۾ ”حُر تحريڪ“ تي چڱو خاصو ۽ منفرد مواد موجود آهي ته ڊاڪٽر عمر چنڊ جو نه فقط انهيءَ ڏانهن توجه ڇڪرايائين، پر هن کي اهڙي مواد وٺي ڏيڻ جو باعث پڻ بڻيو.

هن چوڻ ۾ ڪنهن به قسم جو ڪو وڌاءُ ڪونهي ته ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ اسان جي دور جي عالمن جو آفتاب هو. هن جي اها ۽ اهڙي حيثيت فقط سنڌ تائين محدود نه هئي، پر هو سڄي ملڪ ۾ اهڙي حيثيت رکڻ وارو عالم هو ۽ هو بين الاقوامي سطح جو محقق هو. هن پنهنجو وارو وڃايو، دل تي علم ۽ قلم جي خدمت ڪئي ۽ اها خدمت وري ايتري ڪئي جو هن جي ثانيءَ ۾ مٿ ٿيڻ ۾ اسان کي وڏو عرصو لڳندو.

مان موبائيل فون ذريعي سنڌي بيت لکڻ جو ٻن ادائي سالن کان تجربو ڪندو پيو اچان. روزانو نئون بيت لکندو آهيان ۽ هند سنڌ جي ڪن قلمڪارن ۽ يارن دوستن ڏي ڏياري موڪليندو آهيان. اسر جو معمول مطابق بسترو ڇڏيم. اڃا بيت لکڻ جو وقت به نه آيو ته تاج جويي ۽ نياز پنهور جو پيغام پهتو ته

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ وفات ڪري ويو. اها ڏکوئيندڙ خبر پڙهندي ئي بي ساخته زبان تي اچي ويو ته:

علم ادب تحقيق جو، هو خانئي خان،

اهو بلوچ مرد مهمان، ويو گذاري اسر جو.

مون 6- اپريل 2011ع تي صبح جي سلام بدران انهيءَ بيت سان سنڌ ۽ هند جي عالمن، اديبن ۽ دوستن سان تعزيت ڪئي. ڊاڪٽر بلوچ هاڻي اسان ۾ نه آهي، پر هن مثالي محقق کي مثالي نموني سان خراج عقيدت پيش ڪرڻ واري ذميواري اسان تي عائد ٿئي ٿي. پر اهو ڪم ادارا ڪري سگهن ٿا، يا محقق، اسان کي اهو ڪم ونڊي ورهائي کڻڻ گهرجي.

اهو ڊاڪٽر بلوچ جي نسبتن ۽ محبتن جو اثر آهي جو اختيار علي نالي هڪ دوست منهنجي نگرانيءَ ۾ ”ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جون لوڪ ادب لاءِ سر انجام ڏنل خدمتون“ جي موضوع تي پي ايچ. ڊي جي تياري ڪري رهيو آهي. اهو مون لاءِ اعزاز جي برابر هوندو ته ڊاڪٽر بلوچ جي علمي، قلمي ۽ تحقيقي خدمتن تي جڏهن ڪم ٿيندو ته ان ۾ منهنجو سڌيءَ يا اڻ سڌيءَ طرح حصو ضرور هوندو.

مون ”رهاڻ- هيرن کاڻ“ جي ڪن جلدن جي انڊيڪس ٺاهي، هاڻي ڪنهن دوست کي اهو ڪم پورو ڪرڻ گهرجي. مرحوم جي نالي پٺيان ”ڪارنر“ ٺاهڻ يا ”چيئر“ قائم ڪرڻ واري روايت هاڻي انهيءَ ڪري غير مفيد ٿيندي پئي وڃي ته اسان

ادارا ته ٺاهيون ٿا ۽ ”چيئرس“ ته قائم ڪريون ٿا، پر انهن کي فعال بڻائي نه ٿا سگهون. ڪم ڪرڻ وارا ماڻهو پنهنجي محبت ۽ محنت جي زور تي گهڻو ڪم ڪري ويندا آهن. ڊاڪٽر بلوچ ڪيترائي ناميارا ڊاڪٽر ۽ قلم ڌڻي پيدا ڪيا. هاڻي انهن کي اڳتي وڌي هن پلي انسان جي چڱاين ۽ خدمتن کي منظم نموني سان تحقيق جي بنياد تي تاريخ جي ورقن ۾ محفوظ ڪرڻ گهرجي.

بيدل مسرور بدوي



# ادب ساگر: ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ

ڊاڪٽر صاحب جي عالم، تارخدان ۽ محقق واري بين الاقوامي شهرت کان ڪوبه انڪار ڪري نه ٿو سگهي، بيشڪ ڊاڪٽر صاحب هڪ اهڙو شخص هو، جنهن ادب ۽ تاريخ جي سلسلي ۾ هڪ اداري جيترو ڪم ڪيو، جنهن جي ادبي علمي ۽ ثقافتي ڪمن کي ڏسجي ٿو ته بنا مبالغي جي اهو چوڻو ٿو پوي ته ڊاڪٽر بلوچ سنڌي ادب جو ساگر هو، ۽ اسان جي خوشنصيبي آهي جو اسان ڊاڪٽر بلوچ جهڙن جاکوڙي ۽ علمي شخصيتن جي دور ۾ پيدا ٿياسين، جن تي اسان جو نئون نسل به فخر ڪري ٿو. ايتري قدر جو اهي سنڌي ٻار، جيڪي ڪراچيءَ ۾ ڄاوا، اردو ڳالهائيندڙن جي آبادين ۾ نپنا، اردو ۾ ايم. اي تائين پڙهيا. تڏهن به منجهن، اردوءَ جي پيٽ ۾ سنڌ ٻوليءَ جي ڏاهن، درويشن توڙي

ليڪن بابت وڏو مان ۾ مرتبو موجود آهي، ۽ مون کي اميد آهي ته سندس محنتن کي سنڌي نسل صدين تائين ساريندو.
سندس، لوڪ ادب جي سلسلي جي سهيڙيل ڪتابن، نه رڳو ننڍي عمر جي ٻارن کي پر خود وڏڙن جو به ڌيان ڇڪايو هو، هي اهو دور هو جو اڃان ٽيليويزن يا وي.سي.آر به سنڌ تائين نه پهتيون هيون ۽ اڃان به رات جو سمهڻ وقت ٻار گهڻو ڪري پنهنجي ڏاڏين، نانين يا ڀڦين کان آکاڻيون ٻڌندي سمهندا هئا، جن ۾ اسان به شامل هئاسين، پوءِ هڪڙو وقت اهڙو به آيو جو اسان ٿوررڙا وڏڙا ٿياسين ته روز روز ساڳيون ڪهاڻيون ٻڌي نيٺ بازار مان آکاڻين جا ڪتاب وٺي اچي پاڻ ۾ پڙهڻ لڳاسين ته ڀڦيءَ کي به ٻڌائيندا هئاسين، پر جڏهن اهي به ٿي ڪتاب پڙهي پورا ڪياسين ته ڀڦي چوڻ لڳي:
”من اهي آکاڻيون ته انهن ڪتابن ۾ آهن ئي ڪونه جيڪي، مان توهان کي ٻڌائيندي آهيان.“
”اڙي واقعي!“ اسان انهن ڪتابن کي ان حوالي سان اٿلائڻ پٿلائڻ لڳاسين ته واقعي اسان جي ڀڦيءَ جو چوڻ درست هو.
تڏهن ته خير اسان کي ان جو سبب سمجهه ۾ ڪونه آيو هو پر پوءِ جڏهن ڪتابن جا مقدما پڙهڻ جهڙا ٿياسين ته خبر پئي ته اهي ڪتاب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جا ترتيب ڏنل آهن، جيڪو لوڪ ادب جي سلسلي ۾ ڪيترائي ڪتاب سيهڙي چڪو آهي.
لوڪ ادب جي انهن ڪتابن جي مقدمن پڙهڻ سان خبر پئي ته

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب انهن آکاڻين کي گڏ ڪرڻ لاءِ سنڌ جي ڪيترن ئي علائقن ۾ پاڻ وڃي ۽ تعليم کاتي جي ڪيترن استادن جي مدد سان لوڪ ادب جي ان اسڪيم کي مڪمل ڪيو آهي.

پر وري جڏهن پاڻ به تحقيق جي ميدان ۾ پير ڌرياسين ته اهو خيال به ضرور پيدا ٿيو هو ته ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب کان، لوڪ ادب جي انهن ڪتابن ۾ سنڌ جي ڪيترن انهن خاندانن جي وڏڙين (نانين، ڏاڏين) وٽ سيني بسيني سانديل آکاڻيون گڏ ڪرڻ کان رهجي ويون هيون، جيڪي بلوچستان جي بلوچن، بروهين پٺاڻن مان پرڻجي آيون هيون يا جن جو گهريلو تعلق پنجاب، خاص طور ملتان جي سادات سان هو. سنڌ جي ڪجھ خاندانن ۾ ته بنگالي ۽ ڪشميري عورتون به پرڻجي آيون هيون، ان حوالي سان سنڌ جي ڪيترن گهرن ۾ انهن علائقن جون آکاڻيون به پيون ٻڌبيون هيون، جيڪي بلوچي، براهوي، پشتو يا ڪشميري لوڪ ڪهاڻين ۾ به سانديل نه آهن.

پر جيئن ته ڊاڪٽر صاحب جي محنتن جي اڳيان اسان جو قد صفا ننڍو هو، ان ڪري ان ڳالھ جو اظهار نه ڪري سگهياسين ۽ نه وري ڪڏهن بلوچ صاحب جي روبرو به ٿياسين ته ڪا ڳالھ ڪيسين، ها البت اشاري طور ڪيس عرض ڪيو هوسين ته ان اسڪيم کي اڳتي وڌائڻ جو ڪم ٿيڻ گهرجي. تنهن تي هڪدم وڏو

ساھ کنيو ھئائين، جنھن کان پوءِ افسوس وچان ٿوري دير ڪنڌ جھڪائي ويٺو رھيو، پوءِ نھايت افسوس ڪندي چيو ھئائين:

”ادا توھان کي شايد خبر نه ھجي، مون انھن ڪتابن جي اجوري جو سنڌي ادبي بورڊ کان ھڪ پيسو به نه ورتو آھي، تڏھن ادارن ۾ ويٺل عالمن جي ڪوشش سبب دل به چوندي ھتي ته سنڌيءَ ۾ اھڙا ناياب ڪتاب ھجڻ گھرجن پر ادا ھاڻي اھو دور نه رھيو آھي.“

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ پنھنجي عظيم ادبي حيثيت جي باوجود علمي ادبي ڪم ڪندڙ جي ھمٿ افزائي ڪندو ھو. پر مون سان سندس رغبت جو خاص حوالو اسان جو چاچو مرحوم لطف الله بدويءَ ۽ خود اسان جو والد فقير مسرور ھو، جڏھن به ملاقات ٿيندي ھئي ته نھايت شفقت سان ملندو ھو. مون کي ياد آھي ته اٽڪل پنجاھ سالن کان جڏھن ڪليات مسرور سنڌي ادبي بورڊ پاران شايع ٿيڻ کان محروم رھيو ته پنھنجي سر ڪوشش وٺي مون پاڻ شايع ڪرايو، جنھن جي ڪاپي اعزازي طور جڏھن ڊاڪٽر صاحب کي ڏني ھيم ته ڪيتري دير تائين منھنجي منھن ۾ نھاريندو رھيو، پوءِ ڪتاب جي ورق گرداني ڪندي رڳو ايترو چيائين:

”ادا توھان پنھنجي فقير والد جي حق ادائي ڪئي آھي، الله پاڪ اوھان کي ان جو اجورو ڏيندو.“

پوءِ 22- مئي 2005ع تي خط لکي موڪليو هئائين، جنهن جو مضمون هن ريت آهي ته :

”ادا بيدل مسرور بدوي،

سدا سلامت هجو،

اسلام عليڪم،

اوهان مهرباني ڪري 19 تاريخ ڪراچيءَ واري جلسي ۾ ڪتابن جي تحفي سان نوازيو. اوهان وڏي مهرباني ڪئي، جنهن جو آءٌ ان وقت پورو شڪريو به ادا ڪري نه سگهيس. هتي اچي مون ڪتاب ڏٺا آهن، اوهان وڏي خدمت ڪئي آهي پنهنجي فقير تن والد بزرگوار ”فقير غلام علي مسرور“ جي، جو سندن ڪلام ۽ تصنيفون شايع ڪري سندن خدمتون ۽ نالي کي روشن ڪيو آهي. ڪتاب زيب زينت سان سهڻا ڇپيل آهن، ڏٺي اوهان کي خوش رکي، اميد ته ٻئي ڪنهن موقعي تي تفصيلي ملاقات ٿيندي.

**مخلص ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ حيدرآباد**

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جو هڪ انتهائي وڏو ۽ عظيم الشان ڪم سندس سگهڙن جي سالاري ڪرڻ هو، جنهن لاءِ جيڪڏهن مبالغو نه سمجهي ته مان ته ائين چوندس ته خود سنڌي ادبي سنگت کي، علمي طور اهڙيءَ منظم انداز سان هلائڻ جي سالاري نه ملي سگهي آهي، جيڪا ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ سگهڙن کي گڏ ڪرڻ ۽ انهن کي هڪ سنگهر ۾ جوڙڻ لاءِ ڪئي. مون کي ياد ٿو اچي، مان اجا ٽي.وي.ءَ تي پروڊيوسر ٿي

نه آيو هوس، ۽ قومي تحريڪ جو جوش جنون به پنهنجي اوج تي هو، انهيءَ سنڌ جي قومي تحريڪ جي جذبن سان ٽمٽار دور ۾ جڏهن سائين جي.ايم.سيد قومي ڪارڪنن تي سنڌ جي جاگرافيائي صورتحال کي گڏ ڪرڻ جو ذمو جاري ڪيو هو ته ان سلسلي ۾ اسان تي روهڙي ۽ پرپاسي جي قومي جاگرافيائي صورتحال کي گڏ ڪرڻ جو ذمو هو، ان ڏس ۾ اسان جڏهن روهڙيءَ جي ريلوي لائين کان پنڌ ڪندا ”پنٽي“ پهتا هئاسين ته اتي رات رهڻي پئي هئي، اتي گهڻو ڪري چنا ذات جا ماڻهو ٿي رهيا، جن اسان جي قومي سوچ جي خيال کان ڳوٺ جا سگهڙ گڏ ڪيا، جن ويهي اسان کي ڏور ۽ ڳجهارتن سان گڏ سگهڙ پائيءَ جا ٻول ٻڌائي ڏاڍو محظوظ ڪيو هو، انهن سادڙن ڳوٺاڻن جي انهيءَ تخليقي ذهن جو داد ڏيندي اسان جڏهن انهن کان پڇيو ته ان سلسلي ۾ توهان ڪا جماعت به ٺاهي آهي يا چڙ چڙ ڳاٻا آهيو، ته چوڻ لڳا: ”واه سائين واه، هيڏا عقل وارا عقلمند قومي ڪار لاءِ وسين واهڻن جا سير پيا ڪريو، پر اسان جي ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي خبر ڪانه اٿوَ ته هو سنڌ جي لڳ ڀڳ سمورن ڳوٺن ۽ شهرن ۾ اسان سگهڙن جون ڪچهريون ڪرائيندو آهي. وڏو داناءُ ماڻهو آهي، هتي اسان وٽ به ايندو آهي، گهڻو ڪري مهيني ۾ چنڊ وارين تاريخن ۾، درياهه جي ڪپ تي چانڊوڪيءَ ۾ ويهي راتين جون راتيون رهاڻيون ڪندا آهيون.“

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي ادبي ڪارنامن کان ته اسان رسالن ۽ سندس سهيڙيل ڪتابن ذريعي پيا واقف ٿيندا هئاسين، ڪڏهن ڪنهن ٽي.وي پروگرام ۾ به مهرباني ڪري شريڪ ٿيندو هو پر گهٽيون ڳالهيون اسان پنهنجي ٽي.ويءَ جي ساٿيءَ ۽ مهربان مرحوم ممتاز مرزا کان ٻڌندا هئاسين، جن ۾ گهڻو ڪري سندس سهيڙيل لغت ۽ سنڌ جي ماڳن مڪانن جي سياحت ۽ تاريخي معلومات متعلق سندن ذڪر خير هلندو رهندو هو ۽ ان ئي بنياد تي اسان ”روح رهاڻ“ جي نالي سان ڪسوٽي ٽائيپ جو پروگرام شروع ڪيو، چاڪاڻ ته خود ممتاز صاحب تي به ڊاڪٽر صاحب مرحوم جي اها علمي ادبي ۽ ثقافتي رمز رلمل هئي.

ڊرامن يا دستاويزي پروگرامن جي سلسلي ۾ جيڪي اسڪرپٽ ايندا هئا ته انهن ۾ ڪجهه اهڙا لفظ به شامل هوندا هئا، جن جي تصديق لاءِ اسان ڊاڪٽر صاحب جي لغت کان مدد وٺندا هئاسين پر اسان اٽڪل 1976ع ڌاري جڏهن ”سڳنڌ“ پروگرام شروع ڪيو ته ان ۾ هڪڙو سيگمينٽ ”لفظ ٻڌايو، چاڻ وڌايو“ جي عنوان سان به رکيو هو. اتفاق سان ان سلسلي ۾ ڪوڙ اهڙا لفظ سامهون آيا، جيڪي ڊاڪٽر صاحب جي لغت ۾ شامل نه هئا، ان صورت کي سامهون رکي اسان جي هڪ پروڊيوسر دوست فدا حسين بلوچ (امر جليل جي مشهور ڪردار ڦوڏني) انهن لفظن کي گڏ ڪرڻ شروع ڪيو، ايتري قدر جو هن، هينئر هڪ

لاجواب قسم جي ڊڪشنري ترتيب ڏئي ورتي آهي. فدا حسين ڪي اسان گهڻا پيرا اهو به مشورو ڏنو هو ته اهو مسودو ڊاڪٽر بلوچ صاحب کي به ڏيکاري پر هو همٿ ساري نه سگهيو، مان سمجهان ٿو ته هن وقت ونس اهو مسودو موجود آهي، جيڪو ڪنهن اداري پاران شايع ٿيڻ جي انتظار ۾ آهي.
ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ سنڌي موسيقيءَ جي تاريخ متعلق ٿيل تحقيق به اهم آهي، جنهن جي اهميت کان ڪو به انڪار ڪري نه ٿو سگهي پر ان ڪتاب ۾ سنڌي موسيقيءَ جي بڻ بنياد ۽ ڪجھ راڳن جي ڇاڻ جي سلسلي ۾ تنقيد جو باب کليو هو پر ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ان پاسي ڌيان نه ڏنو هو يا ڌيڻ پسند نه ڪيو هو. اصل ۾ ان ڪتاب ۾ راڳن ۽ تاريخ بابت ڪجھ قدر ڪميون ڪوتاهيون رهجي ويون آهن. جن تي في الوقت بحث ڪرڻ مناسب نه آهي. ساڳيءَ ريت تازو سنڌس سفارش سان سنڌي ادبي بورڊ پاران شاعر رمضان واڍي جو ڇپايل (مارچ 2006ع) ڪتاب ”علم موسيقي“ جيڪو خود بقول ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي ته:
”افسوس جو سنڌ ۾ سنڌي موسيقيءَ جي انفراديت ۽ اهميت کي سمجهڻ وارا ڪي ٿورا وڃي رهيا آهن. سنڌي موسيقيءَ بابت رمضان جي ڪيل تحقيق ۽ تخليق به سنڌس ڪتابن ۾ بند رهجي وئي. هن وقت انهيءَ اعليٰ ڄاڻ وارا موسيقار موجود ناهن جيڪي سنڌس اختراعن جي نوعيتن ۽ نزاڪتن کي سمجهي

سگهن! بهرحال، سندس گن مان باقي جيڪي بچيو آهي، تنهن جو شايع ٿيڻ غنيمت آهي.“

ان حوالي سان پهرين ته هيءُ ڪتاب هڪ هزار تعداد بجاءِ پنج سؤ ڇپجڻ گهرجي ها، ڇاڪاڻ ته هي ڪتاب رڳو مصنف جي ڪتاب محفوظ ڪرڻ واري حيثيت تائين محدود آهي، جنهن جو اعتراف ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ به ڪيو آهي. اصل ۾ هيءُ ڪتاب، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي تحقيق ۽ تصحيح جي باوجود موسيقيءَ يا خود ڪلاسيڪي سنڌي يا هندي موسيقيءَ جي ڄاڻ ۾ اضافي بجاءِ مونجهارا پيدا ڪندڙ آهي. البت ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جو مقدمو سندس روايت جو علمبردار ضرور آهي.

پر انهن ڪمين ڪوتاهين جي باوجود ڊاڪٽر بلوچ صاحب جا ڪيترائي ڪتاب انتهائي انمول آهن جن مان سنڌ جي ناميارن شاعرن متعلق، مير عبدالحسين سانگي، ميين شاهه عنات، خليفي نبي بخش فقير، نواب ولي محمد خان لغاري يا شاهه شريف پاڏائيءَ جي ڪلامن تي مشتمل ديوان ۽ ڪليات سنڌ جي ڪلاسيڪي ادب جا شاهڪار آهن، جن جا مقدما نه رڳو تحقيق جو بيمثال نمونو آهن پر انهن مقدمن جي ٿيِن (Synopsis) جو به جواب ناهي. لاشڪ اهي هر نئين تحقيق نگار لاءِ رهبري ڪندڙ آهن، خود مون انهن ڪتابن جي مقدمن کي نظر ۾ رکي ”ڪليات مسرور“ جو مقدمو (اٽڪل به سؤ صفحا) لکيو آهي، جنهن جو

جس ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب جي انهن مقدمن ڏانهن ڌيان ڇڪايو، جو منهنجي ڪيترن همعصر ۽ سينيئر اديبن به منهنجي انهن مقدمن جي تعريف ڪندي ائين ضرور چيو آهي ته بيدل توکي ته پي ايچ.ڊي ڪرڻ کپندي هئي.
واقعي مون کي پي ايچ.ڊي ڪرڻ کپندي هئي پر ان اعزاز حاصل ڪرڻ لاءِ مون کي پيسي ۽ خوشامد جي ضرورت هئي جيڪي ٻئي مون وٽ ڪونه هئا. بس مون کي خوشي ان ڳالھ جي آهي ته منهنجي انهن مقدمن کي خود مرحوم ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، عبدالجبار جوڻيجي، ڊاڪٽر نواز علي شوق ۽ سيد امداد حسيني ساراهيو آهي.
تحقيق جي حوالي سان ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي ٽن حصن تي مشتمل ”ڪافيون“ به هڪ اهم تاليف آهي، پر ان کان وڌيڪ اسان جهڙي ٽي.وي پروڊيوسر لاءِ سندس ڪتاب ”سنڌ ۾ اردو“ اهم آهي، ان ڪري جو خود اردوءَ جي ڪيترن اديبن کي اها به خبر ڪانه آهي ته سنڌ جي سنڌي شاعرن، اردو شاعريءَ جا ڪهڙا ڪهڙا نه بي بها خزانا ڇڏيا آهن. ان ڪتاب جي حوالي سان مون ”محبتون ڪي سفير“ جي عنوان سان اردو پروگرام جو آئيڊيا ڏنو. اردو پروگرام جو آئيڊيا عام طور تي هيڊ ڪوارٽر ۾ ويٺل ڊائريڪٽر منظور ڪندا آهن، انڪري اسلام آباد مان آيل اردوءَ جي ناليواري شاعر ”سرمد صهبائي“ ان آئيڊيا تي بحث ڪرڻ لاءِ مون کي سڏايو. هو صاحب اردوءَ جي ڪنهن ٻئي

پروڊيوسر مان واندو ٿي، منهنجي ڏنل آئيڊيا تي نظر ڊرڻ کان سواءِ مون کي مخاطب ڪندي چوڻ لڳو ته:
**"مسرور صاحب، سندھ میں تو صرف سچل سرمست ہی وہ شاعر ہے، جس نے اردو شاعری کی ہے".**

مون عرض ڪيو ته:
**"آپ میری آئیڈیا پر تھوڑا غور کریں گے تو آپ کو سندھی کے ایک سؤ ستر سے زیادہ شاعر ایسے ملیں گے جن میں کئی تو اردو زبان کے صاحب کتاب بھی ہیں اور ان کے عرس اور میلے منعقد ہوتے ہیں".**

منهنجي چوڻ تي حيران ٿي منهنجي منهن ۾ نهارڻ لڳو. تڏهن مون ڊاڪٽر صاحب جو ڪتاب سندس اڳيان رکيو، ته ويتر سندس اکيون ڦاٽي ويون. مون کي لڳو ته ڪيس پنهنجي ڪم علميءَ جو احساس ٿيڻ لڳو آهي ۽ ٿيو به ائين، جو هن ڊاڪٽر صاحب جي ان ڪوشش کي ساراهڻ بجاءِ پوٺ بچڙو ڪري چيو:
**"ٹھیک ہے آپ اس کا ایک پروگرام بناکر بھیجیں، اس کے بعد فیصلا کرینگے".**
پروڊڪشن اسڪرپٽ پهرين مون سائين آغا سليم صاحب جن کي لکڻ جو عرض ڪيو هو، چاڪاڻ ته پهرين مون ان پروگرام

جو آئيڊيا ان سان ئي بسڪس ڪيو هو ۽ ان ئي مون کي ان جو
ٽائيٽل ڏنو هو... پوءِ ان جي انڪار سبب مون حمايت علي شاعر
کي عرض ڪيو، جنهن وڏيءَ هيج مان مون کي پروگرام جا
تمام سٺا سٺا پروڊڪشن اسڪرپٽ ٺاهي ڏنا. خير مون پائليٽ
ٺاهي اسلام آباد موڪليو ته اتي واه واه ٿي وئي، پر ان وقت جي
جنرل مئنيجر ظهير خان کي اها ڳالهه بنهه پسند ڪانه آئي ته اردوءَ
۾ سنڌ جي ڪنهن شخصيت جو پروگرام نشر ٿئي، ۽ سو به تيرهن
پروگرامن تي مشتمل هجي. ان سلسلي ۾ هن پريءَ ميٽنگ ۾ مون
کي گهٽ وڌ به ڳالهائڻ شروع ڪيو پر مون کي رڳو ان ڳالهه تي
اچرج پئي لڳو ته انهن غير سنڌين کي اهو اعزاز قبول ڇو نه ٿو
ٿئي ته سنڌ وارن اردو زبان ۾ تڏهن کان شاهڪار شاعري ڪئي
آهي جڏهن خود هندستان ۾ به اردو زبان اڃا ٻارڙن وانگر ٻانبڙا
پئي پاتا، ۽ ياد رهي ته اهو سمورو ڪريڊٽ ڊاڪٽر بلوچ صاحب
ڏانهن ٿو وڃي، جو اسان محمود صابر ۽ عظيم ٺٽوي کان وٺندي
علي نواز ناز ٽالپر تائين اٽڪل سٺر شاعرن تي تيرهن پروگرام
تيار ڪري نشر ڪيا، جن ۾ خود اردوءَ جي به مايئه ناز فنڪارن
جهڙوڪ: مهدي حسن، غلام عباس، مهناز، استاد حامد علي
خان، ترنم ناز، نيره نور، شمسه ڪنول، گلبهار بانو، سلامت
علي، عذرا سلامت ۽ ٽينا ثاني کان ڳارايا، ته جيئن اردو جي انتها
پسندن کي ان چوڻ جي حجت نه رهي ته سنڌي شاعرن جو اردو
ڪلام اوهان جي اردو زبان جي فنڪارن کان نه ڳارايو. ان کان

علاوه سنڌ جي فنڪارن عابده پروين، ذوالفقار علي، مظهر حسين، لالا عزيز، سهراب فقير، امام الدين بڪڻ ڪان سنڌي ڪلام ڳارياسين. بس هڪڙو افسوس بهرحال رهجي ويو آهي ته جتي اردو جا سڀ پروگرام محفوظ ڪيا ويا آهن، اتي ”محبتون ڪي سفير“ جهڙو اردوءَ جو تاريخي دستاويز ان ڪري محفوظ نه ڪيو ويو آهي ته اهو سنڌي شاعرن جي ڪلام تي مبني پروگرام آهي.

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب سان گهڻو ڪري هميشه ادبي ميڙن ۾ ملاقات ٿيندي هئي، ۽ مان پنهنجي عادت مطابق انهن سمورن وڏڙن جي وجي قدمبوسيءَ کي اعزاز سمجهي ساڻن ملندو هوس. مون کي ياد ٿو اچي ڪجھ مهينا اڳ، سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جي ڇاپيل انسائيڪلوپيڊيا جي مهورتي تقريب ۾ ڊاڪٽر بلوچ صاحب ڪراچيءَ جي ريجينٽ پلازا تائين سفر ڪري آيو هو، پر جسماني ڪمزوريءَ سبب پنڊال تائين پنڌ ڪري نه سگهيو، ۽ پاڻ هوٽل جي ئي هال ۾ ئي ويهي رهيو، سندس موجودگيءَ سبب ڪيترائي ليکڪ ساڻس اتي لائونج ۾ ملڻ آيا هئا. يقيناً هن شخص ايترو مان لهڻيو ٿي. ان خيال سان مان به اٿيس ۽ پنهنجي پٽ ”سائرس مسرور“ سميت وجي سندس قدمبوسي ڪئي. ٿوري دير ويٺاسين، هڪٻئي کي دعائون ڏنيون سين ورتيون سين، اٿيو ته مون پنهنجو ڪلهو اڳيان ڪري ڪنڌ جهڪايو پر هن منهنجو هٿ جهليو، ۽ بيهي پاڻ کي هلڻ هارو

ڪيائين، پوءِ هٿ وٺي لائونج ڪان ٻاهر آيو، ساڻس گڏ ڪو نوجوان عزيز به هو، جيڪو ڪار پارڪنگ مان هلائي اچي در تي رسيو هو، جنهن ۾ پاڻ براجمان ٿيو ۽ دعائون ڏيندي روانو ٿي ويو.

الله پاڪ ڪيس پنهنجين محنتن جو اجورو ڏئي ۽ جنتن ۾ جايون ڏئي (آمين).

سندس علمي ادبي راه تي رمندڙن کي علم ادب جي ترقيءَ جي توفيق ڏئي. ”آمين“،

۽ پنهنجي رسول پاڪ ﷺ جن جي مهابي،

سنڌ ۾ وري اهڙن جاکوڙين کي پيدا ڪري،

جيڪي سنڌي زبان، ثقافت، تاريخ ۽ جاگرافيءَ بابت تحقيقي ڪمن جو بار کڻي سگهن ”آمين“.

**پ**

1- ڏيئي شاها، ڦرن ٺڳ، ڏاڍيون ٻپيون ٻڌي ٻَپ.

2- ٺڳ جن جو ٻڌن تپ، تنين اچي وجي تپُ.

3- ڪِن جي لڳي وڃن طاق، ڪِن جا ٺري وڃن ٺَپ.

4-پڙهي سور، وٺي مُڃَ، ڏيئي ڳنڍيون، ٻڌن تپَ.

5-سڪل بانٺ، سنهو تند، ٿلهو بند، پوڙهو پَپ.

6-زميندار ڪارائي کي چون: راهَ وڃي ٺپ.

7-ٻيٺي پير، ويندي وير، نه پهه، نه ٺپ.

8-ڏين ٺپَ، توڙي ٺَپ، ڊينگر ڊاري چون ٺَپ.

9-ڪليل هٿ سان چماٽ، چوين ٿف، توڙي ٿَپ.
10- ڪري خيال، رکج پير، ڏسين چِڪ جتي گَپ.
11- چون ڳپ، توڙي ڳپ، ڳنڍ ڳوپ ڪرن ڳپ.
12- کپو ڪاٺ اندر کپ، ڪپ کپ توڙي گهپ.
13- خوشبوءِ چڱي؛ باس بدبوءِ، بُري ڌپ.
14- تازو ڳپ، ڳر، ڳپ، سُڪي ڦَلُ چڙي ڏپ.
15- زوراور لائن زور، ڪري وات منجه چپ.
16- چپي چاپاڪو، چاپوٽيو، هڻن چُپ، توڙي چَپ.
17- مونڊاهه، ڪُڙهه، سار واري مام اندر چَپ.
18- کر کام بدنام، سخت پٽ پوٺو رَپ.
19- ڪارو نانگ وسيهر، زهري زور سِيهه سَپ.
20- ادو، ڊج، پؤ، ڊاءُ، خطر، خوف، ڏر، ڊپ.
21- چون: ڪين ماري سَپ، ماري سپ سندو ڊپ.
22- سندي واهه، پِڪ، پَر، ڪپر، ڪنڌي، توڙي ڪپ.
23- مانجهي مڙس ڪوڙر ساڻ، ٻڌن شوپ شپان شپ.
24- گانڊو مڙس هڻن لاف، ڪرن گوڙ گپ شپ.
25- کائن مال مفت منجهه، ڪرن هضم هڙپ هپ.
26- کسن زور هڻن ساڻ، ڏيئي جهٽ جهڙپ جهپ.
27- سهٽي صاف سونهاري، گهٽا وار گهاٽا، جهپ.
28- ٽئي عزت جو تنهن خيال، جنهن کي ديد، نَڪ، چپ.
29- ٽئي ڦري بدخواهه، مرد جيڪو پئي چَپ.

30- نست مرد نا اميد، بيٺو ڏور چَٽي چپ.
31- آهي غريبن گذران، سُڪي ماني، ڏڏ لپ.
32- ڪري عشق اندر منجھ، وڏا گھاءَ، وڏا گھَپ.
33- سڙين ڪين اڃي سُک، جَلين ڪين اڃي جپ
34- حب، سارَ سڄڻ جي، سِڪ، تانگھ، طلب، ڪپ.
35- آهي نينھن کُپر نانگ، تنھن کي نيھي نر نَپ.

36- ڏُٽي نام ڏٽيءَ جو، تون رکُو نام ڏٽي، جپُ.
- ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ
ٽماهي ”مهراڻ“ 1-1969/2ع



تاج جويو

# لغت نويسيءَ ۾ ڊاڪٽر بلوچ جون ورتل ڪوششون

جديد همعصر دورَ ۾ ٿن سنڌي عالمن جي ڪَم، جيڪا جڳ مشهوري حاصل ڪئي آهي، اُن جو مثال نه ٿو ملي. اُهي ٽي

عالم ۽ اديب آهن: (1) پير حسام الدين راشدي، (2) محمد ابراهيم جويو ۽ (3) ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ.

- پير حسام الدين راشديءَ جو نالو، سنڌ جي تاريخ جي تحقيق جي حوالي سان هميشه وڏي مانَ ۽ شانَ سان ورتو ويندو. پير صاحب کي مادرِ وطن سنڌ سان اٿاهه محبت هئي، هِن اُن جذبي هيٺ سنڌ جي تاريخ کي نئون موڙُ ڏنو. هن تاريخ بابت سوين بلڪ هزارين قلمي ۽ ڇاپي ڪتاب هٿ ڪري، اُنهن مان اهم ڪتاب ۽ مسودا وڏيءَ محنت ۽ محبت سان ايڊٽ ڪيا ۽ سنڌ جي تاريخ بابت اسان کي نئون، قيمتي ۽ اڻلڀ مواد ميسر ڪري ڏنو. سندس اهم تصنيفن ۽ تاليفن ۾: ’مڪلي نامو‘، ’ترخان نامو‘، ’حديقة الاولياء‘، ’مرزا عيسيٰ ترخان‘، ’تذڪرهء مشائخ سيوستان‘،’ڳالهيون منهنجي ڳوٺ جون‘،’هُو ڏوٿي هُو ڏينهن‘،’هشت بهشت‘،’مهراڻ جون موجون‘، (ترتيب) ’مثنوي چنيسر نامه‘،’ڳالهيون ڳوٺ وٽن جون‘،’تڪمله مقالات الشعراء‘،’تاريخ مظهر شاجهاني‘،’منشور الوصيت و دستور الحڪمت‘ وغيره شامل آهن. هنن ڪتابن جي مطالعي کان پوءِ چئي سگهجي ٿو ته ايڊيٽنگ ۽ تدوين جو فَنُ پير صاحب کان پوءِ دنگ آهي. پير صاحب جي ايڊيٽنگ جو بهترين مثالُ ’مڪلي نامو‘ آهي، جيڪو اصل ڪتاب، مير علي شير ”قانع“ فارسي زبان ۾، مڪليءَ جي ٽڪريءَ تي پوريل شخصيتن، سندن

مقبرن ۽ مزارن جي هنڌن، سنن ۽ واقعن سميت ڪُل 90 صفحن تي مشتمل لکيو هو؛ پر پير صاحب اُن تي سنڌيءَ ۾ جيڪي حاشيا لکيا آهن، سمجهاڻيون ۽ اضافا پيش ڪيا آهن، ۽ اُن ۾ ناياب تصويرون شامل ڪيون آهن، تن مان هي تاريخي شاهڪارُ 888 صفحن جو عظيم دستاويزُ بنجي پيو آهي.

محمد ابراهيم جويي صاحب جي نالي ڪان سواءِ 'سنڌي جديد ادب' جو تصور ئي محال آهي. هن 98 ورهين جي تازه دم ۽ جُوان جذبن واري بزرگَ پنهنجي سڄي ڄمارَ، سنڌي ادب، ٻوليءَ ۽ تعليم جي خدمت ڪندي گذاري آهي. سنڌي مادري زبان جا اڪثر درسي ڪتابَ سندس 'دست مُهر' ڪان سواءِ مستند نه سمجهيا ويندا آهن. هن ٻوليءَ، ادب ۽ تعليم جي ميدان ۾ ظاهري توڙي پردي پويان جيڪو عظيم پورهيو ڪيو آهي، اُن جو ڪاٿو وقت ۽ تاريخَ ئي لڳائي سگهن ٿا. 'سنڌي ادبي بورڊ' جي پوريءَ دنيا اندر مڃتا، هن لاثاني عالم جي پورهئي، لڳاءَ ۽ سچائيءَ جو نتيجو آهي. هن عالم شخص جي دَم قَدم سان ئي سنڌي ادبي بورڊ جون مختلف رٿائون تڪميل جا مرحلا پورا ڪري سگهيون. جن ۾ 'سنڌ جي تاريخ'،'جامع سنڌي لغات'،'سنڌي لوڪ ادب' ۽ 'عالمي ادب' جي ترجمي جون رٿائون اچي وڃن ٿيون. هن شخص دنيا جي بهترين ادب ۽ فلسفي ۽ فڪر جا شاهڪارَ، سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪري سنڌي ٻوليءَ جي دامن ۾ ڪهڪشائون پکيڙي ڇڏيون آهن. اهڙن

ڪتابن ۾ ’ايملي عرف تعليم‘،’ٻارن جي تعليم‘، ’وحشي جيوت جا نشان‘،’فڪر جي آزادي‘،’ٻارن جو مسيح‘،’فلسفي جون ابتدائي ڪورس‘،’محڪريءَ جا مضمون‘،’فرينچ انقلاب‘،’علم تدريس مظلومن لاءِ‘ وغيره اهم آهن. سندس ذاتي قلمدانيءَ جي شاهڪارن ۾: 'Save Sindh, Save the Continent' ’ماٺهوءَ جو پاڳ‘، ’شاهه سچل سامي‘،’هوءَ جا ٽمڪي باهڙي‘،’ادب، ٻولي، تعليم‘،’ڳالهيون ڪتابن جون‘ (2 جلد)، ’سنڌ منهنجي خوابن جي‘ (2008ع)، ’سنڌ، جا مون سپنن ۾ سوچي‘ 2012ع ۾ ڇپيا ڪتاب اڃا وچن ٿا. مستقبل ۾ حال جي سنڌ، هن پور هيت اديب کي ڪڏهن به وساري نه ٿي سگهي.

اهڙي طرح ٿيون عالم، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ آهي، جيڪو سنڌ جو سپورنج، سنڌي ٻوليءَ ۾ لسانيت جو ڄاڻو، لطيفيات جو شارح، سنڌي لوڪ ادب جو ماهر، ڪلاسيڪي شاعريءَ جو پارکو، عظيم تعليمدانُ، محقق ۾ سنڌ جي تاريخ جي سُونهن بلڪ مٿي جو موڙُ هو. هن عظيم ڏاهي جون لسانيات، لوڪ ادبَ، تعليم، تاريخ، لطيفيات، اساسي ۾ ڪلاسيڪي شاعريءَ جي سهيڙَ، موسيقيءَ ۾ لغات نويسيءَ جي ميدانَ ۾ خدمتون وسارڻ جهڙيون نه آهن.

هن سنڌي ٻوليءَ، لسانيات ۾ ادب جي موضوع تي ’سنڌي ٻوليءَ ۾ ادبَ جي تاريخ‘ جهڙو بي بدلُ ڪتاب لکيو، جنهن جا چار

سُڌاريل ايڊيشن شايع ٿي چڪا آهن. موسيقيءَ جي ميدانَ ۾ ’سنڌي موسيقيءَ جي تاريخ‘ سندس شاهڪار ڪتاب آهي. اساسي ۽ڪلاسيڪي
شاعريءَ جي سهيڙَ ۾: ’ڪليات حمل‘ (1953ع)، ’ميين شاهه عنايت جو ڪلام‘ (1963ع)، ’خليفي صاحب جو رسالو‘ (1966ع)، ’شاهه لُطف الله قادريءَ جو ڪلام‘ (1968ع)، ’ڪلام فقير نواب ولي محمد لغاري (1968ع)، ’ڪليات سانگي‘ (1969ع)، ’شاهه شريف ڀاڏائيءَ جو رسالو’ (1972ع)، ’راڳ نامو‘ (1981ع)، ’رسالو غلام محمد خانزئيءَ جو‘ (1985ع) ۽ ’قاضي قادن جو رسالو‘ (1999ع) اهم ڪتاب آهن. ’لطيفيات‘ جي ميدان ۾: ’شاهه جو رسالو: برٽش ميوزم وارو‘ (1969ع)،
’شاهه جي رسالي جا سرچشما‘ (1972ع)، ’شاهه جي رسالي جي ترتيب‘ (1974ع)، ’شاهه جو رسالو: ٽن قلمي نسخن تي آڌاريل‘ (1974ع)، ’شاهه جو رسالو: ڏهن قلمي نُسخن تي آڌاريل‘ (1977ع)، ’شاهه جو رسالو‘ (۽ رسالي جو ڪلام) ڏهه جلدَ ۽ شاهه لطيف ثقافتي مرڪز طرفان ترتيب ڏنل ڪيئي مخزنَ ۽ ڪتابَ، سندس عظيم پورهئي جا شاهد آهن. ’سنڌ جي تاريخ‘ جي حوالي سان- ’چچ نامي‘، ’تاريخ معصوميءَ‘، ’لب تاريخ سنڌ‘، ’تحفة الڪرام‘، ’تاريخ طاهري‘ ۽ ٻين ڪتابن جي ترجمن جي

تصحيح، ترتيبَ ۽ خاص ڪري ’فتح نامہ سنڌ‘ عرف ’چچنامي‘ جو مقدمو، ڊاڪٽر صاحب جي تاريخ ڄاڻ جو مظهر آهن.
ٻن حوالن سان ڊاڪٽر نبي بخش خان جو نالو اول صف جي عالمن ۽ محققن ۾ شمار ٿئي ٿو:
(1) لوڪ ادب جي سهيڙَ، ۽ (2) لغات نويسي.
سنڌي ادبي بورڊ جي ’لوڪ ادب سلسلي‘ جا 40 ڪان وڏيڪ ڪتابَ، سنڌ جي هن عظيم اسڪالر جي سهيڙَ ۽ تحقيق جو ڪمال آهن. ’سنڌي لوڪ ادب‘ جي سهيڙَ جي تفصيلي تجويزَ، 1955ع ۾، ’سنڌي ادبي بورڊ‘ جي آڏو آندي وئي هئي ۽ 1956ع ۾ هن اسڪيم کي منظور ڪري، هيءُ محنت ۽ جاکوڙ وارو ڪم، ڊاڪٽر صاحب جي حوالي ڪيو ويو. 1957ع ۾ ’لوڪ ادب جي مرڪزي آفيس‘ قائم ڪري، ڊاڪٽر صاحبَ، سوين ڪارڪنن جي سٺَ سان وڏيءَ محنت، جفاڪشيءَ ۽ لگن سان مواد جي سهيڙَ شروع ڪري ڏني. اِن ڏس ۾ سنڌ جي جدا جدا پاڳن جو گشت ڪري، ڪچهريون سڏائي پڻ مواد هٿ ڪيائين. 1959ع ۾ لوڪ ادب سلسلي جو پهريون ڪتابُ، ’مداحون ۽ مناجاتون‘ شايع ڪيو ويو، ۽ 1991ع ۾ هن رٿا جو چاليهون ڪتاب ’هُنر‘ ڇپجي پڌرو ٿيو. هن تاريخي ڪم جي سهيڙَ ۾ ڊاڪٽر صاحب کي پنهنجن ساٿين سان گڏ محنت ڪندي چٽيهه سال لڳا. لوڪ ادب سلسلي جي چاليهن ڪتابن جي ’فهرست‘، جيڪا خُود 250 صفحن تي مشتمل آهي، هن اجتماعي پورهئي

جو اعليٰ مثال آهي. اِن رڳا ڪان سواءِ، هن ئي سلسلي جا ٻيا ڪتاب، ’
ٻيلاين جا ٻول‘ (1950ع ’لاکو ڦُلاڻي‘ (1985ع) ’سپ رنگ‘ (1968ع) ۽ ’رهاڻ هيرن ڪاڻ‘ ڏهن ڪان مٿي جلد پڻ ڊاڪٽر صاحب جي قلم آرائيءَ جو ڪارنامو آهن؛ جيڪي زيب ادبي مرڪز حيدرآباد، سنڌ يونيورسٽيءَ، مهراڻ آرٽس ڪائونسل حيدرآباد ۽ خليل ڪتاب گهر خيرپورميرس، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، سنڌ ماڻڪ موتي تنظيم ۽ ٻين ادارن پاران ڇپائي پڌرا ڪيا ويا آهن.
ڊاڪٽر صاحب جهڙي گهڻ رُخي عالم جي مختلف رُخن ۾ ڪيل تحقيق تي تفصيل سان لکڻ لاءِ ڪيترائي ڪتابَ درڪار آهن. هتي آءٌ صرف سندس هڪ اهم ڪم ’لغات نويسي‘ تي روشني وجهڻ جي ڪوشش ڪريان ٿو:
سنڌ ۾ ’لغت نويسيءَ‘ جو فَنُ ته آڳاٽو آهي، پر ’سنڌي لغت نويسي‘ جي تاريخ ڪا ايڏي پراڻي به نه آهي. ’سنڌي لغت نويسيءَ‘ طرف 18 صديءَ جي وچ ڌاري ڌيانُ ڏنو ويو. ٽالپر حڪومت جي پڇاڙڪن سالن ۾ ڪن انگريز بيوروڪريٽن، پنهنجي حڪومتي مقصدن ۽ اُن جي استحڪام خاطر سنڌي ٻوليءَ جي اڀياسَ، سنڌي ٻوليءَ جي گرامر ۽ لغتن تيار ڪرڻ طرف توجه ڪيو. 1835ع ۾ جيمس پرنسيپ، ’سنڌي ٻوليءَ جو گرامر‘ (A grammar of the Scindee language) ۽

1836ع ۾، ڊبليو. ايچ. واٿن ’سنڌي ٻوليءَ جو گرامر‘ ۽ اُن سان گڏ سنڌي لفظن جو مختصر ذخيرو (A grammar of Sindhi Language) بمبئيءَ مان ڇپائي پڌرو ڪيو. هن بمبئيءَ ۾ رهندڙ سنڌي واپارين کان سنڌي سکي هئي.
1843ع ۾ انگريزن، ٽالپرن کي شڪست ڏئي سنڌ تي قبضو ڪيو. اُن سال ٻن انگريز فوجي عملدارن: ڪئپٽن ايسٽوِڪ (J.B. Eastwick) ۽ ليفٽيننٽ ليچ (R. Leech) ’سنڌي ٻوليءَ جي لفظن جا مختصر ذخيرا‘ (Vocabularies) رومن لپيءَ ۾ انگريزي معنيٰ سان ڇپائي پڌرا ڪيا. ڪئپٽن ايسٽوِڪ، سنڌ ۾ ڊپٽي ڪليڪٽريءَ دوران پنهنجيءَ رُوءِ سُوءِ سنڌي زبان سکي، 1947ع ۾ سنڌي ٻوليءَ جو گرامر تيار ڪيو ۽ گڏو گڏ انگريزي- سنڌي ۽ سنڌي- انگريزي ڊڪشنرين تي پڻ ڪم شروع ڪري ڏنائين. هن جو سنڌي گرامر ۽ ’انگريزي سنڌي ڊڪشنري‘ پهريون ڀيرو 1849ع ۾ ڇپيا. هن لغت ۾ 12000 انگريزي لفظن جون سنڌيءَ ۾ معنائون ڏنل هيون. ڪئپٽن ايسٽوِڪ، ٻن سنڌي عالمن- پنڊت برهم سچانند ۽ پنڊت جيشٽ برهم يا جيٺارام جي مدد سان ’سنڌي انگريزي ڊڪشنري‘ پڻ جوڙي، پر اُن جي ڇپائيءَ کان اڳ پاڻ وفات ڪري ويو؛ ۽ اُها ڊڪشنري اڳتي هلي، بي. ايچ. ايلس بئرو، اسسٽنٽ ڪمشنر سنڌ، پنهنجيءَ نگرانيءَ ۾، 1855ع ۾، بمبئيءَ مان ڇپائي پڌري ڪئي، جنهن ۾ 20000 جي لڳ ڀڳ

لفظ هئا. (سندس اهي بئي لغتون سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ 2011ع ۾ ٻيو ڀيرو ڇپائي پڌرو ڪيون آهن). اِن ئي عرصي ۾ هڪ سنڌي عالم آخوند عبدالرحيم ’وفا‘ عباسيءَ، پهرين سنڌي- فارسي لغت: ’جواهر لغات اڪيچار سنڌي‘ تيار ڪئي، جنهن جي تياريءَ جو عرصو ڊاڪٽر بلوچ جي تحقيق موجب 1845ع کان 1851ع جي وچ وارو ٿي سگهي ٿو. ان کان سواءِ پادري شرٽ، 1860ع ۾ 44 صفحن جي ننيڙي لغت؛ لڪشمڻ وشنو پرانچبيءَ 1868ع ۾ ’انگريزي- سنڌي ڊڪشنري‘ ۽ پادري شرٽ، اُڌارام ۽ صادق علي مرزا سان گڏ ’سنڌي انگريزي ڊڪشنري‘ تيار ڪري 1879ع ۾ ڇپائي پڌري ڪئي، جنهن ۾ 21450 لفظ هئا. هن لغت جي تياريءَ ۾ آخوند عبدالرحيم عباسي مرحوم کان به مدد ورتي وئي هئي. جهمٽ مل نارومل وسناڻيءَ، پادري شرٽ جي طرز تي سنڌي ٻوليءَ جي اُنهن چوند لفظن جي وئتپتي (Etymology) 1986ع ۾ شايع ڪئي، جيڪي سنسڪرت بنياد رکندڙ هئا، ان کان اڳ 1881ع ۾ هڪ يورپي عملدار ’مري‘ (J.A. Murry) به ڪتابڙا Vertebrate Zoology of Sindh، ۽ (2) Plants and Drugs of Sindh 1881ع ۾ ڇپايا هئا، جن ۾ سنڌ جي پکين، جڙين ٻوٽين ۽ وڻن ٽڻن جا نالا، رومن لپيءَ ۾ انگريزي معنيٰ سان ڏنا ويا هئا.

ويهين صديءَ ۾ ديوان ڪوڙيمل چندن مل کلناڻيءَ ’انگريزي- سنڌي ڊڪشنري‘ (1904ع)، پيرومل مهرچند آڏواڻيءَ ’غريب

اللغات‘ (1907ع)، ۽ پرمانند ميوارام ’’سنڌي- انگريزي ڊڪشنري‘ (1901ع)، جنهن ۾ 25140 لفظ هئا، ۽ ’انگلش- سنڌي ڊڪشنري‘ (1933ع)، جنهن ۾ 15735 لفظ هئا، شايع ٿيون. ان کان سواءِ
مرزا قليچ بيگ 1913ع ۾ ’لغات لطيفي‘ ۽ 1922ع ۾ ’لغات قديمي‘ ڇپايون. ٻيون به ڪيتريون ننڍيون وڏيون سنڌي پهاڪن، اصطلاحن ۽ ورجيسن جون لغتون ڇپايون ويون. باوجود ايترين مخلصانه ڪوششن جي سنڌي ٻوليءَ جي هڪ ’جامع لغت‘، جنهن ۾ سنڌي ۾ سنڌي ٻوليءَ جا نِج ۽ گهٽي کان گهٽا لفظَ، اصطلاح ۽ اُنهن جون سنڌيءَ ۾ معنائون ڏنل هجن، تيار نه ٿي سگهي.
ورهاڱي کان اڳ 1940ع ۾ جڏهن سائين جي.ايم.سيد، سنڌ جو وزير تعليم ٿيو هو ته هن ’سنڌي ساهتيه جو مرڪزي صلاحڪار بورڊ‘ قائم ڪرايو، ۽ هڪ ’جامع سنڌي لغت‘ جي ضرورت محسوس ڪندي، عالمن جي هڪ ڪاميٽي مقرر ڪري، اهو ڪم اُن جي حوالي ڪيو. اُن ڪاميٽيءَ تي ڀيرومل مهرچند آڏواڻيءَ ۽ لالچند امر ڏني مل جهڙا سنڌي ٻوليءَ جا وڏا عالم پڻ ميمبر هئا. اُن ڪاميٽيءَ ’جامع سنڌي لغت‘ جو مسودو، الف- ب جي پهرين ڇئن اکرن (ا، ب، ٻ، ٻ) تائين اجا مَس تيار ڪيو ته هندستان جي ورهاڱي سبب ’لغات‘ جو ڪم رُڪجي ويو.

’جامع سنڌي لغات‘ جو اهو تاريخي ڪم اڳتي هلي سنڌ جي نامور عالم ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ کي ڪرڻو پيو. ٿيو هيئن ته ڊاڪٽر بلوچُ، مئي 1949ع ۾، آمريڪا جي ڪولمبيا يونيورسٽيءَ مان
ايم- ايڊ ۽ ’ڊاڪٽر آف ايڊيوڪيشن‘ جون ڊگريون وٺي واپس وريو، پر مُلڪ واپسيءَ تي، ساڻس جنهن ملازمت جو وعدو ڪيو ويو هو، اها کيس ڪا نه ملي؛ اُن ڪري، مئي 1949ع کان آگسٽ 1950ع تائين سنڌ جي ڪُنڊ ڪڙڇ گُهمندو ۽ سگهڙن ۽ سالڪن سان ڪچهريون ڪندو رهيو. سائين جي. ايم. سيدُ، ڊاڪٽر صاحب جي علمي حيثيت کان آگاهه هو، جنهن کيس پاڻ وٽ سَنِ گهرائي، لُغت جو ڪم ڪرڻ لاءِ چيو. ڊاڪٽر صاحب کي دل گهُريو ڪم ملي ويو، ۽ هن بنا ڪنهن آنا ڪانيءَ جي سَن ۾، سائين جي. ايم. سيد جي وسيع لائبريريءَ ۽ اوطاق ۾ ويهي لغت تي ڪم شروع ڪري ڏنو. سائين جي.ايم.سيد کيس ڪاڇي ۽ ڪوهستان مان ڪيترا سگهڙ گهرائي ڏنا، جن سان ڊاڪٽر صاحب ڪچهريون ڪري، ڪافي لفظي ذخيرو گڏ ڪيو. اهڙيءَ طرح سائين جي. ايم. سيد جي رهنمائيءَ ۾، ڊاڪٽر صاحب سنڌي ٻوليءَ جي خدمت واري جذبي هيٺ لغت جي ڪم کي ڪافي اڳتي وڌايو.
1951ع ۾، سائين جي.ايم.سيد جي سربراهيءَ ۾، ’سنڌي ساهتيه مرڪزي صلاحڪار بورڊ‘ جي،

’سنڌي ادبي بورڊ‘ جي نالي سان نئين سر تشڪيل ٿي ته ڊاڪٽر
نبي بخش بلوچ کي ’جامع سنڌي لغات‘ ٽن سالن اندر تيار ڪري
ڏيڻ جو ڪم سونپيو ويو. ڊسمبر 1951ع ۾ سنڌ جي هڪ عظيم
سپوت، سنڌ يونيورسٽيءَ جي اُن وقت جي وائيس چانسيلر ۽
عظيم اسڪالر علامه آءِ. آءِ. قاضيءَ، سنڌ يونيورسٽي (اولڊ
ڪئمپس) ۾ ’جامع سنڌي لغات‘ جي تياريءَ ۽ تڪميل لاءِ
مرڪزي آفيس قائم ڪئي، جتي لغات جي رٿا (Scheme)جو
خاڪو مرتب ڪيو ويو. جنوري 1952ع کان لغت تي باقاعدي
ڪم جي شروعات ٿي. 1940ع ۾ لغت جي شرع ڪيل ڪم کي
’الف‘ کان ’ي‘ تائين مڪمل ڪرڻ جي ٽه ساله رٿا، سائين
جي.ايم.سيد جي ترغيب، علامه قاضي صاحب جي مددَ ۽ سنڌي
ادبي بورڊ جي ميمبرن جي تعاون سان ڊاڪٽر بلوچ صاحب
مڪمل ڪرڻ جو بيڙو، سُڪائي بنجي سنڀاليو. ڊاڪٽر صاحب
جي جواني هئي. هو قومي جذبي هيٺ روزانو 12 ڪلاڪ ۽
ڪڏهن ڪڏهن ته 15، 16 ڪلاڪَ به ڪم ڪندو رهيو، ۽
ڪيترن ساٿين ۽ عالمن جي مددَ سان سونپيل ڪم جو مسودو،
هٿ لکيل ويهن جلدن ۾، ڊسمبر 1954ع تائين مڪمل ڪري
ورتائين.
’جامع سنڌي لغات‘ جوڙڻ لاءِ سنڌ جي هن ناميارِي عالم ۽
محقق، هڪ پورو ’نيٽ ورڪ‘
(Net work) تيار ڪيو ۽ هڪ رٿا (Project) جي صورت

۾، هن ڪم کي ’تاريخي فريضو‘ سمجهي مڪمل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي.
ڊاڪٽر صاحب، ’جامع سنڌي لغات‘ لاءِ لفظن ۽ اصطلاحن جو ذخيرو هٿ ڪرڻ لاءِ هيٺيان ذريعا ڪم آندا:
(1) ادب ۽ ٻين موضوعن تي ڇپيل ننڍا وڏا ڪتاب ۽ رسالا؛
(2) سموريون (انگريزي- سنڌي، سنڌي، انگريزي ۽ سنڌي) لغتون؛
(3) ڪلاسيڪي شاعرن جي اڻ ڇپيل ڪلام جو لفظي ذخيرو؛
(4) اڻ ڇپيل لغتن: ’جواهر لغات اڪيچار سنڌي‘ (مرتب- آخوند عبدالرحيم عباسي)؛ مولوي علي محمد مهيريءَ جي ’سنڌي لغت‘، لالا هاسانند جي ’سنڌي لغت‘ (جنهن جو لفظي ذخيرو، بورڊ جي فيصلي موجب تاراچند گاجرا بمبئيءَ مان اُتاري موڪليو هو) جو مواد؛
(5) سنڌ جي مختلف طبعي ڀاڱن: لاڙ، سري، ٿر، ڪاڇي، ڪاري، وچولي، ڪڇ ۽ لس ٻيلي جي اهم محاورن ۽ لهجن جا لفظ ۽ اصطلاح؛
(6) سنڌ جي مختلف ضلعن ۾ تعلقن ۾ مقرر ڪيل ڪارڪنن وٽان مليل لفظي ذخيرو؛ ۽
(7) عربي ۽ فارسي لفظن جو سنڌيءَ ۾ مروج ذخيرو- وغيره.

ڊاڪٽر صاحب، ’جامع سنڌي لغات‘ جي تياريءَ لاءِ سنڌ جي مختلف ڀاڱن جو به سفر ڪيو ۽ اهم ڳوٺن ۽ علائقن ۾ وڃي، اُتان جي بزرگن، سگهڙن، ڪمين ڪاسبين، ڀاڳين، شاعرن ۽ اُستادن سان ڪچهريون ڪيون.

ڊاڪٽر صاحب، مختلف علائقن جي رهاڪو، عالمن ۽ استادن کان سنڌي ٻوليءَ جا مروج لفظ ۽ اصطلاح گڏ ڪرايا. اهڙن عالمن ۽ اُستادن ۾: (1) محمد صالح سمي، محمد عرس سمي ۽ حڪيم محمد يعقوب قادريءَ (ڪراچيءَ واري)، ڪوهستاني ۽ لاسي لهجن جا لفظ ۽ اصطلاح گڏ ڪيا. (2) مولوي علي محمد مهيريءَ، محمد طالب لوهار، محمد صديق مسافر، مقبول احمد بلوچ ۽ شرف الدين شاهه ماتليءَ واري لاڙ جي لفظن ۽ اصطلاحن جو ذخيرو جمع ڪيو. (3) پروفيسر عطا محمد حاميءَ، محمد عالم عباسيءَ، عبدالرزاق ميمڻ پير ڳوٺ واري، لعل محمد پٺاڻ ۽ محمد حسن ’مشتاق‘ انڙَ، خيرپور، سکر ۽ شڪارپور ضلعن جي لفظن ۽ اصطلاحن کي سهيڙيو. (4) اُستاد رائچند هريجن، ڀمي مل، محمد امين ڀليءَ ۽ مينگهي مل، ٿرپارڪر ۽ ڍوري ناري جي مختلف لهجن جا لفظ ۽ اصطلاح گڏ ڪري موڪليا. (5) مشهور اُستاد ۽ شاعر محمد خان مجيديءَ، معين شاهه (شاهبندر واري)، دوست محمد ۽ ٻين، ٺٽي، شاهبندر ۽ ساڪري جي طرف جا لفظ ۽ اصطلاح گڏ

ڪيا. (6) شاهنواز شاهه عارف المولىٰ ٻُنڙي واري، حاجي سومرخان ۽ ٻين، سانگهڙ ضلعي جا مخصوص لفظ ۽ اصطلاح جمع ڪيا. (7) ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلي ۽ غلام نبي سنديلي، لاڙڪاڻي جي طرف جا اصطلاح ۽ لفظ گڏ ڪري موڪليا. (8) مشهور عالم گنگارام سمرات، سَن (ضلعي دادوءَ) مان لفظي ذخيري هٿ ڪري ڏيڻ ۾ ڊاڪٽر صاحب جي وڏي واهر ڪئي. اهڙيءَ طرح ٻين به ڪيترن ڪارڪنن ۽ اُستادن وڏو لفظي ذخيرو گڏ ڪري ڪيس موڪليو.

جنوري 1952ع ۾ سنڌي ٻوليءَ جو ناميارو شاعر محمد بخش ’واصف‘، سرڪاري نوڪريءَ مان رٽائر ٿيڻ بعد مرڪزي ڊڪشنري آفيس ۾، زندگيءَ جي آخري پساهن تائين ڊاڪٽر صاحب جو ٻانهن ٻيلي ٿي رهيو. مرحوم رشيد احمد لاشاريءَ ۽ ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلي جون پڻ تعليم کاتي کان ڪجهه عرصي لاءِ خدمتون، ’لغات‘ جي ڪم لاءِ اُڌاريون ورتيون ويون. محمد بخش ’واصف‘ جي وفات کان پوءِ ڊاڪٽر صاحب، مرڪزي لغت آفيس جو ڪم، مرحوم سيد سردار علي شاهه ’ذاڪر‘ جي حوالي ڪيو، جنهن وڏي عرصي تائين نهايت سليقي ۽ اورچائيءَ سان ڪم کي سنڀاليو. جڏهن سردار علي شاهه روزاني ’مهراڻ‘ جو ايڊيٽر مقرر ٿيو ته آفيس جو ڪم شيخ محمد اسماعيل جي حوالي ڪيو ويو، جنهن لغت جي فيئر ڪاپين تيار ڪرڻ ۽ پروفن ڏسڻ ۾ ڊاڪٽر صاحب جي معاونت ڪئي.

مرڪزي آفيس ۾ هڪ وڏي عرصي تائين محمد طالب لوهار، مراد علي بلوچ ۽ محمد يوسف شيخ پڻ ڪم ڪيو. اُن کان سواءِ ڊاڪٽر غلام علي الانا، مخدوم غلام محمد، ممتاز مرزا، ماستر عبدالرزاق مغل، ماستر محمد بچل انصاريءَ، اُستاد محمد يعقوب ’نياز‘ ميمڻ، غلام قادر انصاريءَ، احمد بخش انصاريءَ، غلام محمد ميمڻ، ماستر غلام نبي ٻُڙديءَ، مصري شاهه ٽڪڙائيءَ ۽ ماستر محمد بخش سولنگيءَ به مختصر عرصي تائين مرڪزي آفيس ۾، لغت جي ڪم ۾ حصو ورتو.

ڊاڪٽر بلوچ صاحب، جنهن جانفشانيءَ ۽ قومي جذبي سان ’جامع سنڌي لغات‘ جي تياريءَ لاءِ رات ڏينهن محنت ڪئي. اُن کي ڏسي، مٿي ڄاڻايل عالمن، اديبن، اُستادن ۽ سچاڻ ڪارڪنن، مختصر معاوضي تي ڊاڪٽر صاحب جي رهنمائيءَ ۽ هدايتن موجب وڏيءَ محبت ۽ محنت سان پورهيو ڪيو؛ ايتريقدر جو ڊاڪٽر بلوچ لکي ٿو ته: ’ڪارڪنن کي ماهوار 25 کان 50 رپيا اُجرت ملندي هئي‘. تنهن کان سواءِ ڊاڪٽر صاحب کي سنڌي ادبي بورڊ جي اوائلي ميمبرن ۽ بورڊ جي چيئرمن سائين جي.ايم.سيد جي مڪمل پُٺڀرائي ۽ علامه آءِ.آءِ قاضيءَ جهڙي عالم جو ڀرپور ساٿ حاصل رهيو. هِنن ڊاڪٽر صاحب جي عالمانه پورهئي ۽ جذبي کان متاثر ٿي، سندس ڪم ۾ هڪ گهڙيءَ لاءِ به ڪا رڪاوٽ نه وڌي، ۽ ائين ڊسمبر 1954ع تائين لغات جو مسودو مڪمل ٿي سگهيو. لغات جي مسودي جي

تياريءَ بعد سنڌي ادبي بورڊ پاران سنڌ جي مشهور تعليمدان ۽ عالم ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽي مسودي جي پهرين ڇئن اکرن (ا، ب، ٻ، پ) تي تنقيدي نظر وجهي، اُن ۾ واڌارا سُڌارا ڪري، اُن کي بهتر بنايو؛ ۽ سنڌي ادبي بورڊ جي سيڪريٽري محمد ابراهيم جويي، لغت جي پهرئين جُلد جا آخري پروف ڏٺا ۽ اُن ۾ مناسب واڌارا ۽ دُرستيون ڪيون. محمد ابراهيم جويي لاءِ، ڊاڪٽر بلوچ صاحب لکيو آهي ته: ”جنهن جي گهريءَ نظر کان سواءِ، شايد هيءَ لغات (جلد پهريون) ايترو صحيح نه ڇپجي سگهي ها“. لغت جي پهرئين جلد ۾ عربي لفظن جي اشتقاقن ۾ مخدوم امير احمد جهڙي عالم ۽ سنسڪرت جي اشتقاقن ۾ تاراچند گاجرا (بمبئيءَ) ۽ سن جي رهاڪوءَ گنگارام سمراٽ (جيڪو بعد ۾ سهجپور بوگا، احمدآباد، انديا ۾ وڃي رهيو)، ڊاڪٽر صاحب جي ڪافي مدد ڪئي.

ڊاڪٽر بلوچ صاحب، ’جامع سنڌي لغات‘ جو اهڙو ته جامع ۽ بهتر سِٽاءُ ڪيو آهي، جيڪو اڳتي هلي لغت نويسن لاءِ هڪ رهنما اصول بنجي ويو.

ڊاڪٽر صاحب هن لغت جي سِٽاءَ وقت هيٺين ڳالهين کي آڏو رکيو:

(1) ’الف- ب‘ جي تختيءَ جي نئين سٽاءَ موجب ’الف کان ي‘ تائين لفظن کي ترتيب ڏني وئي.

(2) بنيادي لفظن کي (•) نشانيءَ سان پهرين رکيو ويو ۽ اُن مان نڪتل ٻين لفظن ۽ اصطلاحن کي (-) نشانيءَ سان ترتيب وار بعد ۾ رکيو ويو.

(3) ’الف‘ اکر هيٺ پهريائين مَدَ، پوءِ زبَر، زيرِ ۽ پيشَ وارن لفظن جي ترتيب کي رکيو ويو. ساڳي اعرابي ترتيب ٻين اکرن جي به رکي وئي.

(4) هر لفظ جي صحيح اُچارن کي اعرابن وسيلي نروار ڪيو ويو ۽ اُن سان گڏ سنڌ جي مختلف طبعي ڀاڱن جي اُچارن ۽ لب لهجي کي به بيان ڪيو ويو.

(5) اسمن جي حالتن ۾ هر لفظ کي واحد توڙي جمع ۽ مذڪر توڙي مؤنث جي صورت ۾ لکيو ويو.

(6) لغت ۾ مختلف علائقن سان لاڳاپيل لفظن جي نشاندهي ڪئي وئي.

(7) لفظن جي صورتخطيءَ ۽ سُڃاڻپ کان پوءِ تشريحي نشاني (:) رکي وئي، جنهن کان پوءِ لفظ جي سڃاڻپ شروع ٿئي ٿي. لفظ جي سمجهاڻيءَ کي (الف) نحوي صورت، (ب) اشتقاق جي صورت، ۽ (ت) معنيٰ جي صورت ۾ سمجهايو ويو.

(8) هڪ لفظ جون هڪ کان وڌيڪ معنائون، نحوي حالتن جي مٿا سٿا مطابق رکيون ويون.

(9) هم معنيٰ لفظ ۽ لفظن جون ڌار ڌار معنائون ڏنيون ويون.

(10) هر نرالي ۽ انوکي لفظ يا اصطلاح جي تصديق لاءِ شاهديءَ طور چوٽيون، شعر ۽ پهاڪا ڏنا ويا.
(11) ٻين ٻولين جي مروج لفظن جا اشتقاق، اصل زبانن موجب ڏنا ويا.

’جامع سنڌي لغات‘ سچ پچ ته سنڌي لغت نويسيءَ جي فن ۽ تاريخ ۾ هڪ سونهري ۽ يادگار ڪارنامو آهي، ۽ هيءَ سنڌي ٻوليءَ جي پهرين لغات آهي، جنهن ۾ تمام وڏو لفظي ۽ اصطلاحي ذخيرو شامل ڪيو ويو آهي.

ڊاڪٽر بلوچ جو هيءُ عظيم پورهيو، جنهن ۾ سنڌ جي سوين اُستادن، ڪارڪنن ۽ عالمن طرفان هٿ ڪيل سنڌي لفظن جي ميڙ ي چونڊي شامل آهي، جڏهن تڪميل جي مرحلن مان گذري، ڇپائيءَ واري مرحلي ۾ پهتو ته نام نهاد رُڪاوٽن ۽ رقابتن جو هڪڙو سلسلو شروع ٿي ويو. نتيجي طور لغات جي پهرين جلد جي اشاعت کي ٻه سال لڳي ويا. 1957ع ۾ لغت جي ڇپائي شروع ٿي هئي ۽ پهريون جلد، پورن ڇهن سالن کان پوءِ 1960ع ۾ وڃي ڇپيو؛ ان وچ ۾ لُغت جي هن جلد ۾ 20 کان 25 سيڪڙو لفظن جو واڌارو پڻ ڪرڻو پيو.

لغت جي بنيادي مسودي مڪمل ٿيڻ کان پوءِ ۽ ڇپائيءَ کان اڳ اُن کي علمي بنيادن تي ايڊٽ ڪرڻ ۽ اُن ۾ واڌارن سڌارن ڪرڻ جي ضرورت هئي. ڊاڪٽر بلوچ صاحب پهرئين جلد کي علمي بنياد تي نه رُڳو نئين سر ايڊٽ ڪيو، پر سنڌي عالمن: عمربن

محمد دائود پوٽي ۽ مخدوم امير احمد اُن کي نظر مان ڪڍيو، اُن جي اشتقاقن جي تصحيح ڪئي. ٻوليءَ جي گرامر ۽ ايڊيٽنگ جي فن موجب اُن جا پروف ڏٺا ويا، ۽ سنڌي ادبي بورڊ جي سيڪريٽري محمد ابراهيم جويي اُن کي پنهنجيءَ نگرانيءَ ۾ شايع ڪرايو.

ڊاڪٽر بلوچ صاحب، ’جامع سنڌي لغات‘ جي پنجين جُلد جي مهاڳ ۾ ڄاڻايو آهي ته ٻئي جلد جي ايڊيٽنگ سان گڏ اچا 142 صفحا تصحيح ۽ تحقيق سان ڇپائيءَ هيٺ مس آيا ته رڪاوٽن جو سلسلو شروع ٿي ويو. ڊاڪٽر صاحب طرفان مختلف جلدن جي مرحليوار ايڊٽ ڪرڻ واري رٿا کي بالائي طاق رکيو ويو. لغت جي پهرئين جلد جي ايڊيٽنگ ۾ ڊاڪٽر صاحب کي ٻه سال لڳا هئا ۽ باقي جلدن جي ايڊيٽنگ لاءِ هن ڏهن سالن جي رٿا جوڙي هئي، پر ان کي قبول نه ڪندي، بورڊ جي ميمبرن ۽ سيڪريٽرين، 1969ع ۾ لغات جي تصحيح، واڌاري ۽ سڌاري جو ڪم ڊاڪٽر نبي بخش جي. قاضيءَ ۽ ڊاڪٽر اسد الله شاهه حُسينيءَ جي حوالي ڪيو، پر هڪ سال تائين هنن ٻنهي صاحبن ڪو خاص ڪم نه ڪيو ته وري بورڊ پاران لغات جي تصحيح جو ڪم مولانا غلام اصغر، پرنسپال ٽيچرس ٽريننگ ڪاليج حيدرآباد جي حوالي ڪيو ويو، جنهن جو ’سنڌي ڪٿمنڙا‘ عرف ’اصطلاحات اصغر‘ نالي ڪتاب ڇپيل آهي. هيءُ صاحب ’بنياد پرست‘ سوچ جو مالڪ هو، جنهن جي سوچَ جو

هڪڙو ئي مثال ڪافي آهي ته ٽيچرس ٽريننگ ڪاليج حيدرآباد جي پرنسپاليءَ واري عرصي ۾ هن اُنهن سمورن انگريز ۽ هندو پرنسپالن جون تصويرون ۽ سندن دور جو ڪيترو مواد (نصارن ۽ هندن جو مواد سمجهي) درياء جي حوالي ڪرائي ڇڏيو. فقط ديوان ڪوڙيمل جي نُوراني چهري، پٽڪي ۽ ڏاڙهيءَ واري تصوير بچي وئي، ڇو ته اُن تصوير جي هيٺيان نالو لکيل نه هو ۽ هن صاحب سمجهيو ته اِهو ڪو مسلمان بزرگ آهي. جڏهن مولانا اصغر به ڪو چاڙهو نه ڪيو ته 1977ع ۾ مولانا غلام مصطفيٰ قاسميءَ جي اڳواڻيءَ ۾ هڪ ٽه رُڪني ڪاميٽي مقرر ڪئي وئي، جنهن تي محمد ابراهيم جويي، ڊاڪٽر غلام علي الانا ۽ ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلي کي ميمبر مقرر ڪيو ويو.

اها هڪ حقيقت آهي ته 1957ع کان 1977ع تائين 23 سالن جي عرصي ۾ سنڌي لفظن ۽ اصطلاحن جو هڪ وڏو ذخيرو، سنڌي ادبي بورڊ جي ’لوڪ ادب سلسلي‘ جي ڇپيل 34 جُلدن ۽ ڪلاسيڪي شاعريءَ جي مجموعن (ميين شاه عنايت جي ڪلام‘، ’شاه لطف الله شاه قادريءَ جي ڪلام‘، ’ڪلام فقير نواب ولي محمد لغاري‘، ’ڪليات سانگيءَ‘ ۽ ’شاه شريف پاڏائيءَ جي رسالي‘) جي اشاعت جي صورت ۾ سامهون اچي چڪو هو، جيڪو جامع لغات جي ترتيب ۽ تاليف واري وقت موجود نه هو. اهو موادُ ڇنڊڇاڻ ۽ تحقيق بعد ’لغات‘ ۾ شامل

ڪرڻو هو. ان ضرورت کي محسوس ڪندي، ڊاڪٽر بلوچ صاحب 1977ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ کي هڪ رٿا تيار ڪري موڪلي، جنهن ۾ هن ڄاڻايو ته جامع لغات جا رهيل چار جلد، 1987ع تائين ڏهن سالن جي عرصي ۾ واڌارن سڌارن سان تيار ڪرائي ڇپائي سگهجن ٿا. ليڪن سنڌي ادبي بورڊ اِها رٿا قبول نه ڪئي ۽ سمجهيو ويو ته ڏهن سالن جو عرصو تمام گهڻو آهي؛ جڏهن ته جامع لغت جو ٻيو جلد 21 سالن کان پوءِ شايع ٿيو هو. اڳتي هلي علامه غلام مصطفيٰ قاسميءَ ۽ ٻين بزرگن محسوس ڪيو ته هاڻي نئين سر سُڌارن ۽ واڌارن ڪرڻ ۾ وقت لڳندو، اُن ڪري لغات جي رهيل جلدن کي جيئن تيئن نظر مان ڪڍي ڇپايو وڃي. ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلي صاحب ته پنهنجو نالو واڌارن ۽ سڌارن واريءَ ڪاميٽيءَ مان ئي ڪڍائڻ گُهريو؛ پر بورڊ سيڪريٽرين ۽ ميمبرن جا بلوچ صاحب سان اختلاف موجود هئڻ ڪري، ’جامع سنڌي لغات‘ جو ٻيو جلد، 1981ع ۾ اُن وقت جي سنڌي ادبي بورڊ جي سيڪريٽريءَ، ان نوٽ سان شايع ڪرايو ته ”ڊاڪٽر بلوچ بورڊ کي لُغات جي رٿيل ڇئن جُلدن جي لفظن جو سمورو ذخيرو ۽ اُنهن کي ڪتابي صورت ۾ ڇاپڻ لاءِ ابتدائي مسودو تيار ڪري ڏنو. ٻيو جلد ڇاپي هيٺ هو ته ڊاڪٽر صاحب کان اُصولي مسئلن سبب لغات جي ڪم بدران سنڌي لوڪ ادب جي سهيڙَ جي ڪم تي وڌيڪ توجه ڏنو ۽ 40 کان وڌيڪ

ڪتاب بورڊ کي تيار ڪري ڏنا، جنهن ڪري لغات جي ڪم ۾ ناغو پئجي ويو.“

لُغات جو پيو جُلد، مولانا غلام مصطفيٰ قاسميءَ ۽ ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلي جي نظرثانيءَ سان شايع ڪيو ويو. ٽيون جلد پڻ بنا ايڊيٽنگ جي 1984ع ۾ ڇپايو ويو ۽ نظرثانيءَ طور مولانا قاسمي صاحب جو نالو ڏنو ويو. اهڙيءَ طرح چوٿون جُلد قائم مقام سيڪريٽري محمد حسين تُرڪ جي دور ۾، 1985ع ۾ شايع ٿيو، جنهن جي مهاڳ ۾ پڻ ڄاڻايو ويو ته هِن جُلد جي نظرثاني ۽ پُروفن ڏسڻ جي ڪم علامه غلام مصطفيٰ قاسمي صاحب ڪيو هو.

ياد رهي ته ’جامع سنڌي لغات‘ جا پويان ٽئي جلد (پيون، ٽيون ۽ چوٿون جلد) بنا اضافن جي شايع ڪيا ويا، يعني 1954- 1951ع ۾ تيار ڪيل اصل مسودو ايڊٽ ئي نه ٿيو. 1977ع کان 1987ع جي آخر تائين ڏهن سالن جي عرصي ۾ لغت جي هنن جُلدن جي ڇپائي پڻ

علامه قاسمي صاحب جهڙي نيڪ طبع ۽ ڪُشاديءَ دل واري عالم جي دلچسپيءَ سبب ممڪن ٿي سگهي؛ چو ته بلوچ صاحب جي لفظن ۾ ’بورڊ جا مختلف سيڪريٽري، باوجود انتظامي دابي جي ’جامع سنڌي لغات‘ جي باقاعدي اشاعت لاءِ اثرائتو قدم نه کڻي سگهيا هئا. ڪن سيڪريٽرين ته مصنف جي حقن خلاف ۽ ڊاڪٽر بلوچ جي موجودگيءَ باوجود، جامع لغات جي ڇپجندڙ

جلدن لاءِ پنهنجي طرفان غلط تاثر ڏيندڙ مهاڳ لکيا ۽ ڪن صاحبن ڪي سواءِ مصنف جي اجازت ۽ رضامنديءَ جي هن تاريخي ڪارنامي ۾ پاڳي پائيوار ڪرڻ شروع ڪيو. 1984ع ۾ ڊاڪٽر بلوچ صاحب جڏهن سنڌي ادبي بورڊ جو ميمبر ٿيو ته هن ’جامع سنڌي لغات‘ جي ٻئي ايڊيشن جي تياريءَ ۽ اشاعت جي رٿ پيش ڪئي، جيڪا 1986ع ۾ منظور ٿي. پر وري به لغات جي سُڌاري ۽ نون اضافن جو ڪم نه ٿي سگهيو. بهرحال، قاسمي صاحب، بورڊ جي چيئرمن جي حيثيت ۾ هن لغت جي آخرين جُلدن ڪي اصل حالت ۾، وڌيڪ سُڌارن ۽ واڌارن ڪرائڻ کان سواءِ، هڪ تاريخي ڪم سمجهي، ڇپارائڻ جي اجازت ڏئي ڇڏي. ڊاڪٽر بلوچ لغات جي پنجين جلد تي، اسلام آباد ۾ ويهي، 24 ڊسمبر 1987ع تي مهاڳ لکيو، جنهن ۾ هن لغات جي ڇپائيءَ ۽ سُڌارن واري سڄي معاملي جو ڪيس انتهائي محتاط لفظن ۾ بيان ڪيو، ۽ هيءُ جلد ’زير نگراني ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ‘ جي مُهر سان 1988ع ۾ ڇپجي منظر عام تي اچي ويو. اُن وقت بورڊ جو سيڪريٽري انچارج غلام حسين شيخ هو.

بهرصورت ’جامع سنڌي لغات‘، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جو اُهو تاريخي ڪارنامو آهي، جنهن تي سنڌي قوم جيترو فخر ڪري، ٿورو آهي. هن هڪڙي اعليٰ ڪم ئي ڊاڪٽر صاحب کي. سنڌ جو وڏي ۾ وڏو لغات نويس ثابت ڪري ڇڏيو.

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، ’جامع سنڌي لغات‘ کان سواءِ پيون به لغتون تيار ڪري ڇپرايون آهن، جيڪي سندس ’لُغت نويسيءَ‘ جي فَنَ جو شاهڪار نمونو آهن. انهن لُغتن جو مختصر ذڪر هيٺ ڏجي ٿو:

(1) ’سنڌي- اردو لغت‘، ۽ (2) ’اردو- سنڌي لغت‘

پاڪستان سرڪار جي وزارتِ تعليم، 1953- 54ع ڌاري سنڌ يونيورسٽيءَ کي هڪ ’سنڌي- اردو لغت‘، هڪ ’اردو- سنڌي لغت‘ ۽ شاهه لطيف جي ڪلام جي اردو ترجمي جي تياريءَ ۽ اشاعت لاءِ گذارش ڪئي، ۽ اِن ڏس ۾ ”اردو ترقياتي تجويز فنڊ‘ مان رقم ڏيڻ بابت پڻ لکيو. اُن وقت سنڌ يونيورسٽيءَ جو وائيس چانسيلر علام آءِ. آءِ قاضي صاحب هو، جنهن اُها آڇ هڪدم قبول ڪري ورتي. ٻنهي لغتن کي جامع ۽ معياري بنائڻ لاءِ تفصيلي خاڪو به تيار ڪيو ويو، پر جيئن ته ٻن سالن جي مختصر عرصي ۾ لغتون تيار ڪرڻيون هُيون، اُن ڪري 500، 500 صفحن جي لغتن جو نئون خاڪو جوڙيو ويو، جنهن تجويز کي 1954- 55ع ۾ منظور ڪيو ويو. ڊاڪٽر صاحب هن لغت مرتب ڪرڻ وقت اُن جي جامعيت ۽ افاديت کي آڏو رکندي، اُن ۾ اُهي اهم لفظ ۽ محاورا پڻ شامل ڪيا، جيڪي عام علمي گُهرجن جي پورائيءَ سان گڏ اعليٰ تعليم حاصل ڪندڙ شاگردن جي اڃپاس جو مقصد پورو ڪري سگهيا ٿي. اهڙيءَ طرح

’سنڌي- اردو لغت‘ 866 صفحن ۽ 23675 لفظن تي مشتمل شايع ڪئي وئي. هن لغت جو مسودو 56- 1955ع ۾ مڪمل ٿيو هو، جڏهن ته ’اردو- سنڌي لغت‘ جو مسودو 57- 1956ع ۾ تيار ڪيو ويو. پوئين لغت 589 صفحن ۽ 19660 لفظن تي مشتمل ڇپجي پڌري ٿي. ’سنڌي- اردو لغت‘ جو سن اشاعت 1959ع ۽ ’اردو- سنڌي لغت‘ جو سن اشاعت 1960ع آهي. ٻنهي لغتن جا نوان ڇاپا، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي ڄام شوري پاران مارچ 1989ع ۾ ڇپائي پڌرا ڪيا ويا.

هنن ٻنهي لغتن جي تدوين وقت ڊاڪٽر بلوچ صاحب هيٺين ڳالهين جو خاص خيال رکيو:

(1) ٻنهي لغتن ۾ اهڙا عربي ۽ فارسي لفظ شامل نه ڪيا ويا، جيڪي اصلي معنيٰ ۽ صورت ۾ اردوءَ ۽ سنڌيءَ ۾ مروج هئا.

(2) اهڙا خاص اردو لفظ ۽ محاورا به شامل نه ڪيا ويا، جيڪي عام گفتگوءَ ۾ ڪم نه ايندا آهن.

(3) لغتن جي جامعيت ۽ افاديت تي خاص ڌيان ڏنو ويو.

(4) هنن لغتن جي تياريءَ وقت لفظن، اصطلاحن، محاورن ۽ اُنهن جي معنائن لاءِ ’فرهنگ آصفيه‘ ۽ ’جامع لغات‘ بنيادي لغتون قرار ڏنيون ويون.

(5) هنن لغتن جي تياريءَ ۾ جان. ٽي. پليٽس (John. T. Platts) جي ”هندستاني- انگلش ڊڪشنريءَ“ ۽ باباءِ اُردو

ڊاڪٽر عبدالحق جي ”انگلش- اردو ڊڪشنريءَ“ مان به مدد ورتي وئي.
(6) ٻنهي لغتن جي ترتيب، سٽاءَ ۽ لفظن جي سڃاڻپ، ’جامع سنڌي لغات‘ وارن اصولن موجب مُرتب ڪئي وئي.
هنن لغتن جي تياريءَ کان پوءِ پيرحسام الدين راشديءَ اُنهن کي ڏٺو ۽ ڊاڪٽر غلام مصطفيٰ خان، اردو لفظن جي چونڊ ۽ صحيح صورتخطيءَ جو ذمو پنهنجي سر تي کنيو هو. اهو ئي ڪارڻ آهي، جو ڊاڪٽر بلوچ صاحب، ڊاڪٽر غلام مصطفيٰ خان جو نالو مرتب طور پاڻ سان گڏ شامل ڪيو. هنن لغتن جي صاف ڪاپين جي تياريءَ ۾ شيخ محمد اسماعيل ۽ پروفن پڙهڻ ۾ ممتاز مرزا، ڊاڪٽر صاحب سان تعاون ڪيو؛ جڏهن ته سنڌ يونيورسٽيءَ جي اُن وقت جي وائيس چانسيلر ڊاڪٽر محمد رضي الدين لغت جي تڪميل ۾ سندس هرممڪن مدد ڪئي.
هي ٻئي لغتون، سنڌي ۽ اردو ڳالهائيندڙن جي وچ ۾ ويجهڙائيءَ ۽ لاڳاپن پيدا ڪرڻ ۾ ڪارگر ثابت ٿيون آهن، پر اجا ضرورت اِن ڳالهه جي آهي ته هنن لغتن کي وڌيڪ جامع بنايو وڃي، ۽ اِهو ڪم ڊاڪٽر بلوچ صاحب جهڙا عالم ئي ڪري سگهن ٿا، ڪنهن سٽڙيي ۽ سيکڙاٽ جي جاءِ نه آهي.
(3) ’جواهر لغات اڪيچار سنڌي‘: هن لغت جو مصنف، 19 صديءَ جو برک عالم آخوند عبدالرحيم ’وفا‘ عباسي هو، ۽ اُن جي تياريءَ جو عرصو 1845- 1851ع

وارو ڇاڻايو وڃي ٿو. هيءَ لغت ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي مرتب
ڪيل نه آهي، پر اُن جي اشاعت ۽ اُن تي مختصر مهاڳ لکڻ
جو سهرو ڊاڪٽر صاحب جي سِر تي آهي. هن صاحب، هِن
ناياب لغت کي نه رڳو منظر عام تي آندو، پر اُن جي اهميت کان
پڻ سنڌي پڙهندڙن کي واقف ڪيو. ڊاڪٽر بلوچ صاحب،
مصنف جي علميت ۽ لغت نويسيءَ جي ڄاڻ بابت لکي ٿو:
”هن لائق مصنف، خالص سنڌي اُچار وارن اکرن جي صورتن
کي سنوارڻ ۽ سنڌي الف- بي جي شروع کان وٺي آخر تائين
ترتيبوار سِٽاءَ قائم ڪرڻ وارو جيڪو ڪارنامو سرانجام ڏنو،
سو تاريخي لحاظ سان وڏيءَ اهميت وارو آهي. سنڌس الف- بي
جي پٺيءَ ۽ ڊاڪٽر ارَنيسٽ ٽُرمپ واري پٺيءَ کي ڀيٽڻ سان
معلوم ٿئي ٿو ته ڊاڪٽر ٽرمپ جيڪي ڪجھ حاصل ڪيو، سو
گھڻيءَ حد تائين آخوند عبدالرحيم کان ئي حاصل ڪيو.“
ڊاڪٽر صاحب اهو به لکيو آهي ته:
”انهيءَ ۾ ڪو به شڪ ڪونهي ته سنڌي لغات جي تصنيف ۽
تاليف جي تاريخ ۾ آخوند عبدالرحيم جي لکيل هيءَ ’جواهر لغات
سنڌي اکيچار‘ پهريون وڏو ڪارنامو آهي.“
هيءَ لغات، ڊاڪٽر بلوچ صاحب، سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جي
چيئرمن هئڻ واري عرصي ۾، 1993ع ۾ ڇپائي پڌري ڪئي.
(4) هڪ جُلدي سنڌي لغت:

سنڌي لغت نويسيءَ جي تاريخ ۾ ’جامع سنڌي لغات‘ هڪ وڏو ڪارنامو هو، جيڪو ڊاڪٽر بلوچ صاحب سرانجام ڏنو. جڏهن 1991ع ۾ سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جو قيام عمل ۾ آيو ۽ ڊاڪٽر صاحب هن اداري جو پهريون باني چيئرمن بڻيو ته هن سنڌي لغت بابت وڌيڪ تحقيق ۽ تاليف طرف ڌيان ڏنو، ۽ هيٺين چئن قسمن جي لغتن تيار ڪرڻ جي رٿا هٿ ۾ کنيائين:

(1) جامع سنڌي لغات جي اختصار تي مشتمل هڪ جُلدي سنڌي لغت:

(2) مفصل سنڌي- انگريزي لغت

(3) مفصل انگريزي- سنڌي لُغت

(4) اطلاعاتي صحافتي ڊڪشنري.

ڊاڪٽر صاحب ’انگريزي- سنڌي لغت‘ جي رٿا تيار ڪئي، ۽ ’هڪ جُلدي سنڌي لغت‘ جو ڪم هٿ ۾ کنيو. ڊسمبر 1993ع تائين هن لغت جا الف- ب جي پهرين يارهن اکرن جا لفظ ۽ اصطلاح ترتيب ڏئي ڪمپوزنگ ۾ ڏنا ويا. فيبروري 1994ع ۾ ڊاڪٽر صاحب جيئن ئي چيئرمن شپ تان لٿو ته هن لغت جو ڪم رُڪجي ويو. ڊاڪٽر صاحب طرفان اٿارٽيءَ جي نئين چيئرمن کي خط لکڻ کان پوءِ، مختصر عملي جي مقرري ٿي ۽ ڊاڪٽر صاحب 16 جولاءِ 1994ع کان لغت جي ڪم ۾ ٻيهر هٿ وِجهندا، ۽ جون 1997ع ۾ ’هڪ جُلدي سنڌي لغت‘ جي ڪم جي تڪميل ٿي.

هن لغت جي ترتيب ۽ تاليف ۾ ’جامع سنڌي لغات‘ وارا ساڳيا بنياد اڏو رکيا ويا، البت گهٽ استعمال ٿيندڙ ڏکيا علمي ۽ ادبي لفظ؛ طبي ۽ فني اصطلاح؛ قبيلن، قومن ۽ شهرن وغيره جا نالا ڪڍي، اُن ۾ ’جامع سنڌي لغات‘ جو اختصار شامل ڪيو ويو. ڪي ٿورا نوان لفظ ۽ اصطلاح پڻ هڪ هڪ جلدي لغت ۾ شامل ڪيا ويا. ’جامع سنڌي لغات‘ 3088 صفحن ۽ 93000 لفظن ۽ اصطلاحن تي مشتمل هئي، جڏهن ته هيءَ ’هڪ جُلدي سنڌي لغت‘ 729 صفحن ۽ 27000 لفظن ۽ اصطلاحن تي آڌاريل آهي.

حميد سنڌيءَ جي چيئرمن شپ واري دور ۾ جڏهن آءٌ سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ ۾ سيڪريٽري ٿي آيس ته اداري جي پبليڪيشن آفيسر محمد امين لغاريءَ مون کي هن لغت جو فائيل ڏيکاريو ۽ ٻڌايو ته ثقافت ۽ سياحت کاتي جي سيڪريٽري جناب عبدالحميد آخوند صاحب جي خواهش آهي ته هيءَ لغت جلد کان جلد ڇپجي پڌري ٿئي. اها منهنجي خوش نصيبي چئجي، جو منهنجي ۽ امين لغاريءَ جي تجويز تي حميد صاحب هيءَ لغت ڇپائڻ لاءِ راضي ٿيو. اداري ۾ لغت جو مسودو ڪمپوز ٿيل تيار پيو هو، ان ڪري بنا دير لغت ڇپائيءَ لاءِ ڏني وئي، پر ان وچ ۾ حميد صاحب جي جاءِ تي مشهور ماهر لسانيات پروفيسر ڊاڪٽر غلام علي الانا صاحب اٿارٽيءَ جو چيئرمن مقرر ٿي آيو. الانا صاحب جي چيئرمن شپ واري دور جو هيءُ پهريون ڪارنامو آهي، جو

هيءَ لغت، آگسٽ 1998ع ۾ ڇپجي منظر عام تي آئي. هن لغت ۾ ڊاڪٽر صاحب جو مختصر مگر جامع مهاڳ به موجود آهي، ۽ مُون هڪ ننڍڙي مانُهوءَ، سندس نقش قدم تي بانبڙا پائيندي، هن ’شاهڪار لغت‘ ۾ ’سنڌي زبان ۾ لُغت نويسيءَ‘ بابت پنهنجو هڪ مضمون پڻ شامل ڪيو. آءٌ خوش نصيب آهيان، جو مون اٿارٽيءَ جي سيڪريٽريءَ جي حيثيت ۾، ڊاڪٽر الانا صاحب جي چيئرمنيءَ واري دور ۾، هن لغت ڇپائڻ جي سعادت حاصل ڪئي.

آءٌ پنهنجو هيءُ مختصر مقالو، داڪٽر بلوچ صاحب کي خراج تحسين پيش ڪندي، اشاعت هيٺ آڻائي، جيڪا خوشي محسوس ڪري رهيو آهيان، اُن جو اندازو لڳائي نه ٿو سگهجي.

**مددي ڪتاب:**

**(1) جامع سنڌي لغات، (5 جلد):** مرتب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ

**(2) سنڌي- اردو لغت:** ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ۽ ڊاڪٽر غلام مصطفيٰ خان

**(3) اردو- سنڌي لغت:** ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ۽ ڊاڪٽر غلام مصطفيٰ خان

**(4) جواهر لغات اڪيچار سنڌي:** آخوند عبدالرحيم عباسي

**(5) هڪ جُلدي سنڌي لغت:** ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ

**(6) ڊاڪٽر بلوچ: هڪ مطالعو:** ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو
**(7) ٻولي، ادب، تعليم:** محمد ابراهيم جويو
**(8) مطالعو سن جو:** پير حسام الدين شاهه راشدي
**(9) سنڌي جوت:** ايڊيٽر لڇمڻ ڪومل (ڊاڪٽر مرليڌر جيٽلي جو سنڌي لغت نويسيءَ بابت مضمون)
**(10) هوءَ جا ٿمڪي باهڙي:** محمد ابراهيم جويو

هتي ٻارهون صفحو پورو ٿيو، هاڻي اڳتي تيرهون صفحو ايندو

## مدرسه هاءِ اسڪول نوشهرو فيروز ۾

## ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جا ڏينهن

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي ولادت ڳوٺ جعفر خان لغاريءَ ۾ سندن ناني جي گهر،اسڪول رڪارڊ مطابق 1917ع ۾، پر اصل ۾ چيٽ (مارچ) 1919ع ۾ ٿي. اسڪول ۾ استاد سندن عمر وڌائي لکي، ته جيئن ڪين جلد نوڪري ملي. اڳ پندرهن سالن کان اڳ نوڪري نه ملندي هئي(1).“
ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ پنجن ڇهن مهينن جي عمر جو مس ٿيو ته سندن والد علي محمد خان سنه 1919ع جي شروعات ۾ وفات ڪري، الله کي پيارو ٿي ويو. ان وقت والد

جي عمر صرف پنجويهه سال مس ٿي هئي. ڦوهه جوانيءَ جا سندس ڏينهن هئا. پٽ سان کيس بيحد پيار هو، اجا تنجڻ ۾ هو ته کيس ڪٽڻ شروع ڪيائين. ڳوٺ کان ٻاهر هرلي تي کيس ڪٽي ويندو هو. سندس فهم پري دل ۾ پنهنجي سڪيلڌي پٽ لاءِ ڪئي خواب، گلاب جي پنکڙيل جيان اجا ٽڙيا ئي مس هئا ته سندس زندگيءَ جو گل ڪومائجي ويو. آخري وقت تي پنهنجي وصيت ۾ صرف ايترو چئي سگهيو ته: منهنجي پٽ کي پڙهائجو(2).“

ان کان پوءِ ڊاڪٽر بلوچ کي سندن ڏاڏي عرض محمد خان سنڀاليو. هيءُ ڊاڪٽر بلوچ جي گهراڻي جو پهريون شخص هو، جيڪو شهداد پور جي هڪ مڪتب ۾ وڃي پڙهيو ۽ پوءِ ڳوٺ ۾ قرآن شريف جي پڙهائڻ جو ڪم شروع ڪيائين. عورتن کي سندن گهرن ۾ وڃي پڙهائيندو هو. ڊاڪٽر بلوچ جي والده به وٽس ئي قرآن پڙهي. ڳوٺ ۾ هڪ وڏي پڪي مسجد جوڙايائين جنهن جون اندريون ديوارون گلن گلڪارين وارن چٽن سان سينگاريل هيون. پاڻ مسجد جو پيش امام هو، پر مسجد ۽ قرآن مجيد جي پڙهائيءَ کي روزگار نه بنايائين بلڪه ٻني ڪاهيندو هو، پاڻ پنهنجو هرلو ڪندو هو. زندگيءَ جي آخري ٽن سالن ۾ کيس پنهنجي وڏي فرزند جي پٽ ڊاڪٽر نبي بخش جي ناز برداري نصيب ٿي. ننڍڙي نبي بخش سان کيس گهڻو پيار هو. بلوچ صاحب لکيو آهي ته:

”ڏاڏو مون سان ڳالهيون ڪندو هو جيڪي مون کي وڻنديون هيون. رات جو ساڍس گڏ سمهندو هوس. مون کي گھڻي خوشي تڏهن ٿيندي هئي جڏهن ڏاڏو نماز پڙهندو هو ۽ سجدي ۾ ويندو هو ته آءٌ پٺيءَ تي چڙهي ويندو هوس(3).“
آخري عمر ۾ نابين ٿي پيو هو. تن ڏينهن ۾ قرآن شريف پڙهائڻ مسجد ۾ ويندو هو ته نبي بخش سندس لٺ کي وٺي اڳيان هلندو هو. ائين ڪيس پنهنجي ڏاڏي کي مسجد ۾ وٺي وڃڻ ڏاڍو وڻندو هو(4). ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي ڏاڏي جڏهن ڏٺو ته نبي بخش ڳالهيون ياد ڪري ٿو وڃي، تڏهن ڪيس پهريائين الحمد شريف ۽ پوءِ ٽيهين سيپاري جون آخري سورتون ياد ڪرايائين. اول ’قل اعوذ برب الناس‘ پوءِ ’قل اعوذ برب الفلق‘، پوءِ ’قل هو الله‘، پوءِ ’تبت يدا‘ ۽ پوءِ ’اذا جاءَ(5).‘
ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جڏهن ٽن سالن جو ٿيو ته 1922ع جي آخر ڌاري سندن ڏاڏي عرض محمد وفات ڪئي جيڪو سندن پهريون استاد هو. ڏاڏي جي وفات کان پوءِ جڏهن چئن سالن جو ٿيو ته سندن والده سائنڻ ڪين قرآن شريف پڙهائڻ شروع ڪيو. ان کان پوءِ جڏهن ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي عزيز حاجي الهڏتي ٻارڙن کي قرآن شريف پڙهائڻ لاءِ مسجد لڳ مڪتب کوليو ته سندن چاچي ولي محمد ڪيس اتي پڙهڻ لاءِ ڇڏيو(6).
سنڌي پڙهڻ جي شروعات:

ڊاڪٽر بلوچ جي چاچي ولي محمد مرحوم پنهنجو فرض ڪري سمجهيو هو ته پاءُ (علي محمد) جي وصيت موجب پنهنجي پائٽي کي پڑهائي پر ڪو اسڪول هوئي ڪونه، سو کيس ڳوٺ جي واٽئي پائي وسومل وٹ سندس هٽ تي ويهاريائين ته هٽڪا اکر پڑهي. وسومل ڊاڪٽر بلوچ کي پٽيءَ تي ٿورا ٿورا اکر لکي ڏنا ۽ سگهو ئي سڀ پٽي ياد ڪري ورتائين. اها پٽي ڊاڪٽر بلوچ کي اڃا تائين هن طرح ياد آهي:

”ٿاه ايه ايوَٽيو آئو

ڱڱو گهگهو گگو ککو ڪڪو

ننو ممو ڦڦو پپو ببو

راڙو جيو ڇڇو چچو ججو

هاهو لائو

پٽي پوري ٿيڻ تي آخر ۾ چوٽو پوندو هو ته ’جيهارو جند پير کي‘ ’يعني واڌائي زنده پير کي(7).“

پرائمري اسڪول ڳوٺ پليي لغاري ۾ داخلا:

1915ع ڌاري ڊنڙي ۾ ۽ ان کان پوءِ ڳوٺ پليي لغاري ۾ پرائمري سنڌي اسڪول منظور ٿيو، اڳتي هلي ڳوٺ پليي لغاريءَ وارو اسڪول بند ٿي ويو. بعد ۾ 1921- 1922ع ڌاري وري کليو(8). ڳوٺ پليي لغاريءَ ۾ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ 1924ع ۾ پڑهڻ ويٺو(9).

هيءُ اسڪول ڳوٺ جعفر خان ڪان اڌ منو ميل پري هو. روز صبح جو ڊاڪٽر بلوچ پنهنجي ڳوٺ جعفر خان ڪان پنڌ ڪري، بعضي ته بنا جتيءَ جي اگهاڙين پيرين ويندو هو. آرهڙ جي اُسن ۾ پير سڙندا به هئس ته ڪنبا به لڳندا هئس(10). صبح جو ڳوٺان نڪرندو هو ته ڊاڪٽر بلوچ توڙي ٻيا ٻار پاڻ سان ڳوٺان ماني ٻڌي ايندا هئا. پئسي ٽڪي جو ڳڙ يا ڪا ٻي شئي وٺي مانيءَ سان کائيندا هئا. ڪي غريب رکي ماني کائيندا هئا(11).

ڪنڊياري محبت ديري جتوئيءَ جو هڪ استاد هو- قادربخش جتوئي جيڪو شاگردن جو گهڻو خيال رکندو هو، تنهن چيو ته جيڪي پيسا ٿين، سي گڏ ڪريو ته دال يا ڪا ٻي شيءِ رڌي کائو، پاڻ رڌيندو هو ۽ رڌڻ سيکاريندو هو. ان وقت سڀ شاگرد ڏاڍو خوش هئا(12).

اسڪول ۾ سندن پهريون استاد سومر ولد گل محمد خان هو. ڳوٺ لال خان لغاريءَ جو رهاڪو هو. ڳوٺ پليي لغاريءَ ۾ جڏهن پهريون اسڪول کليو ته اتي پڙهيو ۽ سنڌي ورنيڪيولر ڪاميٽي امتحان پاس ڪيائين ۽ تر جي ڳوٺن مان پهريون سنڌي ماستر هو. سندن ٻيو استاد هو- محمد عثمان خشڪ، ٽيون استاد هو- قادربخش جتوئي. هي ٻئي ڪنڊياري مان بدلي ٿي پليي لغاريءَ ۾ اچي پڙهائڻ لڳا. ٻئي محبت ديري جتوئيءَ جا هئا. سندن چوٿون استاد هو- ڄيٺانند، نوشهري

فيروز جي پاسي جو ويٺل هو. ڊاڪٽر بلوچ ان وٽ چوٿون درجو پڙهيو(13).“

ڊاڪٽر بلوچ جو چوٿين درجي ۾ استاد ڇيٺانند هو، جيڪو پوءِ بدلي ٿي ويو ۽ وري استاد قادربخش آيو. ان جي اچڻ کان پوءِ امتحان ٿيو. اسڪولن جو صاحب محمد بخش ميمڻ نوشهري وارو امتحان وٺڻ آيو. ڊاڪٽر بلوچ لکن ٿا ته:

”مون کان جيڪي پڇيائين مون شايد ايترو ته سٺو ۽ صحيح ٻڌايو جو اسڪول جي رجسٽر تي نوٽ هنيائين ته: هيءُ ڇوڪرو هوشيار آهي ۽ هن کي اسڪالرشپ جو امتحان ڏياري انگريزي پڙهائڻ گهرجي.“

انگريزي پڙهڻ لاءِ اسڪالرشپ امتحان:

تنهن زماني ۾ سنڌي چوٿين درجي پاس ڪندڙ هوشيار شاگردن کي انگريزي پڙهائڻ لاءِ اسڪالر شپ جي چٽا ڀيٽي امتحان ۾ ويهڻو پوندو هو. اسڪالر شپ اٺ يا نو رپيا مهينو هوندي هئي. ڊاڪٽر بلوچ صاحب بابت چوٿين درجي جي امتحان ۾ ”صاحب“ جي اسڪالرشپ امتحان ڏيارڻ جي نوٽ لکڻ کان پوءِ سوال پيدا ٿيو ته اهو اسڪالر شپ جو امتحان ڪيئن ڏياربو. ڊاڪٽر صاحب لکن ٿا ته:

”سنجهوري تعلقي جي پرائمري اسڪولن جي استادن کي ان وقت (1928ع) اها خبر ڪانه هئي ته شاگردن کي اهڙا

امتحان ڪيئن ڏيارڻا آهن يا انگريزي پڙهائڻ لاءِ ڪيئن ۽ ڪٿي موڪلبو آهي(14).“
بهرحال ڊاڪٽر صاحب جي استاد قادربخش وڏي ڪوشش وٺي اها معلومات هٿ ڪئي ته اسڪالر شپ جو امتحان فلاڻي تاريخ تي مدرسه هاءِ اسڪول نوشهري فيروز ۾ ٿيندو. پوءِ ڊاڪٽر صاحب کي امتحان ۾ نه ويهاريو ويو، جو اسڪول طرفان فارم پري موڪليو ئي ڪونه ويو هو.
نوشهري مدرسي ۾ داخلا ۾ ناڪامي:
جيئن صحيح معلومات نه هئڻ ڪري اسڪالر شپ جو موقعو هٿان ويو، تيئن صحيح معلومات نه هئڻ جي ڪري ڊاڪٽر صاحب کي نوشهري هاءِ اسڪول ۾ داخلا ۾ ناڪاميءَ جو منهن ڏسڻو پيو.
انگريزي پڙهڻ لاءِ ان وقت ڪراچي وڃڻو پوندو هو يا نوشهرو فيروز. ان زماني ۾ درياهه جي اپرندي پاسي جاتيءَ کان گهوٽڪي تائين ڪوبه اهڙو اسڪول ڪونه هو، جنهن ۾ مسلمان شاگردن کي سولائيءَ سان داخلا ملي سگهي. ڊاڪٽر صاحب جي چاچي کين نوشهروفيروز مدرسه هاءِ اسڪول ۾ داخل ڪرڻ جو ارادو ڪيو، پر کين معلوم ئي ڪونه هو ته ڪهڙي مهيني ۾ داخلا وٺبي آهي. ڊاڪٽر صاحب جو چاچو مئي 1928ع ۾ کيس وٺي نوشهري مدرسي هاءِ اسڪول پهتو.کين ٻڌايائون ته، داخلائون مارچ ۾ ٿي ويون، هاڻي داخلا

ڪانه ملندي. اسڪول جو پرنسپال عثمان علي انصاري هو. ڊاڪٽر صاحب لکن ٿا ته:

”پرسان لنگهيو ٿي ويو: چاچي ڪٽي ٻانهن مان جهليس، چيائينس ته: آءٌ سنجهوري تعلقي مان آيو آهيان، جتي ڪنهن کي خبر ئي ڪانهي ته هت داخلا ڪيئن ۽ ڪڏهن ٿيندي آهي. تون چوڪري جو امتحان وٺ ۽ پوءِ داخلا جو فيصلو ڪر“. پرنسپال کي ڊاڪٽر بلوچ جي چاچي جي جذباتي ڳالهين متاثر ڪيو، چيائين: بابا اوهان دير سان آيا آهيو، هينئر داخلا بند آهي، آءٌ مجبور آهيان، داخلا نه ٿو ڏئي سگهان، پر تون ايندڙ سال مارچ ۾ چوڪري کي وٺي اچجانءِ، آءٌ داخلا ڏيندس، اسڪول في معاف ڪندس ۽ پڻ فري بوربنگ (بوربنگ هائوس ۾ مفت رهائش ۽ کاڌو) وٺي ڏيندس(15).“

بهرحال ڊاڪٽر بلوچ کي وري به داخلا ڪونه ملي، ايندڙ سال داخلا ۽ مفت بوربنگ ۽ اسڪول في جي معافيءَ جو آسرو وٺي واپس موٽيو.

ديهه 22 ۾ انگريزي تعليم:

نوشهري ۾ داخلا کان مايوس ٿي ڳوٺ موٽڻ کان پوءِ سندن چاچي کي معلوم ٿيو ته: پنجابين جي ڳوٺ ديهه ٻاويهين ۾ انگريزي جا ٽي درجا پڙهائين ٿا، سو ڊاڪٽر صاحب کي ديهه ٻاويهين ۾ پڙهڻ لاءِ چڏيو ويو. ڊاڪٽر صاحب مئي 1928ع کان فيبروري 1929ع تائين ديهه 22 ۾ پڙهندو رهيو ۽ ڪنهن

حد تائين اي.بي.سي هاڻو ٿيو(16). مارچ 1929ع تي چاچي سان گڏجي وجي نوشهري فيروز مدرسه هاءِ اسڪول ۾ داخلا ورتائين.

مدرسه هاءِ اسڪول نوشهروفيروز:

مدرسه هاءِ اسڪول نوشهروفيروز ۾ 1883ع کان ائنگلو ورنيڪيولر ڪلاسز شروع ٿيا. مڊل اسڪول هلائڻ جي اجازت 1895ع ۾ ملي(17). شروع ۾ هيءُ اسڪول، شهر ۾ زمين نه ملڻ ڪري، شهر کان ڏکڻ طرف، شهر جي حدن کان فرلانگ پري هڪ زرعي زمين ۾ ڪکن جي ڇت سان مٽيءَ واري هڪ عارضي عمارت ۾ قائم ڪيو ويو هو، جنهن ۾ ائنگلو ورنيڪيولر ڪلاسز شروع ڪيا ويا. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جي چوڻ مطابق: ان ٻنيءَ ۾ ٺاهيل ان پهرين عمارت جي مٽيءَ وارا دڙا 34-1930ع واري زماني ۾ به ڏسڻ ۾ ايندا هئا (18). ڪجه عرصي کان پوءِ، سيد الهندي شاه جي ڪوشش سان نيٺ شهر جي حدن ۾ اسڪول جي عمارت لاءِ هڪ پلاٽ مليو، جتي پهرين عمارت 1908ع ۾ ٺهي راس ٿي ۽ مئٽرڪ تائين پڙهائي شروع ٿي (19). مدرسه هاءِ اسڪول نه رڳو سنڌ پر پاڪستان، بلڪه ڏکڻ ايشيا برصغير جي مسلمانن جي تعليم جي تاريخ جو پهريون پرائمري انسٽيٽيوٽ آهي، جنهن خاص طور تي انگريزن جي دور ۾ مسلمانن جي تعليم ۾ وڏو ڪردار ادا ڪيو (20).

مدرسه هاءِ اسڪول نوشهرو فيروز ۾ داخلا:

ديھ ٻاويھ ۾ ڊاڪٽر بلوچ مئي 1928ع کان فيبروري 1924ع تائين پڙهندو رهيو. مارچ 1929ع ۾ ڊاڪٽر صاحب جو چاچو علي محمد خان کين مدرسه هاءِ اسڪول نوشهري فيروز وٺي آيو. اسڪول جي پرنسيپال عثمان علي انصاري سان ملي کيس گذريل سال ڪيل واعدو ياد ڏياريائين، جنهن صاحب واعدي جي پاسداري ڪندي ڊاڪٽر بلوچ صاحب کي اسڪول ۽ بورڊنگ ۾ داخلا ڏني ۽ اسڪول جي فيس ۽ بورڊنگ جو خرچ به معاف ڪيو. مدرسه هاءِ اسڪول تدريس جي لحاظ کان وڏي معيار وارو اسڪول هو جتي داخل ٿيڻ ئي ڊاڪٽر بلوچ صاحب لاءِ وڏي ڪاميابي هئي، جنهن بابت ڊاڪٽر بلوچ صاحب پاڻ لکن ٿا ته:

”هيءَ صحيح معنيٰ ۾ پڙهائي هئي ۽ ان کان اڳ چڻ راند هئي.“ ڊاڪٽر صاحب جن هڪ انٽرويو ۾ ٻڌايو ته: ”بورڊنگ هائوس ۾ ان وقت پنجھٺ – ستر کن شاگرد رهائش پذير هئا (21).“

اسڪول ۾ رانديون:

شاگردن کي جسماني طور چست رکڻ لاءِ، اسڪول انتظاميا پاران هڪ ڊرل ٽيچر رکيو ويو هو، جيڪو ملٽريءَ جو رٽائرڊ ماڻهو هو. جنهن وٽ هڪڙو رڪارڊ (فونو) هوندو هو. جنهن تي ايڪسرسائيز لاءِ هدايتون رڪارڊ ٿيل هيون.

استاد فونو وڄائي، ان تي شاگردن کي پريڊ ڪرائيندو هو. پهريون پيرڊ صبح جي وقت، ان لاءِ مقرر هو. ان کان سواءِ ٻيون رانديون شام جي وقت کيون ويديون هيون. اسڪول ۾ مقامي رانديون نه پر اهي رانديون کيون ويديون هيون جيڪي انگريزن سيکاريون هيون. جهڙوڪه: ڪرڪيٽ، فٽ بال، هاڪي ۽ والي بال وغيره. ڊاڪٽر بلوچ صاحب ٻڌايو ته: انهن ڇئن راندين مان ٿي رانديون آءٌ ڪندو هوس. جڏهن آءٌ ٻئي درجي ۾ پڙهندو هوس، ننڍو هوس، پر پنجين ڇهين ۾ جيڪي ڇوڪرا پڙهندا هئا، سي راند ڪندا هئا، تڏهن به آءٌ وڃي وڃڙندو هوس. فوٽ بال به مون ائين ڪئي، ڪرڪيٽ به مون ائين ڪئي، باقي والي بال مون دير سان پنجين ڇهين يا ستين ۾ کيڏي (22).“

ڊاڪٽر صاحب جن ٻڌايو ته: ”جڏهن آءٌ چوٿين درجي ۾ پڙهندو هوس، اسان ڪرڪيٽ ۾ ايترا چڱا هئاسين جو سائين عثمان علي انصاري، جيڪو اسان جو هيڊ ماسٽر هو، اهو اسان کي ٿاروشاه هاءِ اسڪول جي شاگردن سان کيڏائڻ لاءِ پاڻ سان گڏ وٺي ويو. ان کان اڳ خيرپور جي ميرعلي نواز هاءِ اسڪول جا ڇوڪرا به اسان سان نوشهري مدرسي ۾ راند کيڏڻ آيا، اسان انهن سان به راند کيڏي (23).“

بزم مشاعره:

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ کي سندن استاد مخدوم امير احمد صاحب جن بزم مشاعره جو سيڪريٽري مقرر ڪيو. ڊاڪٽر صاحب ٻڌايو ته اسان جڏهن چوٿين درجي ۾ پڙهندا هئاسين ته اسان جو استاد مخدوم امير احمد کهڙن وارو نوشهري مدرسي هاءِ اسڪول ۾ مقرر ٿي آيو. هيءُ پهريون سال هو جو يونيورسٽيءَ طرفان يا انگريزن طرفان عربي پڙهائڻ جي اجازت ملي. ڊاڪٽر صاحب ٻڌايو ته مخدوم امير احمد اسان کي عربي پڙهائيندو هو. ان سان اسان جي محبت هئي. پنجين درجي ۾ جڏهن اسان ٿياسين ته مخدوم صاحب اسان کي ترغيب ڏني ته اسان شعروشاعري ڪريون ۽ مون کي بزم مشاعره جو سيڪريٽري ڪيائون. ڊاڪٽر صاحب ڪسرنفسيءَ جي طور چيو ته: آءٌ ائين اجايو سجايو شعرو شاعري پيو ڪندو هوس. ڊاڪٽر صاحب بزم مشاعره جي سيڪريٽري ٿيڻ جي پس منظر ۾ پنهنجي شاعريءَ جي هڪ دلچسپ ڳالهه ٻڌائي ته: پهرئين درجي کان بورڊنگ هائوس ۾ رات ڏينهن دال ملندي هئي. پيسي ڏوڪڙ جي به تڪليف هئي. پنج ڇهه مهينا جڏهن رهياسين، ته اتي مون دال تي هڪڙي ڪافي ٺاهي، اها اهڙي ته ڪافي ڪانهي ڪا، نه ڪي ڪا ڳالهه آهي، نه شاعري، مڙئي ٿيو چوڻو. ٻول هن طرح هئا:

خدايا دال کان مون کي بچاءِ جانءِ،

سٺو طعام سهڻو اڄ تون مون کي ملائجانءِ.

ان جي پڇاڙي هئي ته:

اڄ ته مون کي گوشت کارائجانءِ،

نه ته نبي بخش نڪ پٺيندئي پڪ،

انهيءَ ۾ ڪو شڪ نه پائجانءِ.

پوءِ اها ڳالهه چوڪرن جي واتان واءِ واءِ ٿي وڃي پهتي پرنسپال وٽ. ان چيو سانجهيءَ کان پوءِ محفل لڳندي. انهيءَ کي وٺي اچو ته اچي ٻڌائي. پوءِ مون کي وٺي ويا، اهو بيڪ گرائونڊ هو ته آءٌ ڪا شاعري ڪري سگهان ٿو. جنهن تان منهنجي استاد مون کي مشاعري جو سيڪريٽري بنايو. پنجين ڇهين ستين تائين مشاعرا ڪندا هئاسين. ان ۾ مون چا ڪيو جو ڪجهه چوڪرا جيڪي چرچائي هئا، انهن جي نالي تي هڪ به چرچي جا شعر ٺاهي، انهن کي ڏيندو هوس ته اهي اسٽيج تي پيش ڪن (24).“

مشاعري جي محفلن ۾ ڊاڪٽر صاحب اسڪول کان ٻاهر اسڪول جي نمائندگي به ڪئي. پنهنجي صلاحيتن سان اسڪول جو نالو ۽ عزت وڌائي، ڊاڪٽر صاحب ٻڌايو ته:

”حيدرآباد ۾ ٽيچرس ڪاليج ۾ مشاعرو هو، محمد صديق ميمڻ صاحب ڪاليج جو پرنسيپال هو. مون کي مدرسي هاءِ اسڪول جي نمائندگي ڪرڻ لاءِ موڪليو ويو، اتي مشاعري ۾ محمد ابراهيم خليل ۽ محمد بخش واصف به مون ڏٺا. اتي مون جيڪو شعر پڙهيو، ان جي مصرع هئي:

”مرڻ ۽ جيئڻ کي ڪو سمجهي شال (25).“

ڊاڪٽر بلوچ جا نوشهري مدرسي جا خاص دوست:

ڊاڪٽر بلوچ جا مدرسه هاءِ اسڪول جي زماني ۾ هم ڪلاس شاگرد به دوست هئا ته ڪي مٿين ڪلاسن جا شاگرد به سندن دوست هئا. ڊاڪٽر صاحب ٻڌايو ته:

”منهنجي طبعيت ان زماني ۾ اهڙي هئي، ان کي منهنجي غلطي، ڪوتاهي يا چا چئجي، پر آءٌ هوندو هوس ٻئي درجي ۾، پر سمجهندو هوس ته ڇهين ستين وارن سان راند رهان، ڳالهايان ۽ دوست هجان ته به انهن جو هجان ۽ انهن جي محفلن ۾ وهان. مسٽر عبدالرحيم سان منهنجي دوستي ۽ اٿڻ ويهڻ هو جيڪو پنجون درجو پڙهي ڇهين ۾ ٿيو، هالاڻيءَ جو هو. مولوي عبدالله صاحب جو فرزند هو. جيڪو پنهنجي وقت جو هالاڻيءَ ۾ وڏو عالم هو. هي ٽي چار پائر هئا، سي سڀ وڏي فضيلت وارا شخص هئا. مسٽر عبدالرحيم مزاح وارو شخص به هو(26).“ مسٽر عبدالرحيم جي ذهانت، جرئت، فصاحت ۽ خوشطبعي وارين خوبين سببان آءٌ کيس پنهنجو اڳواڻ ڪري سمجهندو هوس ۽ وٽس وڃي ويهندو ۽ سکندو هوس (27).

ڊاڪٽر صاحب جي ڪلاس پائي دوست جيڪي هئا سي ٿيهارو کن هئا، پر ڊاڪٽر صاحب کي پنج ڇوڪرا ياد آهن، جيڪي هوشيار هئا: هڪ: قادر بخش سرهيو، ڊاڪٽر صاحب ٻڌايو ته: نوشهري شهر جو هو. ڪاميٽي امتحان پاس

ڪري آيو هو، هوشيار هو. ٻيو قاضي محمد ابراهيم، ڏيپارجن جو هو. هيءُ به ڪاميٽي پاس ڪري اچي شامل ٿيو هو. ٽيون: محمد ادريس ميمڻ ڊپرئي جو هو، چوٿون: بشارت حسين ميمڻ انصاري پاڙ جي پاسي جو انصاري هو. هاڻي حيدرآباد ۾ سندس خاندان رهي ٿو. پنجون: انورعلي پنجابي. ڊاڪٽر صاحب ٻڌايو ته هي پنج ئي شاگرد هوشيار هوندا هئاسين، جن جي وچ ۾ چٽاپيٽي لڳندي هئي. خاص طرح سان اسان جو استاد مسٽر هگوراڻي اسان کي ميٿاميٽڪس پڙهائيندو هو، ان جي ايڪسرسائيزن ۾ اسان جي چٽاپيٽي لڳندي هئي. استاد بورڊ تي ايڪسرسائيز لکندو مس هو ته اسان پڇي ڇڏيندا هئاسين. استاد فيصلو ڪيو: ته اهڙو حساب ڪڍي وجا جو اُهي پڇي نه سگهن. استاد وڏو قابل هو، بي.ٽي پاس ڪئي هئائين، جاميٽري ۽ آلجبرا جون ڏکيو صورتون ڪڍي ايندو هو. هڪڙي ايڪسرسائيز اهڙي لکيائين جو اسان کي پڇڻ ۾ نه آئي. اسان چيو سائين ٻڌايو! چيائين؛ ٻڌائبي ڪونه. ڳوٺ وڃو، گهر وڃي ان تي سوچيو، سڀاڻي وري ملاکڙو ٿيندو. مون کي هرڪر هجي ته چاهي! هيئن ٿيڻ کپي! هونءَ ٿيڻ کپي! صحيح ڳالهه ٿو ڪريان حالانڪه مجڻ جهڙي ڪانهي: ننڊ ۾ مون کي هڪڙو خواب آيو ته اها ايڪسرسائيز ڪيئن پڇندي. آءٌ ننڊ ۾ پڇي ويس. خواب ۾ پڇي وري جاڳي پيس ۽ يڪدم لکي ورتم، ته وسري نه وڃي. اها ٻئي ڏينهن وڃي مون ٻڌائي، ٻئي ڪنهن

ڪونه پڳي ۽ اتي مون ٻڌايو ته اها ايڪسرسائيز مون خواب ۾ پڳي آهي (28).“
اسڪول کان ٻاهر تعلق:
هن سلسلي ۾ ڊاڪٽر صاحب ٻڌايو ته: اسڪول کان ٻاهر به منهنجو گهڻو واسطو هو. ان وقت جي اصطلاح مطابق آءٌ رولاڪ هوندو هوس. رڳو بورڊنگ هائوس ۽ ڪلاس تائين محدود نه هيس. ٻاهر به منهنجا تعلقات هئا جتي جتي منهنجا دوست هوندا هئا، تن جي ڳوٺ ويندو هوس: مسٽر ڏاتر ڏنو پلھ منهنجو دوست هو، ان جو ڳوٺ پري هو. اهو مون کي اتي وٺي ويو. مسٽر مولابخش وسطڙو مچر جو رهواسي هو، ان وٽ مچر ويس. پِريَن جو منهنجو هڪ دوست هو- غلام علي گوپانگ، ٽئين درجي ۾ اسڪالرشپ جو امتحان پاس ڪري آيو هو، ان وٽ ويندو هوس. ائين ٺاروشاهه، مٺياڻي، پِريا هر پاسي ويندو هوس.“
ڳوٺ کان نوشهري جي سفر جون تڪليفون:
تنهن زماني ۾ سفر تمام ڏکيو هوندو هو. ڊاڪٽر صاحب جن ڳوٺان ريل رستي پڊعيدن اسٽيشن تي لهندا هئا. پڊعيدن کان نوشهروفيروز چوڏنهن ميل پنڌ آهي، جتان ڏاند گاڏين تي چڙهي نوشهري پهچندا هئا. ڊاڪٽر صاحب ٻڌايو ته: ”16 پيسا ڪرايو ڏيندا هئاسين.“ يادگيريءَ تي زور ڏيندي ٻڌايائون ته: ”پانيان ٿو ته چوٿين ڪلاس ۾ هوندا هئاسين. جو هڪڙو

ڪار وارو هو، جنهن موٽر هلائڻ شروع ڪئي. شايد هڪڙو دفعو ڪار ۾ چڙهي وياسين“. ڊاڪٽر صاحب پڊعيدن کان نوشهري تائين ڪئي پيرا پنڌ به ڪيو. خاص طور جڏهن ويڪيشن ٿيندي هئي ته چوڪرن جي هڪ گروپ ۾ گڏجي اسڪول کان پڊعيدن تائين پنڌ نڪرندا هئا. شهدادپور، ٽنڊو آدم، سرهاڙي وغيره وچ وارين اسٽيشنن جا چوڪرا گڏجي نڪرندا هئا. ڊاڪٽر صاحب ٻڌايو ته: ”موڪل اڪثر ڇنڇر جي ڏينهن ٿيندي هئي. ڪلاسن کان فارغ ٿي تياري ڪري نڪرندا هئاسين. ڪوشش ڪندا هئاسين ته رات جو نڪرون، سو شام جو ماني کائي هڪ هنڌ گڏ ٿي نڪري پوندا هئاسين. رستي ۾ صرف هڪ جاءِ تي، نوشهري ۽ پڊعيدن جي وچ تي هڪ سرڪاري کوهه هو، پاڻي صرف اتي ئي ملندو هو، ٻئي سڄي رستي تي ڪٿي به پاڻي ڪونه ملندو هو، جتي ساهي پٽيندا هئاسين، ويهندا هئاسين“.
ڊاڪٽر صاحب ٻڌايو ته: ”تنهن زماني ۾ هڪڙي ڇر (ٻوڏ) آئي هئي. نوشهري کان وٺي پڊعيدن تائين يڪو پاڻي هو. آءٌ ڳوٺان آيس، پڊعيدن لٿس. اتي استاد بيٺا هئا. چيائون ته تون ڇو آيو آهين؟ مون چيو مون کي مائٽن موڪليو آهي، سو آيو آهيان. چيائون ڳوٺ موٽي وڃ، مون چيو آءٌ ڳوٺ ڪونه ويندس. پوءِ مون کي ڪنهن ماڻهوءَ جي حوالي ڪري ڇڏيائون. چيائون هڪ ٻيڙي ٽپال کڻي ويندي آهي، انهيءَ

پيڙيءَ ۾ چوڪري ڪي چاڙهي ڇڏجانءِ، پوءِ آءٌ پڌعيدن ڪان نوشهري پيڙيءَ ۾ آيس (29).“

نالي جي آخر ۾ ”بلوچ“ پوڻ:

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ پرائمري جي تعليم ڳوٺ پليي لغاري ۾ پڙهيو ڊاڪٽر صاحب لکي ٿو ته پروچن جي ڳوٺ جو اسڪول هو، سو ٻاهران آيل استاد ٻار جي نالي پويان ”بلوچ“ ڪري لکندو ويو، حالانڪه قبيلي جي نالي جي لحاظ ڪان لغاري لکي سگهيو ٿي“.

اسڪول جي رڪارڊ مطابق جڏهن ”بلوچ“ لکجي چڪو ته نوشهري مدرسه هاءِ اسڪول ۾ به سندن داخلا نبي بخش بلوچ سان ٿي وئي. جنهن ڪري شاگرد کيس ”بلوچ، بلوچ“ سڏڻ لڳا. اهو نالو ڪن کي انوکو پئي لڳو ته ڊاڪٽر بلوچ گهران اچي پڇيو ته ڪنهن وڏڙي کيس چيو ته: ”ابا تون آهين جعفراڻي.“ تن ڏينهن ۾ ڪاميٽي امتحان جو فارم پئي پريو، سو ڊاڪٽر بلوچ پنهنجي نالي پٺيان لکي ڇڏيو: ”جعفراڻي“ رزلٽ آئي ته ڊاڪٽر بلوچ جو نالو نه ڏسي هيڊ ڪلارڪ کيس چيو ته تون ناپاس ٿيو آهين. ڊاڪٽر بلوچ جڏهن نبي بخش جعفراڻي نالو ڪڍي کيس ڏيکاريو ته اتي ويٺل ڪنهن استاد مٿس ڪاوڙ ڪئي ته اسڪول جي رڪارڊ مطابق تنهنجو آخري نالو ”بلوچ“ آهي، اڳتي ائين نه ڪجانءِ(30).“

ان طرح ڊاڪٽر صاحب جو آخري نالو هميشه لاءِ ”بلوچ“ پئجي ويو. ڊاڪٽر صاحب جڏهن آمريڪا ويو ته سندن نالي جي آخري لفظ ”Baloch“ کي، اتي جا پروفيسر ’بيلاڪ‘ اچارڻ لڳا ۽ ڊاڪٽر بلوچ کي مسٽر ’بيلاڪ‘ ڪري سڏڻ لڳا.

ڊاڪٽر بلوچ مدرسه هاءِ اسڪول ۾ ميٽرڪ تائين تعليم پرائي. مدرسه هاءِ اسڪول ۾ ميٽرڪ جي تعليم ڊاڪٽر ڊاڪٽر صاحب جي دل ۾ علم جي اڃ وڌائي ڇڏي. جستجو ۽ ذوق جي جذبي جي اهڙي باهه ٻاري ڇڏي جو چاچي ۽ ٻين مائٽن جي سهاري بنا علم جي راهه تي سندرو ٻڌي ڪاهي پيو. ڊاڪٽر صاحب پنهنجي هڪ انٽرويو ۾ ٻڌايو ته نوشهري مدرسي ۾ ميٽرڪ جي تعليم ’پڙهڻ‘ سان اهڙو عشق ۽ چسڪو لڳائي ڇڏيو جو مون چيو ته: ”ضرور پڙهان.“ آءٌ ميٽرڪ ۾ مسلمان شاگردن ۾ پيو نمبر آيس. مون کي 20 رپيا اسڪالر شپ ملي، انهن 20 رپين جي آڌار تي ڊي.جي ڪاليج ڪراچيءَ ۾ داخلا ورتي(31).“

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ کي سندس چاچي نوشهري مدرسي ۾ داخل ڪري ميٽرڪ تائين پنهنجي ذميداريءَ سان پڙهايو. ان کان پوءِ جيڪا تعليم ڊاڪٽر صاحب حاصل ڪئي، سا پنهنجي شوق ۽ جذبي تحت حاصل ڪئي. ڊاڪٽر صاحب پنهنجي هڪ انٽرويو ۾ ٻڌايو ته منهنجي والد وفات وقت وصيت ڪئي ته:

”منهنجي پٽ کي پڙهائجو.“ منهنجو چاچو پرسان ويٺو هو، تنهن چيو ته منهنجي پاءُ وصيت ڪئي آهي ته توکي پڙهائيندس. پوءِ هُن پنهنجو فرض پورو ڪيو، مون کي ميٽرڪ تائين پڙهايائين. پوءِ چيائين: ”بابا مون پنهنجو فرض پورو ڪيو آهي. ادي جي ڳالهه هئي سا مون پوري ڪئي آهي، هاڻي هن کان پوءِ پڙهين نه پڙهين تنهنجي مرضي. پڙهندين ته پنهنجي خرچ سان وڃي پڙهه. جيئن وڻئي وڃي ڪر، آءٌ ڏٽي ڏوٽي ڪونه آهيان.“ پر نوشهري مدرسه هاءِ اسڪول ۾ داخلا ۽ اتي ميٽرڪ جي تعليم جي تڪميل ڊاڪٽر صاحب کي جهڙوڪ تعليم جي شاهراهه سان لڳائي ڇڏيو هو. جنهن کان پوءِ پاڻ تعليم جا باقي مرحلا پار ڪرڻ جي قابل ٿي ويا. لکن ٿا:

”چاچي مرحوم مون کي تعليم جي شاهراهه تي آڻي ڇڏيو. پوءِ آءٌ پاڻ پنهنجي ذوق ۽ ذهانت، همت ۽ حوصلي سان اها شاهراهه وٺي هليس. جنهن مون کي نوشهري مدرسي مان ميٽرڪ پاس ڪرڻ بعد جهونا ڳڙهه، علي ڳڙهه ۽ بالآخر آمريڪا پهچايو(32).“

حوالا


**1. جوڻيجو، عبدالجبار، ڊاڪٽر: ”ڊاڪٽر بلوچ: هڪ مطالعو“ لاڙ ادبي سوسائٽي بدين، 1998ع، ص: 6**

**2. حوالو ساڳيو، ص: 66**

**3. حوالو ساڳيو، ص: 47**

4. حوالو ساڳيو، ص: 48
5. حوالو ساڳيو، ص:9
6. بلوچ، نبي بخش خان ڊاڪٽر: ”اسان جو ڳوٺ جعفر خان لغاري“، ص: 49
7. حوالو ساڳيو، ص: 49
8. حوالو ساڳيو، ص: 31
9. ڏسو حوالو-7، ص:7
10.ڏسو حوالو-6، ص:31
11. حوالو ساڳيو، ص: 45
12.حوالو ساڳيو، ص: 51
13.ڏسو حوالو-1، ص: 7
14.ڏسو حوالو ساڳيو، ص 52
15.حوالو ساڳيو، ص: 53
16.حوالو ساڳيو، ص: 54_57
17. چنڊ، محمد ۽ پروفيسر: ”سنڌ ۾ اعليٰ تعليم جي پکيڙ ۾ بمبئي يونيورسٽي جو ڪردار.“ سنڌالاجيڪل اسٽڊيز، جلد 22، نمبر 1-22 2006ع
18.بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر: “My Alma Mater” ڪنٽينري سووينئر گورنمينٽ مدرسه هاءِ اسڪول نوشهرو فيروز.
19.ڏسو حوالو-17

**20.ڏسو حوالو-18**
**21.انٽرويو- ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، تاريخ: 13 آڪٽوبر 2010ع هنڌ: مسلم ڪوآپريٽو سوسائٽي قاسم آباد.**
**22.ڏسو حوالو-21**
**23.حوالو ساڳيو.**
**24.حوالو ساڳيو**
**25.حوالو ساڳيو.**
**26.حوالو ساڳيو**
**27.بلوچ ڊاڪٽر نبي بخش خان: ”پياري سڄڻ قاضي فيض محمد جي ياد ۾“ ’سنڌي پنجون ڪتاب‘، جنوري 1985ع، سنڌ اسٽڊي سينٽر حيدرآباد. ص: 278**
**28.ڏسو حوالو-21**
**29.حوالو ساڳيو**
**30.ڏسو حوالو-6، ص:59**
**31.ڏسو حوالو-21**
**32.ڏسو حوالو-6، ص: 58**

ميرزا منظور علي بيگ

# منصوره ميوزيم: ڊاڪٽر بلوچ جو خواب

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ برصغير جو ناميارو عالم ۽ محقق ٿي گذريو آهي. پاڻ سنڌي زبان سان گڏ عربي، فارسي، انگريزي ۽ اردو زبان ۾ ڪيترائي تاريخي، تحقيقي ۽ معلوماتي ڪتاب نه فقط لکيا آهن، پر ڪيترن ئي ناياب تاريخي ڪتابن کي مرتب ڪري انهن تي تحقيقي مقدمه لکي منظرعام تي آندا آهن. جيڪي سنڌ جي تاريخ جا يقيناً اهم ماخذ آهن. اهڙن ناياب تاريخي ڪتابن ۾ سنڌ جي تاريخ جو پهريون ماخذ چچ نامو، تاريخ معصومي، لب تاريخ سنڌ، تحفة الڪرام، بيگلار نامه، تاريخ طاهري ۽ ٻيا ڪيترائي تاريخي ڪتاب ڊاڪٽر صاحب جي سعي ۽ ڪوشش سان ئي ڇپجي منظرعام تي آيا. ان کان علاوه سنڌن لطيفيات جي ميدان ۾ ڪيل خدمتون، لوڪ ادب کي سهيڙڻ ۽ لغات نويسيءَ ۾ ڪيل محنتون ته وسارڻ جوڳيون ئي ناهن!

سنڌ ۽ سنڌي ٻوليءَ لاءِ ڊاڪٽر صاحب جهڙي گهڻ رخي شخصيت جي ڪيل خدمتن جو ته ڪاٿو ئي نه ٿو لڳائي سگهجي... پر سنڌ جي تاريخ کي سنوارڻ سان گڏوگڏ سنڌ جي ثقافت کي به محفوظ ڪرڻ لاءِ ميوزيم جي قيام، ترقي ۽ واڌاري لاءِ پاڻ آخري دم تائين جاکوڙيندا رهيا. ان ڏَس ۾ پاڻ عمرڪوٽ ميوزيم، ڀنڀور ميوزيم ۽ حيدرآباد ٽالپر ميوزيم پڻ قائم ڪرايا، جنهن ۾ سنڌ جي ثقافت سان لاڳاپيل ڪيترائي نوادرات انهن ميوزيمن جي زينت بڻيل

آهن. اهڙين خدمتن ۾ منصوره ميوزيم پڻ سندن هڪ خواب هو، جيڪو پورو نه ٿي سگهيو...!
اِها سال 1973ع جي ڳالهه آهي. جڏهن مون 12 مئي 1973ع تي محڪمهء آثار قديمه ۾ ملازمت اختيار ڪئي هئي. ان وقت اسان جو ڊئريڪٽر تصوير حسين حميدي صاحب هو، جنهن کي پاڻ به سنڌ جي ثقافت سان وڏو چاهه هوندو هو. هڪ ڏينهن حميدي صاحب مون کي گُهرائي هڪ فائل ڏئي چيو ته هِن فائل ۾ منصوره سائيٽ تي ميوزيم کولڻ متعلق ضروري لکپڙهه ۽ ڪجهه نوادرات جا فوٽا ۽ نقشا آهن، جيڪي توهان اڄ 2:00 بجي ماڊل اسڪول ۾ ڊاڪٽر بلوچصاحب کي ڏيکارڻ لاءِ کڻي وڃجو. آءٌ فائل کڻي لوڪ ادب واري آفيس پهتس. اُتي مرحوم شيخ محمد اسماعيل ويٺو هو، جيڪو اسان جو پاڙيسري هو. شيخ صاحب کي چيم ته ڊاڪٽر صاحب سان ملڻو آهي. پاڻ چيائين ته توهان ويهو،ڊاڪٽر صاحب اچڻ وارو آهي. ڪجهه دير کان پوءِ ڊاڪٽر صاحب آيو، دعا سلام ٿي ۽ فائل سندن حوالي ڪيم. پاڻ فائل ڏسي چيائون ته: ”ٺيڪ آهي آءٌ فائل ڏسان ٿو، توهان سڀاڻي هِن ئي مهل ايندا.“
ٻئي ڏينهن آءٌ ساڳئي وقت اُتي پهتس. ڊاڪٽر صاحب پاڻ ويٺل هئا ۽ فائل ۾ ضروري ڪاٽ ڪوٽ ڪري منهنجي

حوالي ڪيائون ۽ چيائون ته: ”هِن ۾ جيڪي فوٽا ۽ نقشا آهن، انهن جي هڪ ڪاپي مون کي به ڏيندا.“ آءٌ فائل کڻي آفيس آيس ۽ حميدي صاحب کي فائل ڏئي، آفيس مان فوٽا ۽ نقشا وٺي ڊاڪٽر صاحب کي اچي ڏنم. پاڻ تمام گهڻا خوش ٿيا ۽ دعا ڪيائون ته وقت سر ميوزيم جي عمارت ٺهي وڃي، ته جيئن کوٽائي مان مليل سامان اُتي رکي منصوره جي تاريخ عام ماڻهن تائين رسائي سگهجي.

ڊاڪٽر صاحب سان ٿيندڙ هر ملاقات ۾ ميوزيم جي قائم ڪرڻ لاءِ هدايتون ملنديون رهيون، جنهن جي مطابق ميوزيم جي عمارت ۽ کوٽائي جو ڪم هلندو رهيو. ان وقت هڪ جنريٽر به محڪمه طرفان منصوره لاءِ مليل هو، ان ڪري جو اُتي لائيٽ جو سسٽم نه هو. کوٽائيءَ جو ڪم مارچ، اپريل، مئي ۽ آڪٽوبر، نومبر، ڊسمبر جي مهينن ۾ ٿيندو هو. وقفي وقفي سان کوٽائيءَ مان مليل سامان تي ڪم ٿيندو رهيو. يعني جيڪا شيءِ کوٽائيءَ مان ملندي هئي ته، اُن کي ڌسبو هو ته اِها ڪهڙي دور سان لاڳاپيل آهي. تنهن کان پوءِ اُن جي ماپ ٿيندي هئي ۽ اُن جو هڪ اسڪيچ تيار ڪيو ويندو هو. کوٽائيءَ مان مليل پڳل ٺڪر جي ٽڪرن کي پڻ جوڙيو ويندو هو ۽ پوءِ اُن مان جيڪا شيءِ تيار ٿيندي هئي، ته ان تي به ساڳي طرح ڪم ڪيو ويندو

هو. ان کان پوءِ هر مهيني کوٺائي مان مليل سامان، رپورٽ
سميت ڪراچي ۾ ايڪسپلوريشن برانچ ۾ موڪليو ويندو
هو. جتي اڄ به اُهو سامان ۽ اُن جو رڪارڊ موجود آهي.
اِهو ڪم جو سلسلو هلندو رهيو. 06 سيپٽمبر 1973ع
تي اسان جو نئونڊئريڪٽر جناب علي محمد لُنڊخور مقرر
ٿي آيو ۽ 07 تاريخ تي ڊاڪٽر صاحبطرفان هڪ گڏجاڻي
رکيل هئي، جنهن ۾ ڊئريڪٽر صاحب کي گهرايو
ويو هو.ان سلسلي ۾ علي محمد صاحب هيڊڪلارڪ کان
پڇيو ته، هيءُ فائل ڪير ڊيل ڪندو آهي؟ جنهن تي هُن
مون ڏانهن اشارو ڪندي چيو ته، ميرزا صاحب (راقم
الحروف) آهي، جنهن کي پڻ ان ڪم سان گهڻي دلچسپي
آهي. علي محمد صاحبمون کي چيو، ته پوءِ ميٽنگ ۾
پاڻ گڏ هلون ٿا.
ميٽنگ لوڪ ادب واري آفيس ۾ رکيل هئي. اسين اُتي
پهتاسين ته، مرحوم عبدالله ورياه، شيخ محمد اسماعيل ۽
بدين وارو سومار شيخ موجود هئا. دعا سلام ٿي ۽ ڊاڪٽر
صاحب آيو ته، ميوزيم جي باري ۾ تفصيل سان ذڪر ٿيو.
مرحوم عبدالله ورياهکي به ميوزيم قائم ڪرڻ جو تمام گهڻو
شوق هو ۽ وٽن ڪيترائي قيمتي نوادرات موجود هئا،
جيڪي هُو بنا ڪنهن معاوضي جي ميوزيم کي ڏيڻ لاءِ
تيار هو. ڊاڪٽر صاحب کيس چيو ته توهان وٽ جيڪي

نوادرات آهن، اُهي ڏيو ته جلد ميوزيم ۾ رکي افتتاح
ڪرايون. علي محمد صاحب چيو ته عمارت جو ڪم
شروع آهي ۽ جلد مڪمل ٿي ويندو. ڊاڪٽر صاحب ميٽنگ
۾ اهو به حڪم ڪيو هو ته ڪوٽائي مان مليل سامان
ڪراچيءَ مان گهرائي ميوزيم ۾ جلد رکيو وڃي.
انهيءَ دوران پاڻ حيدرآباد ۾ واقع ميوزيم پڻ کولڻ لاءِ
حڪم ڪيو. جيڪو بروقت ڪم شروع ٿيڻ ڪري ميوزيم
کُلي ويو ۽ ان ۾ ٽالپرن سان لاڳاپيل نوادرات رکي ميوزيم
جو افتتاح ڪرائي عام ماڻهن جي ڏسڻ لاءِ صبح کان شام
تائين کوليو ويو. اهڙي طرح پاڻ آمري ميوزيم لاءِ به
ڪوشش ڪري اتي ميوزيم قائم ڪرايو ۽ پنهور ۽ عمر
ڪوٽ جي ميوزيم لاءِ پڻ ڪوششون ڪيون، جي بارآور
ٿيون.
ڊاڪٽر صاحب جي محنتن ۽ ڪوششن سان ميوزيم جي
عمارت ته تيار ٿي وئي، پر بدقسمتي سان جولاءِ 1977ع
تي ملڪ ۾ مارشل لا نافذ ٿي وئي ۽ ڊاڪٽر
صاحب کي اسلام آباد موڪليو ويو. اِها ٻي ڳالهه آهي ته،
سندن پوسٽنگ اسان واري منسٽري آف ڪلچر حڪومت
پاڪستان ۾ ٿي ۽ پاڻ اُنهي جوش جذبي سان ڪم کي اڳتي
وڌائڻ لاءِ ڪوشان رهيو. پر هِتي ڪم جي اُها پوزيشن نه
رهي هئي، جيڪا ڊاڪٽر صاحب جي هوندي هئي. رهندو

جڏهن علي محمد صاحب جي بدلي ٿي ته، ڪم مورڳو ئي جهڙو بند ٿي ويو.

ڊاڪٽر صاحب سنڌ جي ثقافت جو قدردان ۽ پارکو هو. جنهن سنڌ جي تاريخ، تهذيب ۽ ثقافت کي محفوظ ڪرڻ لاءِ هر ممڪن ڪوشش ڪئي ۽ پاڻ ان سلسلي ۾ واسطيدار عملي کي پڻ ڪم کي پايهء تڪميل تي پهچائڻ لاءِ تاڪيد ڪندو رهندو هو. پر افسوس جو منصوره ميوزيم لاءِ ڊاڪٽر صاحب جيڪو خواب ڏٺو، سو سندن حياتيءَ ۾ پورو نه ٿي سگهيو.

اُن جو سبب اِهو هو ته، آثار قديمه ۾ ڪو به سنڌ سان لاڳاپيل آفيسر نه هو، جيڪو ان ڪم ۾ دلچسپي ڏيکاري. سڀ آفيسر پنجاب ۽ سرحد کان ايندا هئا، جن جي سنڌ جي ثقافت سان ڪا دلچسپي ڪونه هوندي هئي. جنهن جي ڪري ئي هِتي جي قديم آثارن کي تمام گهڻو نقصان پهتو آهي. ڊاڪٽر صاحب جا اهڙا اخباري چِٽيل بيان اڄ به ان جي شاهدي ڏين ٿا. پر هاڻي چا ٿو ڪري سگهجي!؟ هاڻي ته منصوره ميوزيم واري اُها عمارت به ڊهي وڃي پٽ پئي آهي ۽ ڊاڪٽر صاحب به منصوره ميوزيم جي آس ڪٽي وڃي آرامي ٿيو آهي.

سنڌ پنهنجي قديم تهذيب ڪري اڄ به پوري دنيا ۾ مشهور آهي ۽ اهي آثار اسان جي تهذيب جا نشان آهن. جيڪڏهن

اِهي آثار ختم ٿي ويا ته ڇا پوءِ سنڌ جي سڃاڻپ ۽ سنڌي قوم باقي رهندي...!؟

هِتي مون کي هڪ ڳالهه ياد اچي رهي آهي، جڏهن اسان جي قديم آثارن واري آفيس ۽ ڊاڪٽر صاحب جي ڪوشش سان تعمير ڪرايل حيدرآباد ٽالپر ميوزيم کي 09- جولاءِ 1987ع تي سنڌ دشمن عناصرن باهه ڏئي ساڙي ڇڏيو هو، ته ان کان ٻه ٽي ڏينهن پهرين ڊاڪٽر غلام مصطفيٰ شاهه آفيس ۾ آيو هو ۽ پاڻ ميوزيم گهمي اچي لائبريري ۾ ويٺو. جتي ڪيترائي ئي ناياب ۽ قديم دور سان لاڳاپيل قلمي قرآن مجيد ۽ ٻيا تاريخي ڪتاب موجود هئا. شاهه صاحب ڪجهه ڪتاب ڏٺا ۽ وزٽ بُڪ تي نوٽ به لکيو. پاڻ ڪجهه فوٽن ۽ ڪتابن جي فوٽو ڪاپي گهريائين ۽ چيائين ته آءٌ وري سومر تي ايندس.

پر افسوس جو 09 تاريخ تي رات جو آفيس ۽ ميوزيم کي باهه ڏئي ساڙيو ويو ۽ وعدي مطابق شاهه صاحب سومر جي ڏينهن آيو ۽ آفيس جي مين ڏاڪڻ تي اچي ويهي رهيو. آءٌ شاهه صاحب کي پري کان ڏسي حيران ٿي ويس! شاهه صاحب کي اڇو پهراڻ ۽ پاجامو پهريل هو. آءٌ جلدي وڃي ساڻن مليس، سندن اکين مان نير وهي رهيا هئا. پاڻ مون کي ڏسي چيائين ته ميرزا صاحب هيءُ ڇا ٿي ويو!؟ مون چيو سائين اڄ اسان جي سنڌ جي تاريخ جو هڪ اهم باب ختم ٿي ويو. پر سواءِ افسوس

جي ڪجھ به نه ٿو ڪري سگهجي. چيائين، اها بزدلي آهي، اسان کي احتجاج ڪرڻ گهرجي، نه ته هڪ ڏينهن هِن ڌرتي تي اسان جي ثقافت جو نالو به ڪونه هوندو...!

هن مهل اها ڳالهه صحيح ثابت ٿي رهي آهي. جنهن طرح سان اسان جي ثقافت کي هٿ وٺي تباهه ڪيو پيو وڃي، ان جو مثال اسان جي اکين آڏو آهي. سچ ته اُن واقعي جي جيتري به مذمت ڪجي، اها ٿوري آهي. ان سلسلي ۾ اخبارن ۾ گهڻو ڪجهه لکيو ويو ۽ ٽماهي 'مهراڻ' رسالي جي ايڊيٽوريل ۾ ته نفيس احمد ناشاد گهڻو ڪجهه لکندو رهيو، پر ڪجهه به نه ٿيو...!؟

هاڻي قديم آثارن وارو محڪمه سنڌ حڪومت کي مليو آهي، جنهن ۾ کين 126 ماڳ مليا آهن. منهنجي کين گذارش آهي ته، سنڌ جي ثقافت کي بچائڻ لاءِ ڪي اهم اپاءَ وٺن. خاص ڪري جناب مخدوم جميل الزمان صاحب کي گذارش آهي ته، پاڻ ڊاڪٽر صاحب جي رهيل مشن کي مڪمل ڪري پايهء تڪميل تي پهچائن ۽ **مدرسه هاءِ اسڪول نوشهرو فيروز ۾**

## ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جا ڏينهن

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي ولادت ڳوٺ جعفر خان لغاريءَ ۾ سندن ناني جي گهر،اسڪول رڪارڊ مطابق

1917ع ۾، پر اصل ۾ چيٽ (مارچ) 1919ع ۾ ٿي. اسڪول ۾ استاد سندن عمر وڌائي لکي، ته جيئن کين جلد نوڪري ملي. اڳ پندرهن سالن کان اڳ نوڪري نه ملندي هئي(1).“

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ پنجن ڇهن مهينن جي عمر جو مس ٿيو ته سندن والد علي محمد خان سنه 1919ع جي شروعات ۾ وفات ڪري، الله کي پيارو ٿي ويو. ان وقت والد جي عمر صرف پنجويه سال مس ٿي هئي. ڦوهه جوانيءَ جا سندس ڏينهن هئا. پٽ سان کيس بيحد پيار هو، اجا ننڍڻ ۾ هو ته کيس ڪٺڻ شروع ڪيائين. ڳوٺ کان ٻاهر هرلي تي کيس ڪٺي ويندو هو. سندس فهم پري دل ۾ پنهنجي سڪيلڌي پٽ لاءِ ڪئي خواب، گلاب جي پنکڙيل جيان اجا ٽڙيا ئي مس هئا ته سندس زندگيءَ جو گل ڪومائجي ويو. آخري وقت تي پنهنجي وصيت ۾ صرف ايترو چئي سگهيو ته: منهنجي پٽ کي پڙهائجو(2).“

ان کان پوءِ ڊاڪٽر بلوچ کي سندن ڏاڏي عرض محمد خان سنڀاليو. هيءُ ڊاڪٽر بلوچ جي گهراڻي جو پهريون شخص هو، جيڪو شهداد پور جي هڪ مڪتب ۾ وڃي پڙهيو ۽ پوءِ ڳوٺ ۾ قرآن شريف جي پڙهائڻ جو ڪم شروع ڪيائين. عورتن کي سندن گهرن ۾ وڃي پڙهائيندو هو. ڊاڪٽر بلوچ جي والده به وٽس ئي قرآن پڙهي. ڳوٺ ۾ هڪ وڏي پڪي مسجد جوڙايائين جنهن جون اندريون ديوارون گلن گلڪارين

وارن چِٽن سان سينگاريل هيون. پاڻ مسجد جو پيش امام هو، پر مسجد ۾ قرآن مجيد جي پڙهائيءَ کي روزگار نه بنايائين بلڪه ٻني ڪاهيندو هو، پاڻ پنهنجو هرلو ڪندو هو. زندگيءَ جي آخري ٽن سالن ۾ کيس پنهنجي وڏي فرزند جي پٽ ڊاڪٽر نبي بخش جي ناز برداري نصيب ٿي. ننڍڙي نبي بخش سان کيس گهڻو پيار هو. بلوچ صاحب لکيو آهي ته:

”ڏاڏو مون سان ڳالهيون ڪندو هو جيڪي مون کي وڻنديون هيون. رات جو ساڻس گڏ سمهندو هوس. مون کي گهڻي خوشي تڏهن ٿيندي هئي جڏهن ڏاڏو نماز پڙهندو هو ۽ سجدي ۾ ويندو هو ته آءٌ پٺيءَ تي چڙهي ويندو هوس(3).“

آخري عمر ۾ نابين ٿي پيو هو. تن ڏينهن ۾ قرآن شريف پڙهائڻ مسجد ۾ ويندو هو ته نبي بخش سندس لٺ کي وٺي اڳيان هلندو هو. ائين کيس پنهنجي ڏاڏي کي مسجد ۾ وٺي وڃڻ ڏاڍو وڻندو هو(4). ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي ڏاڏي جڏهن ڏٺو ته نبي بخش ڳالهيون ياد ڪري ٿو وٺي، تڏهن کيس پهريائين الحمد شريف ۽ پوءِ ٿيهين سيپاري جون آخري سورتون ياد ڪرايائين. اول ’قل اعوذ برب الناس‘ پوءِ ’قل اعوذ برب الفلق‘، پوءِ ’قل هو الله‘، پوءِ ’تبت يدا‘ ۽ پوءِ ’اذا جاءَ(5).‘

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جڏهن ٽن سالن جو ٿيو ته 1922ع جي آخر ڌاري سندن ڏاڏي عرض محمد وفات ڪئي جيڪو سندن پهريون استاد هو. ڏاڏي جي وفات کان پوءِ جڏهن چئن

سالن جو ٿيو ته سندن والده سائڻ کين قرآن شريف پڙهائڻ شروع ڪيو. ان کان پوءِ جڏهن ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي عزيز حاجي الهڏتي ٻارڙن کي قرآن شريف پڙهائڻ لاءِ مسجد لڳ مڪتب کوليو ته سندن چاچي ولي محمد کيس اتي پڙهڻ لاءِ چڏيو(6).

سنڌي پڙهڻ جي شروعات:

ڊاڪٽر بلوچ جي چاچي ولي محمد مرحوم پنهنجو فرض ڪري سمجهيو هو ته پاءُ (علي محمد) جي وصيت موجب پنهنجي پائٽي کي پڙهائي پر ڪو اسڪول هوئي ڪونه، سو کيس ڳوٺ جي واٽئي پائي وسومل وٺ سندس هٿ تي ويهاريائين ته هٿڪا اکر پڙهي. وسومل ڊاڪٽر بلوچ کي پٽيءَ تي ٿورا ٿورا اکر لکي ڏنا ۽ سگهو ئي سڀي پٽي ياد ڪري ورتائين. اها پٽي ڊاڪٽر بلوچ کي اجا تائين هن طرح ياد آهي:

”ٿاه ايه ايوَٽيو آئو

ڱڱو گهگهو گگو ککو ڪڪو

ننو ممو ڦڦو پپو ببو

راڙو جيو ڇچو چچو ججو

هاهو لائو

پٽي پوري ٿيڻ تي آخر ۾ چوڻو پوندو هو ته ’جيهارو جند پير کي‘ ’يعني واڏائي زنده پير کي(7).“

پرائمري اسڪول ڳوٺ پليي لغاري ۾ داخلا:

1915ع ڌاري ٻنڙي ۾ ۽ ان کان پوءِ ڳوٺ پليي لغاري ۾ پرائمري سنڌي اسڪول منظور ٿيو، اڳتي هلي ڳوٺ پليي لغاريءَ وارو اسڪول بند ٿي ويو. بعد ۾ 1921- 1922ع ڌاري وري کليو(8). ڳوٺ پليي لغاريءَ ۾ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ 1924ع ۾ پڙهڻ ويٺو(9).

هيءُ اسڪول ڳوٺ جعفر خان کان اڌ منو ميل پري هو. روز صبح جو ڊاڪٽر بلوچ پنهنجي ڳوٺ جعفر خان کان پنڌ ڪري، بعضي ته بنا جتيءَ جي اگهاڙين پيرين ويندو هو. آرهڙ جي اُسن ۾ پير سڙندا به هئس ته ڪنبا به لڳندا هئس(10). صبح جو ڳوٺان نڪرندو هو ته ڊاڪٽر بلوچ توڙي ٻيا ٻار پاڻ سان ڳوٺان ماني ٻڌي ايندا هئا. پئسي ٽڪي جو ڳڙ يا ڪا ٻي شئي وٺي مانيءَ سان کائيندا هئا. ڪي غريب رکي ماني کائيندا هئا(11).

ڪنڊياري محبت ديري جتوئيءَ جو هڪ استاد هو- قادربخش جتوئي جيڪو شاگردن جو گهڻو خيال رکندو هو، تنهن چيو ته جيڪي پيسا ٿين، سي گڏ ڪريو ته دال يا ڪا ٻي شيءِ رڌي کائو، پاڻ رڌيندو هو ۽ رڌڻ سيکاريندو هو. ان وقت سڀ شاگرد ڏاڍو خوش هئا(12).

اسڪول ۾ سندن پهريون استاد سومر ولد گل محمد خان هو. ڳوٺ لال خان لغاريءَ جو رهاڪو هو. ڳوٺ پليي لغاريءَ ۾ جڏهن پهريون اسڪول کليو ته اتي پڙهيو ۽ سنڌي

ورنيڪيولر ڪاميٽي امتحان پاس ڪيائين ۽ تر جي ڳوٺن مان
پهريون سنڌي ماستر هو. سندن پيو استاد هو- محمد عثمان
خشڪ، ٽيون استاد هو- قادربخش جتوئي. هي ٻئي ڪنڊياري
مان بدلي ٿي پليي لغاريءَ ۾ اچي پڙهائڻ لڳا. ٻئي محبت ديري
جتوئيءَ جا هئا. سندن چوٿون استاد هو- چيٺانند، نوشهري
فيروز جي پاسي جو ويٺل هو. ڊاڪٽر بلوچ ان وٽ چوٿون
درجو پڙهيو(13).“

ڊاڪٽر بلوچ جو چوٿين درجي ۾ استاد چيٺانند هو، جيڪو پوءِ
بدلي ٿي ويو ۽ وري استاد قادربخش آيو. ان جي اچڻ کان پوءِ
امتحان ٿيو. اسڪولن جو صاحب محمد بخش ميمڻ نوشهري
وارو امتحان وٺڻ آيو. ڊاڪٽر بلوچ لکن ٿا ته:

”مون کان جيڪي پڇيائين مون شايد ايترو ته سٺو ۽ صحيح
ٻڌايو جو اسڪول جي رجسٽر تي نوٽ هنيائين ته: هيءُ
چوڪرو هوشيار آهي ۽ هن کي اسڪالرشپ جو امتحان
ڏياري انگريزي پڙهائڻ گهرجي.“

انگريزي پڙهڻ لاءِ اسڪالرشپ امتحان:

تنهن زماني ۾ سنڌي چوٿين درجي پاس ڪندڙ هوشيار
شاگردن کي انگريزي پڙهائڻ لاءِ اسڪالر شپ جي چٽا پيٽي
امتحان ۾ ويهڻو پوندو هو. اسڪالر شپ اٺ يا نو رپيا مهينو
هوندي هئي. ڊاڪٽر بلوچ صاحب بابت چوٿين درجي جي
امتحان ۾ ”صاحب“ جي اسڪالرشپ امتحان ڏيارڻ جي نوٽ

لکڻ کان پوءِ سوال پيدا ٿيو ته اهو اسڪالر شپ جو امتحان ڪيئن ڏياربو. ڊاڪٽر صاحب لکن ٿا ته:
”سنجهوري تعلقي جي پرائمري اسڪولن جي استادن کي ان وقت (1928ع) اها خبر ڪانه هئي ته شاگردن کي اهڙا امتحان ڪيئن ڏياربا آهن يا انگريزي پڙهائڻ لاءِ ڪيئن ۽ ڪٿي موڪلبو آهي(14).“
بهرحال ڊاڪٽر صاحب جي استاد قادربخش وڏي ڪوشش وٺي اها معلومات هٿ ڪئي ته اسڪالر شپ جو امتحان فلاڻي تاريخ تي مدرسه هاءِ اسڪول نوشهري فيروز ۾ ٿيندو. پوءِ ڊاڪٽر صاحب کي امتحان ۾ نه ويهاريو ويو، جو اسڪول طرفان فارم پري موڪليو ئي ڪونه ويو هو.
نوشهري مدرسي ۾ داخلا ۾ ناڪامي:
جيئن صحيح معلومات نه هئڻ ڪري اسڪالر شپ جو موقعو هٿان ويو، تيئن صحيح معلومات نه هئڻ جي ڪري ڊاڪٽر صاحب کي نوشهري هاءِ اسڪول ۾ داخلا ۾ ناڪاميءَ جو منهن ڏسڻو پيو.
انگريزي پڙهڻ لاءِ ان وقت ڪراچي وڃڻو پوندو هو يا نوشهرو فيروز. ان زماني ۾ درياهه جي اپرندي پاسي جاتيءَ کان گهوٽڪي تائين ڪوبه اهڙو اسڪول ڪونه هو، جنهن ۾ مسلمان شاگردن کي سولائيءَ سان داخلا ملي سگهي. ڊاڪٽر صاحب جي چاچي کين نوشهروفيروز مدرسه هاءِ اسڪول ۾

داخل ڪرڻ جو ارادو ڪيو، پر کين معلوم ئي ڪونه هو ته ڪهڙي مهيني ۾ داخلا وٺبي آهي. ڊاڪٽر صاحب جو چاچو مئي 1928ع ۾ کيس وٺي نوشهري مدرسي هاءِ اسڪول پهتو.کين ٻڌايائون ته، داخلائون مارچ ۾ ٿي ويون، هاڻي داخلا ڪانه ملندي. اسڪول جو پرنسپال عثمان علي انصاري هو. ڊاڪٽر صاحب لکن ٿا ته:

”پرسان لنگهيو ٿي ويو: چاچي کٽي ٻانهن مان جهليس، چيائينس ته: آءٌ سنجهوري تعلقي مان آيو آهيان، جتي ڪنهن کي خبر ئي ڪانهي ته هت داخلا ڪيئن ۽ ڪڏهن ٿيندي آهي. تون چوڪري جو امتحان وٺ ۽ پوءِ داخلا جو فيصلو ڪر“. پرنسپال کي ڊاڪٽر بلوچ جي چاچي جي جذباتي ڳالهين متاثر ڪيو، چيائين: بابا اوهان دير سان آيا آهيو، هينئر داخلا بند آهي، آءٌ مجبور آهيان، داخلا نه ٿو ڏئي سگهان، پر تون ايندڙ سال مارچ ۾ چوڪري کي وٺي اچجانءِ، آءٌ داخلا ڏيندس، اسڪول في معاف ڪندس ۽ پڻ فري بوربنگ (بوربنگ هائوس ۾ مفت رهائش ۽ کاڌو) وٺي ڏيندس(15).“

بهرحال ڊاڪٽر بلوچ کي وري به داخلا ڪونه ملي، ايندڙ سال داخلا ۽ مفت بوربنگ ۽ اسڪول في جي معافيءَ جو آسرو وٺي واپس موٽيو.

دیه 22 ۾ انگريزي تعليم:

نوشهري ۾ داخلا کان مايوس ٿي ڳوٺ موٽڻ کان پوءِ سندن چاچي کي معلوم ٿيو ته: پنجابين جي ڳوٺ ديھ ٻاويھين ۾ انگريزي جا ٽي درجا پڙهائين ٿا، سو ڊاڪٽر صاحب کي ديھ ٻاويھين ۾ پڙهڻ لاءِ ڇڏيو ويو. ڊاڪٽر صاحب مئي 1928ع کان فيبروري 1929ع تائين ديھ 22 ۾ پڙهندو رهيو ۽ ڪنهن حد تائين اي.بي.سي هاڻو ٿيو(16). مارچ 1929ع تي چاچي سان گڏجي وڃي نوشهري فيروز مدرسه هاءِ اسڪول ۾ داخلا ورتائين.

مدرسه هاءِ اسڪول نوشهروفيروز:

مدرسه هاءِ اسڪول نوشهروفيروز ۾ 1883ع کان ائنگلو ورنيڪيولر ڪلاسز شروع ٿيا. مڊل اسڪول هلائڻ جي اجازت 1895ع ۾ ملي(17). شروع ۾ هيءُ اسڪول، شهر ۾ زمين نه ملڻ ڪري، شهر کان ڏکڻ طرف، شهر جي حدن کان فرلانگ پري هڪ زرعي زمين ۾ ڪکن جي ڇت سان مٽيءَ واري هڪ عارضي عمارت ۾ قائم ڪيو ويو هو، جنهن ۾ ائنگلو ورنيڪيولر ڪلاسز شروع ڪيا ويا. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جي چوڻ مطابق: ان ٻنيءَ ۾ ٿاهيل ان پهرين عمارت جي مٽيءَ وارا دڙا 34-1930ع واري زماني ۾ به ڏسڻ ۾ ايندا هئا (18). ڪجھ عرصي کان پوءِ، سيد الهندي شاھ جي ڪوشش سان نيٺ شهر جي حدن ۾ اسڪول جي عمارت لاءِ هڪ پلاٽ مليو، جتي پهرين عمارت 1908ع ۾

نهي راس ٿي ۽ مئٽرڪ تائين پڙهائي شروع ٿي (19). مدرسه هاءِ اسڪول نه رڳو سنڌ پر پاڪستان، بلڪه ڏکڻ ايشيا برصغير جي مسلمانن جي تعليم جي تاريخ جو پهريون پرائمري انسٽيٽيوٽ آهي، جنهن خاص طور تي انگريزن جي دور ۾ مسلمانن جي تعليم ۾ وڏو ڪردار ادا ڪيو (20).

مدرسه هاءِ اسڪول نوشهرو فيروز ۾ داخلا:

ديھ ٻاويھ ۾ ڊاڪٽر بلوچ مئي 1928ع کان فيبروري 1924ع تائين پڙهندو رهيو. مارچ 1929ع ۾ ڊاڪٽر صاحب جو چاچو علي محمد خان کين مدرسه هاءِ اسڪول نوشهري فيروز وٺي آيو. اسڪول جي پرنسپال عثمان علي انصاري سان ملي کيس گذريل سال ڪيل واعدو ياد ڏياريائين، جنهن صاحب واعدي جي پاسداري ڪندي ڊاڪٽر بلوچ صاحب کي اسڪول ۽ بورڊنگ ۾ داخلا ڏني ۽ اسڪول جي فيس ۽ بورڊنگ جو خرچ به معاف ڪيو. مدرسه هاءِ اسڪول تدريس جي لحاظ کان وڏي معيار وارو اسڪول هو جتي داخل ٿيڻ ئي ڊاڪٽر بلوچ صاحب لاءِ وڏي ڪاميابي هئي، جنهن بابت ڊاڪٽر بلوچ صاحب پاڻ لکن ٿا ته:

”هيءَ صحيح معنيٰ ۾ پڙهائي هئي ۽ ان کان اڳ چڙ راند هئي.“ ڊاڪٽر صاحب جن هڪ انٽرويو ۾ ٻڌايو ته: ”بورڊنگ هائوس ۾ ان وقت پنجهٺ – سٺر کن شاگرد رهائش پذير هئا “.(21)

اسڪول ۾ رانديون:

شاگردن کي جسماني طور چست رکڻ لاءِ، اسڪول انتظاميا پاران هڪ ڊرل ٽيچر رکيو ويو هو، جيڪو ملٽريءَ جو رٽائرڊ ماڻهو هو. جنهن وٽ هڪڙو رڪارڊ (فونو) هوندو هو. جنهن تي ايڪسرسائيز لاءِ هدايتون رڪارڊ ٿيل هيون. استاد فونو وڄائي، ان تي شاگردن کي پريڊ ڪرائيندو هو. پهريون پيرڊ صبح جي وقت، ان لاءِ مقرر هو. ان کان سواءِ پيون رانديون شام جي وقت کيون ويندديون هيون. اسڪول ۾ مقامي رانديون نه پر اهي رانديون کيون وينديون هيون جيڪي انگريزن سيکاريون هيون. جهڙوڪه: ڪرڪيٽ، فٽ بال، هاڪي ۽ والي بال وغيره. ڊاڪٽر بلوچ صاحب ٻڌايو ته: انهن چئن راندين مان ٽي رانديون آءٌ کندو هوس. جڏهن آءٌ ٻئي درجي ۾ پڙهندو هوس، ننڍو هوس، پر پنجين ڇهين ۾ جيڪي ڇوڪرا پڙهندا هئا، سي راند کندا هئا، تڏهن به آءٌ وڃي وچڙندو هوس. فوٽ بال به مون ائين کئي، ڪرڪيٽ به مون ائين کئي، باقي والي بال مون دير سان پنجين ڇهين يا ستين ۾ کيڏي (22).“

ڊاڪٽر صاحب جن ٻڌايو ته: ”جڏهن آءٌ چوٿين درجي ۾ پڙهندو هوس، اسان ڪرڪيٽ ۾ ايترا چڱا هئاسين جو سائين عثمان علي انصاري، جيڪو اسان جو هيڊ ماستر هو، اهو اسان کي ٺاروشاهه هاءِ اسڪول جي شاگردن سان کيڏائڻ لاءِ

پاڻ سان گڏ وٺي ويو. ان کان اڳ خيرپور جي ميرعلي نواز
هاءِ اسڪول جا ڇوڪرا به اسان سان نوشهري مدرسي ۾ راند
ڪيڏڻ آيا، اسان انهن سان به راند ڪيڏي (23).“
بزم مشاعره:
ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ڪي سندن استاد مخدوم امير احمد
صاحب جن بزم مشاعره جو سيڪريٽري مقرر ڪيو. ڊاڪٽر
صاحب ٻڌايو ته اسان جڏهن چوٿين درجي ۾ پڙهندا هئاسين ته
اسان جو استاد مخدوم امير احمد کهڙن وارو نوشهري مدرسي
هاءِ اسڪول ۾ مقرر ٿي آيو. هيءُ پهريون سال هو جو
يونيورسٽيءَ طرفان يا انگريزن طرفان عربي پڙهائڻ جي
اجازت ملي. ڊاڪٽر صاحب ٻڌايو ته مخدوم امير احمد اسان
کي عربي پڙهائيندو هو. ان سان اسان جي محبت هئي. پنجين
درجي ۾ جڏهن اسان ٿياسين ته مخدوم صاحب اسان کي ترغيب
ڏني ته اسان شعروشاعري ڪريون ۽ مون کي بزم مشاعره
جو سيڪريٽري ڪيائون. ڊاڪٽر صاحب ڪسرنفسيءَ جي
طور چيو ته: آءٌ ائين اجايو سجايو شعرو شاعري پيو ڪندو
هوس. ڊاڪٽر صاحب بزم مشاعره جي سيڪريٽري ٿيڻ جي
پس منظر ۾ پنهنجي شاعريءَ جي هڪ دلچسپ ڳالهه ٻڌائي ته:
پهرئين درجي کان بوردنگ هائوس ۾ رات ڏينهن دال ملندي
هئي. پيسي ڏوڪڙ جي به تڪليف هئي. پنج ڇهه مهينا جڏهن
رهياسين، ته اتي مون دال تي هڪڙي ڪافي ٺاهي، اها اهڙي

ته ڪافي ڪانهي ڪا، نه ڪي ڪا ڳالھ آهي، نه شاعري، مڙئي ٺيو چوڻو. ٻول هن طرح هئا:

خدايا دال کان مون کي بچاءِ جانءِ،
سٺو طعام سهڻو اڄ تون مون کي ملائجانءِ.
ان جي پڇاڙي هئي ته:
اڄ ته مون کي گوشت کارائجانءِ،
نه ته نبي بخش نڪ پٺيندئي پڪ،
انهيءَ ۾ ڪو شڪ نه پائجانءِ.

پوءِ اها ڳالھ چوڪرن جي واتان واهِ واهِ ٿي وڃي پهتي پرنسپال وٽ. ان چيو سانجهيءَ کان پوءِ محفل لڳندي. انهيءَ کي وٺي اچو ته اچي ٻڌائي. پوءِ مون کي وٺي ويا، اهو بيڪ گرائونڊ هو ته آءٌ ڪا شاعري ڪري سگهان ٿو. جنهن تان منهنجي استاد مون کي مشاعري جو سيڪريٽري بنايو. پنجين ڇهين ستين تائين مشاعرا ڪندا هئاسين. ان ۾ مون ڇا ڪيو جو ڪجھ چوڪرا جيڪي چرچائي هئا، انهن جي نالي تي هڪ ٻه چرچي جا شعر ٺاهي، انهن کي ڏيندو هوس ته اهي اسٽيج تي پيش ڪن (24).“

مشاعري جي محفلن ۾ ڊاڪٽر صاحب اسڪول کان ٻاهر اسڪول جي نمائندگي به ڪئي. پنهنجي صلاحيتن سان اسڪول جو نالو ۽ عزت وڌائي، ڊاڪٽر صاحب ٻڌايو ته:

”حيدرآباد ۾ ٽيچرس ڪاليج ۾ مشاعرو هو، محمد صديق ميمڻ صاحب ڪاليج جو پرنسيپال هو. مون کي مدرسي هاءِ اسڪول جي نمائندگي ڪرڻ لاءِ موڪليو ويو، اتي مشاعري ۾ محمد ابراهيم خليل ۽ محمد بخش واصف به مون ڏٺا. اتي مون جيڪو شعر پڙهيو، ان جي مصرع هئي:

”مرڻ ۽ جيئڻ کي ڪو سمجهي شال (25).“

ڊاڪٽر بلوچ جا نوشهري مدرسي جا خاص دوست:

ڊاڪٽر بلوچ جا مدرسه هاءِ اسڪول جي زماني ۾ هم ڪلاس شاگرد به دوست هئا ته ڪي مٿين ڪلاسن جا شاگرد به سندن دوست هئا. ڊاڪٽر صاحب ٻڌايو ته:

”منهنجي طبعيت ان زماني ۾ اهڙي هئي، ان کي منهنجي غلطي، ڪوتاهي يا ڇا چئجي، پر آءٌ هوندو هوس ٻئي درجي ۾، پر سمجهندو هوس ته ڇهين ستين وارن سان راند رهان، ڳالهايان ۽ دوست هجان ته به انهن جو هجان ۽ انهن جي محفلن ۾ وهان. مسٽر عبدالرحيم سان منهنجي دوستي ۽ اٿڻ ويهڻ هو جيڪو پنجون درجو پڙهي ڇهين ۾ ٿيو، هالاڻيءَ جو هو. مولوي عبدالله صاحب جو فرزند هو. جيڪو پنهنجي وقت جو هالاڻيءَ ۾ وڏو عالم هو. هي ٽي چار پائر هئا، سي سڀ وڏي فضيلت وارا شخص هئا. مسٽر عبدالرحيم مزاح وارو شخص به هو(26).“ مسٽر عبدالرحيم جي ذهانت، جرئت، فصاحت

۽ خوشطبعي وارين خوبين سببان آءُ ڪيس پنهنجو اڳواڻ ڪري سمجهندو هوس ۽ وٽس وڃي ويهندو ۽ سکندو هوس (27).
ڊاڪٽر صاحب جي ڪلاس پائي دوست جيڪي هئا سي ٿيهارو کن هئا، پر ڊاڪٽر صاحب کي پنج چوڪرا ياد آهن، جيڪي هوشيار هئا: هڪ: قادر بخش سرهيو، ڊاڪٽر صاحب ٻڌايو ته: نوشهري شهر جو هو. ڪاميٽي امتحان پاس ڪري آيو هو، هوشيار هو. ٻيو قاضي محمد ابراهيم، ڏيپارجن جو هو. هيءُ به ڪاميٽي پاس ڪري اچي شامل ٿيو هو. ٽيون: محمد ادريس ميمڻ ٻيرئي جو هو، چوٿون: بشارت حسين ميمڻ انصاري پاٽ جي پاسي جو انصاري هو. هاڻي حيدرآباد ۾ سندس خاندان رهي ٿو. پنجون: انورعلي پنجابي. ڊاڪٽر صاحب ٻڌايو ته هي پنج ئي شاگرد هوشيار هوندا هئاسين، جن جي وچ ۾ چٽاپيٽي لڳندي هئي. خاص طرح سان اسان جو استاد مسٽر هگوراڻي اسان کي ميٿاميٽڪس پڙهائيندو هو، ان جي ايڪسرسائيزن ۾ اسان جي چٽاپيٽي لڳندي هئي. استاد بورڊ تي ايڪسرسائيز لکندو مس هو ته اسان پڇي ڇڏيندا هئاسين. استاد فيصلو ڪيو: ته اهڙو حساب ڪڍي وڃا جو اُهي پڇي نه سگهن. استاد وڏو قابل هو، بي.ٽي پاس ڪئي هئائين، جاميٽري ۽ آلجبرا جون ڏکيو صورتون ڪڍي ايندو هو. هڪڙي ايڪسرسائيز اهڙي لکيائين جو اسان کي پڇڻ ۾ نه آئي. اسان چيو سائين ٻڌايو! چيائين؛ ٻڌائبي ڪونه. ڳوٺ وڃو، گهر وڃي

ان تي سوچيو، سياڻي وري ملاڪڙو ٿيندو. مون کي هرڪر هجي ته چاهي! هيئن ٿيڻ ڪپي! هونءَ ٿيڻ ڪپي! صحيح ڳالهه ٿو ڪريان حالانڪه مجڻ جهڙي ڪانهي: ننڊ ۾ مون کي هڪڙو خواب آيو ته اها ايڪسرسائيز ڪيئن پچندي. آءٌ ننڊ ۾ پچي ويس. خواب ۾ پچي وري جاڳي پيس ۽ يڪدم لکي ورتم، ته وسري نه وڃي. اها ٻئي ڏينهن وڃي مون ٻڌائي، ٻئي ڪنهن کونه پڳي ۽ اتي مون ٻڌايو ته اها ايڪسرسائيز مون خواب ۾ پڳي آهي (28).“

اسڪول کان ٻاهر تعلق:

هن سلسلي ۾ ڊاڪٽر صاحب ٻڌايو ته: اسڪول کان ٻاهر به منهنجو گهڻو واسطو هو. ان وقت جي اصطلاح مطابق آءٌ رولاڪ هوندو هوس. رڳو بورڊنگ هائوس ۽ ڪلاس تائين محدود نه هيس. ٻاهر به منهنجا تعلقات هئا جتي جتي منهنجا دوست هوندا هئا، تن جي ڳوٺ ويندو هوس: مسٽر ڏاتر ڏنو پلهه منهنجو دوست هو، ان جو ڳوٺ پري هو. اهو مون کي اتي وٺي ويو. مسٽر مولابخش وسطڙو مچر جو رهواسي هو، ان وٽ مچر ويس. پِريَن جو منهنجو هڪ دوست هو- غلام علي گوپانگ، ٽئين درجي ۾ اسڪالرشپ جو امتحان پاس ڪري آيو هو، ان وٽ ويندو هوس. ائين ٺاروشاهه، مٺياڻي، پِريا هر پاسي ويندو هوس.“

ڳوٺ کان نوشهري جي سفر جون تڪليفون:

تنهن زماني ۾ سفر تمام ڏکيو هوندو هو. ڊاڪٽر صاحب جن ڳوٺان ريل رستي پڊعيدن اسٽيشن تي لهندا هئا. پڊعيدن کان نوشهروفيروز چوڏنهن ميل پنڌ آهي، جتان ڏاند گاڏين تي چڙهي نوشهري پهچندا هئا. ڊاڪٽر صاحب ٻڌايو ته: ”16 پيسا ڪرايو ڏيندا هئاسين.“ يادگيريءَ تي زور ڏيندي ٻڌايائون ته: ”پانيان ٿو ته چوٿين ڪلاس ۾ هوندا هئاسين. جو هڪڙو ڪار وارو هو، جنهن موٽر هلائڻ شروع ڪئي. شايد هڪڙو دفعو ڪار ۾ چڙهي وياسين“. ڊاڪٽر صاحب پڊعيدن کان نوشهري تائين ڪئي پيرا پنڌ به ڪيو. خاص طور جڏهن ويڪيشن ٿيندي هئي ته چوڪرن جي هڪ گروپ ۾ گڏجي اسڪول کان پڊعيدن تائين پنڌ نڪرندا هئا. شهدادپور، ٽنڊو آدم، سرهاڙي وغيره وچ وارين اسٽيشنن جا چوڪرا گڏجي نڪرندا هئا. ڊاڪٽر صاحب ٻڌايو ته: ”موڪل اڪثر ڇنڇر جي ڏينهن ٿيندي هئي. ڪلاسن کان فارغ ٿي تياري ڪري نڪرندا هئاسين. ڪوشش ڪندا هئاسين ته رات جو نڪرون، سو شام جو ماني کائي هڪ هنڌ گڏ ٿي نڪري پوندا هئاسين. رستي ۾ صرف هڪ جاءِ تي، نوشهري ۽ پڊعيدن جي وچ تي هڪ سرڪاري کوهه هو، پاڻي صرف اتي ئي ملندو هو، ٻئي سڄي رستي تي ڪٿي به پاڻي ڪونه ملندو هو، جتي ساهي پٽيندا هئاسين، ويهندا هئاسين“.

ڊاڪٽر صاحب ٻڌايو ته: ”تنهن زماني ۾ هڪڙي چر (ٻوڏ) آئي هئي. نوشهري ڪان وٺي پڊعيدن تائين يڪو پاڻي هو. آءٌ ڳوٺان آيس، پڊعيدن لٿس. اتي استاد بيٺا هئا. چيائون ته تون ڇو آيو آهين؟ مون چيو مون کي مائٽن موڪليو آهي، سو آيو آهيان. چيائون ڳوٺ موٽي وڃ، مون چيو آءٌ ڳوٺ ڪونه ويندس. پوءِ مون کي ڪنهن ماڻهوءَ جي حوالي ڪري ڇڏيائون. چيائون هڪ ٻيڙي ٿيال ڪٽي ويندي آهي، انهيءَ ٻيڙيءَ ۾ چوڪري کي چاڙهي ڇڏجانءِ، پوءِ آءٌ پڊعيدن ڪان نوشهري ٻيڙيءَ ۾ آيس (29).“

نالي جي آخر ۾ ”بلوچ“ پوڻ:

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ پرائمري جي تعليم ڳوٺ پليي لغاري ۾ پڙهيو ڊاڪٽر صاحب لکي ٿو ته ٻروچن جي ڳوٺ جو اسڪول هو، سو ٻاهران آيل استاد ٻار جي نالي پويان ”بلوچ“ ڪري لکندو ويو، حالانڪه قبيلي جي نالي جي لحاظ کان لغاري لکي سگهيو ٿي“.

اسڪول جي رڪارڊ مطابق جڏهن ”بلوچ“ لکجي چڪو ته نوشهري مدرسه هاءِ اسڪول ۾ به سندن داخلا نبي بخش بلوچ سان ٿي وئي. جنهن ڪري شاگرد کيس ”بلوچ، بلوچ“ سڏڻ لڳا. اهو نالو ڪن کي انوکو پئي لڳو ته ڊاڪٽر بلوچ گهران اچي پڇيو ته ڪنهن وڏڙي کيس چيو ته: ”ابا تون آهين جعفراڻي.“ تن ڏينهن ۾ ڪاميٽي امتحان جو فارم پئي

پريو، سو ڊاڪٽر بلوچ پنهنجي نالي پٺيان لکي ڇڏيو: ”جعفراڻي“ رزلٽ آئي ته ڊاڪٽر بلوچ جو نالو نه ڏسي هيڊ ڪلارڪ کيس چيو ته تون ناپاس ٿيو آهين. ڊاڪٽر بلوچ جڏهن نبي بخش جعفراڻي نالو ڪڍي کيس ڏيکاريو ته اتي ويٺل ڪنهن استاد مٽس ڪاوڙ ڪئي ته اسڪول جي رڪارڊ مطابق تنهنجو آخري نالو ”بلوچ“ آهي، اڳتي ائين نه ڪجانءِ(30).“

ان طرح ڊاڪٽر صاحب جو آخري نالو هميشه لاءِ ”بلوچ“ پئجي ويو. ڊاڪٽر صاحب جڏهن آمريڪا ويو ته سندن نالي جي آخري لفظ ”Baloch“ کي، اتي جا پروفيسر ’بيلاڪ‘ اچارڻ لڳا ۽ ڊاڪٽر بلوچ کي مسٽر ’بيلاڪ‘ ڪري سڏڻ لڳا.

ڊاڪٽر بلوچ مدرسه هاءِ اسڪول ۾ ميٽرڪ تائين تعليم پرائي. مدرسه هاءِ اسڪول ۾ ميٽرڪ جي تعليم ڊاڪٽر ڊاڪٽر صاحب جي دل ۾ علم جي اڃ وڌائي ڇڏي. جستجو ۽ ذوق جي جذبي جي اهڙي باھ ٻاري ڇڏي جو چاچي ۽ ڀين مائٽن جي سهاري بنا علم جي راھ تي سندرو ٻڌي ڪاهي پيو. ڊاڪٽر صاحب پنهنجي هڪ انٽرويو ۾ ٻڌايو ته نوشهري مدرسي ۾ ميٽرڪ جي تعليم ’پڙهڻ‘ سان اهڙو عشق ۽ چسڪو لڳائي ڇڏيو جو مون چيو ته: ”ضرور پڙهان.“ آءٌ ميٽرڪ ۾ مسلمان شاگردن ۾ ٻيو نمبر آيس. مون کي 20 رپيا اسڪالر شپ ملي،

انهن 20 رپين جي آڌار تي ڊي.جي ڪاليج ڪراچيءَ ۾ داخلا ورتي(31).“

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ کي سندس چاچي نوشهري مدرسي ۾ داخل ڪري ميٽرڪ تائين پنهنجي ذميداريءَ سان پڙهايو. ان کان پوءِ جيڪا تعليم ڊاڪٽر صاحب حاصل ڪئي، سا پنهنجي شوق ۽ جذبي تحت حاصل ڪئي. ڊاڪٽر صاحب پنهنجي هڪ انٽرويو ۾ ٻڌايو ته منهنجي والد وفات وقت وصيت ڪئي ته: ”منهنجي پٽ کي پڙهائجو.“ منهنجو چاچو پرسان ويٺو هو، تنهن چيو ته منهنجي ڀاءُ وصيت ڪئي آهي ته توکي پڙهائيندس. پوءِ هُن پنهنجو فرض پورو ڪيو، مون کي ميٽرڪ تائين پڙهايائين. پوءِ چيائين: ”بابا مون پنهنجو فرض پورو ڪيو آهي. ادي جي ڳالهه هئي سا مون پوري ڪئي آهي، هاڻي هن کان پوءِ پڙهين نه پڙهين تنهنجي مرضي. پڙهندين ته پنهنجي خرچ سان وڃي پڙهه. جيئن وڻئي وڃي ڪر، آءٌ ڌڻي ڌوڻي ڪونه آهيان.“ پر نوشهري مدرسه هاءِ اسڪول ۾ داخلا ۽ اتي ميٽرڪ جي تعليم جي تڪميل ڊاڪٽر صاحب کي جهڙوڪ تعليم جي شاهراهه سان لڳائي ڇڏيو هو. جنهن کان پوءِ پاڻ تعليم جا باقي مرحلا پار ڪرڻ جي قابل ٿي ويا. لکن ٿا:

”چاچي مرحوم مون کي تعليم جي شاهراهه تي آڻي ڇڏيو. پوءِ آءٌ پاڻ پنهنجي ذوق ۽ ذهانت، همت ۽ حوصلي سان اها شاهراهه وٺي هليس. جنهن مون کي نوشهري مدرسي مان ميٽرڪ پاس

ڪرڻ بعد جهونا ڳڙهه، علي ڳڙهه ۽ بالآخر آمريڪا پهچايو(32).“

حوالا


1. جوڻيجو، عبدالجبار، ڊاڪٽر: ”ڊاڪٽر بلوچ: هڪ مطالعو“ لاڙ ادبي سوسائٽي بدين، 1998ع، ص: 6
2. حوالو ساڳيو، ص: 66
3. حوالو ساڳيو، ص: 47
4. حوالو ساڳيو، ص: 48
5. حوالو ساڳيو، ص:9
6. بلوچ، نبي بخش خان ڊاڪٽر: ”اسان جو ڳوٺ جعفر خان لغاري“، ص: 49
7. حوالو ساڳيو، ص: 49
8. حوالو ساڳيو، ص: 31
9. ڏسو حوالو-7، ص:7
10. ڏسو حوالو-6، ص:31
11. حوالو ساڳيو، ص: 45
12. حوالو ساڳيو، ص: 51
13. ڏسو حوالو-1، ص: 7
14. ڏسو حوالو ساڳيو، ص 52
15. حوالو ساڳيو، ص: 53
16. حوالو ساڳيو، ص: 54_57

17. چنڊ، محمد ﺀ پروفيسر: ”سنڌ ۾ اعليٰ تعليم جي پکيڙڻ ۾ بمبئي يونيورسٽي جو ڪردار.“ سنڌالاجيڪل اسٽڊيز، جلد 22، نمبر 1-22 2006ع
18.بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر: “My Alma Mater” ڪنٽينري سووينيئر گورنمينٽ مدرسه هاءِ اسڪول نوشهرو فيروز.
19.ڏسو حوالو-17
20.ڏسو حوالو-18
21.انٽرويو- ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، تاريخ: 13 آڪٽوبر 2010ع هنڌ: مسلم ڪوآپريٽو سوسائٽي قاسم آباد.
22.ڏسو حوالو-21
23.حوالو ساڳيو.
24.حوالو ساڳيو
25.حوالو ساڳيو.
26.حوالو ساڳيو
27.بلوچ ڊاڪٽر نبي بخش خان: ”پياري سڄڻ قاضي فيض محمد جي ياد ۾“ ’سنڌي پنجون ڪتاب‘، جنوري 1985ع، سنڌ اسٽڊي سينٽر حيدرآباد. ص: 278
28.ڏسو حوالو-21
29.حوالو ساڳيو
30.ڏسو حوالو-6، ص:59

**31.ڏسو حوالو-21**

**32.ڏسو حوالو-6، ص: 58**

ميرزا منظور علي بيگ

# منصوره ميوزيم: ڊاڪٽر بلوچ جو خواب

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ برصغير جو ناميارو عالم ۽ محقق ٿي گذريو آهي. پاڻ سنڌي زبان سان گڏ عربي، فارسي، انگريزي ۽ اردو زبان ۾ ڪيترائي تاريخي، تحقيقي ۽ معلوماتي ڪتاب نه فقط لکيا آهن، پر ڪيترن ئي ناياب تاريخي ڪتابن کي مرتب ڪري انهن تي تحقيقي مقدمه لکي منظرعام تي آندا آهن. جيڪي سنڌ جي تاريخ جا يقيناً اهم ماخذ آهن. اهڙن ناياب تاريخي ڪتابن ۾ سنڌ جي تاريخ جو پهريون ماخذ چچ نامو، تاريخ معصومي، لب تاريخ سنڌ، تحفة الڪرام، بيگلار نامه، تاريخ طاهري ۽ ٻيا ڪيترائي تاريخي ڪتاب ڊاڪٽر صاحب جي سعي ۽ ڪوشش سان ئي ڇپجي منظرعام تي آيا. ان کان علاوه سندن لطيفيات جي ميدان ۾ ڪيل خدمتون، لوڪ ادب کي سهيڙڻ ۽ لغات نويسيءَ ۾ ڪيل محنتون ته وسارڻ جوڳيون ئي ناهن!

سنڌ ۽ سنڌي ٻوليءَ لاءِ ڊاڪٽر صاحب جهڙي گهڻ رخي شخصيت جي ڪيل خدمتن جو ته ڪاٿو ئي نه ٿو لڳائي سگهجي... پر سنڌ جي تاريخ کي سنوارڻ سان گڏوگڏ سنڌ جي ثقافت کي به محفوظ ڪرڻ لاءِ ميوزيم جي قيام، ترقي ۽ واڌاري لاءِ پاڻ آخري دم تائين جاکوڙيندا رهيا. ان ڏَس ۾ پاڻ عمرڪوٽ ميوزيم، ڀنڀور ميوزيم ۽ حيدرآباد ٽالپر ميوزيم پڻ قائم ڪرايا، جنهن ۾ سنڌ جي ثقافت سان لاڳاپيل ڪيترائي نوادرات انهن ميوزيمن جي زينت بڻيل آهن. اهڙين خدمتن ۾ منصوره ميوزيم پڻ سندن هڪ خواب هو، جيڪو پورو نه ٿي سگهيو...!

اِها سال 1973ع جي ڳالهه آهي. جڏهن مون 12 مئي 1973ع تي محڪمهء آثار قديمه ۾ ملازمت اختيار ڪئي هئي. ان وقت اسان جو ڊئريڪٽر تصوير حسين حميدي صاحب هو، جنهن کي پاڻ به سنڌ جي ثقافت سان وڏو چاهه هوندو هو. هڪ ڏينهن حميدي صاحب مون کي گُهرائي هڪ فائل ڏئي چيو ته هِن فائل ۾ منصوره سائيٽ تي ميوزيم کولڻ متعلق ضروري لکپڙهه ۽ ڪجهه نوادرات جا فوٽا ۽ نقشا آهن، جيڪي توهان اڄ 2:00 بجي ماڊل اسڪول ۾ ڊاڪٽر بلوچصاحب کي ڏيکارڻ لاءِ کڻي وڃجو. آءٌ فائل کڻي لوڪ ادب واري آفيس پهتس. اُتي مرحوم شيخ محمد اسماعيل ويٺو هو، جيڪو اسان جو

پاڙيسري هو. شيخ صاحب کي چيم ته ڊاڪٽر صاحب سان ملڻو آهي. پاڻ چيائين ته توهان ويهو،ڊاڪٽر صاحب اچڻ وارو آهي. ڪجھ دير ڪان پوءِ ڊاڪٽر صاحب آيو، دعا سلام ٿي ۽ فائل سندن حوالي ڪيم. پاڻ فائل ڏسي چيائون ته: ”ٺيڪ آهي آءٌ فائل ڏسان ٿو، توهان سڀاڻي هِن ئي مهل ايندا.“

ٻئي ڏينهن آءٌ ساڳئي وقت اُتي پهتس. ڊاڪٽر صاحب پاڻ ويٺل هئا ۽ فائل ۾ ضروري ڪاٽ ڪوٽ ڪري منهنجي حوالي ڪيائون ۽ چيائون ته: ”هِن ۾ جيڪي فوٽا ۽ نقشا آهن، انهن جي هڪ ڪاپي مون کي به ڏيندا.“ آءٌ فائل کڻي آفيس آيس ۽ حميدي صاحب کي فائل ڏنئي، آفيس مان فوٽا ۽ نقشا وٺي ڊاڪٽر صاحب کي اچي ڏنم. پاڻ تمام گھڻا خوش ٿيا ۽ دعا ڪيائون ته وقت سر ميوزيم جي عمارت ٺهي وڃي، ته جيئن ڪوٺائي مان مليل سامان اُتي رکي منصوره جي تاريخ عام ماڻهن تائين رسائي سگھجي.

ڊاڪٽر صاحب سان ٿيندڙ هر ملاقات ۾ ميوزيم جي قائم ڪرڻ لاءِ هدايتون ملنديون رهيون، جنهن جي مطابق ميوزيم جي عمارت ۽ ڪوٺائي جو ڪم هلندو رهيو. ان وقت هڪ جنريٽر به محڪمه طرفان منصوره لاءِ مليل هو، ان ڪري جو اُتي لائيٽ جو سسٽم نه هو. ڪوٺائيءَ جو ڪم

مارچ، اپريل، مئي ۽ آڪٽوبر، نومبر، ڊسمبر جي مهينن ۾ ٿيندو هو. وقفي وقفي سان ڪوٺائيءَ مان مليل سامان تي ڪم ٿيندو رهيو. يعني جيڪا شيءِ ڪوٺائيءَ مان ملندي هئي ته، اُن کي ڌسبو هو ته اِها ڪهڙي دور سان لاڳاپيل آهي. تنهن کان پوءِ اُن جي ماپ ٿيندي هئي ۽ اُن جو هڪ اسڪيچ تيار ڪيو ويندو هو. ڪوٺائيءَ مان مليل ڀڳل ٺڪر جي ٺڪرن کي پڻ جوڙيو ويندو هو ۽ پوءِ اُن مان جيڪا شيءِ تيار ٿيندي هئي، ته ان تي به ساڳي طرح ڪم ڪيو ويندو هو. ان کان پوءِ هر مهيني ڪوٺائي مان مليل سامان، رپورٽ سميت ڪراچي ۾ ايڪسپلوريشن برانچ ۾ موڪليو ويندو هو. جتي اڄ به اُهو سامان ۽ اُن جو رڪارڊ موجود آهي.

اِهو ڪم جو سلسلو هلندو رهيو. 06 سيپٽمبر 1973ع تي اسان جو نئون ڊئريڪٽر جناب علي محمد لُنڊخور مقرر ٿي آيو ۽ 07 تاريخ تي ڊاڪٽر صاحبطرفان هڪ گڏجاڻي رکيل هئي، جنهن ۾ ڊئريڪٽر صاحب کي گهرايو ويو هو.ان سلسلي ۾ علي محمد صاحب هيڊڪلارڪ کان پڇيو ته، هيءُ فائل ڪير ڊيل ڪندو آهي؟ جنهن تي هُن مون ڏانهن اشارو ڪندي چيو ته، ميرزا صاحب (راقم الحروف) آهي، جنهن کي پڻ ان ڪم سان گهڻي دلچسپي آهي. علي محمد صاحبمون کي چيو، ته پوءِ ميٽنگ ۾ پاڻ گڏ هلون ٿا.

ميٽنگ لوڪ ادب واري آفيس ۾ رکيل هئي. اسين اُتي پهتاسين ته، مرحوم عبدالله ورياهه، شيخ محمد اسماعيل ۽ بدين وارو سومار شيخ موجود هئا. دعا سلام ٿي ۽ ڊاڪٽر صاحب آيو ته، ميوزيم جي باري ۾ تفصيل سان ذڪر ٿيو. مرحوم عبدالله ورياهه کي به ميوزيم قائم ڪرڻ جو تمام گهڻو شوق هو ۽ وٽن ڪيترائي قيمتي نوادرات موجود هئا، جيڪي هُو بنا ڪنهن معاوضي جي ميوزيم کي ڏيڻ لاءِ تيار هو. ڊاڪٽر صاحب کيس چيو ته توهان وٽ جيڪي نوادرات آهن، اُهي ڏيو ته جلد ميوزيم ۾ رکي افتتاح ڪرايون. علي محمد صاحب چيو ته عمارت جو ڪم شروع آهي ۽ جلد مڪمل ٿي ويندو. ڊاڪٽر صاحب ميٽنگ ۾ اهو به حڪم ڪيو هو ته کوٽائي مان مليل سامان ڪراچيءَ مان گهرائي ميوزيم ۾ جلد رکيو وڃي.

انهيءَ دوران پاڻ حيدرآباد ۾ واقع ميوزيم پڻ کولڻ لاءِ حڪم ڪيو. جيڪو بروقت ڪم شروع ٿيڻ ڪري ميوزيم کُلي ويو ۽ ان ۾ ٽالپرن سان لاڳاپيل نوادرات رکي ميوزيم جو افتتاح ڪرائي عام ماڻهن جي ڏسڻ لاءِ صبح کان شام تائين کوليو ويو. اهڙي طرح پاڻ آمري ميوزيم لاءِ به ڪوشش ڪري اتي ميوزيم قائم ڪرايو ۽ پنيور ۽ عمر ڪوٽ جي ميوزيم لاءِ پڻ ڪوششون ڪيون، جي بارآور ٿيون.

ڊاڪٽر صاحب جي محنتن ۽ ڪوشش سان ميوزيم جي عمارت ته تيار ٿي وئي، پر بدقسمتي سان جولاءِ 1977ع تي ملڪ ۾ مارشل لا نافذ ٿي وئي ۽ ڊاڪٽر صاحب کي اسلام آباد موڪليو ويو. اِها ٻي ڳالھ آهي ته، سندن پوسٽنگ اسان واري منسٽري آف ڪلچر حڪومت پاڪستان ۾ ٿي ۽ پاڻ اُنهي جوش جذبي سان ڪم کي اڳتي وڌائڻ لاءِ ڪوشان رهيو. پر هِتي ڪم جي اُها پوزيشن نه رهي هئي، جيڪا ڊاڪٽر صاحب جي هوندي هئي. رهندو جڏهن علي محمد صاحب جي بدلي ٿي ته، ڪم مورڳو ئي جهڙو بند ٿي ويو.

ڊاڪٽر صاحب سنڌ جي ثقافت جو قدردان ۽ پارکو هو. جنهن سنڌ جي تاريخ، تهذيب ۽ ثقافت کي محفوظ ڪرڻ لاءِ هر ممڪن ڪوشش ڪئي ۽ پاڻ ان سلسلي ۾ واسطيدار عملي کي پڻ ڪم کي پايهء تڪميل تي پهچائڻ لاءِ تاڪيد ڪندو رهندو هو. پر افسوس جو منصوره ميوزيم لاءِ ڊاڪٽر صاحب جيڪو خواب ڏٺو، سو سندن حياتيءَ ۾ پورو نه ٿي سگهيو.

اُن جو سبب اِهو هو ته، آثار قديمه ۾ ڪوبه سنڌ سان لاڳاپيل آفيسر نه هو، جيڪو ان ڪم ۾ دلچسپي ڏيکاري. سڀ آفيسر پنجاب ۽ سرحد کان ايندا هئا، جن جي سنڌ جي ثقافت سان ڪا دلچسپي ڪونه هوندي هئي. جنهن جي ڪري ئي هِتي جي قديم آثارن کي تمام گهڻو نقصان پهتو آهي. ڊاڪٽر

صاحب جا اهڙا اخباري ڇپيل بيان اڄ به ان جي شاهدي ڏين ٿا. پر هاڻي ڇا ٿو ڪري سگهجي!؟ هاڻي ته منصوره ميوزيم واري اُها عمارت به ڍهي وڃي پٽ پئي آهي ۽ ڊاڪٽر صاحب به منصوره ميوزيم جي آس ڪٽي وڃي آرامي ٿيو آهي.

سنڌ پنهنجي قديم تهذيب ڪري اڄ به پوري دنيا ۾ مشهور آهي ۽ اهي آثار اسان جي تهذيب جا نشان آهن. جيڪڏهن اِهي آثار ختم ٿي ويا ته ڇا پوءِ سنڌ جي سڃاڻپ ۽ سنڌي قوم باقي رهندي...!؟

هِتي مون کي هڪ ڳالهه ياد اچي رهي آهي، جڏهن اسان جي قديم آثارن واري آفيس ۾ ڊاڪٽر صاحب جي ڪوشش سان تعمير ڪرايل حيدرآباد ٽالپر ميوزيم کي 09- جولاءِ 1987ع تي سنڌ دشمن عناصرن باهه ڏئي ساڙي ڇڏيو هو، ته ان کان به ٿي ڏينهن پهرين ڊاڪٽر غلام مصطفيٰ شاهه آفيس ۾ آيو هو ۽ پاڻ ميوزيم گهمي اچي لائبريري ۾ ويٺو. جتي ڪيترائي ئي ناياب ۽ قديم دور سان لاڳاپيل قلمي قرآن مجيد ۽ پيا تاريخي ڪتاب موجود هئا. شاهه صاحب ڪجهه ڪتاب ڏٺا ۽ وزٽ بُڪ تي نوٽ به لکيو. پاڻ ڪجهه فوٽن ۽ ڪتابن جي فوٽو ڪاپي گهريائين ۽ چيائين ته آءٌ وري سومر تي ايندس.

پر افسوس جو 09 تاريخ تي رات جو آفيس ۽ ميوزيم کي باھ ڏئي ساڙيو ويو ۽ وعدي مطابق شاھ صاحب سومر جي ڏينھن آيو ۽ آفيس جي مين ڏاڪڻ تي اچي ويھي رھيو. آءٌ شاھ صاحب کي پري کان ڏسي حيران ٿي ويس! شاھ صاحب کي اڇو پھراڻ ۽ پاجامو پھريل ھو. آءٌ جلدي وڃي ساڻن مليس، سندن اکين مان نير وھي رھيا ھئا. پاڻ مون کي ڏسي چيائين تہ ميرزا صاحب ھيءُ ڇا ٿي ويو!؟ مون چيو سائين اڄ اسان جي سنڌ جي تاريخ جو ھڪ اھم باب ختم ٿي ويو. پر سواءِ افسوس جي ڪجھ بہ نہ ٿو ڪري سگھجي. چيائين، اھا بزدلي آھي، اسان کي احتجاج ڪرڻ گھرجي، نہ تہ ھڪ ڏينھن ھِن ڌرتي تي اسان جي ثقافت جو نالو بہ ڪونہ ھوندو...!

ھن مھل اھا ڳالھ صحيح ثابت ٿي رھي آھي. جنھن طرح سان اسان جي ثقافت کي ھٿ وٺي تباھ ڪيو پيو وڃي، ان جو مثال اسان جي اکين آڏو آھي. سچ تہ اُن واقعي جي جيتري بہ مذمت ڪجي، اھا ٿوري آھي. ان سلسلي ۾ اخبارن ۾ گھڻو ڪجھ لکيو ويو ۽ ٽماھي ’مھراڻ‘ رسالي جي ايڊيٽوريل ۾ تہ نفيس احمد ناشاد گھڻو ڪجھ لکندو رھيو، پر ڪجھ بہ نہ ٿيو...!؟

ھاڻي قديم آثارن وارو محڪمہ سنڌ حڪومت کي مليو آھي، جنھن ۾ کين 126 ماڳ مليا آھن. منھنجي کين گذارش آھي تہ، سنڌ جي ثقافت کي بچائڻ لاءِ ڪي اھم اپاءَ وٺن. خاص ڪري جناب مخدوم جميل الزمان صاحب کي گذارش آھي

ته، پاڻ ڊاڪٽر صاحب جي رهيل مشن کي مڪمل ڪري پايهء تڪميل تي پهچائن ۽ منصوره جي تاريخ ۽ ثقافت کي محفوظ ڪن.

هيءُ مضمون مون پنهنجي يادگيري جي بنياد تي لکيو آهي. جيڪڏهن اسان جي آفيس نه سڙي ها ته، ڊاڪٽر صاحب واري لکپڙهه پڻ هن ۾ شامل ڪئي وڃي ها، ته جيئن پڙهندڙ خود ڊاڪٽر صاحب جي سنڌ شناسيءَ بابت اندازو لڳائي سگهن.

منصوره جي تاريخ ۽ ثقافت کي محفوظ ڪن.

هيءُ مضمون مون پنهنجي يادگيري جي بنياد تي لکيو آهي. جيڪڏهن اسان جي آفيس نه سڙي ها ته، ڊاڪٽر صاحب واري لکپڙهه پڻ هن ۾ شامل ڪئي وڃي ها، ته جيئن پڙهندڙ خود ڊاڪٽر صاحب جي سنڌ شناسيءَ بابت اندازو لڳائي سگهن.